# فاطمہ سلام اللہ تعاليٰ عليها، فاطمہ سلام اللہ تعاليٰ عليها آهي



ڊاڪٽر علي شريعتي

سنڌيڪار: مُنور ٻُٽ

# فاطمہ سلام الله تعالیٰ علیها فاطمہ سلام الله تعالیٰ علیها آهي

داڪٽر علي شريعتي

مُنور ٻُٽ



سچائي اشاعت گهر
2015

فاطمه سلام الله تعالیٰ علیها فاطمه سلام الله تعالیٰ علیها است (فارسی)

ليکک: ڊاڪٽر علي شريعتي

فاطمه سلام الله تعالیٰ علیها فاطمه سلام الله تعالیٰ علیها ہے (اردو)

مترجم: پروفیسر سردار نقوی

فاطمه سلام الله تعالیٰ علیها فاطمه سلام الله تعالیٰ علیها آهي (سنڌي)

سنڌيڪار: مُنور ٻُٽ

## استاڪسٽ

- پناڻي بڪ هائوس گاڏي کاتو حيدرآباد Cell # 0322_3011506
- ڪويتا ڪتاب گهر، ربي سينٽر گاڏي کاتو حيدرآباد
- ڪنگ پن ڪتاب گهر، پريس ڪلب حيدرآباد.
- سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال حيدرآباد
- قليچ ڪتاب گهر لئنگيئج اٿارٽي حيدرآباد
- عزيز ڪتاب گهر سکر.
- ڪلچر ڪتاب گهر سامهون ايم پي اي هاسٽل ڪراچي.
- مهراڻ ڪتاب گهر گهنٽي ڦاٽڪ نيئر سپنا لان لاڙڪاڻو.
- فڪشن هائوس رابعہ اسڪوائر حيدرآباد
- شاهہ لطيف ڪتاب گهر گاڏي کاتو حيدرآباد
- رابيل ڪتاب گهر۔ لاڙڪاڻو.

سچائي اشاعت گهر جو ڪتاب نمبر۔ 113





ڪتاب جو نالو : فاطمہ سلام اللہ تعالیٰ علیها فاطمہ سلام اللہ تعالیٰ علیها آهي
ليکڪ : ڊاڪٽر علي شريعتي
سنڌيڪار: مُنور ٻٽ
ڇاپو : 2015ع
ڇپائيندڙ : سچائي اشاعت گهر، دڙي فون: 0301_3640468
ڇپيندڙ . ساحل پرنٽرز اينڊ پبلشرز حيدرآباد 03332634650

قيمت: =/260

Fatimah Fatimah Aahay (Sindhi) — By: DR. ALI SHAREEATI
Salaam Allah Taala Alaihaa
TRANSLATED IN SINDHI BY: MUNAWAR BUTT
Ph: 0334 3181387
Published by: Sachai Ishaat Ghar DARRO Sindh.
Edition First, 2015. Cell: 0301-3640468

## سنڌي ترجمي جو انتساب

مان پنهنجي سنڌي ترجمي کي سانئڻ
حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها
جي ٻانهي امڙ حضرت فضہ رضي الله تعاليٰ عنها
جي نالي ڪيان ٿو جنهن کي خود سانئڻ
سلام الله تعاليٰ عليها ۽ سندن اولاد پاڪ عليهم السلام
”امان فضہ“ چئي سڏيندا هيا.

مُنور ٻُٽ

## شانِ سيده فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها

ادب سان هڪ عجيب، ڪريان واقعو بيان ٿو.
جڏهن حضرت بلال کان، کسجي حقِ آذان پيو.

تڏهن روئندو رڙندو آيو درِ فاطمہ تي سو.
ڏنائين دانهن سائڻ، ناحق مون سان ٿي ويو.

فرمايو سائڻ تنهن تي، ائين هرگز نہ ٿيندو.
جيسين ڏيندين بانگ نہ تون، سج نہ تيسين ايرندو.

چاهيو بتول جيئن ٿي، تيئن الله اهو ڪيو.
آيا معترض ۽ بيا، يانبي صبح اجا ڪونہ ٿيو.

فرمايو مڙڻي مصطفيٰ، اها خبر وحي ڪندو.
پوءِ آيو جلد جبرائيل، کڻي پيغام رب سندو.

ڏيندو بلال آذان فقط، تڏهن ئي ٿيندو سوجهرو.
ڏسو شان بيبيءَ فاطمہ اعليٰ ۽ اتم ڪيڏو مرتبو.

# فهرست


| عنوان | صفحو |
| --- | --- |
| پنهنجي پاران | 10 |
| پيش لفظ:اردو مترجم | 12 |
| **باب پهريون** | |
| ڳالهه جي شروعات | 15 |
| مان ڪير آهيان؟ | 17 |
| عقل حقيقت حال | 20 |
| عالم سڳورا ۽ عوام | 29 |
| عقل ۽ عشق | 30 |
| لُڙڪ(اشڪ) :شهادتِ عشق | 32 |
| **باب ٻيو** | |
| قصور ڪنهن جو آهي؟ | 39 |
| **باب ٽيون** | |
| مسئلن جو تجزيو | |
| اصل غلطي ڪٿي آهي؟ | 50 |
| عالم ـ علم ـ فقهه | 60 |
| محبت ۽ معرفت | 62 |
| **باب چوٿون** | |
| مسئلي کي حل ڪيئن ڪجي؟ | |
| عورت جا ٽي چهرا | 64 |
| اهل ۽ نااهل | 65 |
| مذهب ۽ روايت | 67 |
| اسلام جي پيغمبر جي سنت | 71 |

| | |
|---|---|
| ٽي فڪري مذهب | 72 |
| مثاليت / حقيقت پسندي | 79 |
| غير شرعي سُريتپڻو(بنا نڪاح واري زال) | 81 |
| نہ رڳو مثاليت پسندي يا حقيقت پسندي بلڪ ٻئي | 90 |
| **باب پنجون** | |
| تعميرِ شخصيت جا ٻہ سانچا | 100 |
| مغربي عورت:حقيقت ۽ غلط فهمي | 102 |
| رجعت پسندي ۽ استعمار جو ڳٺ جوڙ | 107 |
| عورت:جديد دور جي ثقافتي ۽ سماجي تناظر ۾ | 114 |
| اڪيلائي | 121 |
| خاندان جي تشڪيل | 123 |
| عشق جي بجاءِ جنسيت | 127 |
| مشرقي معاشرو ۽ عورت | 130 |
| مشرقي معاشرن جي تبديلي ۾ عورت جو ڪردار | 134 |
| ظالم ۽ مظلوم | 136 |
| فريادِ استعمار | 151 |
| اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ | 154 |
| **ڀاڱو ٻيو** | |
| **فاطمہ فاطمہ آهي** | |
| فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها | 159 |
| انقلاب جي پذرائي | 168 |
| فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها | 171 |
| امِ ابيها | 179 |
| **باب ٻيو** | |
| شعبِ ابوطالب رضہ جو دور | 183 |
| آخر هي انسان ڪهڙي عجيب مخلوق آهن | 185 |
| هجرت | 201 |

## باب ٽيون


مديني جو دور 203
فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جي شادي 204
جهدِ حيات جو نئون دور 209
شفاعت 217
عترت و اهلبيت 227
علي عليہ السلام 230
مڪي جي فتح 246
رحلتِ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم 249


## باب چوٿون


اسلام ـ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وفات کان پوءِ 271
علي عليہ السلام واحد سهارو 273
مگر فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها 286
فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي احساس محرومي 291
علي عليہ السلام جي گوشہ نشيني 292
سنگين صورتحال 292


## باب پنجون


رحلتِ فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها 308

# پنهنجي پاران

مون جڏهن ڊاڪٽر عائشہ الشاطي جي ڪتاب ”بطلہ الڪربلا“ جي اردو ترجمي ”شيردل خاتونِ ڪربلا“ جو سنڌي ۾ ترجمو ”ڪربلا جي بهادر عورت“ نالي سان پورو ڪيوتہ دوستن جي مدد سان ڇپرائي ورهائڻ جي سعادت نصيب ٿي، ۽ ائين حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها جي خدمت ۾ عقيدت جو نذرانو پيش ڪرڻ جو موقعو مليو. ان ڪتاب جو ٻيو ڇاپو بعد ۾ هڪڙي پبلشر بہ ڇپرائي پڌرو ڪيو.

ان کان پوءِ الله تعاليٰ مون کي ترجمي وسيلي ”سيرت علي المرتضيٰ عليہ السلام“، ”رڻ سچوئي رت ڦڙا“ ۽ ”هاشمين جو چنڊ“ نالي ڪتابن ذريعي حضرت علي عليہ السلام، امام حسين عليہ السلام ۽ غازي عباس علمدار عليہ السلام کي بہ عقيدت جو نذرانو پيش ڪرڻ جي سعادت حاصل ٿي. البت، دل ۾ ارمان هيوتہ جيڪر خاتونِ جنت حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي بہ اهڙي نموني عقيدت جو نذرانو پيش ڪرڻ جي سعادت نصيب ٿئي.

محترمہ ڪيرن آرمسٽرانگ جي انگريزي ڪتاب ”آ هسٽري آف گاڊ“ جو ترجمو مڪمل ڪري پبلشر جي حوالي ڪيم. ڪمپوزنگ جو ڪم مڪمل ٿيڻ کان پوءِ پبلشر صاحب سان اختلاف ٿي پيو. جيئن تہ مون ان ڪتاب جي سنڌي ترجمي ”خدا جي تاريخ“ جو انتساب پنهنجي مامي سائين ڊاڪٽر الهرکيو ٻٽ صاحب جي نالي ڪيو هيو، تنهن ڪري جلدي جلدي پروف ريڊنگ مڪمل ڪري ۽ غلطيون درست ڪري ترجمي کي آخري شڪل ڏني. اهو مڪمل سنڌي ترجمو محترم عبدالله بلوچ صاحب طرفان ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو آهي.

محترم عبدالله بلوچ صاحب طرفان ڇپرايل ڪتاب ”خدا جي تاريخ“ جون بہ ڪاپيون پاڪستان اڪيڊمي آف ليٽرس، ڪراچي جي سربراهہ سائين آغا نور محمد پٺاڻ صاحب کي سندس اداري جي لئبريري لاءِ ڏيڻ ويس. ڪچهري ڪندي سائين آغا صاحب مشورو

ڏنوتہ ڊاڪٽر علي شريعتي صاحب جي ڪتاب ”حج“ جو ترجمو ڪيو. مون عرض ڪيوتہ ان ڪتاب جو ترجمو محترم يوسف سنڌي صاحب ڪندو چوتہ ان ڪتاب جي اردو ترجمي وارو ڪتاب ان جي حوالي ڪري چڪو آهيان. ان تي سائين آغا صاحب فرمايوتہ پوءِ توهان ڊاڪٽر علي شريعتي صاحب جي ٻئي ڪتاب ”فاطمہ فاطمہ است“ جو ترجمو ڪيو.

جيئن تہ منهنجي اڳ ۾ ئي دلي تمنا هئي تہ الله تعاليٰ مون کي سانئڻ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي خدمت ۾ عقيدت جو نذرانو پيش ڪرڻ جي سعادت نصيب ڪري، تنهن ڪري سائين آغا صاحب طرفان سانئڻ سلام الله تعاليٰ جي حوالي سان ڪتاب جو نالو ٻڌي دل باغ بهار ٿي وئي ۽ اميد جاڳي پئي تہ خاتونِ جنت حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي خدمت ۾ بہ عقيدت جو نذرانو پيش ڪرڻ جي سعادت نصيب ٿيڻ جو موقعو ملي رهيو آهي.

معلوم ڪرڻ تي خبر پئي تہ ”فاطمہ فاطمہ است“ جو اردو ترجمو ”فاطمہ، فاطمه ہے“ بازار ۾ موجود آهي. اهو ڪتاب خريد ڪري ان کي ”فاطمہ فاطمہ آهي“ جي نالي سان سنڌي ۾ ترجمو ڪرڻ شروع ڪيو. سائين آغا صاحب جي مشوري کي عملي جامو پهرائيندي ۽ پنهنجي دلي تمنا پوري ڪندي ”فاطمہ فاطمہ است“ ڪتاب جو سنڌي ترجمو ”فاطمہ فاطمہ آهي“ پيش ڪرڻ جي سعادت نصيب ٿي آهي. اميد تہ غلامانِ اهلبيت کي منهنجي هي ڪاوش پسند ايندي ۽ انهن جي دعائن وسيلي منهنجي اها محنت ڏٽي در قبوليت جو شريف ماٿيندي آمين.

مُنور ڀُٽ

## پيش لفظ: اردو مترجم

"فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها است" ڪتاب ڊاڪٽر علي شريعتي جو لکيل آهي ۽ ان جي سموري تخليقي ڪم ۾ هي ڪتاب منفرد ۽ ممتاز حيثيت رکي ٿو. ڊاڪٽر علي شريعتي اهو عظيم دانشور آهي جنهن کي هڪڙي انقلابي ۽ زماني ساز مفڪر طور ڄاتو ۽ سڃاتو وڃي ٿو. ان نئين (جديد) زماني ۾ ان ئي زماني جي گفتگو جي انداز ۾ اسلام جي فڪري بنيادن جي تشريح ڪئي آهي ۽ اهڙي انداز ۾ تشريح ڪئي آهي تہ اسلام جي عملي اثر جي صلاحيت ۽ انقلابي طاقت کي هڪڙي جيئري ۽ متحرڪ حقيقت بڻائي ڇڏيو آهي. هڪڙي اهڙي حقيقت جيڪا عوام جي فڪر ۽ شعور کي زندهہ ۽ سڄاڳ ڪري انهن کي جهاد جي جوش، عشق جي جذبي ۽ شهادت جي تمنا سان ڀري بيخود ڪري ڇڏي ٿي.

ڊاڪٽر شريعتي هن ڪتاب جي حوالي سان پروفيسر لوئس ماسيون (Louis Massignon) جي ان عظيم تحقيقي ڪم مان لاڀ حاصل ڪيو آهي، جنهن سان تعلق ۽ لاڀ تي خود ڊاڪٽر شريعتي کي فخر آهي. پروفيسر ماسيون مشرقي علمن جو هڪڙو عظيم ماهر (مستشرق) هيو ۽ سانئڻ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها تي ان جو تحقيقي ڪم منفرد تاريخي حيثيت رکي ٿو.

انهي نقطہ نظر کان هن ڪتاب جي ترجمي جو پورهيو ڪيترو ڏکيو ۽ آزمائشي ڪم آهي، ان جو اندازو اهلِ فڪرونظر پاڻ ڪري سگهن ٿا. جيڪي اهلِ علم هن ڪتاب کي پڙهندا اهي ان جي مضمونن جي خوبي، گنجائش، گهرائي، تاثر ۽ سهڻائي جي پيشِ نظر ان جي ترجمي جي ڏکيائن جو احساس ڪري سگهندا. ڪوشش اها ڪئي وئي آهي تہ ڪتاب جو ترجمو اصل فارسي متن سان اهڙي طرح هم آهنگ هجي تہ ان ۾ ليکڪ جي مخصوص ۽ منفرد ڊنگ ۽ آهنگ جو عڪس بہ ڏسڻ ۾ اچي ۽ پي ٻولي جي انداز جي تقاضا بہ متاثر نہ ٿئي.

ترجمي ۾ ليکڪ جي مضمونن ۽ فڪرن ۽ خيالن کي بغير ڪنهن رد بدل جي ٻولي جي قالب ۾ ڍاليو ويو آهي، انهيءَ ڪري جو ترجمي جي ديانت جي اهائي تقاضا آهي، البت ليکڪ طرفان پيش ڪيل تاريخي مواد، ان جي ترتيب، تجزئي ۽ نتيجن سان ترجمي ڪندڙ جو سوسيڪڙو متفق هجڻ ضروري ڪونهي.

جيستائين هن ڪتاب جي موضوع ۽ مضمون جو تعلق آهي تہ خود ڪتاب جو نالو ئي ان جي مضمونن جي نشاندهي آهي. ڊاڪٽر شريعتي هن ڪتاب جو نالو "فاطمہ فاطمہ است" رکيو آهي ۽ اهو نالو ان جي تخليقي ۽ ايجادي ذهن ۽ ان جي انقلابي فڪري انداز جو آئينہ دار آهي. ڊاڪٽر شريعتي جو چوڻ آهي (جيئن هن ڪتاب جي آخري صفحن ۾ توهان پڙهندا) تہ سائڻ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نياڻي آهي، علي عليہ السلام جي شريڪ حيات آهي، حضرات حسنين ڪريمن عليهم السلام ۽ زينب سلام الله تعاليٰ عليها جي امڙ آهي. بيشڪ اهي نسبتون گهڻيون اهم آهن، معتبر ۽ مقدس آهن، ليڪن ان جي شخصيت جا ٻيا بہ مختلف پهلو آهن جيڪي گهڻو روشن ۽ چمڪندڙ آهن، مگر اهي پهلوان جي شخصيت جو مڪمل احاطو ڪونہ ٿا ڪن. ان جي تاريخي ۽ علامتي شخصيت انهن نسبتن کي پنهنجي اندر سمايون پئي آهي مگر انهن کان وڌيڪ همهگير ۽ بامعنيٰ آهي. بيشڪ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نياڻي آهي، حضرت علي عليہ السلام جي شريڪِ حيات آهي، حضرات حسنين ڪريمن عليهم السلام ۽ زينب سلام الله تعاليٰ عليها جي امڙ آهي. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها اهو سڀ ڪجهہ آهن پر فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ان کان علاوه بہ گهڻو ڪجهہ آهن. انهيءَ ڪري اهو چوي ٿو تہ جيڪڏهن هڪڙي جملي ۾ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو تعارف ڪرائي سگهجي ٿو اهو تعارف اهو ئي آهي "فاطمہ فاطمہ آهي".

اسلام عورت جو جيڪو تصور پيش ڪيو آهي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي شخصيت ان تصور جي جسماني صورت آهي. اهي

هڪڙي مثالي عورت آهن. ان مثالي عورت جو اهو شان آهي تہ دنيا جي ڪابہ ٻي عورت ان جي بلندي ۽ عظمت تائين پهچي نٿي سگهي، ليڪن دنيا جي هرعورت لاءِ اها مثالي عورت تقليد ڪرڻ جو هڪڙو نمونو آهي. هيءَ اهو اسوه حسنہ آهي جنهن جي پيروي جي ذريعي عورت خود پنهنجي حقيقت کي ڳولي لهي سگهي ٿي. پنهنجي حيثيت، مرتبي ۽ مقام جو شعور حاصل ڪري سگهي ٿي ۽ زندگيءَ جي ميدان ۾ پنهنجي لاءِ صحيح رستي جي چونڊ ڪري سگهي ٿي.

بيشڪ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها مثالي نياڻي، مثالي زال، ۽ مثالي ماءُ آهن مگر ان سان گڏ بهادر ۽ ذميوار عورت آهن. اهي پنهنجين معاشرتي اجتماعي ۽ تاريخي ذميوارين کان پوري طرح باخبر هيون ۽ انهن اسلامي تاريخ جي هڪڙي انتهائي نازڪ ۽ حساس دور ۾ پنهنجين انهن عظيم ذميوارين کي اهڙي احتياط ۽ اهتمام سان پورو ڪيو جو انهن جو نالو تاريخ جي هر دور ۾ ظالم سان واسطو ختم ڪرڻ ۽ باطل جي خلاف احتجاج جي علامت بڻجي ويو آهي.

هن ڪتاب ۾ سائنڻ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي شخصيت ۽ سيرت جو مطالعو ان ئي ڪشادي نقطہ نظر جي حوالي سان ڪيو ويو آهي ۽ ليکڪ جو مقصد اهو آهي تہ اسان ان عظيم ۽ تاريخ ساز شخصيت جي معرفت جي ذريعي ان لازوال ۽ لامحدود عقيدت کي، جيڪا حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي لاءِ اسان جي دلين ۾ موجود آهي، هڪڙي تعميري ۽ انقلابي طاقت ۾ تبديل ڪري سگهون، ڇو تہ ان هستي کي خراج عقيدت پيش ڪرڻ جو اهو ئي ڪارائتو طريقو آهي.

سردار نقوي
19 آڪٽوبر 1986ع

# بسم الله الرحمن الرحيم

## ڳالهہ جي شروعات

هن پلاري رات ۾ مون جهڙي گناهگار شخص جي تقرير اڳواٽ طئي ٿيل ڪونہ هئي. بهرحال، سڀ کان پهريان مون کي انهيءَ ڳالهہ جو اعتراف ڪرڻو آهي تہ مون کي سانئڻ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي زندگي ۽ سندس شخصيت جي باري ۾ پروفيسر لوئس ماسيون جي عظيم علمي ڪم سان هڪڙو ويجهو تعلق رهيو آهي. پروفيسر لوئس ماسيون هڪڙو عظيم انسان ۽ هڪڙو عظيم اسلام شناس شخص هيو ۽ سانئڻ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي زندگي ۽ شخصيت تي ان جو تحقيقي ڪم هڪڙي بي بها ۽ قيمتي علمي ڪارنامي جي حيثيت رکي ٿو. محترم پروفيسر صاحب خاص طور تي سانئڻ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي عظيم ۽ مبارڪ هستي جي ان پهلو کي پڌرو ڪيو آهي جيڪو سندس وفات کان پوءِ اسلامي تاريخ تي ان کي زندگي بخشيندڙ اثرات سان تعلق رکي ٿو. ان مقدس هستي جي ياد تاريخ جي هر دور ۾ اسلامي معاشرن ۾ عدل جي قيام ۽ تعصب و ظلم جي خلاف جدوجهد جي روح کي زندهہ رکڻ جي ضمانت آهي. انهيءَ لحاظ کان سانئڻ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي شخصيت اسلام جي حقيقي روح جي علامت آهي ۽ تاريخ جي ڏکهن دورن ۾ جڏهن داخلي ۽ خارجي عملي اثر اسلام جي تصوير کي بگاڙڻ جي ڪوشش ڪندي نظر اچن ٿا تہ سانئڻ سلام الله تعاليٰ عليها جي شخصيت اسلام جي اصلي ۽ حقيقي تصور جي نشاني ۽ علامت طور اڀري اچي ٿي. مون پروفيسر لوئس ماسيون جي ان تحقيقي ڪم مان گهڻو لاڀ حاصل ڪيو آهي ۽ هڪڙي طالب علم جي حيثيت سان مون ان عظيم ڪم ۾ گهڻو حصو ورتو آهي. (خاص طور تي ان تحقيقي

ڪم جي شروعاتي مرحلي ۾ جيڪو سَنَدُن ۽ معلومات جي گڏ ڪرڻ سان تعلق رکي ٿو). ان ڪم جي لاءِ سائنڻ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي باري ۾ انهن مڙني تاريخي حوالن ۽ سَنَدُن کي گڏ ڪيو ويو آهي جيڪي چوڏهن صدين جي ڊگهي عرصي تي پکڙيل آهن ۽ جيڪي اسلامي ملڪن ۾ ڳالهايون ويندڙ مختلف ٻولين ۽ مقامي ٻولين ۾ لکيل آهن. تاريخي سَنَدُن ۽ دستاويزن کان علاوه لوڪ ڪهاڻين ۽ گيتن جو بہ مطالعو ڪيو ويو تہ جيئن تحقيق هيٺ موضوع جي باري ۾ تمام ممڪن معلومات ۽ اطلاع کي گڏ ڪري سگهجي.

مون اهو سوچيو هيو تہ اڄوڪي رات پنهنجي گفتگو ۾ پروفيسر لوئس ماسيون جي ان عظيم علمي ڪم جو تعارف پيش ڪريان. مون ان ڳالهہ کي انهيءَ ڪري بہ ضروري سمجهيو تہ اهو ڪم اڃا تائين ڇپجي پڌرو ڪونہ ٿيو آهي. جڏهن تہ معزز پروفيسر هن فاني جهان کي ڇڏي چڪو آهي. جيئن تہ اهو ڪم اڃا تائين شايع ڪونہ ٿي سگهيو آهي، انهيءَ ڪري يورپ جا اهي علمي ماڻهو جيڪي اسلام ۽ ان جي باري ۾ ادبي لکڻين (لٽريچر) جي مطالعي جو شوق رکن ٿا، ان ڪم کان بي خبر آهن ۽ ان جي نتيجي ۾ خود اسان جا بہ اهي دانشور بہ جيڪي يورپي ليکڪن جي لکڻين جي وسيلي اسلام جو مطالعو ڪندا آهن، پروفيسر لوئس ماسيون جي ان تحقيقي ڪارنامي کان اڃا تائين واقف ڪونہ ٿي سگهيا آهن. انهيءَ ڪري مون سوچيو تہ اڄوڪي رات تقرير جي دعوت کي قبول ڪيان ۽ خاص طور تي پنهنجن انهن شاگردن لاءِ جيڪي حُسينيہ ارشاد ۾ "مذهبن جي تاريخ ۽ سڃاڻپ" (تاريخ و شناخت اديان)، "مذهبن جي مجموعي سڃاڻپ" (جامعہ شناسي مذهب) ۽ "اسلام جي سڃاڻپ" (اسلام شناسي) جي موضوعن تي منهنجن درسن (ليڪچرز) ۾ باقاعده شريڪ ٿيندا آهن، پروفيسر ماسيون جهڙي عظيم اوستاد جي تحقيق جي بنيادي ڳالهين ۽ دائرن ۽ ان تحقيق جي علمي ۽ تاريخي ڳُجهن تي روشني وجهان.

ليڪن مان ڏسي رهيو آهيان تہ منهنجي سامهون جيڪو مجمعو آهي، ان جي نوعيت ڪلاس روم واري گڏجاڻي کان مختلف آهي. اهڙي طرح مان اهو بہ محسوس ڪريان ٿو تہ اهو مجمعو ڪنهن رسمي واعظ ۽

خطاب ۾ شريڪ ٿيڻ وارو مجموعو بہ ڪونهي، بلڪ اهي محترم خواتين و حضرات جيڪي هن وقت هتي موجود آهن، علم ۽ ڏاهپ جي حوالي سان اسان جي موجوده نسل جا نمائندا فرد آهن. تقرير ٻڌڻ وارا اهي معزز حضرات انهيءَ لاءِ گڏ ڪونہ ٿيا آهن تہ سائڻ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي ذڪر تي روح راڙو ڪن ۽ ان جي ذريعي پنهنجي لاءِ روحاني ثواب حاصل ڪن (اهڙو ثواب جيڪو مرڻ کان پوءِ انهن جي ڪم اچي) ۽ نہ اهو مجمعو ڪنهن تحقيقي موضوع تي خشڪ علمي ۽ تاريخي بحثن کي ٻڌڻ جو خواهشمند آهي، انهيءَ ڪري جو انهي اجتماع جي سامهون هڪڙو بيو مسئلو آهي ۽ اهو مسئلو زنده ۽ جديد، فوري ۽ شديد آهي. اهو هڪڙو اهڙو سوال آهي جيڪو گهڻو حساس ۽ نازڪ آهي. انهيءَ ڪري ان جو جواب ڏيڻ گهڻو مشڪل آهي ۽ اهو سوال هي آهي تہ مسلمان عورت کي ڪيئن هجڻ گهرجي.

## مان ڪير آهيان؟

اسان جي معاشري ۾ عورت جي حالت گهڻي تيزي سان بدلجي رهي آهي. وقت جو ڏاڍ ۽ سماجي ادارن جو ڏاڍ ان کي انهيءَ حقيقت کان پري وٺي وڃي رهيا آهن ۽ ان کان ان جون سموريون فطري خصوصيتون ۽ قديم اقدار کسي ان کي هڪڙي اهڙي هستي بڻائي رهيا آهن، جيڪا وقت جي مرضي ۽ خواهش مطابق آهي. مطلب عورت جهڙي آهي جي بجاءِ هاڻي اهڙي مخلوق نظر اچي رهي آهي جهڙو ان کي وقت ۽ حالتون بڻائڻ گهرن ٿيون. اسان ڏسي رهيا آهيون تہ وقت ۽ سماجي ادارن جو ڏاڍ عورت کي هڪڙي مصنوعي قالب ۾ ڍالڻ ۾ وڏي حد تائين ڪامياب ٿي ويو آهي.

انهيءَ حوالي سان هر ڏاهي عورت جي سامهون، هر اهڙي عورت جي سامهون جيڪا آگاهي ۽ شعور رکي ٿي سڀ کان اهم ۽ شديد سوال اهو آهي تہ مان ڪير آهيان؟ مون کي ڇا هجڻ گهرجي؟

هر ڏاهي عورت انهي ڳالهہ جوشعور رکي ٿي تہ اها پنهنجي موجوده حالت تي جيڪا ان کي ماضي کان ورثي ۾ ملي آهي، قائم نٿي رهي

سگهي  ليڪن اها محض نقل ڪرڻ لاءِ پنهنجي چهري تي جديد مغربي عورت جو خول چاڙهڻ جي لاءِ بہ تيار ڪونهي، بلڪ ان جي خواهش آهي تہ اها پنهنجي حقيقت کي خود ڳولي لهي، پنهنجي وجود جي نئين تعمير اها پاڻ ڪري، پنهنجي لاءِ چهري جي پاڻ چونڊ ڪري ۽ ان چهري کي خود آگاهي ۽ ذميواري سان گڏ اهڙي طرح سينگاري تہ ان ۾ انسانيت جو حقيقي ۽ فطري حسن نظر اچي سگهي. ليڪن اهو ڪم ڪيئن ٿئي؟ اسان جي زماني ۾ خود آگاهہ عورت جي سامهون سڀ کان وڏو مسئلو اهو ئي آهي تہ ان جو حقيقي چهرو ڪهڙو آهي؟ اها ان کي ڪيئن ڳولي لهي. قديم عورت جو روايتي چهرو يا جديد عورت جو مصنوعي چهرو انسانيت جي ان جوهر کان عاري آهن، جيڪو عورت جي اصل ۽ مستقل حيثيت ۽ فطرت کي ظاهر ڪندو آهي. پوءِ خود آگاهہ عورت پنهنجي انسانيت کي ڪهڙي چهري ۾ ڳولي.

انهي مسئلي مان هڪڙو ٻيو سوال بہ سامهون اچي ٿو ۽ اهو هي آهي تہ اسان (الله جو شڪر) مسلمان آهيون. اسان جي معاشري جي عورت جيڪا پنهنجي لاءِ آزادي ۽ چونڊ جو حق گهري ٿي، هڪڙي تاريخ ۽ تهذيب سان وابستہ آهي ۽ ان جو تعلق هڪڙي اهڙي معاشري سان آهي جنهن جي زندگي ۽ قوت جو اصل سرچشمو اسلام آهي. اسان جي معاشري جي عورت جيڪا پنهنجي خودي جو پاڻ اقرار ڪرڻ گهري ٿي ۽ جيڪا پنهنجي وجود کي پاڻ تعمير ڪرڻ گهري ٿي، جيڪا هڪڙي نئين جاڳرتا لاءِ بيچين آهي ۽ جيڪا ان جديد خلقت ۾ هر خارجي اثر کي رد ڪري پنهنجي مدد پاڻ ڪرڻ جي خواهش رکي ٿي، جيڪا نہ وراثتي نموني کي پسند ڪري ٿي ۽ نہ مغربي تقليد تي راضي آهي، ان جي لاءِ اسلام کان بي نيازي ۽ ويڳاڻپ ممڪن ئي ڪونهي.

اهڙي صورت ۾ اها هڪڙي بلڪل فطري ڳالهہ آهي تہ مسلمان عورتن جي ذهن ۾ اهو سوال اڀري تہ اسان سانئڻ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي زندگي ۽ شخصيت جي باري ۾ ڇا ڄاڻون ٿا ۽ ڪيترو ڄاڻون ٿا. اسان جو عوام ان پاڪ ۽ بزرگ هستي سان وڏي عقيدت رکي ٿو هر سال ماڻهن جو هڪڙو وڏو انگ ان عظيم هستي جي ياد ۾ روڄ راڙو ڪري ٿو. هر سال هزارين بلڪ لکين محفلون ۽ مجلسون ان جي

ياد ۾ منعقد ڪيون وڃن ٿيون. بي شمار تقريبون ٿينديون آهن جن ۾ ان جي مدح ۽ ثنا ڪئي ويندي آهي. ان جي عظمت ۽ جلالت کي خراج تحسين پيش ڪيو ويندو آهي، ان جي ڪرامتن ۽ معجزن جو ذڪر ٿيندو آهي. ان جي مصيبت تي روح راڙو ۽ ان جي دشمنن لاءِ بيزاري ۽ نفرت جو اظهار ڪيو ويندو آهي، ليڪن انهن سڀني ڳالهين جي باوجود اسان کي ان عظيم ۽ همهگير شخصيت جي معرفت حاصل ڪونهي ۽ ان بزرگ ۽ مقدس شخصيت جي باري ۾ اسان جي معلومات گهٽي سطحي ۽ محض انهن چند اطلاعن تي مشتمل آهي تہ:

"سائڻ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پيغبر اسلام (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جي لاڏلي ڌي هئي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دنيا مان تشريف کڻي وڃڻ کان پوءِ سندس زندگي ڏکن ۽ تڪليفن ۾ گهيرجي وئي. سائڻ سلام الله تعاليٰ عليها کي فدڪ جي جاگير کان محروم ڪيو ويو. سندس گهر تي حملو ڪيو ويو جنهن جي نتيجي ۾ گهر جو دروازو ڪري اچي ان جي ڪُک ۾ لڳو ۽ پٽ جو ٻار (جنهن جو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم محسن نالو تجويز ڪيو هيو) پيٽ ۾ ئي شهيد ٿي ويو. انهن حالتن ۾ سندس شخصيت ڏک ۽ پريشاني جي تصوير بڻجي وئي. سندس اها روز جي ڪِرت ۽ معمول ٿي ويو تہ پاڻ پنهنجن ٻارڙن کي ساڻ ڪري شهر کان ٻاهر هليون ويندي هيون ۽ ڪنهن ڏورانهين جاءِ تي سمورو ڏينهن روئڻ ۾ مصروف رهنديون هيون. اهڙي طرح ان جي مختصر عمر محض روئڻ ۽ سڏڪا ڀرڻ ۾ پنهنجن دشمنن جي خلاف غم ۽ غصي جو اظهار ڪرڻ ۾ گذري وئي. ايتري تائين جو ان هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪيو ۽ پنهنجي لاڏاڻي وقت وصيت ڪئي تہ جنازو رات جو ڪنيو وڃي تہ جيئن اهي ماڻهو جن کان پاڻ ناراض هيون سندس جنازي ۾ شريڪ ٿي نہ سگهن ۽ نہ انهن کي سندس قبر جو نشان معلوم ٿي سگهي."

سائڻ فاطمہ الزهرا سلام الله عليها جي عظيم شخصيت جي متعلق اسان جي معلومات جو دائرو محض چند اطلاعن تائين محدود آهي. اسان جيڪي دل و جان سان ان جي عظمت ۽ جلالت جا قدردان آهيون ۽ اسان جيڪي پنهنجي روح ۽ ايمان جي سموري گهرائي ۽

توانائي سان ان سان عقيدت رکون ٿا، اهڙي اڻ کُٽ ۽ لازوال عقيدت جنهن کان وڌيڪ عقيدت رکڻ کنهن انساني ٽولي لاءِ ممڪن ڪونهي، ليڪن ان هستي جي باري ۾ جيڪا اسان جي عقيدتن جو مرڪز آهي، اسان جي معلومات افسوسناڪ حد تائين محدود ۽ سطحي آهي.

## عقل حقيقت حال

منهنجي خيال ۾ ايراني قوم کي تاريخ ۾ جيڪو سڀ کان وڏو فخر ۽ اعزاز حاصل آهي، اهو هي آهي تہ ان ملت پنهنجو رهبر، پنهنجو اڳواڻ ۽ پنهنجو امام حضرت علي عليہ السلام کي چونڊيو آهي.

اها چونڊ انهيءَ ڳالهہ جي علامت آهي تہ هن ملت جو عقل عام سطح کان مٿي آهي، ان جو فڪر گهرو ۽ ان جو حقيقت کي تلاش ڪرڻ وارو جذبو بيِن مڙني ڳالهين تي حاوي ۽ غالب آهي.

اها چونڊ انهيءَ ڳالهہ جو بہ مظهر آهي تہ اها ملت ظلم سان مقابلو ڪرڻ جو حوصلو رکي ٿي. ڪوڙ ۽ فريب جو پردو چاڪ ڪري سگهي ٿي ۽ غاصب ۽ طاقتور حڪمرانن سان مقابلو ڪرڻ جي همت رکي ٿي.

اها چونڊ انهيءَ ڳالهہ جي علامت آهي تہ اها ملت ڪنهن بہ حال ۾ جابر حڪمران کي حق جو خليفو مڃڻ لاءِ تيار ڪونهي ۽ جابر حڪومتن سان وابستہ سمورن نقلي عالمن جي روحاني ۽ ديني اثرن ۽ هرطرح جي پرفريب پرچار ("پروپئگنڊا") کان پنهنجو پاڻ کي محفوظ رکڻ جي اهل آهي.

اها چونڊ انهيءَ ڳالهہ جي پڻ علامت آهي تہ اها قوم تاريخ ۾ باطل جي ڪاري تهہ ۽ ٿلهن پردن جي پٺيان لڪل گمنام ۽ غير معروف حقيقت کي تلاش ڪرڻ جي صلاحيت رکي ٿي.

اها قوم تاريخ ۾ باطل جي سمورين فريب ڪارين، طاقت جي سمورن فسادي آثارن ۽ حڪومت نواز عالمن جي سمورين فتوائن جي باوجود حق کي سڃاڻڻ جي اهل آهي. اها پنهنجي رهبر ۽ امام طور حضرت علي عليہ السلام کي چونڊي ۽ پسند ڪري ٿي. هڪڙو انتهائي مشڪل، ڏکيو ۽ صبر آزما انتخاب!

ايراني قوم خلافت واري دور ۾ ايران جي فتح جي نتيجي ۾ اسلامي دائري ۾ داخل ٿي، ليڪن ان ڏينهن کان اڄ تائين تاريخ جي انهي ڊگهي دور ۾ اسان سدائين حقيقي اسلام ۽ حڪومتي اسلام جي وچ ۾ فرق جي احساس کي قائم رکيو. بنو اموي ۽ بنوعباسي خليفا ۽ سمورا ترڪ ۽ منگول ۽ ايراني خان ۽ خاقان جيڪي اقتدار جي مرڪز سان اسلام، قرآني حڪومت ۽ سنتِ پيغمبر جي نالي تي وابستہ رهيا. اسان جي نظر کي ڌوکو ڏئي ڪونہ سگهيا. توڙي جو حڪومت جي پڪڙ ايتري قدر مضبوط هئي جو اسلام ۽ ان جي سمورن عقيدن ۽ طور طريقن کي حڪومت جي مرضي مطابق ڍاليو پئي ويو. ممبر و محراب، ڪتاب وتفسير، حديث، واعظ و تبليغ، مسجد و مدرسہ، امام و قاضي، ايتري تائين تہ اصحابي ۽ تابعين بہ حڪومت جي اثر هيٺ رهيا. ليڪن ان جي باوجود اسان جي حقيقت شناس نظر ڌوکو کائي ڪونہ سگهي ۽ اڄ بہ جڏهن لائوڊ اسپيڪر، ريڊيو فلم، ٽيليويزن، اخبارون، رسالا ۽ بيا نشرياتي وسيلا حڪومت جي ڪنٽرول ۾ آهن ۽ بي عمل عالم، حڪمران طبقي جي حمايت ۾ پنهنجو علمي زور صرف ڪري رهيا آهن ۽ هن حڪومت کي پيغمبر جي جانشيني، امامت جي وراثت ۽ الاهي قرآن ۽ سنت جي حڪومت جهڙن اصطلاحن سان تعبير ڪري رهيا آهن.(مي شهنشاهہ ايران جي دور جي ڳالهہ آهي. اردو ادارو) اسان جي قوم حقيقت حال کي چڱي طرح سمجهي رهي آهي. واقعو اهو آهي تہ حڪومتن ۽ حڪمرانن جي زبردست پرچار ۽ ٺُلهن ۽ اونداهن پردن جي باوجود جيڪي الاهي معرفت، علم و حڪمت، تاريخ وثقافت، تفسير ۽ حديث جي نالي تي اسلام جي حقيقت کي حڪومتي مفاد جي سانچن ۾ ڍاليندا رهيا تہ جيئن "موجود طرز" جي تائيد ۽ "حاڪم جي نظام" جي ساراهہ ڪري سگهجي. اها هڪڙي اجنبي ۽ ڏورانهين قوم (ايراني قوم) رسمي ۽ حڪومتي اسلام کي قبول ڪرڻ لاءِ ڪڏهن بہ آماده نہ ٿي سگهي ۽ اسان ان ڳالهہ کي چڱي طرح سمجهندا رهياسين تہ اها سموري پروپيگنڊا ڪوڙي آهي. حڪومتن جو شور ۽ غوغاءِ طاقت جا خيرو ڪندڙ لقاء حق جا آئينہ دار ڪونهن بلڪ حق جي علامت اهو بزرگ مرد آهي جيڪو اڪيلائي جو شڪار آهي، جنهن جو گهر مسجد

نبوي جي هڪڙي ڪنڊ ۾ واقع آهي ۽ جيڪو پنهنجي قوم جي جهالت ۽ ناشناسي جو اسير ۽ پنهنجي دور جي سياستي روش جو شڪار ٿي گوشہ نشيني تي مجبور ٿي ويو.

دمشق جي سائي محلات (قصر خضراء) جي چمڪ ڏمڪ ۽ بغداد جي الف ليلوي شهر جي جادو کي رد ڪري ايراني قوم جي نظر مٽي جي هڪڙي ننڍڙي گهر تي بيهي وڃي ٿي. اهو علي عليہ السلام ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو گهر آهي. اسان ان ڳالهہ جو يقين رکون ٿا تہ اسلام ان ئي اداس ۽ خاموش گهر جو رهواسي آهي.

اها حقيقت جنهن کي مديني وارا، عربن جا همعصر، رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا اصحابي ڏسي نہ سگهيا يا انهن ڏسڻ کونہ گهريو ۽ اها حقيقت جنهن کي دمشق ۽ بغداد جا وڏا وڏا مدرسا ۽ ڏاهپ جا گهر (مرڪز) تلاش ڪري ڪونہ سگهيا يا انهن تلاش ڪرڻ مناسب نہ سمجهيو. هن "بيگاني قوم" ان حقيقت کي ڏسي ورتو ۽ سڃاڻي ورتو. حالانڪ اها قوم خلافت جي دور ۾ تلوار جي زور سان اسلام جي دائري ۾ داخل ٿي هئي ۽ ان جو اسلام سان شروعاتي تعارف انهن ماڻهن جي ذريعي ٿيو جيڪي حڪومتي اسلام جي تبليغ ۽ اشاعت تي مقرر هيا.

اهو انتخاب اڪيلو ۽ واحد انتخاب، نهايت ڏکيو ۽ بامعنيٰ انتخاب آهي. اها هن قوم جي غيرمعمولي ذهانت ۽ معجزاتہ عقلي بصيرت جي علامت آهي ۽ اها هن قوم جي روحاني عظمت ۽ استقلال، حقيقت پسندي ۽ ان فڪري استقامت جي علامت آهي جيڪا تاريخ جي مروجہ وهڪري کي رد ڪرڻ ۽ خلافت جي مضبوط ۽ طاقتور اداري جي نفي ڪرڻ جي صلاحيت رکي ٿي. خلافت جو ادارو تاريخ جي سمورن حڪومتي ادارن کان وڌيڪ طاقتور آهي، انهيءَ ڪري جو ان وٽ فوجي ۽ سياسي طاقت سان گڏوگڏ مذهب ۽ اعتقاد جي عظيم قوت ۽ تهذيب وادب ۽ ڏاهپ جي اڻ کٽ دولت بہ هوندي آهي. ليڪن ايراني قوم جي فڪري طاقت تاريخ جي خلاف بغاوت جو جهنڊو بلند ڪري خلافت جي مضبوط ۽ مستحڪم اداري کي رد ڪري ڇڏيو.

ان قوم جيڪا هڪڙي اجنبي ۽ ڏورانهين ۽ بيگاني قوم آهي، حڪومتي اسلام جي ان سموري شور ۽ غوغاء جي باوجود جيڪو جنگ وجهاد، فتح و شڪست، تعميروتخريب تي ٻڌل آهي، ۽ ان هنگامہ آرائي جي باوجود جيڪا علم و فڪر جي ترقي ۽ تهذيب و تمدن ۽ انقلاب جي نالي تي برپا ڪئي ويندي آهي، جنهن تاريخ جي ٻڌڻ واري سگهہ (سماعت) تي جادو ڪري ڇڏيو آهي ۽ جنهن جي هيبت کان زمين ڏڪندي رهندي آهي، هميشہ ان حق جي صدا کي ٻڌو آهي جيڪا هڪڙي اهڙي اڪيلي مرد مجاهد جي دردمند دانهن (پڪار) آهي جيڪو خود پنهنجي شهر ۾ اوپرو هيو. جنهن جا پنهنجا پاڙيسري ۽ ڳوٺائي ان جي حق واري صدا کي ٻڌڻ ۽ سمجهڻ جي لاءِ تيار ڪونہ هيا. اهو مديني جي آبادي کان پري بنونجار جي کجيءَ جي باغ ۾ وچي رات جي اونداهين ۾ آهہ و زاري ڪندو هيو. ڇو تہ ان جي دردڀري صدا تي ڪير بہ ڪن ڏيڻ لاءِ تيار ڪونہ هيو. انهيءَ ڪري اهو پنهنجي دل جو ڏک خود پنهنجو پاڻ سان اوريندو هيو. اهو کوهہ ۾ منهن وجهي ڏک جون دانهون ڪندو هيو. ان جي اها آهہ و فرياد خود ان جي ذاتي مسئلن جي متعلق ڪونہ هئي پر ان جو رنج وغم، ۽ افسوس ۽ ڏک ان انقلابي تحريڪ جي متعلق هيو جنهن کي ڪامياب بڻائڻ ۾ خود ان هرطرح جي قرباني پيش ڪئي هئي. اهو ڏسي رهيو هيو تہ مڪروفريب، ڪوڙ ۽ اميرن جو نظام جيڪو اڳ ۾ قيصر و ڪسريٰ جي روپ ۾ نمايان ۽ ظاهر هيو ۽ جنهن کي اسلام جي انقلابي تحريڪ هٿان شڪست تي وئي هئي، هاڻي هڪڙي نئين رنگ ۾ ظاهر ٿي رهيو هيو. هاڻي ان نظام تقويٰ ۽ مذهب جو لباس پائي ورتو هيو. هاڻي خبر نہ آهي اهو انسانن کي ڪيترين صدين تائين تقويٰ ۽ مذهب جي حوالي سان ڌوڪو ڏيندو رهندو. آخر ان فريب جو پردو چاڪ ڪرڻ لاءِ ڪهڙو رستو اختيار ڪيو ويندو ۽ ان رستي ۾ ڪهڙين قربانين جي ضرورت پيش ايندي، اهو بصيرت وارو انسان انهي ڳالهہ کي ڏسي رهيو هيو تہ اسلام ۾ ان ظالماڻي ۽ پرفريب حڪومتي نظام جو پهريون نشانو "عوام" ٿيندا ۽ اهو نظام "عوامي حقن جي پائمالي" جي ذريعي پنهنجين پاڙن کي مضبوط ڪندو. ان کي اهو بہ معلوم هيو تہ عوام جي قرباني جو پهريون نشانو ان

جي ذات آهي بلڪ ان ڪان بہ اڳ ۾ ان جي پياري گهر واري آهي ۽ اچڻ وارن زمانن ۾ ان جو خاندان ان ظلم جو نشانو بڻجندو. ان جي اولاد ڪي نسل درنسل عوامي حقن جي تحفظ ۽ سلامتي لاءِ مسلسل قرباني ڏيڻي پوندي.

ان ۾ ڪوئي شڪ ڪونهي تہ اهو فيصلو ۽ چونڊ يعني تاريخ جي نهايت ڏکئي، هولناڪ ۽ اونداهن دورن ۾ علي عليہ السلام کي پنهنجو قائد ۽ رهبر تسليم ڪرڻ جو فيصلو ڪوئي آسان ۽ معمولي فيصلو ڪونہ هيو بلڪ اهو فيصلو ۽ چونڊ اسان جي سمجهہ ۽ حقيقت جي تلاش جي نهايت ڪري ۽ سچي ذوق جي علامت آهي تہ اسان جي قوم عقلي اعتبار ڪان قابل ترين قوم آهي. اها اخلاق جي حسن ۽ عشق جي فضيلت ڪان واقف آهي. اها انسانيت جي عظمت ۽ ان جي حسن ۽ شڪوه جو ادراڪ رکي ٿي. اها اعليٰ انساني قدرن ڪان واقف آهي ۽ ان جي گهرائي ۽ ان جي بلندي کي سمجهڻ جي لياقت رکي ٿي. اها قوم ظلم ۽ اونداهي جي طوفانن ۾ بہ حقيقت جي دامن کي مضبوطي سان پڪڙي رکندي آهي ۽ تاريخ جي مروجہ فيصلن جي خلاف پنهنجي لاءِ حقيقت جو انتخاب پاڻ ڪندي آهي. هي اها قوم آهي جيڪا منارن، محراب و ممبر جي آوازن، مفتين، قاضين ۽ موقع پرست عالمن جي اثرن ۽ حڪومت جي رت ڳاڙيندڙ تلوارن جي چمڪ دمڪ جي باوجود ڪڏهن بہ ڌوڪو ڪونہ ٿي کائي ۽ ان سموري شورو غوغاء جي جواب ۾ هميشہ هڪ دل ۽ هڪ جان ٿي نهايت مستحڪم لهجي ۾ صرف هڪڙو جواب ڏيندي آهي ۽ اهو جواب آهي "نہ". يعني اسان ظلم ۽ فريب ڪان ڌوڪو ڪونہ کائيندا سين.

ليڪن اسان کي ڪنهن بہ صورت ۾ ان حقيقت کي نظرانداز ڪرڻ نہ گهرجي تہ ايمان جي لاءِ فڪر ۽ فراست سان گڏ خون جي گرمي جي ضرورت بہ هوندي آهي، ايمان قرباني گهرندو آهي. حق جي ڪاميابي لاءِ ايثار جي ضرورت هوندي آهي ۽ قرباني ۽ ايثار جو دائرو گهڻو وسيع آهي. اهو ڏاڍو ڏکيو رستو آهي. هتي انسان جي دليري، ان جي خلوص ۽ مصيبتن جي مقابلي ۾ ان جي قوتِ برداشت جو امتحان ٿيندو آهي. ايثار جي ان واٽ ۾ طوق ۽ زنجيرن جون سختيون آهن. وطن ڪان پرديسي ٿيڻ جو ڏک ۽ ملال آهي. ان واٽ ۾ انسانن کي

پنهنجي انا کي قربان ڪرڻو پوندو آهي. پنهنجي ان مصلحت انديشي کي، جنهن موجب انسان خدا سان بہ گڏ ۽ دنيا وارن سان بہ گڏ هجڻ (هم خدا خواهي و هم دنيا دون) جو نمونو آهي، ٻليدان ڪرڻو پوندو آهي. پنهنجي معتبرائي جي خيال ۽ دانشوري جي غرور ۽ ان کان علاوه بہ ٻين گهڻين ئي شين کي قربان ڪرڻو پوندو آهي.

اهوئي قرباني ۽ ايثار جو اٽڪث ۽ مسلسل جذبو شيعيت جو اصل روح آهي، اها شيعيت جيڪا علوي شيعيت آهي نہ ڪي صفوي شيعيت يا "شيعہ شاهہ عباسي". شيعيت اها تحريڪ آهي جيڪا تاريخ جي هر دور ۾ ظلم ۽ فريب جي دل کي دهلائڻ جو سبب رهي آهي. شيعيت ڪڏهن بہ ظلم ۽ فريب جي ڀرجهلي نٿي ٿي سگهي. اصل شيعيت "مذهبِ عدل" آهي. "حڪومتِ معصوم" جو عقيدو آهي تہ شيعيت ماضي جي تاريخ جي ڪجهہ مئل ۽ گذريل مسئلن يا فرقي وارانٽي تعصب جو نالو ڪونهي. نہ وري شيعيت حب ۽ بغض، محبت ۽ نفرت جي انهن تصورن جو نالو آهي جن جو تعلق محض زباني جمع خرچ سان آهي ۽ جن جو بنياد عقلي ۽ علمي ڪونهي. جتي تنقيد جو هدف ماڻهو آهن ادارو ڪونهي، جنهن جو تعلق صرف ماضي سان آهي حال سان ڪونهي ۽ جنهن جو فائدو صرف موت کان پوءِ آهي يعني شفاعت، باقي زندگيءَ ۾ ان مان ڪو فائدو حاصل نٿو ڪري سگهجي. جنهن کي "ولايت علي" چوندا آهن ان جو مقصد ماڻهن کي ظلم ۽ ڏاڍ واري حڪومت ۽ دوکي ۽ جهالت واري چار کان آزاد ڪرائڻ هيو. ان ولايت جي عظيم تصور جو ولايت جي ان تصور سان ڪوئي تعلق ڪونهي جنهن جي نتيجي ۾ هر نٿو خيرو ولي ٻڻجي وينو آهي. ان ڪوڙي ولايت سان نہ خدا جي ڪائي خدمت ٿي سگهي ٿي ۽ نہ خدا جي ٻانهن کي ڪوئي فائدو پهچي سگهي ٿو.

اصل شيعيت اسلام کان سواءِ ڪجهہ ڪونهي. شيعيت اها ڪونهي جنهن جي متعلق اسان کي اهو چيو وڃي ٿو تہ اهو "اسلام بہ اضافہ چيزهاء ديگر" (ٻين شين جي اضافي وارو اسلام) آهي، نہ ايئن ڪونهي. شيعيت اسلام ۾ ڪنهن اضافي جي مطلب واري ڳالهہ ڪونهي بلڪ شيعيت تہ صرف اسلام آهي، اصل ۽ خالص اسلام. اهو

اسلام جيڪو هر ڪوٽ ۽ ملاوٽ کان پاڪ آهي ۽ جنهن ۾ خلافت، عربيت ۽ اشرافيت جي ملاوٽ شامل ڪونهي.

عدل ۽ امامت جا شيعيت وارا اصول اسلام ۾ ڪنهن اضافي جي حيثيت ڪونہ ٿا رکن. بلڪ عدل ۽ امامت کي اسلام کان خارج ڪرڻ خود دين اسلام کي اسلام کان ڪٽ ڪرڻ جي برابر آهي. اسلام جو پيغام عدل جو پيغام آهي ۽ اهوئي ان جو حقيقي امتياز ۽ خصوصيت آهي. اسلام کان عدل ۽ امامت کي خارج ڪرڻ ۽ ان جي جاءِ تي حڪومت، نسل ۽ طبقي واريت کي اسلام ۾ شامل ڪرڻ اسلام کان اڳ واري زماني جي جاهليت جي قدرن کي اسلام ۾ شامل ڪرڻ جي برابر آهي ۽ ائين ڪرڻ هڪڙي لحاظ کان جديد جاهليت آهي.

ماضي ۾ شيعہ ۽ سني اختلاف علمي ۽ اصولي اختلاف هيو (موجوده زماني ۾ ان اختلاف بي مزي لفظي بحثن ۽ فرقي پرستي جي شڪل اختيار ڪري ورتي آهي) ۽ اهو اختلاف امامت ۽ عدل جي ظلم ۽ ڏاڍ جي خلاف جنگ واري مقصد ۾ هيو. اهوئي اهو اصل اختلاف هيو جنهن مان سيئي اعتقادي، مذهبي، تاريخي ۽ فلسفاڻہ اختلاف ظاهر ٿيا. اسان محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) سان علي (عليہ السلام) جو اضافو ڪونهي ڪيو بلڪ اسان علي عليہ اسلام جو دامن پڪڙيو تہ جيئن اسان محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي گم نہ ڪري ڇڏيون. ڇوتہ اهي سيئي خليفا ۽ حڪمران جيڪي دراصل قيصر ۽ ڪسريٰ جا جانشين، ۽ ابوجهل ۽ ابوسفيان جا وارث هيا. پنهنجي حڪومت جي جواز کي قائم رکڻ جي لاءِ محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي جانشيني جا دعويدار آهن. اسان علي عليہ السلام جي گهراڻي (عترت) کي سنتِ پيغمبري جي جاءِ ڪونهي ڏني بلڪ اسان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سنت سان گڏ عترت کي بہ گڏايو آهي. اصل ۾ سادي ۽ سڌي ڳالهہ اها آهي تہ اسان عترت جي ذريعي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سنت کي سمجهون ٿا. اهو گهراڻو خود رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو خاندان آهي ۽ اسان ان خاندان وارن کان پڇندا آهيون تہ حضور صلي الله

تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا فرمايل ڪهڙو عمل ڪيو ۽ ان مان پاڻ سڳورن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڪهڙي مراد ۽ منشا هئي.

دوستن ۽ دشمنن، ٻنهي، جي ابتڙ شيعيت اسلام ۾ سنت تي سيني ڪان گهڻو عمل ڪندڙ مذهب آهي. شيعہ ۽ سني ۾ بنيادي اختلاف اهو آهي تہ علي عليہ السلام ۽ سچن ۽ باشعور شيعن جي شروع ڪان ئي اها ڪوشش رهي تہ سنت کي هر طرح جي بدعت ۽ ملاوٽ کان پاڪ رکيو وڃي ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سنت جي اصلي روح کي بگاڙڻ نہ ڏنو وڃي.

اسان ڏسون ٿا تہ دين جي سيني تعليمات کي ڪهڙي طرح درهم برهم ڪيو ويو آهي. تاريخ جي انهن ڪارن دورن ۾ جڏهن اسلامي دنيا ۾ هر طرف ڏاڍ ۽ خلافت جي طاقت ۽ حڪومت جو نغارو وڄي رهيو هيو تہ اسلام عدل و امامت ۽ شهادت جي خون جي ڳُن ۾ غرق هيو. شيعن شهادت جي چونڊ ڪري حڪومت جي طاقت کي رد ڪري ڇڏيو. پر اها چونڊ ڪوئي آسان ڪم ڪونہ هيو. اهو گهڻو ڏکيو فيصلو هيو. اهو وڏي آزمائش ۽ قرباني جو مرحلو هيو.

بنواميہ ۽ بنوعباس، ترڪ ۽ منگول بادشاهن جا اذيت گهر ان ڳالهہ جا شاهد آهن تہ هر دور ۾ امت جي عالمن، موت جي اکين سان اکيون ملائي مرڪڻ وارن مجاهدن ۽ حق پرستن، عدل طلب ۽ آزادي پسند ماڻهن پنهنجو پاڻ کي قرباني ۽ ايثار جي لاءِ ثابت قدم رکيو ۽ باهہ ۽ خون، قيدوبند، مصيبتن ۽ آزمائشن جي سيني تڪليفن جي باوجود بغداد ۽ دمشق جي حڪومتي محلاتن کي رد ڪري پنهنجو تعلق هڪڙي ننڍڙي گهر سان مضبوط رکيو. اهو ننڍڙو گهر جنهن جي عظمت سمورين انساني عظمتن کي پنهنجي دائري ۾ سمائي رکيو آهي.

اسلام جي تاريخ ۾ علي عليہ السلام جو ذڪر ڪرڻ يا فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها سان عقيدت جو اظهار ڪرڻ ڪا آسان ڳالهہ ڪونہ هئي. "ڪميت" جنهن جي شاعري جو موضوع ان عظيم خاندان جي فضيلت ۽ بزرگي آهي، چوي ٿو "مان پنجاهہ سالن کان پنهنجي صليب پنهنجن ڪلهن تي کنيون پيو وتان." اهو هڪڙي ذميوار شاعر جو رويو آهي. اهڙو شاعر جنهن پنهنجن شعرن کان جهادي تلوار جو ڪم ورتو.

انهن سيني مردن ۽ مڙني عورتن جي تقدير اهائي رهي آهي، جن ان مذهب (شيعت) جي تاريخ مرتب ڪئي آهي ۽ اها هڪڙي اهڙي تاريخ آهي جنهن جي هر سٽ تي هر اکر شهيدن جي رت جي ڳاڙهاڻ سان لکيو ويو آهي. اهي گذريل دور جا اهي عزم ۽ ايثار وارا پلارا ماڻهو هيا جن قربانين سان شيعيت جي روايت کي مستحڪم ڪيو. اهي اهڙا ماڻهو هيا جيڪي ڪنهن مصلحت يا مغالطي جو شڪار ڪونہ هيا. انهن جو اندازِ نظر اهو ڪونہ هيو تہ "امام تشريف ڪٽي ايندا تہ هر ڳالهہ جي اصلاح تي ويندي، اهي پنهنجن ابن ڏاڏن جي دين کي پاڻ وري جياريندا. اسان جو ڪم اهو آهي تہ اسان صبر ڪريون، انتظار ڪيون." اڄ صورتحال اها آهي تہ اسان تقيي ۽ صبر جو غلط مطلب وٺي پنهنجين سمورين ذميوارين کان منهن موڙي ڇڏيو آهي.

ابنِ سَڪيت هڪڙو وڏو اديب هيو. ان جو تعلق مجاهدن جي طبقي سان ڪونہ هيو بلڪ اهو لسانيت ۽ ادب جو ماهر هيو. البت ان جي دل شيعہ هئي. عباسي خليفي متوڪل پنهنجن پٽن جي تعليم لاءِ ان کي مقرر ڪيو. آهستي آهستي (وقت بہ وقت) متوڪل تائين خبر پهچائي وئي تہ ان جا پٽ علي عليہ السلام ۽ ان جي خاندان جي محبت ۾ گرفتار ٿيڻ لڳا آهن. مخبرن ان سان گڏ متوڪل کي ان ڳالهہ کان بہ آگاهہ ڪري ڇڏيو تہ اهو ڪم ان اوستاد جو آهي جنهن کي متوڪل پنهنجن پٽن جي تعليم ۽ تربيت لاءِ مقرر ڪيو آهي.

خليفي گهريو تہ اهو پاڻ ان خبر جي تصديق ڪري، انهيءَ غرض سان اهو هڪڙي ڏينهن اوچتو ڪلاس ۾ پهچي ويو. پهريان تہ ان ابن سڪيت جي تعريف ۽ واکاڻ ڪئي ۽ پنهنجن پٽن جي تعليمي ترقي تي پنهنجي خوشي جو اظهار ڪيو. پوءِ ان سرسري انداز ۾ ابن سڪيت کان پڇيو منهنجي پٽن جي باري ۾ تنهنجي ڪهڙي راءِ آهي. جواب ۾ ابن سڪيت خليفي جي پٽن جي گهڻي تعريف ڪئي.

اوچتو خليفي پڇيو: ابن سڪيت ڇا تنهنجي نظر ۾ منهنجا پٽ معتبر ۽ مُوِيد، علي (عليہ السلام) جي پٽن حسن ۽ حسين (عليهم سلام) کان افضل آهن؟

ابن سڪيت کي وڏو اهم ۽ مشڪل فيصلو ڪرڻو هيو. ان وقت تقيي جو مطلب عقيدي جي ڪمزوري ۽ دين سان خيانت ٿئي ها. ڇوتہ اصل ۾ علوي شيعيت ۾ تقيو ڪمزوري ۽ مصلحت شناسي جو نالو ڪونهي بلڪ تقيو هڪڙي تدبير آهي. اهو هڪڙو اهڙو طريقيڪار آهي جنهن جو مقصد ايمان جو تحفظ آهي رڳو پنهنجي جان جو تحفظ مطلب ڪونهي، جيئن اڄ ڪلهہ خيال ڪيو وڃي ٿو.

ابن سڪيت ڪنهن بہ گهبراهٽ جو اظهار ڪرڻ کان سواءِ ان ئي فطري لهجي ۾ جنهن لهجي ۾ متوڪل ان کان سوال ڪيو هيو. واضح انداز ۾ چيو "علي عليہ السلام جو غلام حضرت قمبر رضي الله تعاليٰ عنہ توکان ۽ تنهنجن پٽن کان گهڻو وڌيڪ افضل آهي."

متوڪل حڪم ڏنو تہ ابن سڪيت جي زبان پاڙ مان ڇڪي ڪڍي وڃي. اهڙيون ئي زبانون هيون جيڪي تاريخ (وقت) جي جابر حڪمرانن جي خلاف ڇهبڪ جو ڪم ڪنديون هيون ۽ جيڪڏهن سياسي ڏاڍ، طبقاتي استحصال ۽ مذهب جي نالي تي قائم ڪيل غير مذهبي نظام جا بنياد ڊاهي نہ سگهيون تہ گهٽ ۾ گهٽ ان کي خوار ضرور ڪيائون. اهي ئي اهي زبانون هيون جن تاريخ ۾ سچ چوڻ جي لاٽ کي روشن ڪيو ۽ ماڻهن جي دلين ۾ آزادي، انصاف ۽ حق گهرڻ جي جذبي کي زندہ رکيو.

## عالم سڳورا ۽ عوام

ظلم ۽ ڏاڍ جي طاقت جي خلاف حق جو ڪلمو چوڻ واري اها ذڪي ذميواري ٻن جماعتن پوري ڪئي آهي. اهي ٻئي جماعتون صدين کان پنهنجو صليب پاڻ پنهنجين پٺين تي کڻيون وتن ٿيون. انهن مان هڪڙي جماعت عالمن سڳورن جي جماعت آهي. حق جا عالم (علماءِ حق) جيڪي شيعيت لاءِ جهاد ڪن ٿا. اسان جي عقيدي ۾ امامت، نبوت جو تسلسل ۽ بقا جي شڪل آهي ۽ علم امامت جي دائميت ۽ بقا جي ضمانت آهي.

هي جماعت انهن سٺن اعتقادن وارن جوانن جي آهي، جن جي صبر ۽ ماٺ کي ڏسي جابر حڪومتن جا قيد خانا فرياد ڪندا آهن، جن جي رت هاڻن چهرن جي تازگي کي ڏسي جلاد شرم کان پاڻي پاڻي ٿي ويندا آهن ۽ جن جون پنيون انهن پهاڙن وانگر مضبوط ۽ مستحڪم آهن جن تي تشدد ڪندي خود ظالمن جا ڪوڙا ڏڪايل ٿي ويندا آهن.

## عقل ۽ عشق

هر مذهب، هر مڪتب فڪر، هر تحريڪ ۽ هر انقلاب جا ترڪيبي جزا ٻہ عنصر آهن، عقل ۽ عشق. هڪڙو روشني آهي ۽ ٻيو حرڪت، هڪڙو ماڻهن ۾ شعور ۽ آگاهي پيدا ڪندوآهي، انهن کي دانائي ۽ سڃاڻپ عطا ڪندو آهي ۽ ٻيو انهن کي جوش ۽ جذبو ڏيندو آهي ۽ عمل جي ذوق کي اياريندو آهي. اليخس ڪارل (Alexis Carrel) جو قول آهي تہ عقل موٽر ڪار جي روشني آهي جيڪا ان کي رستو ڏيکاريندي آهي. انهن ٻنهي عنصرن مان هرهڪ ٻئي کان سواءِ بيڪار ۽ بي معنيٰ آهي. عقل کان سواءِ عشق اهڙي ڪار آهي جيڪا روشني کان محروم آهي، رُڪو عشق خطري جي علامت آهي، حادثي ۽ موت کي دعوت ڏيڻ برابر آهي.

ڪنهن بہ معاشري ۾ جڏهن ڪائي تحريڪ ايرندي آهي يا ڪوئي فڪري انقلاب ظاهر ٿيندو آهي تہ دانشور - عقلمند ۽ روشن فڪر - طبقي جي اها ذميواري هوندي آهي تہ اهي ماڻهن جي لاءِ عملي واٽ جي نشاهدي ڪن ۽ ان تحريڪ جي فڪري مقصدن کان ماڻهن کي آگاهہ ڪن ۽ عوام ان ڄاڻ جي نتيجي ۾ پنهنجي جوش و جذبي ۽ عملي ذوق جي ذريعي ان تحريڪ ۾ جان وجهندا آهن ۽ ان کي طاقت ۽ حرڪت ڏيندا آهن. ڪنهن بہ تحريڪ جو مثال هڪڙي زنده جسم وانگر آهي. دانشور ۽ عالم سڀورا ان جسم جو دماغ آهن ۽ ان جي دل اها عوام آهي جن جا سينا عشق جي باهہ سان ڀريل هوندا آهن. ان حوالي سان ڏٺو ويجي تہ جيڪڏهن ڪنهن معاشري ۾ ايمان ۽ خلوص، عشق ۽ فداڪاري جو فقدان آهي تہ ان جو ذميوار عوام آهي. پر

جيڪڏهن شعور ۽ آگاهي جي ڪوٽ آهي، رستو ۽ هدف غيرواضح آهن، فڪر مبهم آهي، سوچ ۾ گهرائي ۽ پختگي ڪونهي تہ ان ۾ قصور عالمن ۽ دانشورن جو آهي. انهيءَ ڪري خاص طور تي مذهب ۾ عقل ۽ عشق جو گڏ هجڻ گهڻو ضروري آهي. مذهب هڪڙي طرح "آگاهي عاشقانہ" يا "عشق آگاهانہ" آهي يعني هتي عشق ۾ عقل جو لازم ملزوم وارو تعلق آهي. عقل ۽ جذبي کي هڪ ٻئي کان جدا نٿو ڪري سگهجي.

اسلام ۾ بہ اهائي صورت آهي بلڪ اسلام ۾ عقل ۽ عشق جو تعلق ٻين مذهبن جي مقابلي ۾ وڌيڪ گهرو آهي. دين اسلام جا ٻہ وڏا بنياد ڪتاب ۽ جهاد آهن. ڪتاب علم آهي ۽ جهاد عشق. قرآن شريف ۾ ان ڳالهہ جي تلاش ڪرڻ گهڻي مشڪل آهي تہ عقل ۽ عشق (ايمان) جي وچ ۾ حد جي ليڪ ڪٿي آهي. قرآن شريف شهادت جي موت کي هميشگي (جاويدان) واري زندگي چوي ٿو ۽ ان سان گڏ قلم ۽ جيڪو ڪجهہ لکيو وڃي (ومايسطرون) جو قسم کڻي ٿو. پوءِ جتي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ساٿين جو ذڪر آهي اتي صديقين وصالحين سان گڏ شهيدن جو ذڪر تہ آهي مگر عابد، مجاهد ۽ مبلغ (تبليغ ڪرڻ واري) جو ذڪر ڪونهي.

خاص طور تي شيعيت، جيئن ان جي تاريخ ۽ ثقافت مان ظاهر آهي، عشق و جوش، ۽ قرباني و شهادت جو مذهب آهي. احساس جي گرمي ۽ ڪردار جي شعلي جي تحريڪ آهي. ان جي باوجود شيعيت جو بنياد (اساس) عقل و عرفان تي آهي. اهو علم ۽ عقل جو دين آهي. اها انساني تاريخ ۾ هڪڙي انوکي تحريڪ آهي. جوش وارين قربانين جي خون سان رنگين مگر عقلي ۽ علمي تحريڪ جنهن جي علامت ۽ جنهن جو سرچشمو اها ذات آهي جنهن جو نالو علي (عليہ السلام) آهي. علي جيڪو علم ۽عشق جي بامعنيٰ ۽ متوازن آميزش (ملاوت) جو نالو آهي.

اهو حقيقت پرستي جو مذهب آهي، انهيءَ ڪري جو حقيقت بغير عبادت جي محض فلسفو ۽ ڏاهپ (بي عمل فلسفو) آهي ۽ عبادت بغير حقيقت جي نفس جي سڌن جي غلامي آهي، جنهن جو ٻيو نالو بت پرستي آهي.

## لُڙڪ (اشڪ): شهادتِ عشق

تاريخ ۾ شيعيت جي اوسر ۽ ان جي بقا ٻن عنصرن تي ٻڌل آهي. هڪڙا اهي عالم سڳورا ۽ مجتهد جيڪي علم ۽ تحقيق جا مظهر آهن. جيڪي فڪر جي گهرائي جي ذريعي اعتقادن جي باطني مفهوم ۽ ان جي ڪامل معنائن جي پروڙ ڪري سگهن ٿا. جيڪي مذهب جي حقيقت، ان جي روح ۽ ان جي صحيح طرف جي نگهباني جو فرض انجام ڏيندا آهن ۽ فلسفي، تَصَوف، علم وادب، رياڪاري واري زهد، يوناني ۽ مشرقي فلسفي ۽ فڪر جي حوالي سان دين ۾ جيڪي گمراهيون پيدا ٿينديون آهن، انهن جو تدارڪ ڪندا آهن.

ٻيا اهي عوام آهن جيڪي وفاداري، جوش ۽ جذبي، عشق ۽ خلوص جو مظهر آهن. جن جي حقيقت سان وفاداري ايتري گهري ۽ پرجوش آهي جو علي عليہ السلام جي نالي تي ۽ علي عليہ السلام جي مسلڪ جي تحفظ ۽ بقا لاءِ پنهنجي جان قربان ڪري ڇڏيندا آهن. هي اهي ماڻهو آهن جن ظلم ۽ تشدد جي انهن سمورن دورن ۾ جڏهن حڪومت وارن لاءِ علي عليہ السلام جي دوستن جو قتلام ڪرڻ معمولي، راند هئي، اهي ڇپ جيڪي علي عليہ السلام جي ساراهہ ڪرڻ لاءِ کلندا هيا تہ انهن کي سبي ڇڏيندا هيا. جڏهن اهو خون جيڪو علي عليہ السلام جي محبت ۾ جوش کائيندو هيو تہ ان کي وهائي ڇڏيندا هيا. مڙني آزمائشن ۽ خطرن جي باوجود جن بہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي عترت (اولاد) جي محبت جو دم ڀريو ان جي بدلي ۾ سزا ڏئي انهن جي جسم تان انهن جون کلون لهرايون ويون.

اڄ بہ عوام جي اها جماعت ان خاندان سان اهڙي طرح محبت ڪري ٿي، ان ئي جوش ۽ جذبي سان دوستي جو دم ڀري ٿي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خاندان سان انهن جي وفاداري ۾ ڪابہ گهٽتائي ڪونهي آئي. اڄ بہ ظلم ۽ تشدد سان ڀريل صدين جي گذرڻ جي باوجود اها وفادار جماعت ان گهراڻي کي ڇڏي ڪنهن ٻئي محلات، عبادتگاهہ يا ايوان کي پنهنجو قبلو بڻائڻ جي لاءِ تيار ڪونهي. اهي سيئي ماڻهو حضرت فاطمہ الزهرا اسلام الله تعاليٰ عليها جي

دروازي جي چوکٹ تي عقيدت منجهان پنهنجا ڪنڌ جهڪايون بيٺا آهن. اهڙي حالت ۾ جو انهن جون دليون درد سان ڀريل، انهن جا چپ آهہ ۽ دانهن ڪرڻ ۾ مصروف ۽ انهن جون اکيون لڙڪن سان ٽمٽار آهن. اهي لڙڪ محبت جي اها زبان آهن جنهن جي ذريعي پاڪ دل ۽ وفادار ماڻهو ان گهراڻي جي فردن سان پنهنجي عقيدت ۽ محبت جو اظهار ڪندا آهن ۽ ان زبان کان وڌيڪ سچي، پاڪ پوتر ۽ بي ريا ڪهڙي زبان ٿي سگهي ٿي جنهن جي گفتو نہ لفظ آهن ۽ نہ سٽون. بلڪ جنهن جي گفتو صرف لڙڪ آهن، جنهن جي عبارت آهہ ۽ دانهن آهي، اها آهہ ۽ دانهن جيڪا گهري ۽ سچي عشق جي تڙپ ۽ شوق جي آئينہ دار آهي.

ڇا اک زبان کان وڌيڪ سچي ڪونهي، ڇا لڙڪ سچائي جو شاهڪار ڪونهن؟ جڏهن شعر جو حسن، عشق جي تڙپ، ايمان جو سوزوگداز شوق جي بيقراري، احساس جي شدت ڪنهن دل ۾ گڏجي پاڻ ۾ کير کنڊ ٿي ويندا آهن تہ اک مان هڪڙو گرم ڦڙو وهي پوندو آهي ۽ ان گرم ڦڙي جو نالو لڙڪ آهي. لڙڪ جيڪي محبت جي سڀ کان وڌيڪ خالص ۽ چٽي زبان آهن ۽ جيڪي جذبن جي اظهار جو گهڻو نازڪ نمونو آهن. اسان جي جماعت ان زبان کي استعمال ڪندي آهي ۽ اهي ان زبان جي استعمال کان گهڻو واقف آهن.

توهان ان ڳالهہ تي عجب نہ کائو تہ مان هن وقت "روح راڙي" (گِريو) جي حق ۾ ڳالهائي رهيو آهيان، جڏهن تہ توهان ڪيترا ڀيرا مون کي ان روح راڙي تي تنقيد ڪندي ٻڌو آهي، جنهن جو تعلق مجلسن ۽ امامن سڳورن جا مرثيا پڙهڻ سان آهي. ليڪن منهنجين هنن ٻنهي ڳالهين جو پاڻ ۾ ڪو تضاد ڪونهي. منصوبہ بندي ڪري روئڻ ان روح راڙي (گِريي) کان بلڪل مختلف آهي جيڪو محبت جي هڪڙي لازمي ۽ فطري تقاضا آهي. اهي ماڻهو جيڪي روئڻ کي هڪڙو رسمي فرض سمجهي انجام ڏيندا آهن، انهن جو روئڻ مصنوعي ۽ رسمي آهي. ان جي برخلاف مان هن وقت جنهن روح راڙي (گِريي) جي حق ۾ دليل ڏئي رهيو آهيان، اهو حقيقي ۽ فطري روح (گريو) آهي جيڪو جذبي ۽ احساس جي روشني ۽ عشق ۽ غم جو هڪڙو لازمي ۽ فطري نتيجو آهي.

ريگي ڊيبري (Regi Debre) فرانس جو مشهور انقلابي آهي جيڪو اڄ ڪلهه لاطيني آمريڪا ۾ سرگرم عمل آهي، ان چيا تہ عقل جي ڳالهہ ڪئي آهي تہ اهو انسان جيڪو ڪڏهن نہ روئي ۽ جنهن جي دل روئڻ واري جذبي کان خالي آهي ان ۾ انساني حقيقت جي گهٽتائي آهي. اهو هڪڙو پٿر آهي، هڪڙو بي حِس روح آهي. اکيون روئنديون آهن ۽ دل دانهون (فرياد) ڪندي آهي ۽ اهي لڙڪ ۽ اها آهہ ۽ دانهن عشق جي شهادت ڏيندا آهن. هر انسان جنهن جي اندر ۾ پٿر ڪونهي پر دل آهي، اهو غم کان متاثر ٿيندو آهي، آهستي آهستي غم جو اثر روئڻ تي مجبور ڪندو آهي، ايستائين جو روئڻ اوچتو سڏڪن ۾ تبديل ٿي ويندو آهي ۽ ايئن محسوس ٿيندو آهي جڻ ساهہ منجهي ويندو. اهڙي حالت ۾ انسان ان ڳالهہ لاءِ مجبور آهي تہ روئي، ان جي اکين ۾ لڙڪ پرجي اچن ۽ ان جي چپن تان آهہ ۽ دانهن بلند ٿئي. اهو روئڻ عشق جي جذبي جي فطري ۽ سچي زبان آهي.

ان جي برخلاف اهو مصنوعي روئڻ آهي جنهن جي لاءِ بندوبست ڪرڻو پوندو آهي. جنهن جي لاءِ انهي ڳالهہ جي ضرورت هوندي آهي تہ ڪوئي منصوبو يا پروگرام ٺاهيو وڃي. اهو روئڻ (گِريو) هڪڙي رسم آهي، هڪڙو طريقو آهي، هڪڙو رسمي فرض آهي. اهو ڪنهن مقصد کي حاصل ڪرڻ جو ذريعو آهي. اهو نفعو حاصل ڪرڻ يا ڪنهن مشڪلات کي دفع ڪرڻ جو وسيلو آهي. ان کي پنهنجين ڪوتاهين، ڪمزورين ۽ ڳناهن جو ڪفارو سمجهيو ويندو آهي ۽ ان جي ذريعي پنهنجين بڇڙاين (بداعمالين) جو جواز فراهم ڪيو ويندو آهي. مون سدائين ان ٺي روڄ راڙي (گِريي) تي تنقيد ڪئي آهي ۽ مان هاڻي بہ پنهنجي ان موقف تي قائم آهيان.

جيڪڏهن ڪوئي عاشق پنهنجي معشوق جي جدائي (وڇوڙي - هِجر) جو شڪار آهي. جيڪڏهن ڪنهن پيار ڪرڻ واري جي دل پنهنجي ڪنهن عزيز جي موت جي صدمي ڪري ڀري رهي آهي تہ ان جو رنج و غم ۽ آهہ و دانهن هڪڙو فطري امر آهي. جڏهن بہ ان جي دل ۾ پنهنجي محبوب جي ياد ايندي، جڏهن بہ اهو زبان سان ان جو ذڪر ڪندو تہ ان جو روح عشق جي باهہ ۾ تپڻ لڳندو ۽ ان جو چهرو محبت

جي نور سان چمڪڻ لڳندو. اهڙي حالت ۾ اڪيون بہ ان جي جذبن جي سچي ترجماني ڪنديون. يعني بيوسيءَ سان اکين مان ڳوڙها وهڻ لڳندا. اهو روئڻ (گِريو) ايمان جي گهرائي ۽ عشق جي سچائي جي نهايت نازڪ ۽ واضح نشاني آهي.

هاڻي ڪجهہ ان ماڻهوءَ جي باري ۾ سوچيو جيڪو حرص ۽ لالچ جو قيدي آهي، جيڪو دولت، شُهرت ۽ عزت جي پٺيان ڀڄندو رهي ٿو اهو جيڪڏهن واپاري يا سوداگر آهي تہ صبح کان شام تائين بازار ۾ مٿو ڪپائي ٿو ۽ هر جائز ۽ ناجائز طريقي سان نفعو ڪمائي ٿو. جيڪڏهن ڪنهن اداري ۾ ملازم آهي تہ پنهنجي آفيسر جي خوشامد ڪري ٿو پر پنهنجن ماتحتن ۽ ضرورتمندن سان ان جو رويو تڪبر ۽ غرور وارو هوندو آهي، اهڙو شخص منجهند جو پنهنجي ڪم کان واندو ٿي گهر موٽندو آهي، ڪل خوشي ۾ کائيندو پيئندو آهي، سڪون وٺي ٿو آرام ڪري ٿو، پوءِ شام جو سير ۽ تفريح جي تلاش ۾ نڪري وڃي ٿو ۽ هرطرح جي جائز ۽ ناجائز تفريحن مان لطف اندوز ٿئي ٿو. ايتري ۾ جيڪڏهن ان کي ياد اچي ٿوتہ اڄوڪي تاريخ جي مناسبت سان پهريان ئي طئي ٿيل پروگرام جي مطابق ان کي ڪنهن مجلس يا اجتماع ۾ شرڪت ڪرڻي آهي تہ اهو پنهنجن ساٿين سان گڏجي ان مجلس يا اجتماع ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ هليو ويندو آهي (اهڙيون مجلسون ۽ اجتماع عام طور تي مهيني جي پهرين تاريخ تي 6 کان 9 بجي رات تائين منعقد ٿيندا آهن). پوءِ اهو شخص ان مجلس يا اجتماع ۾ ويهي پنهنجي مٿان زبردستي غم ۽ غصو طاري ڪندو آهي، چاڻي واڻي آهون ۽ دانهون ڪندو آهي ۽ ڪوشش ڪندو آهي تہ ان جون اکيون ڳوڙهن سان پرجي وڃن. پوءِ جڏهن روڄ راڙي (گِريي) جو اهو پروگرام ۽ ان جون سموريون رسمون پوريون ٿي وينديون آهن تہ اهو مزي سان چانهہ يا شربت پيئندو آهي، چِلم يا سگريٽ سان دل وندرائيندو آهي ۽ ان سان گڏ انهي خوش فهمي ۾ مبتلا ٿيندو آهي تہ غم ۽ عزا جي انهن رسمن ۾ شريڪ ٿيڻ جي ذريعي ان پنهنجي ايمان ۽ عقيدي جي وڏي خدمت ڪئي آهي. ان خوش فهمي جي نتيجي ۾ اهو پنهنجو پاڻ کي روحاني طور تي هلڪو ڦلڪو محسوس ڪندو آهي.(جڻ ان جا سمورا گناهہ ڌوپجي

ويا هجن.) ان کان پوءِ هڪڙو پيرو وري اهو پنهنجي روزمره جي ڪِرت وارن معمولن ڏانهن موٽي ايندو آهي ۽ سڄو مهينو دولت جي پنيان متو وڃائيندو رهندو آهي، ايستائين جو پوءِ بيهر پروگرام جي مطابق اها تاريخ اچي ويندي آهي جڏهن ان کي روڄ راڙي (گِريي) واري مجلس ۾ شريڪ ٿيڻو هوندو آهي. پوءِ اهو ان پروگرام ۾ شريڪ ٿيندو آهي ۽ اهڙي طرح ان جي زندگيءَ جو ڪاروبار ان جا سمورا معمول ۽ روئڻ جي پروگرام گڏ گڏ هلندا رهندا آهن. بلڪ روئڻ (گِريي) جو پروگرام ان جي ڪِرت (معمول) جوئي حصو ٿي ويندو آهي. ڇا توهان ڪنهن اهڙي شخص کي سچو عاشق مڃي سگهو ٿا؟ ڇا توهان ڪنهن اهڙي شخص جي آهہ و زاري تي اعتبار ڪري سگهو ٿا؟ ڇا رسمي لڙڪن کي حقيقي محبت جو اظهار سمجهي سگهجي ٿو؟

محبوب جي معرفت کان سواءِ ان جي لاءِ روئڻ پٽڻ، ان جي ايمان ۽ جذبي جي گرمي کي پنهنجي دل ۾ محسوس ڪرڻ کان سواءِ ان جي لاءِ آهہ و زاري ڪرڻ محبوب سان وفا جي عهد جي نشاني ڪونهي. اهو روئڻ ائين آهي جيئن متي ۾ دزي کان صاف ڪرڻ لاءِ اکيون ڌوئجن.

اهو ڪڏهن بہ نہ وساريو تہ امام حسين عليہ السلام جي عظيم مصيبت تي جنهن شخص سڀ کان پهريان روڄ راڙو (گِريو) ڪيو اهو عمرو بن سعد هيو. اهو بہ نہ وساريو تہ اهڙي طرح واڳون جا ڳوڙها ڳاڙهي ڪوڙي روئڻ تي جنهن شخصيت سڀ کان پهريان ملامت ڪئي، اها حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها هيون.

اها ڳالھ بہ ياد رکو تہ امام حسين عليہ السلام جي لاءِ جيڪا پهرين رسمي ۽ ڏيکارڻ جي مجلس برپا ٿي، اها يزيد جي دربار ۾ ملهائي وئي هئي. ليڪن اسان جي جماعت جو روڄ راڙو (گِريو) "عاشقاڻو گريو" آهي. اهو ان گهري ۽ سچي محبت جي زبان آهي جنهن سان اسان جون دليون تمتار آهن. ان محبت ۽ عقيدت جو مرڪز علي عليہ السلام ۽ فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جو گهراڻو آهي. اهو گهر اسان جي لاءِ يونانين جي پنٿيون (Pantheon) ۽ اولپيا وانگر بلڪ انهن کان بہ وڌيڪ مقدس ۽ متبرڪ آهي. اهو اسان کي ڳُڻ مان ڪيڻ وارن بيڙائتن جو گهر آهي جيڪي الله جي مختلف صفتن جا مظهر ۽ ان جون

نشانيون آهن. اهي پيڙائتا (رهبر) صرف لڙڪن جي زبان سمجهندا آهن. اهي لڙڪن کان سواءِ ٻي ڪنهن زبان کان واقف ڪونہ آهن ۽ اسان جو عوام نہ فلاسافر آهي ۽ نہ عالم. اهي صرف محبت ڪرڻ وارا آهن. سچا عاشق جيڪي پنهنجي محبوب جي لاءِ پنهنجي جان فدا ڪرڻ جي لاءِ تيار آهن. اهي لڙڪن جي زبان ڳالهائيندا آهن.

سموري تاريخ ۾ ڪنهن بہ مذهب ۽ ملڪ جو سرمايو اهڙو خاندان ڪونهي، اهڙو خاندان جنهن ۾ پيءُ علي (عليہ السلام) آهي، امڙ فاطمہ (سلام الله تعاليٰ عليها) آهي، پٽ حسن ۽ حسين (عليهم السلام) ۽ نياڻي زينب (سلام الله تعاليٰ عليها) آهي، ۽ اهي سيئي شخصيتون، اهي سيئي بيمثال فرد، هڪ ئي وقت ۽ هڪ ئي زماني ۾ هڪڙي ئي گهر جي ڇت جي هينان رهندا هيا، اهي سيئي گڏجي هڪڙو ايڪو هيا. هڪڙي گهر، هڪڙي خاندان جو ايڪو.

اسان جي قوم ان گهر (سانئڻ فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جو گهر) جي حسن ۽ ڪک پن مان هڪڙي تهذيب تعمير ڪئي آهي، هڪڙي ثقافت کي گهڙيو آهي. اهو گهر هڪڙي تاريخ جو سرچشمو آهي. اها تاريخ جيڪا نيڪي ۽ پارسائي جي تاريخ آهي، جيڪا عمل جي جوش، ايثار ۽ ثابت قدمي جي جذبي، شجاعت ۽ فضيلت جي تاريخ آهي. اها تاريخ وقت جي افق تي گهيرو ڪيون بيٺي آهي. اهو پاڪ ۽ صاف پاڻي جو اهڙو زندگي بخشيندڙ درياء آهي جيڪو صدين کان اسان جي عوام جي روح کي تازگي بخشي ٿو ۽ اڃا اسان جي وجدان ۽ احساس ۾ جاري و ساري آهي.

سموري انساني تاريخ ۾ هي اها واحد قوم آهي جيڪا مستقل طور پنهنجي محبوب خاندان جي غم کي پنهنجي سيني سان لڳايون پئي آهي. سموري روءِ زمين تي هي اها واحد قوم آهي جيڪا انهن هستين تي ٿيل ظلمن جي ياد ۾، جيڪي ان جي ايمان ۽ آزادي جون علامتون هيون، دلگير ۽ ڏکويل آهي ۽ ان جو اهو غم ۽ ڏک تاريخ جي ڊگهي عرصي تي پکڙيل آهي. زماني جي گردش ان غم کي دٻائي يا مٽائي ڪونہ سگهي آهي ۽ حڪومتن جي جبر ۽ ڏاڍ ان گهراڻي جي فضيلت کي گهٽائڻ ۽ ان جي حقيقت کي لڪائڻ جون جيڪي ڪوششون

ڪيون، ان جي باوجود اها قوم ان گهر جي محبت ۽ عقيدت کي زندگيءَ جو سرمايو بڻايون پئي آهي ۽ ان گهراڻي جي فردن جي مصيبتن ۽ تڪليفن جي ياد ۾ڏکويل ۽ لڙڪ وهائيندڙ آهي. نہ اسان جو غم گهٽجي سگهيو آهي، نہ اسان جي محبت ۾ گهٽتائي آئي آهي ۽ نہ اسان جا لڙڪ رُڪيا آهن.

ليڪن اهو عشق "عقيم" آهي، سَنڍ آهي، اجايو (بي نتيجي) آهي. انهن لڙڪن جو مثال ان مينهن (برسات) وانگر آهي جيڪو ڪنهن ڪلراٺي زمين تي وسندو آهي، ان بيابان ۾ نہ گاهہ ڦٽندو آهي ۽ نہ گل ڪڙندا آهن ۽ اسان جا فداڪاري وارا سمورا جذبا، اسان جي عقيدت جو سمورو سرمايو اسان جو سمورو جوش و جذبو اسان جي سموري طاقت ۽ اسان جون سموريون ڪوششون ظاهر ۾ اجايون آهن، بي لاڀ آهن. انهن سان اسان جي زندگي ۾ ڪائي انقلابي تبديلي ظاهر نٿي ٿئي. مگر ڇو؟

# باب ٻيو

## قصور ڪنهن جو آهي؟

جيڪڏهن اسان جو عشق عقيم(سنڍ) ۽ اسان جا لڙڪ بي لاڀ آهن تہ قصور ڪنهن جو آهي؟

قصوروار عالم سڳورا آهن جيڪي عوام جي رهنمائي جي فرض کي صحيح نموني سان سرانجام ڏيڻ کان بيوس نظر اچن ٿا. اها ذميواري عالمن جي آهي تہ اهي عوام جي شعور جي تربيت ڪن، انهن ۾ خود آگاهي ۽ ذميواريءَ جو احساس پيدا ڪن ۽ انهن جي جدوجهد لاءِ صحيح واٽ جي نشاندهي ڪن.

اسان جي عقل ۽ ڏاهپ جون اعليٰ ترين صلاحيتون ۽ اسان جي فهم و فراست جو بهترين سرمايو فلسفي، ڪلام، تَصَوَف، فقهہ و اصول، ادبيات و معنيٰ، بيان و ايجاد ۽ صرف و نحو جهڙن ڪمن جي لاءِ وقف آهن ۽ سالن جي تحقيق و سوچ ويچار ۽ علمي رياضت ۽ مشقت کان پوءِ ان جو نتيجو هڪڙي علمي رسالي جي صورت ۾ ظاهر ٿئي ٿو جنهن ۾ صرف طهارت جو طريقو، پليتين جا قسم، عورتن جي پاڪائي جا مسئلا ۽ نماز ۾ خلل وجهڻ وارن موضوعن کان علاوه ٻيو ڪجهہ ڪونهي هوندو.

جيستائين عوام ۾ آگاهي پيدا ڪرڻ جو تعلق آهي، جيستائين ماڻهن جي شعور جي تربيت ڪرڻ جو سوال آهي، ماڻهن کي مذهب جي حقيقت ۽ ان جي فلسفي ۽ احڪامن کان واقف ڪرائڻ جي ذميواري آهي تہ اسان جا عالم سڳورا ان ذميواري ڏانهن ڌيان ڪونہ ٿا ڏين. اهي عالم سڳورا ماڻهن کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سنت ۽ امامت جي حقيقت ۽ معنويت، اهلبيت جي معرفت، ڪربلا جي انقلاب جو مقصد ۽ شيعيت جي تحريڪ جي فڪري ۽ عملي بنيادن کان آگاهي جو فرض پورو ڪونہ ٿا ڪن. جڏهن تہ انهن عالمن ۽ مجتهدن

جي خيال ۾ اهي سڀ ڳالهيون ڪرڻ انهن جي شان ۽ مان وٽان ڪونہ آهن. بلڪ اهي ڳالهيون انهن گهٽ علم رکڻ وارن ماڻهن جو فرض آهن جن ۾ ايتري عقلي قابليت ڪونہ هئي جو اهي مجتهد جي بلند مرتبي تي فائز ٿي سگهن ها. حالت اها آهي تہ اسان عوام ۾ ذميواري ۽ جوابداري جو احساس پيدا ڪرڻ وارو ڪم ٻئي درجي جي عالمن حوالي ڪري ڇڏيو آهي.

اهو ئي سبب آهي تہ "معرفتِ اهلبيت" ۽ اسلام جي حقن جي تبليغ جو ڪم قديم مدرسن جي انهن شاگردن (طالبن) جي هٿ ۾ اچي ويو آهي، جيڪي علمي اعتبار کان ڪائي قابل ذڪر حيثيت ڪونہ ٿا رکن. اسان جا نوجوان جڏهن اسلامي علمن جي حصول لاءِ ديني مدرسن ۾ داخل ٿين ٿا تہ انهن ۾ جيڪي اعليٰ ذهني ۽ فڪري صلاحيتن جا مالڪ هوندا آهن. اهي سالن جي محنت ۽ ڪوشش کان پوءِ مجتهد يا فقيهہ بڻجي ويندا آهن ۽ هي اهي عالم آهن جيڪي مدرسن (حوزه علميہ) جي اندر قيد ٿي عوام کان ڪٽجي ويندا آهن. اهي شاگرد (طالب) جيڪي مجتهد جي منصب جا اهل ڪونہ سمجهيا ويندا آهن، جن جون صلاحيتون ڪنهن قدر گهٽ هونديون آهن پر جن کي قدرت حَسين ۽ جوشيلو آواز ڏنو آهي، جيڪي تقرير ۽ خطابت جي فن ۾ اڳتي وڌي سگهن ٿا، انهن کي مجبورن معاشري ۾ دين جي تبليغ ۽ مشهوري جو فرض سونپيو ويندو آهي. هڪڙو ٽيون گروه بہ آهي جيڪو انهن ٻنهي قسمن جي صلاحيتن کان وانجهو آهي، اهو نہ ذهني قابليت ۾ مٿانهون آهي ۽ نہ خطابت جي فن کان واقف آهي. اهو گروهہ ٽيون رستو اختيار ڪندو آهي. اهو چُپ ڪري ويهندو آهي، گونگو ٿي ويندو آهي ۽ معتبرائي جو لباس پائي ڇڏيندو آهي. اهو گروهہ موقعي ۽ مصلحت جي لحاظ کان ڪڏهن مجتهدن جي حلقي ۾ نظر ايندو آهي ۽ ڪڏهن مبلغن سان گڏ ڏسڻ ۾ ايندو آهي.

انهن حالتن ۾ توهان پاڻ انصاف ڪيو تہ عوام جي قسمت جو ڪهڙو حشر ٿيندو. مذهب ۽ ان جي حقيقت جو ڪهڙو حال ٿيندو؟ انهي ڳالهہ تي گهڻو فڪر ڪرڻ ۽ پريشان ٿيڻ جي ضرورت ڪونهي. اها تہ اکين ڏٺل ڳالهہ آهي، هي اها حقيقت آهي جنهن کي هر شخص ڏسي سگهي ٿو.

چا سبب آهي تہ اها ملت جيڪا ايمان ۽ عشق جي دولت سان مالامال آهي، جنهن وٽ قرآن آهي، نهج البلاغہ آهي، علي عليہ السلام ۽ فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جهڙيون شخصيتون آهن، حسين عليہ السلام ۽ زينب سلام الله تعاليٰ عليها جهڙا ڪردار آهن، جنهن جي تاريخ روشن آهي، مگر پوءِ بہ جنهن جي قسمت اونداهي آهي، ان قوم جو مذهب ۽ ثقافت شهادت آهي مگر اها قوم پوءِ بہ مرده آهي، ڇو؟

جون آف آرڪ جو تعلق فرانس سان هيو. اها هڪڙي حساس ڇوڪري هئي جيڪا خواب و خيال جي دنيا ۾ رهندي هئي. ان خواب ڏٺو تہ اها فرانس جي بادشاهت جي استحڪام لاءِ اٿي پوي. عرصي کان فرانس جا دانشور ۽ چوٽي جا مفڪر ان تخيلاتي ڇوڪري جي ڪردار مان آزادي، قرباني ۽ انقلابي خيالن جي گرمي ۽ ولولو حاصل ڪندا رهيا.

هاڻي توهان حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها جي باري ۾ غور ڪيو تہ جنهن جي ذميواري هڪڙي لحاظ کان امام حسين عليہ اسلام جي ذميواري کان بہ وڌيڪ ڏکي هئي. ان امام حسين عليہ السلام جي شهادت کان پوءِ امام حسين عليہ السلام جي پيغام جي اشاعت جي ذميواري کي پورو ڪيو. ان جي علي عليہ السلام جهڙن هٿن ۾ ڪربلا جو انقلابي جهنڊو هيو ۽ ان انهي جهنڊي کي بلند رکيو اهو بہ اهڙي حالت ۾ جڏهن ڪوڙ مِڪِر، فريب ۽ ظلم جو نظام ان جهنڊي کي جهڪائڻ جي پٺيان لڳو پيو هيو جڏهن انقلاب جا سڀ سورما(هيرو) مري چڪا هيا ۽ اولين جماعت سان تعلق رکڻ وارا مسلمان بہ حيرت جو شڪار هيا، اهڙين حالتن ۾ علي عليہ السلام جي نياڻي ـ زينب سلام الله تعاليٰ عليها ـ انهن هٿن ۾ جيڪي علي عليہ السلام جي هٿن وانگر مضبوط هيا، انقلابي جهنڊي کي اپو ڪري رکيو مگر افسوس تہ اسان ان ڪردار کي ڪهڙي نموني ۾ پيش ڪيو آهي. اسان وٽ حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها جي حيثيت رڳو هڪڙي اهڙي ڀيڻ جي آهي جنهن جو واحد ڪم اهو هيو تہ اها پنهنجي ڀاء جي غم ۾ آهون ۽ دانهون ڪندي رهي!!

مان هڪڙي اهڙي فرياد جو آواز ٻڌي رهيو آهيان، جيڪو غم ۽ غصي جو آواز آهي. اهو آواز انهن عالمن ۽ دانشورن کي مخاطب آهي

جيڪي عوام جي شعور جي تربيت جا ذميوار آهن. جيڪي محمد رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اسلام ۽ علي عليہ السلام جي شيعيت جي تشريح ۽ تبليغ جا ذميوار آهن. مون کي اها خبر ڪونهي تہ آيا اهو ڪاوڙ ۾ ڀريل آواز علي عليہ السلام جي نڙي (حلقومِ عليؑ) مان اچي رهيو آهي يا شعور کان محروم عوام جي لاشعور جي گهراين مان بلند ٿي رهيو آهي.

اهو آواز سوال ڪري رهيو آهي تہ ترهان ڪهڙن ڪمن ۾ مشغول ٿي ويا آهيو ڪهڙين ڳالهين ۾ ڦاٿا پيا آهيو آخر توهان کي ڇا ٿي ويو آهي. توهان پنهنجي ذميواري پوري ڇو نٿا ڪريو. توهان حق جي ڳالهہ ڇو نٿا چئو. ايتري ڊگهي عرصي ۾ توهان هڪڙو بہ اهڙو ڪتاب لکي ڪونہ سگهيا آهيو جيڪو ٻڌائي سگهي تہ قرآن شريف جو اصل پيغام ڇا آهي. ان جي بجاءِ توهان عشقِ مولا جي نالي تي مدح وثنا، قصيدن ۽ نوحن جا انبار لڳائيندا ٿا وڃو. توهان عوام جي وچ ۾ علي عليہ السلام کي ڇَپ سِبيل ٻڌائي ڇڏيو آهي. اهي ماڻهو جيڪي صرف فارسي سمجهن ٿا ان ڳالهہ کي ڪيئن ٿا سمجهي سگهن تہ علي عليہ السلام جو ڪهڙو پيغام آهي. (انهن لاءِ اها عربي آهي ۽ فارسي سمجهڻ وارن جي لاءِ ان جو فارسي ترجمو ضروري آهي.) لئمارٽين (Lamartine) جيڪو فرانس جو رومانوي ليکڪ آهي، ان جا سڀ ڪتاب فارسي ۾ ترجمو ٿي چڪا آهن. ان کان وڌو اليو اهو آهي تہ يونان جي بدڪردار عورت بليتيس جي سمورن شعرن جو فارسي ۾ نهايت خوبصورت ترجمو موجود آهي ليڪن علي عليہ السلام جو هڪڙو خطبو يا ان جو هڪڙو قول بہ فارسي ۾ ترجمو ڪونہ ٿي سگهيو آهي.(هڪڙي نموني ۾ اها ڳالهہ شاهہ ايران جي دور جي تاريخ بہ آهي تہ معاشري جي عڪاسي بہ اردو ادارو.)

آخر اها ڪهڙي ماجرا آهي تہ انهن پاڪ امامن سڳورن جي باري ۾، جن جي ڪرامتن ۽ معجزن جو هر وقت ذڪر ڪندا رهون ٿا. انهن جي ڄمڻ جي ڏينهن يا وفات جي ڏينهن تي جشن يا مجلس عزا منعقد ڪندا آهيون، اسان وٽ ڪو هڪڙو بہ معتبر ڪتاب ڪونهي. ڪوئي اهڙو ڪتاب ڪونهي جيڪو انهن جي سيرت ۽ حالتن جي شرح ۾ لکيو ويو هجي. ان ڳالهہ جو ڪهڙو جواز آهي تہ اها قوم جيڪا علي

عليہ السلام جي شيعہ آهي ۽ ان سان محبت ڪرڻ واري آهي، ان وٽ ڪو هڪڙو اهڙو رسالو يا ڪتاب ڪونهي جيڪو اهو ٻڌائي سگهي تہ علي عليہ السلام ڪير هيا، فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها ڪير هيون. انهن ٻنهي جي سيرت ۽ ڪردار جا خدوخال ڪهڙا هيا. اهي ۽ انهن جي اولاد ڪهڙي نموني زندگي گذاريندا هيا. انهن جي سوچ ڪهڙي هئي. انهن جو قول ۽ عمل (فعل) ڪهڙو هيو. اسان وٽ انهن موضوعن تي ڪا هڪڙي لکت (تصنيف) ڪونهي.

اسان جي عوام جن جي سموري زندگي امامن سڳورن جي محبت جي لاءِ وقف آهي، جيڪي انهن جي مصيبتن تي روئڻ کي پنهنجي زندگيءَ جومقصد سمجهندا آهن. جيڪي پنهنجي زندگيءَ جا مهينا ۽ سال، پنهنجو وقت پنهنجي دولت، سڀ ڪجهہ انهن امامن سڳورن جي محبت جي لاءِ خرچ ڪندا آهن. جيڪي انهن امامن سڳورن سان هر طرح جي عقيدت ۽ خلوص رکن ٿا، مگر انهن جي باري ۾ ڪجهہ بہ ڪونہ ٿا ڄاڻن. هي اهي هستيون آهن جن جي زندگيءَ جو رخ، انهن جي هر حرڪت ۽ سڪون، انهن جو ڳالهائڻ، انهن جي ماٺ، انهن جي آزادي، انهن جي گرفتاري غرض تہ انهن جي سموري زندگي ماڻهن جي لاءِ حق لاءِ زندگي گذارڻ جو نمونوآهي، آگاهي جو پيغام آهي، عزت، آزادي ۽ انسانيت جي احترام جو سبق آهي. مگر اسان انهن زندگي بخشيندڙ ۽ انسانيت جو حقي نمونو پيش ڪندڙ هستين جي باري ۾ ڇا ڄاڻون ٿا. بس اهو تہ امامت جي سلسلي ۾ ڪهڙي شخصيت جو نالو ڪهڙي نمبر تي آهي.

جيڪڏهن هڪڙو شخص عاشوري جي ڏينهن تي پنهنجي مٿي ۽ بدن تي تلوار يا ڇرين سان زخم لڳائي ٿو امام حسين عليہ السلام جي نالي تي زخمن تي تڪليف ۾ بہ راحت محسوس ڪري ٿو ليڪن ان جي باوجود اهو امام حسين عليہ السلام جي صحيح معرفت نٿو رکي يا ڪربلا جي معنيٰ کي چڱي طرح نٿو سمجهي تہ قصور ڪنهن جو آهي؟

جيڪڏهن هڪڙي عورت پنهنجي وجود جي مڙني گهراين سان حضرت فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها ۽ حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها جي نالي تي روڄ راڙو (گِريو) ڪري ٿي. انهن هستين جي ياد ان

جي رڳن ۾ جسم ۾ رچيل آهي ۽ ان ياد سان ان جي خون ۾ حرارت جي لهر ڊوڙي ٿي، جنهن کي جيڪڏهن انهي ڳالهہ جي پڪ هجي تہ ان جي جان انهن بزرگ هستين جي ڪنهن ڪم اچي سگهي ٿي تہ اها انهن جي نالي تي وڏي خلوص ۽ عقيدت سان پنهنجي جان جو نذرانو پيش ڪرڻ لاءِ بہ تيار ٿي ويجي، ليڪن انهن سيني ڳالهين جي باوجود انهن عظيم هستين جي حقيقت کان واقف ڪونهي. انهن جي احوال کان بي خبر آهي ۽ انهن جي قولن جو علم ڪونہ اٿس تہ ايئن ڇو آهي؟ جيڪڏهن حضرت فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جي باري ۾ ان جي معلومات صرف ايتري آهي تہ ان جي ڪُک تي ان جي گهر جو دروازو ڪيرايو ويو هيو ۽ جيڪڏهن حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها جي باري ۾ ان جو علم محض عاشوري جي صبح کان عاشوري جي شام تائين محدود آهي، اها ان جي باري ۾ صرف ايترو ڄاڻي ٿي تہ اها هڪڙي مظلوم ۽ ڏکويل عورت هئي، جنهن کي پنهنجي ڀاءُ جي لاش کي ڳولڻ لاءِ خيمي مان نڪرڻو پيو ۽ ان کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ڪونہ ٿي ڄاڻي. اها امام حسين عليہ السلام جي پيغام جي تبليغ ۽ اشاعت جي باري ۾ ان جي ڪردار کان واقف ڪونهي. اها عاشوري جي شام کان پوءِ ان کي گم ڪري (وساري) ٿي ڇڏي تہ ان ۾ قصور ڪنهن جو آهي؟

جيڪڏهن ان عقيدتمند مرد جو باشعور ۽ تعليم يافتہ پٽ ۽ جيڪڏهن ان سٺي عقيدي واري عورت جي لکيل پڙهيل ۽ سمجهدار نياڻي اهو سوال ڪن ٿا تہ آخر اهو گريي ۽ عزاداري جو مذهب، اهو آهہ و بڪا ۽ نوحن وارو دين اسان جي ڪهڙي ڪم جو آهي؟ آخر فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها، حسين عليہ السلام ۽ زينب سلام الله تعاليٰ عليها جي محبت ۽ انهن جي ياد ۾ گريو ۽ سڏڪا اسان جي قوم جي ڪهڙي ڪم جا آهن. جيڪا قوم غلام ۽ پنتي پيل آهي ۽ جنهن کي آزادي ۽ آگاهي سان گڏ دشمن قوتن سان مقابلو ڪرڻ جي سگهہ جي ضرورت آهي. جيڪڏهن اسان جي نسل جا دماغ انهن سوالن جي باري ۾ صاف ڪونهن تہ قصور ڪنهن جو آهي؟

جيڪڏهن اهو سمجهدار ۽ آزادي پسند طبقو جيڪو عوام جي محرومي ۽ پسماندگي تي ڏکويل آهي. جيڪو عوام ۾ سجاڳي ۽ عمل

جي جوش جو خواهان آهي، جيڪو پنهنجن اجتماعي حالتن کي تبديل ڪرڻ گهري ٿو مگر اهو پنهنجي مذهب ۽ تاريخ کان آگاهہ ڪونهي. جيڪو پنهنجي ماحول کان متاثر ٿي اسلام کي مديني، فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جي گهر، حسين عليہ السلام جي شهادت گاهہ زينب سلام الله تعاليٰ عليها جي قافلي مان اخذ ڪرڻ جي بجاءِ ان کي اصفهان، تهران، مشهد ۽ قُم ۾ تلاش ڪري ٿو ۽ عزاخانن، درگاهن ۽ خانقاهن کي دين جو مرڪز سمجهي ٿو اهو هي اعتراض ڪري ٿو تہ اسان جي عورت طبقي لاءِ جيڪا محرومي، جهالت ۽ پسماندگي جو شڪار آهي ۽ جنهن کي آزادي جي آگاهي ۽ بصيرت جي ضرورت آهي، آخر اهو مذهب جيڪو ظاهري طور ماضي جي غم جو افسانو آهي ۽ جيڪو صرف تاريخ جي گذريل واقعن تي نفرت ۽ ملامت جو اظهار آهي ۽ جيڪو صرف محبت ۽ نفرت جي جذبن جي رسمي اظهار جو مجموعو آهي، ڪهڙي مرض جي دوا آهي. اهو اسان جي ڪهڙي ڏک جو تدارڪ ڪري ٿو. اهو اسان جي عملي زندگي تي ڪهڙا اثر مرتب ڪري ٿو تہ تصور ڪنهن جو آهي؟

مسئلو اهو آهي تہ اسان دين کي محض ماضي جو قصو سمجهي ڇڏيو آهي ۽ حال سان ان جو ناتو ٽوڙي ڇڏيو آهي. اسان بس ماضي جي ڪجهہ واقعن جي ياد ملهائي مطمئن ٿي وڃون ٿا ۽ انهن واقعن ۾ جيڪو عمل جو سبق ۽ انقلاب جو پيغام آهي ان کان اکيون بند ڪري ڇڏيون ٿا. اسان مذهب کي واقعن ۽ حادثن جو مجموعو بڻائي ڇڏيو آهي، اهڙا واقعا ۽ حادثا جن جو تعلق ماضي سان آهي ۽ جيڪي اسان جي موجوده حالتن کي بدلائڻ لاءِ ڪائي تحريڪ فراهم ڪونہ ٿا ڪن. ان کان بہ وڌيڪ سخت ۽ افسوسناڪ ڳالهہ اها آهي تہ اسان ماضي جي ياد کي، حال کي وسارڻ جو ذريعو ٺاهي ڇڏيو آهي. اسان جو مذهب اسان کي موجوده حالتن کان بيگانو بڻائي اسان جو سمورو ڌيان ماضي جي انهن واقعن ڏانهن موڙي ڇڏي ٿو جيڪي صديون اڳ هڪڙي اجنبي ۽ بيگاني سرزمين تي ظاهر ٿيا آهن. اسان پنهنجي دور ۾ ٿيڻ واري ظلم ۽ ستم کان غافل آهيون. اسان اجتماعي ذميوارين کي محسوس ڪونہ ٿا ڪريون. اسان جو معاشرو غلامي جي ڳٽ ۾ جڪڙيو پيو آهي ليڪن

اسان پنهنجي ڳچي ۾ ان ڳٽ جي سختي ۽ تڪليف محسوس ڪونہ ٿا ڪريون. اسان جو صرف اهو ڪم رهجي ويو آهي تہ اسان ماضي جي واقعن تي غم ۽ غصي جو اظهار ڪندا آهيون. اسان جڏهن اهو ٻڌون ٿا تہ خليفي هڪڙي بيمار جي ڳچي ۾ ڳٽ کي جڪڙي ڇڏيو هيو تہ اسان جو رت ٽهڪڻ لڳي ٿو اسان پنهنجي تلوار کي مياڻ مان ڪڍي وٺون ٿا. ليڪن ان جو هدف خود اسان جو مٿو يا بدن هوندو آهي. اسان پاڻ کي زخمي ڪندا آهيون. ايستائين جو اسان تي خود بخود ڪمزوري ۽ بيهوشي طاري ٿي ويندي آهي، پوءِ اسان جي دل ان کان بعد مطمئن ٿي ويندي آهي تہ اهڙي طريقي سان اسان جا سمورا گناهہ ڌوپجي ويا. سڀ خطائون معاف ٿي ويون، اسانجي ڪلهن تان مڙني ذميوارين جو بار لهي ويو. اسان انهي خوش فهمي جو شڪار هوندا آهيون تہ ان "وڍ ٽُڪ جي مختصر عمل" جي ذريعي اسان عدل الاهي جي قانون کي بدلائي ڇڏيو. اسان مڪافات عمل جي تارازي کي اونڌو ڪري ڇڏيو. اسان جي مٿي يا بدن مان جيڪو رت وهيو آهي ان سان گڏ اسان جي اعمال نامي جي سموري مَس ڌوپجي وئي. هاڻي اسان جي گناهن جو ڳاڻاٽو چاهي آسمان جي تارن، درياء جي لهرن ۽ رڻ پٽ جي واري جي ذرڙن کان بہ زياده هجي، هڪدم معاف ٿي ويا. هاڻي اسان اهڙا ٿي وياسين جيئن ماءُ جي پيٽان ڄاول تازو ٻار. نہ صرف اهو تہ اسان جا گناهہ معاف ٿي ويا بلڪ شايد اهو بہ تہ الله ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي اسان جو احسان بہ ٿي ويو. اهوئي سوچ جو اهو غلط انداز آهي جنهن جي ڪري اسان پنهنجي مذهب کي جيڪو ماڻهن کي شعور ۽ آگاهي جو پيغام ڏئي ٿو انهن ۾ ذميواري ۽ جوابداري جو احساس پيدا ڪري ٿو جيڪو امربالمعروف، نهي عن المنڪر، جهاد و شهادت، ايثار و انفاق ۽ قيامِ عدل و ترديدِ ظلم جي مطلب وارو آهي، ان کي رسمن جي هڪڙي اهڙي مجموعي ۾ تبديل ڪري ڇڏيو آهي جنهن جو مقصد گِريو آهہ و بڪا، روح راڙو وسيلو ۽ تقيو بي معنيٰ انتظار بي اصولي شفاعت ۽ بيمقصد تعريف ۽ ساراهہ ۽ نفرت ۽ لعنت ملامت بڻجي ويو آهي. اسان وٽ اسان جي امامن سڳورن جو فقط ايترو ڪم آهي تہ اهي آخرت واري دنيا ۾ اسان جي دستگيري ڪن، اسان کي دوزخ جي عذاب کان بچائين،

اسان جا گناهہ بخشرائين ۽ اسان جي شفاعت ڪن. اسان هدايت جي انهن امامن سڳورن ڪان پنهنجي دنيا ۽ دنياوي زندگي جي اصلاح لاءِ ڪو سبق ڪونہ ٿا وٺون. نتيجو اهو آهي تہ اسان جو عوام ڪمزوري، مصيبت ۽ بيوسي جو شڪار آهي ۽ ان کي پنهنجي تقدير سمجهي مطمئن آهن. اهي غلفت جو شڪار آهن، اهي ظلم ۽ ستم کي سهن ٿا ۽ ان جي خلاف آواز بلند ڪرڻ جي ضرورت کان غافل آهن. اهي خوار آهن، پنتي پيل آهن، ڪمزور آهن، اهي پنهنجين حالتن کي بدلائڻ جي لاءِ ڪوئي قدم ڪونہ ٿا کڻن. اهي هر عمل ۽ هر قدم کان مايوس ۽ بي نياز آهن. مگر ان صورتحال جي ذميواري ڪنهن تي آهي، قصور ڪنهن جو آهي؟

جيڪڏهن اسان جي عوام جو عقيدو اهو آهي تہ صرف "حبِ علي يا ولايتِ علي" جو اهڙو اعتقاد جيڪو معرفت ۽ عمل کان کوکلو آهي، ڪوئي اهڙو ڪيميائي اثر رکي ٿو ڪوئي اهڙو جادو آهي جيڪو برائين کي نيڪين ۾ تبديل ڪري ڇڏي ٿو جيڪڏهن انهن وٽ هن قرآني آيت "انهن جون برائيون (سيئات) نيڪين (حسنات) ۾ تبديل ڪيون وينديون" جو مفهوم اهو آهي تہ چاهي انسان هن دنيا ۾ ڪيترائي گناهہ ڪري قيامت ۾ ان جون اهي برايون نيڪيون ٿي وينديون؛ بين لفظن ۾ جيڪڏهن ماڻهو اهو سمجهن ٿا تہ چاهي انسان هن دنيا ۾ ڪيترائي گناهہ ڪندو رهي محض حبِ علي قيامت ۾ ان جي لاءِ ثواب ۽ بخشش جي ضمانت آهي تہ ان ۾ قصور ڪنهن جو آهي؟

جيڪڏهن ولايت ۽ امامتِ علي عليہ السلام جو عقيدو جيڪو صدين کان هڪڙي عظيم انقلابي تحريڪ جي علامت آهي؛ هڪڙي اهڙي تحريڪ جيڪا عدل وآزادي جي قيام ۽ ظلم ۽ ڏاڍ جي خلاف جنگ ۽ جهاد جي تحريڪ آهي؛ جيڪا حقيقت ۾ ماڻهن جي لاءِ آگاهي ۽ سجاڳي جو پيغام آهي؛ آزادي، مساوات، انصاف ۽ احترام انسانيت جو پيغام آهي؛ جيڪا هڪڙي ڪامل فرد ۽ هڪڙي صالح معاشري جي قيام لاءِ جدوجهد جو پيغام آهي؛ جيڪا ڏاڍ، استحصال ۽ طبقاتي تضاد کي رد ڪري هڪڙي اهڙي معاشري جي قيام جي دعوت ڏئي ٿي جنهن جو بنياد عدل و احساسن تي هجي؛ ولايت و امامت علي

عليہ السلام جو عقيدو جيڪو فڪرو عمل ۾ انقلاب برپا ڪري فرد ۽ معاشري جي حالت کي بدلائڻ جي صلاحيت رکي ٿو ليڪن اسان ان عقيدي جي انقلابي فائدن کان محروم آهيون ۽ جيڪڏهن اسان علي عليہ السلام ۽ فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها ۽ ٻين امامن سڳورن جي پيروي جي قدر ۽ قيمت، ۽ ان جي اثرن ۽ فائدن کي هن دنيا جي بجاءِ صرف آخرت سان لاڳاپيل سمجهي ڇڏيو آهي، ٻين لفظن ۾ جيڪڏهن اسان امامت جي دائري ڪار ۽ ان جي اثرن کي هن دنيا جي بجاءِ آخرت واري دنيا ۾ منتقل ڪري ڇڏيو آهي، پنهنجي زندگي سان ان جي تعلق کي ختم ڪري ان کي صرف حيات بعدالموت جي مسئلن تائين محدود ڪري ڇڏيو آهي تہ ان ۾ قصور ڪنهن جو آهي؟

جيڪڏهن اسان جي ابن ڏاڏن پنهنجي زندگي، پنهنجين حالتن، پنهنجي فڪري طريقي ۽ پنهنجي معاشري کي بدلائڻ ۾ ان خاندان جي محبت جي زندگي بخشيندڙ ۽ انقلاب برپا ڪندڙ اثرن کان ڪوئي فائدو ڪونہ ورتو ۽ جيڪڏهن اسان جو نئون نسل ان بي عملي ۽ بي اثري کان بددل ٿي مذهب کان مايوسي ۽ ان عظيم گهراڻي کان لاتعلقي جو شڪار ٿي رهيو آهي تہ قصور ڪنهن جو آهي؟

خلاصو اهو آهي تہ جيڪڏهن اسان جا اهلِ فڪرونظر اهو اعتراض ڪن ٿا تہ اسان جو معاشرو توڙي جو اسلامي معاشرو آهي، هڪڙو اهڙو معاشرو جيڪو ولايت علي عليہ السلام، امامن سڳورن جي امامت ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهراڻي جي محبت (مودت) تي اعتقاد رکي ٿو ليڪن ان جي باوجود گهٽ ۾ گهٽ ٻين معاشرن کان پٺتي پيل آهي، چاهي اهي اسلامي معاشرا هجن يا غيراسلامي، چاهي ولايت علي عليہ السلام تي اعتقاد رکندا هجن يا ولايت ۽ امامت جا منڪر هجن، چاهي اهي مذهبي معاشرا هجن يا غيرمذهبي معاشرا، يعني تمدن، ثقافت، زندگي جي مادي معيار مطلب هر اعتبار ۾ انهن کان پٺتي پيل آهي، تہ انهي اعتراض جو ڪهڙو جواب آهي. ان سان گڏ اسان اهو بہ ڏسون ٿا تہ ڪجهہ ٻيا معاشرا بہ خارجي (بيروني) قابضن، تاريخي ڏاڍ ۽ پوئتي ڌڪڻ وارن ٻين عملن جي زد تي رهيا ۽ ڪن حالتن ۾ اهي عمل گهڻو ڪري زياده گهرا ۽ زياده شديد هيا

ليڪن ان جي باوجود تہ اهي حُبِ علي عليہ السلام، امام حسين عليہ السلام جي عزاداري، امامِ موعود جي انتظار ۽ فقہ جعفري جي اصولن کان اڻ واقف ۽ محروم هيا مگر انهن اهڙين منفي ۽ عوام دشمن طاقتن جو مقابلو زياده همت ۽ جرئت سان ڪيو ۽ اهي عدل و انصاف، اجتماعي ۽ عمومي اخلاق، انساني آزادي ۽ احترام، تلاشِ حقيقت، اجتهادِ علم، پاڪيزگي فڪر و نظر (غرض انفرادي ۽ اجتماعي زندگي) جي هر سطح تي اسان کان بهتر نظر اچن ٿا. اهي زندگي جي جدوجهد ۾ ڪامياب ۽ تعمير و ترقي جي راهہ ۾ اسان کان اڳتي آهن، مگر سوال اهو آهي تہ اسان جي پستي ۽ مجبوري ۾ قصور ڪنهن جو آهي؟

# باب ٽيون

## مسئلن جو تجزيو

### اصل غلطي ڪٿي آهي؟

جيڪڏهن اسان جي قوم ولايت ۽ امامت علي عليہ السلام جي معتقد ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهراڻي سان محبت جي دعويدار هجڻ جي باوجود ذلت ۽ محتاجي جو شڪار آهي تہ ان ۾ قصور ڪنهن جو آهي؟ اصل نقص ڪٿي آهي؟

### اصل نقص ڪٿي آهي؟

- ڇا اهو پاڪ ۽ بزرگ گهراڻو بي فيض ۽ بي اثر آهي؟
- يا اسان جي نئين نسل جي روشن فڪر طبقي معاملن جو غلط تجزيو ڪيو آهي.
- يا اسان جي مذهبي عوام پنهنجن فرضن جي بجاآوري ۾ ڪوتاهي ڪئي آهي.

حضرت علي عليہ السلام حقيقت جو روشن ترين مظهر آهن. اهي پنهنجي ذات ۾ هڪڙو ادارو آهن. هڪڙو مڪتب فڪر آهن. اهي انسانذات جي تصور ڪمال ۽ ارتقا جي جسماني صورت آهن.

اهي هڪڙي داستاني ماجرا آهن، هڪڙو ديومالائي سچ آهن.

اهي هڪڙا اهڙا انسان آهن جهڙو هڪڙي مثالي انسان کي هجڻ گهرجي، پر ان جهڙا مثالي انسان حادثاتي دنيا ۾ هوندا ڪونہ آهن. انهن جي گهرواري حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها هڪڙي آئيڊيل(مثالي) عورت جو نمونو آهن. ڪامل ۽ پاڪيزه ترين نمونو. اها ارتقا جي اها آخري ممڪن حد آهي جنهن تائين هڪڙي مثالي عورت ئي پهچي سگهي ٿي مگر جنهن تائين رسائي ڪنهن بہ عورت جي لاءِ ممڪن ڪونهي.

امام حسين عليہ السلام ۽ زينب سلام الله تعاليٰ عليها اهڙا مثالي پاءُ ۽ پيڻ آهن جيڪي تاريخ ۾ هڪڙي بي مثال انقلاب جي علامت آهن. هڪڙو اهڙو انقلاب جنهن ظلم ۽ ڏاڍ ۽ مڪر ۽ فريب کي خوار ۽ ذليل ڪري انسانذات جي حرمت ۽ آزادي جو جهنڊو بلند ڪيو.

اهو گهر، علي عليہ السلام ۽ فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جو گهر، حقيقت ۾ "ڪعبو" آهي، جتي ابراهيم عليہ السلام جي اولاد ۽ ان جا وارث رهن ٿا. ڪعبو هڪڙي نشاني آهي ۽ هي گهر هڪڙي حقيقت آهي. اهو گهر پٿرن جي عمارت آهي، هي گهر انسانن سان تعلق رکي ٿو. ان گهر جي چوڌاري صرف مسلمان طواف ڪندا آهن ليڪن هي گهر ان هر دل جو ڪعبو آهي جيڪا دل انسانذات جي حسن ۽ جلال سان محبت رکي ٿي. جيڪا دل انسانذات جي نجات جي لاءِ آزادي، عدالت، عشق، اخلاص، تقوا ۽ جهاد جي قدرن تي يقين رکي ٿي ۽ جيڪا شهادت جي موت واري اصول کي انسانذات جي زندگيءَ جي ضمانت سمجهي ٿي.

اچو ان تصوير جو ٻيو رخ ڏسون. تاريخ ان سموري ڊگهي عرصي ۾، وقت جي ان ڏکي ۽ پريشاني واري سفر ۾، جڏهن تاريخ شهنشاهن جو دم ڀريندي نظر اچي ٿي، جڏهن تمدن ۽ ثقافت، ادب ۽ هنر، علم ۽ مذاهب ۽ مذهب ۽ سياست بادشاهن ۽ انهن جي محلاتن جي چوڌاري چڪر لڳائيندي نظر اچن ٿا. اسان جو باشعور وفادار ۽ فضيلت جي شناس رکڻ وارو عوام سدائين ان گهر جي عظمت ۽ حرمت جي واکاڻ ڪندي نظر اچي ٿو. اهي ان گهراڻي سان، جنهن کي محروم ۽ مظلوم بڻايو ويو ۽ جيڪو مڪر ۽ فريب جو شڪار رهيو هڪڙي اهڙي وابستگي ۽ عقيدت جو اظهار ڪندا رهيا آهن جيڪا ناقابل شڪست آهي. جيڪو دائمي ۽ ابدي وفا جو واعدو آهي. اهي پنهنجون سموريون تمنائون ۽ خواهشون، ايمان ۽ فڪرونظر جو جذبو غرض تہ پنهنجي زندگيءَ جو سمورو سرمايو انهن هستين تي قربان ڪندا رهيا آهن ۽ اڄ بہ اسان ڏسون ٿا تہ ماڻهن جون زبانون انهن جي مدح ۽ ثنا ۾ مشغول آهن، انهن جون دليون انهن هستين جي ياد ۾ بي تاب ۽ انهن جون اکيون انهن جي غم ۾ لڙڪن سان ڀريل آهن، ۽ اهي پنهنجن امامن سڳورن جي نالي تي جان ومال جي ڪنهن بہ قرباني کان ٽال مٽول ڪونہ ٿا ڪن.

ٿورو ڏسو تہ اهي اڄايل ۽ بکايل غريب ماڻهو پنهنجي محبوب گهراڻي جي هڪڙي هڪڙي فرد سان عقيدت ۽ محبت جي نشاني طور ڇا ڇا ڪونہ ڪندا رهيا آهن ۽ ڇا ڇا ڪرڻ لاءِ آماده ڪونہ آهن. آخر انهي وات ۾ انهن هڪڙي تر جيتري بہ ڪا ڪوتاهي يا سُستي ڪئي هجي.

ڪڏهن ڪڏهن ميڙڻ جي مقابلي ۾ قرباني وارو عمل ايمان ۽ خلوص جي بهتر نشاندهي ڪندو آهي، ٻين لفظن ۾ ايمان ۽ خلوص جي گهرائي جو اندازو ڪرڻو هجي تہ ٻين ڳالهين جي مقابلي ۾ مالي قرباني هڪڙو بهتر پيماني جو ڪم ڏيندي آهي. انهي لحاظ کان سمورن وقتن تي انهن وسيلن جي نذرونياز ڪرڻ واري عمل جو اندازو لڳايو جيڪي ان خاندان جي نالي تي خرچ ڪيا وڃن ٿا. اڄ جي دور ۾ بہ جڏهن ماده پرستي جو رجحان مضبوط ۽ مذهبي جذبو ڪمزور ٿيندو پيو وڃي، جڏهن اقتصادي جذبو غالب اچي ويو آهي، اسان ڏسون ٿا تہ توڙي جو اسان جو عوام غربت ۽ تنگدستي جو شڪار آهي، خود انهن جي لاءِ پنهنجي خوراڪ، پنهنجن ٻارڙن لاءِ ڪير خريد ڪرڻ ۽ بيمارن جي لاءِ علاج جو مسئلو زندگيءَ جو سڀ کان وڏو ۽ سنگين مسئلو بڻجي ويو آهي، ان جي باوجود انهن ڏينهن ۾ جيڪي انهن هستين جي ياد ملهائڻ لاءِ مقرر آهن، لکن کان بہ وڌيڪ مجلسون انهن جي نالي تي منعقد ڪيون وڃن ٿيون. مختلف حيثيتن وارن تقريبن ڏيڍ لک مذهبي عالمن ۽ ستر هزار کان وڌيڪ مرثيہ ۽ نوحہ خوانن جي، جن جو ڪم انهن بزرگ هستين جي ياد تازو ڪرڻ آهي، گذرمعاش لاءِ خدمت انهن رقمن مان ڪئي ويندي آهي جيڪي مذهب جي نالي تي عوام خرچ ڪندو آهي. ان کان علاوه امام بارگاهن ۽ خانقاهن جي تعمير بہ انهي رقم مان ڪئي ويندي آهي. ماتمي دستن ۽ انجمنن جي تشڪيل ۽ انهن جاخرچ بہ ان رقم مان پورا ڪياويندا آهن. ان سان گڏ مجلسن جي تبرڪ ۽ طعام تي بہ گهڻي رقم خرچ ٿيندي آهي. پوءِ اها رقم بہ آهي جيڪا خمس، صدقن ۽ خيرات جي نالي تي ڪڍي ويندي آهي ۽ ان جڳهي ۽ بي انداز رقم جو حساب ڪتاب ڪرڻ مشڪل آهي. مذهب جي نالي تي اسان جي عوام جي مالي قرباني جي اهميت ان وقت اڃا گهڻو وڌي وڃي ٿي جڏهن اسان ڏسون ٿا تہ اسان جي قوم اقتصادي

اعتبار کان پنتي پيل آهي. اسان نهايت غريب ماڻهو آهيون. اسان جي في کس آمدني دنيا جي گهٽن ئي ملڪن جي مقابلي ۾ تمام ٿوري آهي. ان سان گڏ اسان کي اهو بہ ياد رکڻ گهرجي تہ اسان جي قوم معاشي اعتبار کان زبردست طبقاتي تضاد جو شڪار آهي. اسان جي قومي سرمايي جي اڌ تي تقريبن ڪجهہ هزار ماڻهو قابض آهن. اسان جي سموري آمدني جو 2/3 حصو اسان جي مجموعي آبادي جي 1/10 حصي تي خرچ ٿئي ٿو يعني آمدني جا ٻہ حصا مجموعي آبادي جي ڏهين حصي تي خرچ ٿين ٿا ۽ صرف ٽيون حصو باقي آبادي (نون حصن) تي خرچ ٿئي ٿو.

ماضي جي برخلاف هاڻي دولت جاگيردارن ۽ واپارين جي هٿن مان نڪري نون سرمائيدارن، صنعتڪارن ۽ استحصالي طبقي جي هٿن ۾ پهچي وئي آهي ۽ سرمايو (ناڻو) جيڪو پهريان ڏاتو جي سڪن جي شڪل ۾ هوندو هيو هاڻي ناڻي وارن نوٽن جي شڪل ۾ تبديل ٿي ويو آهي. پهريان ان سرمايي جي جاءِ دوڪان، بازار، هنرمند، سونارا ۽ ڏنڌي وارا ۽ مزدور هيا. هاڻي ان جي جاءِ بئنڪ، اسٽاڪ ايخسچينج، ٻاهريون ڪمپنيون، تجارتي ۽ صنعتي ادارا ۽ حصيدار ۽ ڪارخانا ٿي ويا آهن.

اهو نودولتي طبقو مغرب جي اثر جو شڪار ۽ مذهب کان بيزار آهي. جيڪڏهن ان طبقي جا ڪجهہ فرد مذهبي جذبو ۽ لاڙو رکن ٿا تہ پوءِ صورتحال اها آهي تہ انهن پنهنجي مذهب کي مغربي رنگ ۾ رنگي ڇڏيو آهي. انهن جا سڀ ڍنگ ۽ رسمون، طور طريقا، مذهبي ڪاروهنوار مغرب جي سانچي ۾ ڍليل آهن. بقول سيد قطب جي تہ انهن جو اسلام آمريڪي اسلام آهي، هڪڙو اهڙو مذهب آهي جيڪو انسان کي هر قسم جي ذميواري، قرباني ۽ عمل جي تڪليف کان بي نياز ڪري ڇڏي ٿو. اهو بي رحمت ۽ بي خرچ اسلام آهي. ان آمريڪي اسلام جا پيروڪار گهٽو ڪري مذهب تي نڪتہ چيني ڪندا رهندا آهن. نظرياتي بحث ڪندا آهن. ۽ انهن مان اڪثر پنهنجي پر ۾ دانشوري ڪندا آهن. روشن خيال هجڻ جي دعوا ڪندا آهن ۽ انهن جو نئون نسل، نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون، سئزرليند، پئرس، انگلستان، آمريڪا ۽ آسٽريا جهڙن ملڪن ۾ نائٽ ڪلبن ۾ ناچ گهرن، ۽ عيش

عشرت وارن اڏن تي بي تحاشا دولت خرچ ڪري عيش ڪرڻ تي هڪ ٻئي کي داد ڏيندا آهن.

اهي مغربيت کان متاثر ٿيل ماڻهو پنهنجن زالن کي ساڻ وٺي وڃي سال ۾ هڪ ٻه ڀيرا مغربي ملڪن ۾ گهمندا ڦرندا آهن. اهي پاڻ سان گڏ گهڻي دولت کڻي ويندا آهن جيڪا بازارن ۾ ۽ تفريح گاهن ۾ پاڻي وانگر وهائيندا رهندا آهن. اهڙي نموني اها دولت وڏي آساني سان مغربي سرمائيدارن جي کيسن ۾ منتقل ٿي ويندي آهي. يورپ جا عيار تاجر ۽ عياشي جا اڏا هلائڻ وارا انهن کي سوني جهرڪي سمجهندا آهن. ليڪن انهن کي غيرترقي يافتہ ۽ پٺتي پيل ملڪن مان آيل اهڙا گڏهہ تصور ڪندا آهن جن جا کيسا دولت سان پُر آهن ۽ جيڪي ان دولت کي يورپي رقاصائن جي ناز ۽ نخرن تي نڇاور ڪرڻ وقت اهو وساري ويهندا آهن تہ انهن جو تعلق هڪڙي اهڙي ملڪ سان آهي، جيڪو پٺتي پيل، غريب ۽ سُڃو آهي. جڏهن انهن جا کيسا خالي ٿي ويندا آهن تہ پوءِ اهي وري پنهنجي وطن موٽي ايندا آهن تہ جيئن وطن عزيز ۾ هڪڙو ڀيرو وري استحصال، مڪر، ۽ رياڪاري جي ذريعي پنهنجي دولت گڏ ڪن ۽ پوءِ وري ان دولت کي کڻي وڃي مغربي سرمائيدارن جي حوالي ڪري ڇڏين. اهڙا ماڻهو پنهنجي زندگي کي اهڙي روش تي لاڙي ڇڏيندا آهن ۽ ان کي ترقي، تهذيب ۽ شائستگي جو نالو ڏئي پاڻ کي وڏو مُهذب ۽ معتبر سمجهندا آهن.

ٻئي طرف هڪڙو اهڙو شخص جيڪو ڪڙمي، پورهيت يا وچولي طبقي جو واپاري آهي، پنهنجي سڄي زندگي ۾ صرف هڪڙو ڀيرو حج يا ڪربلا جي زيارت جو ارادو ڪري سگهي ٿو اهو سموري زندگي محنت ۽ ڪوشش جي نتيجي ۾ صرف هڪڙو ڀيرو سفر ڪرڻ جي همت ڪري سگهي ٿو انهيءَ ڪري جو حج يا زيارت جي لاءِ سفر جو خرچ ان جي پوري زندگي جي هڙ حاصل آهي. اهوئي سفر ان لاءِ تفريح بہ آهي، سير سفر بہ آهي، فرض جي ادائگي بہ آهي، اهوئي اهو واحد رابطو آهي جيڪو ان جي ۽ ٻاهرين دنيا جي وچ ۾ ممڪن ٿي سگهي ٿو. اهو ان جي ايمان ۽ عقيدي جي تجديد ۽ اوجر ۽ پنهنجي تاريخ ۽ ثقافت سان وابستگي جو ذريعو آهي. اهوئي سفر آهي جنهن جي ذريعي

اهو پنهنجي محبوب شخصيتن جي مزارن جي زيارت ڪري پنهنجي عشق ۽ ايمان جي تجديد ڪري سگهي ٿو. پنهنجي روح ۽ قلب کي تازگي بخشي سگهي ٿو ۽ ان سفر جي ذريعي اهو پنهنجي تمدني ۽ فني آثارن جو مشاهدو ۽ مطالعو ڪري سگهي ٿو. غرض تہ اهو سفر ان جي لاءِ مذهبي، فڪري، ثقافتي، تاريخي ۽ سماجي هر لحاظ کان اڻ ڳڻين فائدن جو حامل آهي، ليڪن اهو ان سفر جي لاءِ سڄي عمر ۾ صرف هڪڙو ڀيرو ارادو ڪري سگهي ٿو. ان هڪڙي حج ۽ زيارت جي سفر لاءِ بہ ان کي هڪڙي ڊگهي عرصي تائين رقم گڏ ڪرڻي پوندي آهي. ڪنهن نہ ڪنهن نموني ۾ اهو هزارين روپيہ گڏ ڪندو آهي جنهن مان ڪجهہ هزار ڪرائي ڀاڙي تي خرچ ٿي ويندا آهن، ڪجهہ رقم کائڻ پيئڻ ۽ رهائش ۽ ٻين روزاني ضرورتن تي خرچ ٿي ويندي آهي ۽ ٿورڙي رقم مان ڳوٺاڻن ۽ ٻين دوستن لاءِ ڪجهہ تبرڪات ۽ سوکڙيون وٺي ايندو آهي ..... اها ڳالهہ ذهن ۾ رهي تہ اها سموري رقم ان رقم کان ڪيترائي حصا گهٽ هوندي آهي جيڪا رقم مغرب کان متاثر ٿيل ڪو جوڙو ... ڪنهن هڪڙي رات ۾ شراب خانن ۾ ناچ گهرن ۾ لٽائي ڇڏيندو آهي يا وري پنهنجي عياشي واري ناشتي(نيرن) تي خرچ ڪري ڇڏيندو آهي. هڪڙي طرف تہ ان نودولتي طبقي جا فرد مغربي اثر واري جديديت (نواڻ) ۽ ترقي جي نالي تي ملڪي سرمايي کي پنهنجي عياشي تي خرچ ڪندا آهن ۽ ٻئي طرف نام نهاد ماڻهو دانشوري ۽ روشن خيالي جي نالي تي جڏهن اهي غريب عوام جي مسئلن تي خيالن جو اظهار ڪندا آهن تہ پوءِ انساني قدرن، اقتصادي ۽ طبقاتي مسئلن، اجتماعي همدردي ۽ ملڪي ترقي جي موضوعن تي اهڙن ترقي پسند فڪر ۽ خيالن جو اظهار ڪندا آهن جو جيڪڏهن ڇِي گويرا جهڙو انقلابي ماڻهو بہ اهي ٻڌي تہ حيراني ۾ دنگ رهجي وڃي.

هن وقت اسان جي اقتصادي حالت بدکان بدتر ٿيندي پئي وڃي. عوام پريشاني ۽ بک جو شڪار آهي ۽ انهن جي پريشاني ڏينهون ڏينهن وڌي رهي آهي. ٻئي طرف هڪڙو نودولتي طبقو امير کان امير تر ٿيندو پيو وڃي. نئين جاگيردارن، واپارين ۽ پراڻن اميرن جو طبقو ان نئين ابڙ واري طبقي جي مقابلي ۾ ڏتڙجندو ۽ ڪمزور ٿيندو پيو وڃي.

دولت جي ورهاست جو توازن تبديل ٿي رهيو آهي. پراڻو امير طبقو هاڻي نسبتن ڪمزور ٿي ويو آهي، انهن مان اڪثر ماڻهو پنهنجي پراڻي حالت تي بيٺل آهن، جڏهن تہ ان طبقي جي اقليت پنهنجي حالت بدلائي نودولتي طبقي ۾ شامل ٿي رهي آهي. مطلب تہ دولت جي ورهاست جي لحاظ کان هن وقت معاشري ۾ بہ واضح طبقا موجود آهن، جديد طبقو ۽ قديم طبقو جنهن جا فرد مذهبي عقيدن ۽ رسم و رواج سان وفادار آهن. معاشري جي ان اقتصادي، معروضي ۽ ظاهري درجي بندي جي مطابق اهي ماڻهو جيڪي مذهب سان وفادار آهن انهن جو تعلق ان روايتي ۽ قديم طبقي سان آهي جيڪو اقتصادي اعتبار کان ذلت آميز تيزي سان غربت ۽ ڪوٽ جو شڪار ٿي رهيو آهي. ان جي باوجود مذهب جي نالي تي مجلسن ۽ محفلن جو انعقاد، ديني مدرسن جو قيام ۽ چڱن ڪمن جي خرچن تي جيڪا رقم استعمال ٿي رهي آهي، ٻين مذهبي فرضن ۽ ديني مدرسن (حوزه علميہ) جي لاءِ جيڪو خرچ ڪيو وڃي ٿو اهو انهي ڳالهہ جو روشن ثبوت آهي تہ اسان جي عوام جو مذهب سان ڪيترو گهرو تعلق آهي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهراڻي سان انهن جي عقيدت ڪيتري پائيدار ڳوڙهي، پرخلوص ۽ ناقابل شڪست آهي. حقيقت اها آهي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ علي عليہ السلام سان اسان جي عوام جي عقيدت ۽ محبت جي گهرائي جو اندازو لڳائڻ ممڪن ڪونهي.

گفتگو جي انهي مرحلي تي وري اهو سوال اٿي ٿو تہ جيڪڏهن اسان جي قوم ذلت ۽ مسڪيني جو شڪار آهي تہ ان ۾ قصور ڪنهن جو آهي. اهو سوال پوري شدت ۽ سنگيني سان اسان جي سامهون اچي بيهي ٿو ۽ هر باشعور شخص، جنهن ان مسئلي جو مطالعو ڪيو آهي، گهري فڪرونظر ۽ منطقي تجزئي جي ذريعي ان مسئلي جي مختلف پهلوئن جو جائزو ورتو آهي، اهو آهستي آهستي ڪجهہ بدترين ۽ ڄاتل حقيقتن تي پهتو آهي ۽ انهن حقيقتن کي مختصر طور ۽ ترتيب سان هئين بيان ڪري سگهجي ٿو:

سڀ کان پهرين حقيقت اها آهي تہ اسان جو دين اسلام تاريخ جو سڀني کان آخري مذهب ۽ سڀني کان زياده مڪمل ۽ ترقي يافتہ

مڪتب فڪر آهي ۽ محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم، قرآن و عترت، اصحاب ۽ اسلامي تاريخ هڪڙي عزت واري، شعور واري، مُهذب، متحرڪ، پرشوڪت ۽ هر لحاظ کان ترقي پذير زندگي جو سبق ڏين ٿا. هن دين جو توحيد وارو عقيدو انسان جي اجتماعي وحدت جو بنياد آهي ۽ رسالت جو مقصد اجتماعي زندگي کي عدل جي بنياد تي قائم ڪري هڪڙي اهڙي امت جي تشڪيل ڪرڻي آهي جنهن جو هر فرد شهادت جي جذبي سان سرشار هجي.

ٻي ڳالهہ اها آهي تہ اسان جو مذهب، مذهبِ تشيع، امامت ۽ عدل جو مذهب، علي عليہ السلام ۽ اولاد علي عليهم السلام جي پيروي جو مذهب آهي. ان مذهب جي تاريخ مسلسل جهاد جي تاريخ آهي. هڪڙي اهڙي تاريخ آهي جيڪا قرباني ۽ ايثار جي جذبي سان ڀرپور آهي. اها آزادي جي لاءِ جنگ ڪرڻ ۽ آزادي وانصاف جي دشمن قوتن سان مفاهمت نہ ڪرڻ جي تاريخ آهي. اها هڪڙي اهڙي تاريخ آهي جنهن جو ظلم ۽ ڏاڍ، جوروستم، نفرت ۽ تعصب جي خلاف مسلسل جنگ طرهء امتياز آهي. انهن قوتن سان مسلسل ۽ لاڳيتي لڙائي ان تاريخ جو امتياز آهي. انهن جون ڪوششون غصب حق، مسخ حقيقت، سياسي جبر، اقتصادي استحصال ۽ روحاني ظلم تان پردو کڻڻ واريون علامتون آهن. علي عليہ السلام، اجتهاد ۽ زينب سلام الله تعاليٰ عليها تي ايمان؛ عدل و رهبري معصوم، اجتهاد ۽ جهاد، شهادت جو فلسفو ۽ آخري امام لاءِ انتظار جو فلسفو غرض تہ شيعيت ۽ ان جا سمورا اصول هر گهڙي عدل جي قيام لاءِ جدوجهد جو پيغام آهن.

حقيقت جو هڪڙو ٻيو رخ اهو آهي تہ اسان جو عوام جن کي ايمان جي حرارت ۽ عشق جو سوز ۽ گداز حاصل آهي، اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ علي عليہ السلام جي گهراڻي سان اهڙي والهاڻا محبت ۽ عقيدت رکن ٿا جيڪا محض رسمي مذهبي اعتقاد کان گهڻو وڌيڪ آهي. انهن هستين جو نالو ان جي روح کي فرحت بخشي ٿو ۽ انهن جي ياد رڳن ۾ ان جي خون کي گرم ڪري ڇڏي ٿي. اهي انهن جي قدمن تي پنهنجي جان جو نذرانو پيش ڪرڻ جي تمنا رکن ٿا. اهي انهي غم ۾ تہ اهي عاشورا جي خوني ڏينهن تي ڇو

موجود ڪونہ هيا، آهون ۽ دانهون ڪندا آهن. رت جا ڳوڙها وهائيندا آهن ۽ غم مان بي حال ٿي بيوسي مان پنهنجي مٿي ۽ ڇهري کي تلوار ۽ ڇُري سان زخمي ڪري ڇڏين ٿا ۽ سمورو سال انهن جي غم ۾ غمگين ۽ انهن جي ياد ۾ سوڳوار رهندا آهن. پورو سال انهن جي حالتن ۽ واقعن تي فڪر ۽ جاڪوڙ ڪندا آهن. انهن جي مدح و ثنا ۽ تعريف و توصيف ۾ پنهنجين زبانن کي مصروف رکندا آهن. اسان هڪڙي اهڙي قوم آهيون جيڪا عشق جي جذبي سان پريل، مٿي کان پيرن تائين ڪارو ويس پاتل، مڪمل لڙڪن ۽ درد ۾ غرق ۽ پنهنجي روح جي سمورين قوتن سان جانبازي ۽ قرباني جي لاءِ آماده ۽ غم جي شدت کان بي حال، بي تاب ۽ پريشان آهي.

انهي لاڳاپي ۾ هڪڙي ٻي واضح حقيقت اها آهي تہ اسان جو موجوده دانشور طبقو روشن فڪر نسل، حساس ۽ سجاڳ آهي. اهو قديم زماني جي عالمي تاريخ ۽ پنهنجي ملت جي حالت کان چڱي طرح خبروار آهي. اهو زماني جي رفتار کان واقف ۽ ان جي تقاضائن کان باخبر آهي ۽ هڪڙي مثبت ۽ فعال سوچ رکي ٿو. ان جو فڪر انقلابي ۽ ان جو ايمان پرجوش ۽ متحرڪ آهي. اهي دانشور پنهنجي عوام جي سجاڳي جا پرچارڪ آهن. ماڻهن کي آزادي ۽ عمل جو پيغام ڏين ٿا. انهن ۾ سجاڳي ۽ ذميواري جي شعور کي جاڳائين ٿا. اهي انهن ذميوارين کان چڱي طرح واقف آهن جيڪي ڪنهن معاشري ۾ دانشور طبقي تي عائد ٿين ٿيون. نہ صرف اهو تہ اهي پنهنجين ذميوارين جو گهرو شعور رکن ٿا بلڪ عملي طور تي انهن ذميوارين کي سٺي نموني سان نڀائي رهيا آهن. سوال اهو آهي تہ پوءِ اسان جي قوم جي حالت اهڙي افسوسناڪ ڇو آهي؟ اهي سمورا عنصر جيڪي قوم جي لاءِ زندگي، سجاڳي ۽ تعمير ۽ ترقي جي قوت بخشي سگهن ٿا، آخر بي اثر ڇو آهن؟ انهن جو اسان جي زندگي ۽ حالتن تي ڪوئي اثر ڇو مرتب نٿو ٿئي؟ دين، مذهب، دانشور طبقي ۽ عوام ۾ ڪٿي ڪائي ڪمي يا ڪوتاهي ڪونهي، پوءِ قومي صورتحال اهڙي خراب ڇو آهي؟

آخر ايئن ڇو آهي تہ اسان جي اکين مان وهندڙ لڙڪ جيڪي اسان جي ايمان، خلوص ۽ وفاداري جي علامت آهن ۽ اسان جو ايمان

جيڪو انهن مقصدن سان تعلق رکي ٿو جيڪي زندگي ۽ آزادي سان پريل آهن، ۽ اسان جو عشق جيڪو انهن هستين سان آهي جيڪي انسان جي عظمت ۽ جلالت جو شاهڪار آهن، اسان جي لاءِ بي ثمر ۽ بي نتيجي آهن. اسان مومن ۽ عاشق آهيون ليڪن اسان جو ايمان ۽ اسان جو عشق اسان جي مسئلن کي حل ڪرڻ ۾ ڪائي مدد ڪونہ ٿو ڪري، مگر ڇو؟

اسان جو دين، ڇوٽڪاري جو دين آهي. اسان جو مذهب، عدالت جو مذهب آهي. اسان جو دانشور طبقو سجاڳ ۽ ذميواري جي احساس سان سرشار آهي، اسان جو عوام مومن آهي. سچا ۽ مخلص مومن، ۽ سچا عاشق، ان جي باوجود اسان مجبور، مفلس، غريب ۽ جهالت جو شڪار ۽ ترقي جي ڊوڙ ۾ گهٽين ئي قومن کان پٺتي آهيون. ايئن ڇو آهي. قصور ڪنهن جو آهي؟

هڪڙي لفظ ۾ ان سوال جو جواب اهو آهي تہ قصوروار "عالم" آهن، ليڪن ڪيئن؟ انهيءَ ڪري جو اسلامِ محمد، راهِ علي ۽ ڪارِ حسين تي اسان جي ايمان جو بي ثمر ۽ بي نتيجي هجڻ جو اڪيلو سبب اهو آهي تہ اصل ۾ اسان انهن عظيم هستين کي سڃاڻڻ کان معذور ۽ محروم آهيون.

اسان کي انهن سان عشق آهي، ليڪن اسان ان جو شعور ڪونہ ٿا رکون. اسان انهن سان محبت ڪيون ٿا پر اسان کي انهن جي معرفت حاصل ڪونهي. اسان جو دين جيڪو حقيقت ۾ تازي حياتي بخشڻ وارو دين آهي، جيڪڏهن اسان کي زندگي نٿو بخشي تہ ان جو سبب اهو آهي تہ اسان ان دين تي رسمي ايمان رکون ٿا باقي ان دين جي حقيقت کان واقف ڪونہ آهيون. پوءِ دين جي حقيقت جي ڄاڻ فراهم ڪرڻ ڪنهن جي ذميواري آهي، ۽ ڪنهن تي عائد ٿئي ٿي؟ ديني شعور جي تربيت جو ذميوار ڪير آهي؟

"عالم". اهو عالمن سڀني جو فرض هيو تہ اهي ماڻهن کي علي عليہ السلام ۽ ان جي فڪري پيغام کان آگاهہ ڪن ها.

## عالم ـ علم ـ فقهہ

اسلام جي لغت ۾ عالم، ڪنهن اهڙي شخص کي ڪونهي چيو ويندو جنهن ڪجهہ ڪتاب تہ پڙهيا هجن مگر اهو پنهنجي معاشرتي ۽ اجتماعي ذميوارين جي واعدي کي پورو نٿو ڪري. اسلام ڪنهن اهڙي شخص کي عالم تسليم نٿو ڪري جيڪو محض معلومات رکڻ وارو هجي، جنهن جي ذهن ۾ معلومات ۽ ڄاڻ جو ڍير تہ جمع هجي مگر جنهن جي دل نور کان خالي هجي. دراصل علم هڪڙو نور آهي. نورِ خدا جي ذات ۽ عالم جي دل ان نور جي پرتوي سان منور هوندي آهي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ والہ وسلم فرمايو تہ علم هڪڙو نور آهي (العلم نور يقذفہ الله في قلب من يشاء). جنهن کي الله تعاليٰ جنهن دل ۾ گهرندو آهي روشن ڪندو آهي.

حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو اهو ارشاد پراسرار ۽ مبهم ڪونهي. هتي علم مان مراد محض علم لدني، علم اشراقي يا عرفاني ڪونهي. اهڙي طرح هتي علم مان مراد طبيعات، ڪيميا، تاريخ، جاگرافي، فقهہ، اصول، فلسفو ۽ منطق بہ ڪونهي. انهي ڪري جو اهي سڀ علم محض ”معلومات جو مجموعو“ آهن. اهي نور ڪونهن. اهو علم نور جيڪو آهي، سوالن جوابن ذريعي حاصل ٿيڻ وارو علم آهي، ذميواري وارو علم آهي، علم هدايت آهي، علم عقيدت آهي، جنهن کي قرآن شريف جي اصطلاح ۾ فقهہ چوندا آهن. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ اسان اڄ ڪلهہ فقهہ جي معنيٰ کي گهٽو محدود ڪري ڇڏيو آهي ۽ اسان محض فروعي ۽ شرعي حڪمن جي علم کي فقهہ سمجهون ٿا، ليڪن قرآن شريف جي اصطلاح ۾ فقهہ هڪڙو ڪامل ۽ جامع علم آهي. فقهہ جو علم رکڻ وارو عالم اونداهي سان ڪو واسطو ڪونہ رکندو آهي، اهو پنهنجي علم جي نور سان فضا کي روشن ڪندو آهي، رات جي اونداهي جي پردي کي هٽائيندو آهي. هدايت ۽ عمل واري راهہ جي نشاندهي ڪندو آهي، ان جي عمل جو دائرو ڪنهن خاص طبقي تائين محدود ڪونهي، اهو صرف ڪجهہ شاگردن (طالب علم) کي سبق ڪونهي ڏيندو بلڪ اهو عوام جي شعوري تربيت جو فرض بہ ادا

ڪندو آهي. ان جو علم افلاطوني اڪيڊمي جو علم ڪونهي (جيڪو صرف نظري آهي، عملي ڪونهي) بلڪ ان جو علم رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي علم جو پرتوو آهي. حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ عالم نبين جا وارث آهن (العلماء ورثة النبياء).

اهو علم جيڪو نور آهي، اهو هدايت آهي ۽ اهڙو عالم جنهن جي لاءِ ان جو علم نور بڻجي ويو اهو عالم هڪڙو بصيرت وارو دانشور آهي. اهو هڪڙو اهڙو روشن فڪر شخص آهي جيڪو سچو ۽ پرعزم آهي، جيڪو پنهنجي مڪتبِ فڪر جي ذميوارين کان آگاهہ آهي ۽ انهن کي پورو ڪري ٿو. جيڪو پنهنجين اجتماعي ذميوارين جو شعور رکي ٿو ۽ انهن ذميوارين کي پوري طرح نڀائي ٿو.

شيعا عالم جي ذميواري: ان جي ذميواري اهم ترين ۽ واضح تر آهي. اهو امام جو نائب (نائب امام) آهي. پنهنجي علم جي بنياد تي اهو امامت جي ذميواريءَ جو عظيم بار پنهنجن ڪلهن تي کنيون پيو آهي ۽ امامت جي ذميواري "نبوي ذميواري" جو تسلسل آهي.

شيعن جو عالم نائب امام آهي. اهو امام جي نالي تي ماڻهن کان رقم وصول ڪري ٿو. امام جي حصي (سِهَم امام) کي پنهنجي حساب سان خرچ ڪري ٿو. اهو ماڻهن کي پيغبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رسالت ۽ علي عليہ السلام جي امامت جي اصل معنيٰ ۽ پيغام کان آگاهہ ۽ متعارف ڪرائڻ جو ذميوار آهي. ليڪن اسان ڏسون ٿا تہ عالمن سڀني انهي حوالي سان مڪمل ماٺ اختيار ڪري ڇڏي آهي. جيڪڏهن ماڻهن کي اها خبر ڪونهي تہ امام ڪنهن کي چوندا آهن، امامن سڀني جي سيرت ڪهڙي ۽ انهن جو فڪر ڪهڙو هيو. انهن ڇا چيو، ڪهڙو عمل ڪيو، ڪهڙي طريقي سان زندگي گذاري، تاريخ تي ڪهڙا اثر مرتب ڪيائون، انهن جو مڪتبِ فڪر ڪهڙو آهي، انهن ڪهڙي فڪر ۽ عمل جي نظام جي حمايت ڪئي ۽ ڪهڙي جي مخالفت ڪئي. مختصر طور اهو تہ جيڪڏهن عوام انهي ڳالهہ کان بي خبر آهن تہ امام سڀورا پنهنجن پيروڪارن کان ڪهڙي ڳالهہ جي خواهش ڪن ٿا ۽ اسان انهن جي رستي کي جاري رکڻ لاءِ ڇا ڪري سگهون ٿا تہ اهو عالمن جو قصور آهي.

جيڪڏهن اسان ڏسون ٿا تہ مقامي زبان ۾ ڪنهن يورپي فلم تي ڪتاب جيتري گهٽي تعداد ۾ ملن ٿا ايترا سمورن امامن سڳورن جي متعلق بہ دستياب ڪونهن تہ قصور عالمن جو آهي.

جيڪڏهن اسان جو لکيل پڙهيل نوجوان يونان جي خوار خراب عورت بليتيس جي شعرن جو نهايت خوبصورت ترجمو پڙهي سگهي ٿو ليڪن ان لاءِ علي عليہ السلام جي نهج البلاغہ جو ترجمو دستياب ڪونهي تہ قصور وار عالم آهن. (اهو شاهِ ايران جي غيراسلامي معاشري جي عڪاسي ۽ ايران جي دانشور عالمن جي فڪر ۽ پريشاني جو اظهار آهي. اردو ادارو.)

جيڪڏهن اسان جي عوام جو پنهنجن امامن سڳورن جي باري ۾ معلومات جو دائرو صرف انهن جي نالن ۽ چند ڪرامتن تائين محدود آهي تہ اسان جيڪڏهن انهن جي سموري برڪت ڀريل زندگي مان صرف انهن جي جمڻ ۽ شهادت جي ڏينهن کان ئي واقف آهيون تہ اهو عالمن جو قصور آهي.

## محبت ... معرفت

علي عليہ السلام چشمہ حريت آهي، توانائي جو مرڪز آهي. مگر اهي ماڻهو جيڪي علي عليہ السلام جي محبت جو دم ڀرين ٿا، غلامي ۾ جڪڙيل آهن. ڪمزوري ۽ گهٽتائي جو شڪار آهن. ان تضاد جو ڪهڙو سبب آهي؟

"عدم معرفت".

اسان علي عليہ السلام جي حقيقي معرفت ڪونہ ٿا رکون. محبت جو قدر ۽ قيمت، ۽ اصليت معرفت جي علم جي حوالي سان مقرر ٿيندا آهن. جتي معرفت ڪونهي اتي محبت بي اثر آهي، بي قيمت آهي، اها چاهيندڙن جي زندگي ۾ ڪائي تبديلي ظاهر ڪونهي ڪندي. بنا معرفت واري محبت بي اثر ۽ بي قيمت شي آهي. قرآن شريف جي جيڪڏهن معرفت حاصل ٿي نہ سگهي ۽ جيڪڏهن ان جي تلاوت بصيرت سان نہ ڪئي وڃي تہ پوءِ قرآن شريف ۽ ڪنهن ٻئي ڪتاب ۾

ڪو بيو فرق ڪونهي. قرآن شريف بي شڪ هدايت جو سرچشمو آهي ليڪن ان هدايت کي حاصل ڪرڻ لاءِ معرفت اٽڪرشرط آهي.

علي عليہ السلام بہ پنهنجن پيروڪارن کي چاڻ، عظمت، عزت ۽ آزادي جي دولت عطا ڪن ٿا. پر ڪڏهن ، جڏهن اهي سچائي سگهن تہ علي عليہ السلام ڪير آهن.

عشق ۽ ايمان جو روح معرفت آهي. اها معرفت آهي جيڪا محبت کي جوشِ عمل ۽ تعميري جذبو عطا ڪندي آهي.

سائڻ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي عظيم شخصيت بہ عدم معرفت جي پردن ۾ لڪل آهي. اسان ان جي ڪردار ۽ عمل کي مدح ۽ ثنا جي لفظن جي ڍير، ۽ آهن ۽ روج راڙي جي ڪثرت ۾ گم ڪري ڇڏيو آهي.

# باب چوٿون

## مسئلي کي ڪيئن حل ڪجي؟

### عورت جا ٽي چھرا

مسلم معاشري ۾ عورت جا ٽي روپ آهن.

هڪڙو روپ روايتي عورت جو آهي، ٻيو روپ جديد عورت جو آهي جيڪا مغرب جي تقليد ڪري ٿي.

عورت جو ٽيون روپ اهو آهي جنهن جي علامت سائڻ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ آهن.

اهي عورتون جيڪي سائڻ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي تقليد ڪن ٿيون، انهن ۾ ۽ روايتي عورت ۾ ڪو هڪڙو بہ قدر مشترڪ ڪونهي. اسان جي معاشري ۾ روايتي عورت جو جيڪو تصور آهي، اهو سائڻ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي رَوَش کان ايترو ئي دور آهي جيترو مغرب کان متاثر ٿيل عورت جو تصور.

اڄوڪي دنيا، خاص طور تي مشرقي دنيا جنهن زبردست حقيقت سان مقابلو ڪري رهي آهي، ڦيرڦار جي حقيقت ۽ انقلاب جي اها ڪيفيت آهي جيڪا سمورن انساني قدرن، ڪيفيتن ۽ تصورن کي تبديل ڪري رهي آهي. اسان جو معاشرو تضاد، بحران ۽ پريشاني جو شڪار آهي. هڪڙو نئون طبقو وجود ۾ اچي رهيو آهي جنهن کي روشن خيال يا تعليم يافتہ يا جدت پسند ("ماڊرن") طبقو چون ٿا، جيڪو قديم روايتي مردن ۽ عورتن کان بلڪل مختلف آهي. اهو تضاد هڪڙو جبري تضاد آهي، پر ايئن ٿيڻ اٽل هيو. انهن تاريخي ۽ سماجي سببن (عوامل) کي جيڪي ان تبديلي ۽ تضاد جو محرڪ بڻيون، روڪڻ ڪنهن جي بہ وس ۾ ڪونہ هيو.

اها تبديلي ۽ انقلاب سٺا آهن يا خراب. ان ڪان هٽي ڪري اسان کي هن وقت اهو ڇوڙو آهي تہ معاشرتي تبديلين سان گڏوگڏ. ان جي اثر هيٺ اڄڻ وارن مردن ۽ عورتن جي طرز ۽ انداز سوچڻ جي طريقي ۽ رهڻي ڪرڻي جي ڍنگ کي بدلائڻ لازمي آهي. اهو ممڪن ئي ڪونهي تہ اڄوڪي عورت قديم ۽ روايتي رَوَش تي قائم رهي سگهي.

گذريل دور ۾ پٽ پنهنجي پيءُ جي نقش قدم تي هلندو هيو. بلڪل پنهنجي پيءُ جي رنگ ۾ رنگجي ويندو هيو. ڪوئي پيءُ ڪڏهن اهو سوچي بہ ڪونہ سگهندو هيو تہ ان جو پٽ ان ڪان ايترو مختلف ٿي ويندو جو پيءُ ۽ پٽ جي وچ ۾ ڪائي ڳالهہ هڪجهڙي، ڪوئي قدر مشترڪ، ڪائي فڪري مفاهمت ۽ ڪوئي جذباتي اشتراڪ ممڪن نہ ٿي سگهندو. پر اڄ صورتحال ان ڪان مختلف آهي. پيڙهي وڇوٽي (”جنريشن گئپ“) اسان جي دور جي خاص ڳالهہ آهي. مشرق هجي يا مغرب، هرجاءِ تي پيڙهي وڇوٽي (نسلي وِٿي) جو مسئلو شديد ۽ سنگين آهي. اڄ ٻن پيڙهين (نسلن) جي وچ ۾ ”زماني فاصلو“ ظاهري طور 30 سال آهي، ليڪن معاشرتي تبديلين جي پيماني سان ماپيو وڃي تہ اهو فاصلو گهٽ ۾ گهٽ ٽي سَوَ سال ٿي وڃي ٿو.

گذريل دور ۾ معاشرو بيٺل (جامد) هيو ۽ ان جا قدر ۽ خصوصيتون هڪڙي شڪل ۾ قائم هيون. ڦيرڦار (تبديلي) جو عمل اڻلڀ هيو. 100، 200، 300 سالن ۾ بہ ڪائي خاطر خواه تبديلي ظاهر ڪونہ ٿيندي هئي، هر شي پنهنجي جاءِ تي ايئن ئي هوندي هئي. ان معاشرتي جمود جو اهو عالم هيو تہ پيداوار جا ذريعا، دولت جي ورهاست، باهمي تعلقات، حڪومت، ديني ادارو مذهبي رسمون، عادتون ۽ لڇڻ، مثبت ۽ منفي قدرن جو تصور، فن، ادب، زبان مطلب تہ هر شي جيڪا ڏاڏي يا پڙڏاڏي جي زماني ۾ جيئن هئي، پٽن ۽ پوٽن جي دور ۾ بہ ايئن هوندي هئي.

## اهل ۽ نااهل

ان بيٺل دنيا ۾ ۽ بي حرڪت (جامد) معاشري ۾ جتي ”اجتماعي زمانو“ يعني معاشرتي وقت حرڪت نٿو ڪري، اتي مرد، عورتون ۽ طبقا هڪڙي ئي طرز ۽ انداز تي قائم رهندا آهن. اهڙن معاشرن ۾ اها هڪڙي

فطري ڳالهہ آهي تہ ڌي بلڪل پنهنجي ماءُ سان مشابهہ هجي، ان جو نقل هجي. جيڪڏهن ماءُ ۽ ڌي ۾ ڪوئي فرق هوندو بہ تہ ان جي نوعيت الڳہ فروعي ۽ ذاتي هوندي. اهو اختلاف انفرادي سطح تائين محدود هوندو. اهو ممڪن ڪونہ هيو تہ اهو اختلاف اجتماعي نوعيت اختيار ڪري سگهي، انهيءَ ڪري جو معاشرتي اقدار، اخلاقي معيار ۽ چڱائي ۽ ڇنائي جا تصور سڀ هڪ هيا. سيئي طبقا انهن ڳالهين (امور) تي هڪ راءِ هيا. انهن ۾ ڪو اختلاف ڪونہ هيو. ايئن ڪونہ هيو تہ معاشري جي ڪنهن طبقي جي نظر ۾ ڪا ڳالهہ خراب هجي ۽ ٻيو ان کي سٺو سمجهي. مگر اڄ اها صورتحال آهي.

اڄوڪي دنيا ۾ ماءُ ۽ ڌي جي وچ ۾ اختلافن جي وڇوٽي واضح ۽ ظاهر آهي. ڌي ڪنهن اخلاقي فساد ۽ انحراف کان سواءِ ئي پنهنجي ماءُ کان مختلف ۽ ويڳاڻي نظر اچي ٿي ۽ انهن ٻنهي جي وچ ۾ 15، 20، 30 سالن جو فرق اصل ۾ ٻن اجتماعي دورن جو فرق آهي. هاڻي ماءُ ۽ ڌي اهڙا بہ فرد آهن جيڪي ٻن مختلف زمانن سان تعلق رکن ٿا. انهن جي تاريخ، انهن جي ثقافت، انهن جي زبان، انهن جو معيار، فڪر ۽ نظر سڀ جدا جدا آهن. اهي بہ مختلف انسان آهن، جن جي وچ ۾ جيڪڏهن ڪائي ڳالهہ گڏيل آهي تہ بس ايتري حد تائين تہ اهي هڪڙي ئي ڇت جي هيٺان رهن ٿا ۽ انهن جي گهر جو ڏس پتو هڪڙو ئي آهي.

ٻن پيڙهين (نسلن) ۽ انسان جي ٻن قسمن جي وچ ۾ اها وِٿي ۽ تضاد، اها تاريخي پٽ اجتماعي زندگي جي خارجي ڳالهين ۾ بہ واضح طور تي نظر اچي ٿي. اسان ڏسون ٿا تہ شهرن جي پڪين ۽ جديد سڙڪن تي هڪڙو شخص ٻڪرين جو ڌڻ وٺي گهمي ٿو ۽ خريدارن جي اکين جي سامهون انهن جي لاءِ کير ڏهي ٿو ان سان گڏ اسان وٽ ڪيميائي طور تي محفوظ ڪيل کير ... بہ دستياب آهي. اهڙي طرح اسان اهو نظارو بہ ڏسي سگهون ٿا تہ اُٺ ڪنهن نهايت جديد خودڪار ("آٽوميٽڪ") گاڏي جي پرسان بيٺو آهي، مطلب اڄوڪي دور ۾ ٻن پيڙهين جي وچ ۾ ايتري وڇوٽي، اهوئي تاريخي فاصلو ۽ اهائي معاشرتي دوري آهي جيتري دوري هابيل ۽ قابيل جي دور کي خلائي فتح ۽ جديد برقيات جي موجوده دور کان الڳ ڪري ٿي. ليڪن اسان ڏسون

ٿا تہ ان تاريخي فاصلي جي باوجود ماءُ ۽ ڌي کلهوکلهي سان ملائي رستن تي سفر ڪن ٿيون پر انهن مان هڪڙي (ماءُ) ڪٿي ويهي مقامي طور ٺهيل آئيس ڪريم مان مزور وٺي ٿي ۽ ٻي (ڌي) رستي تي هلندي چيگم چٻاڙيندي رهي ٿي.

## مذهب... روايت

اهو ضِدن جو گڏ هجڻ يعني ٻن متضاد قسمن جو گڏجڻ ڪوئي فطري يا پائيدار گڏجڻ ڪونهي. ظاهر آهي انهن ٻن قسمن مان هڪڙي نموني ("ٽائيپ") جي نمائنده "ماءُ" آهي، جيڪا پنهنجي زندگي جي آخري دور مان گذري رهي آهي. ان جون عادتون ۽ طورطريقا پڪا ۽ پختا آهن ۽ انهن عادتن مطابق اها هڪڙي خاص طريقي سان زندگي گذاري رهي آهي. ٻئي نموني جي نمائنده اها "ڌي" آهي جيڪا اڃا نوجوان آهي، ان کي پنهنجي زندگيءَ جو سفر طئي ڪرڻو آهي، پنهنجين عادتن ۽ طورطريقن جي تربيت ڪرڻي آهي، مهينن ۽ سالن جي گردش جي اثر هيٺ اها عمر جي اعتبارکان زندگي جي ان مرحلي ۾ داخل ٿي ويندي جنهن مان هن وقت ان جي ماءُ گذري رهي آهي. ليڪن اها ڳالهہ يقيني آهي تہ اها پنهنجي ماءُ جي رنگ ۾ رنگجي ڪونہ سگهجندي، اڄ جي اها ڌي جڏهن سياڻي ماءُ ٿيندي تہ ان جي شخصيت پنهنجي ماءُ جي شخصيت کان مختلف هوندي پر ان کان پوءِ واري پيڙهي (نسل) جي دور ۾ قيرقار (تبديلي) جو اهو عمل جيڪو هن وقت جاري آهي، پنهنجي منطقي ۽ فطري انجام تائين پهچي چڪو هوندو. معاشري ۾ جيڪا بحراني ڪيفيت طاري آهي اها سڪون ۾ بدلجي ويندي، پوءِ ان دور ۾ ماءُ ۽ ڌي هڪڙي ئي تاريخي ۽ سماجي دور سان تعلق رکندڙ ٿي ويندي‌يون. انهن ٻنهي جي وچ ۾ اسان جي دور ۾ جيڪا دوري يا پٽ آهي - اهو فاصلو اها نسلي ويڇوٽي - ختم ٿي ويندي، ٻنهي ۾ ويجهڙائي ۽ هڪجهڙائي قائم ٿي ويندي. پوءِ ماءُ ۽ ڌي ۾ اها ئي نسبت ۽ تعلق قائم ٿي ويندو جيڪو گذريل دور ۾ هيو. يعني ڌي پنهنجي ماءُ جو اهڙو نقل هوندي جنهن کي بلڪل اصل سمجهيو ويندو.

عورت جو روايتي نموني ("ٽائيپ") مان جديد نموني ("ٽائيپ") ۾ بدلجڻ جو عمل .... هڪڙي اهڙي ڳالهه آهي جيڪا قطعي اٽر آهي. (چاهي اها ڳالهه حق هجي يا باطل، سٺي هجي يا خراب، ليڪن اها حقيقت آهي تہ تبديليءَ جو اهو عمل بهرحال ٿي ٿي رهندو) هاڻي جيڪڏهن ڪوئي شخص انهي حقيقت کان اکيوٽ ڪري ٿو انهي تبديلي جي عمل تي ٺٺولي ڪري ٿو ان تي مذاق ڪري ٿو ان جي خلاف تعصب ۽ حقارت جو اظهار ڪري ٿو تہ اهو جڻ زماني جي دٻاءَ ۾ حالتن جي سختي جو مقابلو صرف اجائي بحث سان ڪرڻ گهري ٿو. تبديلي جي انهي ٻوڏ کي روڪڻ جي لاءِ هٿ پير هلائي ٿو تہ اهو محض هڪڙي بي فائدي ڪم ۾ مشغول آهي، اهو اجائي محنت ۽ تڪليف ڪري رهيو آهي. بي فائدي محنت جو شڪار آهي، ان جي مڙني محنتن ۽ ڪوشش جو نتيجو نہ صرف اهو تہ "ڀڙي" بلڪ ڀڙي کان بہ گهٽ آهي. البت اهو پنهنجي انهي بي فائدي محنت ۽ تڪليف سان تبديلي جي عمل کي تيز ڪرڻ ۽ پنهنجين مخالف قوتن کي سگهارو ڪرڻ جو سبب بڻجي ٿو.

اهو ئي حقيقت کان منهن موڙيندڙ اهو گروهہ آهي جيڪو مفڪر ۽ هادي جي شڪل ۾ ايمان، عقيدي ۽ مذهب جي نالي تي هر شي کي جيڪا اسان کي ماضي کان ورثي ۾ ملي آهي ۽ جيڪا اسان جي عادت ۽ روايت جو حصو آهي، هر شي کي جنهن کي قرآني اصطلاح ۾ "سنت الاولين" يا "اساطيرالاولين" سمجهيو ويو آهي ۽ جنهن جو تعلق "آباء الاولين" سان قائم هيو اهڙي طرح برقرار رکڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ۽ تبديلي جي سماجي ۽ تاريخي عمل جي نفي جي لاءِ دين ۽ مذهب جو سهارو وٺي ٿو. ماڻهن جي ڪوشش اها هوندي آهي تہ اهي ماضي جي هر روايت، هر قديم ريت جو اصليت ۾ سبب بيان ڪن. ان کي مقدس درجو عطا ڪن، مطلب تہ انهن جي خيال ۾ "ماضي پرستي" مذهب پرستي جي برابر آهي: نتيجو اهو آهي تہ اهي ڦيرڦار ۽ تبديلي کي ماضي جي روايت کان، هر معمولي کان معمولي انحراف کي چاهي ان جو تعلق لباس يا وارن جي ٺاهہ ٺوهہ سان ڇو نہ هجي، "ڪفر" سمجهن ٿا ۽ ماضي پرستي، نواڻ جي رجحان کان فرار ۽ ڦيرڦار ۽ تبديلي کان

بيزاري ڪي، جيڪي اصل ۾ روح تسليم جو ضد آهن. اسلام جو لبادو پارائين ٿا ۽ ان منطق مطابق انهن جو خيال آهي تہ سموريون عورتون پنهنجي ان ئي حال تي قائم رهن جيڪو انهن ڪي ماضي ڪان ورثي ۾ مليو آهي، اهي روايت ڪان وار جيترو بہ انحراف نہ ڪن. انهيءَ ڪري جو حقيقت ڪان منهن موڙيندڙ ان گروهہ ڪي عورتن جو اهو انداز پسند آهي. اهي انهن ڪي روايتي ڍانچي ۾ ڏسڻ جا عادي آهن ۽ انهن جو مفاد ان ۾ آهي تہ عورتون پنهنجي ان ڍانچي ۾ قيد رهن. انهن جي ڪوشش آهي تہ عورتن تي اها سختي (روايتي ڍانچي ۾ قائم رهڻ جو جبر) ابد تائين قائم رهي ۽ پنهنجي ان ڪوشش جي سَنَد ۽ تائيد جي لاءِ اهي دعوا ڪن ٿا تہ اسلام عورتن تي انهي سختي جي توثيق ڪري ٿو. انهن جي دعوا آهي تہ اسلام عورتن جي لاءِ اهو ئي انداز ۽ اهو ئي ڍانچو (ڍنگ) پسند ڪيو آهي ۽ اهي قيامت تائين انهي ڍنگ ۾ قائم رهڻ لاءِ مجبور آهن. دنيا بدلجي سگهي ٿي، زمين ۽ آسمان بدلجي سگهن ٿا، هر شي تبديل ٿي سگهي ٿي، ايستائين جو عورتن جا مڙس ۽ انهن جي اولاد پنهنجي طورطريقن ۽ رنگ ڍنگ کي بدلائي سگهن ٿا ۽ پنهنجو انداز بدلائي سگهن ٿا. ليڪن عورت کي پنهنجو انداز تبديل ڪرڻ جي اجازت ڪونهي. بين لفظن ۾ انهن جي دعوا آهي تہ ..... "خاتم النبيين صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم عورت جي لاءِ انهي ڍنگ ۽ انداز کي پسند ڪيو جنهن سان ان جو مڙس خوش رهي."

مطلب تہ عورت پنهنجي مڙس جي خوشي جي پابند ۽ ان جي مرضي جي ڍانچي ۾ ڍلجڻ لاءِ مجبور آهي. منفي اندازِ فڪر هڪڙي گمراهي جي دعوت آهي. هڪڙي نقصان پهچائيندڙ دعوت آهي، انهيءَ ڪري ڪير بہ ان ڏانهن ڌيان ڪونہ ٿو ڏئي. ڳالهہ اها آهي تہ حرڪت ۽ تبديلي جي اصولن کي آرام ۽ پائداري سان بدلائڻ ممڪن ڪونهي ڇو تہ عورتن جو طبقو انهي تبديلي ڪان محفوظ رهي نٿو سگهي. سماجي تبديلي جي عمل ڪان بچي نٿو سگهجي، ڪير پسند ڪري يا نہ ڪري، يا مڃي يا نہ مڃي، بهرحال، عورتون تبديلي جي دور مان گذري رهيون آهن. زماني جي گردش ۽ سماجي تبديلين جي اثر هيٺ انهن جون عادتون ۽ طورطريقا، ۽ طرز انداز بدلجي رهيا آهن. زماني جي بدلجڻ

سان گڏ سماجي ادارن ۾ تبديلي اٽل آهي ۽ سماجي حالتن ۽ معاشرتي ماحول جي بدلجڻ سان ماڻهن جون عادتون ۽ طورطريقا، انهن جي طرز ۽ انداز ۽ انهن جي رهڻي ڪرڻي جا طريقا سڀ ڪجهه بدلجي ويندو آهي.

مذهب هڪڙي حقيقت آهي جيڪا قائم ۽ ثابت آهي، اها زماني جي گردش کان متاثر ڪونه ٿي ٿئي. سماجي تبديلين جي دٻاء سان بدلجي نٿي سگهي، ليڪن ان حقيقت جون خارجي صورتون، ان جون ظاهري شڪليون، هر دور ۽ هر معاشري جي ضرورت جي مطابق تبديل ٿي سگهن ٿيون. "خارجي شڪلين" ۽ "ظاهري رسمن" کي اصل حقيقت سمجهڻ گهڻو وڏو مغالطو آهي. ماضي جي اها ريت ۽ اهي طور طريقا جيڪي ڪاراٽتا ناهن رهندا، اهي مٿل ٿي ويندا آهن. اهي عادتون جيڪي پنهنجو جواز وڃائي ويهنديون آهن، انهن جو بدلجي وڃڻ ضرور هوندو آهي. جيڪڏهن اسان ماضي جي مرده روايت کي مذهب جي هم معنيٰ سمجهون ٿا ته اهو گهڻو وڏو مغالطو آهي. جيڪڏهن غلطيون ڏسندڙ عالم مذهب جي نالي تي ماضي جي روايت کي زنده رکڻ گهرن ٿا ته انهن کي اهو سمجهي ڇڏڻ گهرجي ته اهي مذهب جي ذريعي مٿل ماضي کي زنده ڪري ڪونه ٿا سگهن. البت مذهب ۽ روايت ماضي کي هڪٻئي سان لازم ملزوم (مشروط) ڪرڻ جو نتيجو اهو ٿي سگهي ٿو ته .... ماضي جي روايت سان گڏ مذهب کي به بيڪار سمجهيو ويندو.

مذهب ۽ ماضي جي روايت ٻه الڳ الڳ حقيقتون آهن، انهن کي هڪڙي حقيقت سمجهڻ تمام وڏي غلطي آهي. اهڙي طرح اسان اسلام کي جيڪو هڪڙي قائم ۽ لازوال حقيقت آهي، معاشرتي زندگي جي انهن خارجي صورتن ۽ شڪلين جو نگهبان بڻائي ڇڏيون ٿا جيڪي زماني سان گڏ بدلجنديون رهنديون آهن. اسان موروثي عقيدن، تمدني، ثقافتي ۽ تاريخي آثارن کي دين سمجهڻ جي غلطي جا مرتڪب ٿيندا آهيون ۽ اهو وساري ويهندا آهيون ته زماني جي گردش روڪڻ ممڪن ڪونهي. زمانو حرڪت ۽ تبديلي جو نمونو آهي ۽ پنهنجي راهه ۾ موجود سيني رڪاوٽن کي دور ڪرڻ جي قوت ۽ قدرت رکي ٿو. روايت، عادت، طورطريقا، طرز ۽ انداز اجتماعي رابطا ۽ انهن جون خارجي

صورتون سڀ ڪجهہ وقت جي تبديلي جي ٻوڏ جي زد ۾ آهن. انهن ڪي ۽ مذهب کي هڪبئي سان گڏوچڙ ڪرڻ هڪڙو مونجهارو آهي، هڪڙو ڏوڪو آهي. ڇا اسان ڏسي ڪونہ رهيا آهيون تہ ڪجهہ ماڻهو اڄ بہ انهي مونجهاري جو شڪار آهن ۽ اهو ڪونہ ٿا سمجهن تہ انهن جي سوچ ڪيترو وڏو ڏوڪو کائي رهي آهي.

## اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سنت

دين اسلام ۾ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سنت کي گهڻي زبردست اهميت حاصل آهي. سنت جن ڳالهين تي ٻڌل آهي، اهي هيٺين طرح آهن:

- ❊ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا قول مبارڪ.
- ❊ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان ڏسيل قانون.
- ❊ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اها ماڻ جيڪا انهن ڪنهن عمل کي ڏسي ڪري اختيار ڪئي.
- ❊ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جيڪي پاڻ عمل ڪيا، توڙي انهن جي ڪرڻ لاءِ پاڻ سڳورن ٻين کي حڪم نہ ڏنو هجي.

مطلب تہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سنت سندن قول ۽ عمل آهي. انهي حوالي سان اسلامي احڪامن کي ٻن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

1. اهي احڪام جيڪي اسلام کان اڳ بہ رائج هيا ۽ انهن جي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تائيد ۽ توثيق فرمائي. اهي احڪام پراڻا (امضائي) آهن.
2. اهي احڪام جيڪي اڳ ۾ موجود ڪونہ هيا پر انهن کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پاڻ شڪل ڏني. اهي احڪام نوان (تاسيسي) آهن.

ليڪن احڪامن جي انهن ٻن قسمن کان علاوه يعني امضائي ۽ تاسيسي احڪام يا ٻين لفظن ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ

وسلم جي قول ۽ فعل کان علاوه سنت جو هڪڙو ٻيو رخ بہ آهي، هڪڙو تيون ڏس بہ آهي جيڪو منهنجي خيال ۾ باقي ٻنهي ڏسن کان گهڻو حساس ۽ اهم آهي. اهو ڏِس يا پاسو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ڪرداري رويو يا حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو طريقيڪار آهي. اهو طريقو ("ميٿڊ") ۽ حڪمت عملي ("اسٽرٽيجي") ۽ تدبير ("ٽئڪٽڪ") جيڪي پاڻ ڪريمن رسالت جي پيغام جي تبليغ ۾ استعمال فرمايا. حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم معاشري جي سڌاري (اصلاح) ۽ اسلام جي اصولن جي تبليغ ۽ نفاذ جي لاءِ جيڪا مخصوص حڪمت عملي اختيار ڪئي اها هر دور جي فڪري ۽ سماجي مسئلن سان منهن ڏيڻ لاءِ سڀ کان مؤثر ۽ رهنما اصول جي حيثيت رکي ٿي. پاڻ سڳورن جي اها حڪمت عملي ٻين مروجہ فڪري مڪتبن جي طريقيڪار کان مختلف ۽ پنهنجي جاءِ تي منفرد ۽ ممتاز آهي. ليڪن ان ڳالهہ کي چڱي طرح سان سمجهڻ لاءِ مناسب لڳي ٿو تہ اسان ٻين فڪري مڪتبن جو هڪڙو مختصر تعارف پيش ڪريون.

## ٽي فڪري مڪتب

اجتماعي ۽ معاشرتي سڌاري (اصلاح) جا ٽي مشهور طريقا آهن، جن کي ٽن مقرر ۽ واضح فڪري مڪتبن جي حوالي سان سمجهي سگهجي ٿو.

1. روايت جي تحفظ جو مڪتب (مڪتبِ تحفظِ روايت)
(Traditionalism and Conservatism)

2. انقلابي مڪتب (Revolutionism)

هن مڪتب فڪر ۾ ماضي جي هر روايت کي رد ڪيو ويندو آهي. انقلابي رهبر ماضي جي هر رسم ۽ هر طريقي کي رجعت پسندي، پُراڻائي ۽ بيڪار هجڻ جي علامت سمجهندو آهي.

3. اصلاحي ۽ ارتقائي مڪتب (Reformism-Evolutionism)

هن مڪتب فڪر ۾ ماضي جي روايتن کي درجي بدرجي تبديل ڪيو ويندو آهي. معاشري جي ڪيفيت آهستي

آهستي تبديل ٿيندي آهي ۽ سڌاري (اصلاح) جو عمل هڪڙي
ڊگهي عرصي ۾ مڪمل ٿيندو آهي. اهو مڪتب مٿي بيان
ڪيل ٻنهي مڪتبن جي وچواري راهہ آهي.

مگر اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن ٽنهي رستن کان هٽي ڪري هڪڙو چوٿون رستو اختيار ڪيو. يعني اهي رسمون ۽ رواج جن جون پاڙون معاشري ۾ گهڻيون گهريون هيون ۽ جيڪي ڪيترن ئي نسلن کان ميراث هيون ۽ ماڻهو جن جا ايترا عادي ٿي چڪا هيا جو انهن تي عمل ڪرڻ انهن جي مجبوري ۽ ٻي فطرت ٿي چڪي هئي، حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن کي برقرار رکيو مگر اهڙي طريقي سان جو انهن جي ظاهري شڪل تہ ماضي سان هڪجهڙي رهي، ليڪن انهن جي باطنيت، انهن جي روح ۽ انهن جي رخ کي مڪمل طور تبديل ڪيو ويو. مطلب تہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نظر ترتيب يعني هيئت ("فارم") جي بجاءِ مول مٽي يعني ماهيت ("ڪنٽينٽ") تي رهي ۽ سندن تبديلي جو طريقيڪار هيئت کان وڌيڪ قلب ماهيت جو طريقو آهي. هاڻي اسان ڏسون ٿا تہ هر مڪتب فڪر پنهنجي حق ۾ ڪهڙا دليل پيش ڪري ٿو.

مڪتبِ تحفظِ روايت جي علمبردارن جو اهو دليل آهي تہ ماضي جي عبادتن، رسمن ۽ رواجن جون پاڙون معاشري ۾ گهڻيون گهريون هونديون آهن ۽ ڪنهن بہ اجتماعي نظام ۾ انهن جي حيثيت اهائي آهي جيڪا ڪنهن جسم ۾ اعصابي نظام جي آهي. جيڪڏهن انهن کي هڪ مُنو بدلائڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي تہ معاشري جو انتظام بگڙي ويندو. اجتماعي نظام جي تاڃي پيٽي جي وکرڻ سان معاشري ۾ بُحراني ڪيفيت پيدا ٿي ويندي آهي. اهو ئي سبب آهي تہ هر وڏي انقلاب کان پوءِ معاشري ۾ بُحران، انتشار ۽ بيچيني جي صورتحال پيدا ٿي ويندي آهي يا وري ڪو آمر ("ڊڪٽيٽر") معاشري تي مسلط ٿي ويندو آهي. هن مڪتب فڪر جي خيال ۾ ماضي جي انهن آثارن، رسمن ۽ رواجن کي جن جون پاڙون معاشري ۽ ثقافت ۾ گهريون هجن ڪنهن سخت انقلابي عمل جي ذريعي هڪ مُنو بدلائڻ جي ڪوشش جو نتيجو اهو ٿيندو آهي تہ معاشرو هڪڙي زبردست بحران ۽ هڪڙي

خال جي ڪيفيت جي منهن ۾ اچي ويندو آهي. اهو معاشرتي خال انقلاب جي جوش جذبي ختم ٿيڻ کان پوءِ پوري طرح ظاهر ٿيندو آهي.

انقلابي مڪتب جي علمبردارن جو دليل آهي تہ جيڪڏهن اسان ماضي جي رسمن ۽ رواجن کي برقرار رکنداسين تہ ان جو مطلب معاشري کي پُراڻائي، بيڪاري، رجعت پسندي ۽ ٺهراءُ (جمود) جي حالت کي برقرار رکڻ آهي. سچو انقلابي اهو آهي جيڪو ماضي جي انهن مڙني روايتن کي، جيڪي ماڻهن جي هٿن پيرن، انهن جي فڪري روح ۽ انهن جي عزم و ارادي کي بيڪار ڀٽي جي زنجيرن ۾ جڪڙيون پيون آهن، هڪ مُنور رد ڪري ماڻهن کي آزادي ڏياري ٿو ۽ سيني پراڻين رسمن ۽ رواجن جي جاءِ تي نوان قانون نافذ ڪري ٿو. ڇو تہ جيڪڏهن اها همهگير انقلابي تبديلي عمل ۾ نہ اچي تہ انقلاب پنهنجي مطلب ۽ مقصد کي پورو ڪري نٿو سگهي ۽ معاشرو اڳي وانگر قدامت پرستي، اجائيت، ٺهراءُ (جمود) ۽ رجعت پسندي جو شڪار رهندو آهي.

اصلاحي مڪتب جي علمبردارن جو دليل اهو آهي تہ انهن جو طريقو باقي ٻنهي مڪتبن جي ڪمزورين ۽ نقصن کان پاڪ آهي ۽ هڪڙو وچوارو رستو آهي، جنهن ۾ اصلاحي عمل آهستي آهستي درجي بہ بدرجي واقع ٿيندو آهي. هن مڪتب فڪر جي اها ڪوشش هوندي آهي تہ معاشري کي ماضي جي قيد و بند ۽ ٺهراءُ کان ڇوٽڪارو ڏياريو وڃي، پر اهو عمل ايترو اوچتو نہ هجي جو معاشرو هڪدم ڊانوان ڊول ٿي وڃي، بلڪ ان تبديليءَ جي لاءِ آهستي آهستي زمين هموار ڪئي وڃي، آهستي آهستي ۽ تشدد کان پاڪ طريقن کي استعمال ڪري اها ڪوشش ڪئي وڃي تہ معاشرو درجيوار ارتقاء جي ذريعي سڌريل ٿي وڃي. اهو هڪڙو ڏگهو ۽ صبر وارو طريقو آهي جنهن ۾ انقلابي عمل جي ذريعي تبديلي رونما (ظاهر) ڪونهي ٿيندي، بلڪ هڪڙي ڏگهي عرصي جي جدوجهد ۽ مرحليوار منصوبہ بندي جي ذريعي تبديلي جو عمل مڪمل ٿيندو آهي.

ليڪن انهي درجيوار سڌاري جي عمل ۾ هڪڙي واضح خرابي آهي ۽ اها خرابي اها آهي تہ اهو اهڙو عمل آهي جنهن جي لاءِ ڏگهي عرصي جي ضرورت آهي ۽ ان ڏگهي عرصي دوران منفي عمل، رجعت

پسند قوتون ۽ خارجي ۽ داخلي دشمنن جون سازشون اصلاحي تدريجي تحريڪ کي ان جي رستي تان هٽائڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪري سگهن ٿيون يا موڙگو ان اصلاحي تحريڪ کي مڪمل طور تي ناڪام ۽ تباهہ و برباد ڪري سگهن ٿيون.

مثال طور جيڪڏهن اسان اهو گهرون تہ نوجوانن جي اخلاق کي درجي بدرجي سڌاريون يا عوام جي فڪر جي اصلاح ڪريون تہ عين ممڪن آهي تہ ان کان اڳ جو اسان پنهنجو هدف حاصل ڪريون، فسادي عمل ۽ عوام کي ڌوڪو ڏيڻ واريون قوتون معاشري تي غلبو حاصل ڪري اسان جي ڪوشش کي بلڪل مفلوج ڪري ڇڏين. اهي اڳواڻ (ليڊر) جيڪي درجيوار سڌاري (اصلاح) جي طريقي سان معاشري کي سڌارڻ گهرن ٿا اهي پنهنجي منصوبي تي گهڻو غور ڪندا آهن ليڪن جيڪا ڳالهہ انهن جي نظر کان اوجهل هوندي آهي، اها انهن اصلاح دشمن قوتن جو منفي اثر آهي جيڪي قوتون معاشري کي اصلاح ۽ ترقي کان پري رکڻ گهرن ٿيون. اهي قوتون ايتري مهلت ئي ڪٿي ڏينديون آهن تہ درجيوار اصلاح جو عمل پنهنجي انجام تائين پهچي سگهي. مختصر اهو تہ تدريجي اصلاح جي ذريعي جيڪا مثبت تبديلي گهٽ ڏينهن جي درجيوار ڪوشش جي ذريعي عمل ۾ ايندي آهي انهن کي منفي قوتن جو سخت اثر ٿوري دير ۾ ابتو ڪري ڇڏيندو آهي ۽ ائين صورتحال پهريان وانگر يا ان کان بہ وڌيڪ خراب ٿي ويندي آهي.

ليڪن اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن تنهي معروف طريقن کان هٽي پنهنجو هڪڙو منفرد طريقو اختيار ڪيو. معاشرتي تبديلين ۽ اجتماعي سڌاري جي حوالي سان پاڻ سڀ جي روش سيني سيني کان جدا ۽ سيني کان وڌيڪ اثرائتي ۽ نتيجي واري آهي. اهو طريقو ٽنهي مروجہ طريقن جي نقصن ۽ انهن جي منفي اثرن کان پاڪ آهي. هي اهو طريقو آهي جيڪو منفي عملن ۽ سماج دشمن قوتن جي برخلاف پنهنجن مقصدن کي گهڻي تيزي سان حاصل ڪري سگهي ٿو. اهو مخصوص طريقو ۽ اها منفرد روش هي آهي تہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ماضي جي ڳالهين، رواجن ۽

رسمن جي ظاهر شڪل وصورت ڪي تہ برقرار رکيو ليڪن انهن جي باطن ۾ جيڪو مطلب ۽ مقصد لڪل هيو ان کي انقلابي عمل جي ذريعي مڪمل طور تي بدلائي ڇڏيو. ٻين لفظن ۾ اها تبديلي هيئت کان وڌيڪ قلب ماهيت جي روش آهي.

انهي ڳالهہ کي ڪجهہ مثالن سان واضح ڪري سگهجي ٿو. مثال طور، تڙ لاهڻ (غسل ڪرڻ) جي رسم دور جاهليت ۾ بہ هئي مگر ان دور ۾ ماڻهو اهو سمجهندا هيا تہ پليتي جي حالت ۾ انهن جي مٿان شيطان جو تسلط ٿي ويندو آهي. انهن جي جسمن ۾ جن ۽ شيطان واسو (حلول) ڪندا آهن، ان کان بچڻ لاءِ غسل ضروري آهي. اسلام بہ غسل جي رسم جاري رکي مگر جاهليت واري دور جي تصور ۽ اسلام جي تصور ۾ زمين آسمان جو فرق آهي.

اهڙي طرح حج ڪرڻ جي معاملي کي ڏسو. حج جي شروعات حضرت ابراهيم عليہ السلام کان ٿي مگر زماني جي تبديلي سان گڏوگڏ ان جي اصليت بگڙجندي رهي. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان رسالت جو اعلان ڪرڻ (بعثت) وقت حج هڪڙي اهڙي رسم ۾ تبديل ٿي ويو هيو جنهن جو مقصد بت پرستي ۽ قريشين جو اقتصادي فائدو هيو. مگر نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نگاهہ ڏسي رهي هئي تہ حج اصل ۾ معاشري جي اصلاح ڪرڻ لاءِ هڪڙو زبردست انقلابي ڪردار ادا ڪرڻ جي صلاحيت ۽ لياقت رکي ٿو انهيءَ ڪري جو ان عمل کي حضرت ابراهيم عليہ السلام جي سنت سان نسبت هئي ۽ جاهليت واري دور ۾ بہ جڏهن ڪعبت الله شريف کي بتن جو گهر بڻايو ويو هيو عرب جي ماڻهن انهي ڳالهہ کي ڪونہ وساريو هيو تہ ڪعبت الله شريف جو بنياد حضرت ابراهيم عليہ السلام رکيو هيو جيڪو الله جو خليل هيو. مطلب تہ حج عرب معاشري ۾ هڪڙي اهم تاريخي روايت جي حيثيت رکندو هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حج جي ان اهميت ۽ اثر ڪندڙ لياقت کي نظر ۾ رکندي ان کي هڪڙي انقلابي قدم جي ذريعي پنهنجي مڪتب فڪر جي مقصدن سان هم آهنگ ڪري ڇڏيو ۽ هڪڙي اهڙي رسم کي جيڪا جاهليت واري دور ۾ عربن جي مختلف قبيلن جي اتحاد جي علامت ۽

قريشين جي اقتصادي فائدن جي ضمانت بڻجي وئي هئي، هڪڙي اهڙي اداري ۾ تبديل ڪري ڇڏيو جيڪو توحيد جي عقيدي تي مبني آهي، بشري وحدت جي علامت آهي ۽ جنهن ۾ گهٽيون گهريون بلند خيال ۽ گهڻ رُخيون مصلحتون لڪل آهن.

اها ڳالهہ غور جي قابل آهي تہ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حج کي جيڪو عربن جي قبائلي اجتماع ۽ تجارتي ميلي جي شڪل اختيار ڪري ويو هيو پنهنجي انقلابي قدم جي ذريعي هڪڙي اهڙي سنت ۽ هڪڙي اهڙي اداري ۾ تبديل ڪري ڇڏيو جنهن جا مطلب ۽ مقصد جاهليت واري دور جي مقصدن کان بلڪل مختلف بلڪ متضاد هيا. ليڪن اها انقلابي تبديلي اهڙي خوبصورتي سان عمل ۾ آئي جو عربن ۾ ڪوئي جوش يا پريشاني پيدا ڪونہ ٿيا. انهن کي اهو محسوس ڪونہ ٿيو تہ ماضي کان انهن جو رشتو ٽُٽي رهيو آهي يا انهن جي مقدس قدر کي تبديل ڪيو پيو وڃي، بلڪ ان جي برخلاف انهن کي اهو احساس ٿيو تہ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ماضي جي هڪڙي سنت ۽ عظيم روايت کي جيڪا ڏينهن جي گردش هٿان بگڙجي وئي هئي، گندگي ۽ پليتي جي شڪار ٿي وئي هئي، پاڪ صاف ڪري ان جي اصلي ۽ حقيقي صورت ۾ بحال ڪيو. عربن ۾ بت پرستي جي رسم گهڻين ئي صدين کان جاري هئي. انهيءَ باوجود تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بت پرستي کان توحيد جو فاصلو هڪڙي انقلابي عمل جي ذريعي هڪدم طئي ڪيو ليڪن عربن کي اهو محسوس ئي ڪونہ ٿيو تہ اهي پنهنجي ماضي کان جدا ٿي رهيا آهن يا اهو تہ انهن جا صديون پراڻا معاشرتي ۽ اجتماعي اقدار ٽوڙڦوڙ جو شڪار ٿي وِڪري رهيا آهن.

پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ان خاص حڪمت عملي، ان مخصوص طريقيڪار (تدبير) جي متعلق اسان جو اهو چوڻ آهي تہ اها معاشرتي اصلاح جي حوالي سان سڀ کان منفرد ۽ سڀ کان وڏيڪ مؤثر طريقيڪار آهي ۽ ان طريقيڪار کي هڪڙي جملي ۾ هيئن بيان ڪري سگهجي ٿو تہ ان طريقيڪار ۾ ڪنهن رسم يا سنت

جي هيئت (ڏيک) جي ضرورت ضروري ۽ مناسب اصلاح واري آهي، البت ماهيت (اصليت) کي مڪمل طور تي بدليل شڪل ڏني ويندي آهي.

انهي موقعي تي اسان ٻين فڪري مڪتبن ۽ مڪتب پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ جي طريقيڪار جي فرق کي چڱي طرح سمجهي سگهون ٿا.

هڪڙو اهڙو شخص جيڪو قدامت پسند آهي، جيڪو ماضي جي هر روايت جو تحفظ ڪرڻ گهري ٿو ان جي اها ڪوشش هوندي آهي تہ هرحال ۾ ۽ هر قيمت ۾ ان کي پنهنجي ۽ ٻين جي قرباني پيش ڪرڻي پوي.

ان جي برخلاف هڪڙو انقلابي اهو گهرندو آهي تہ ماضي جي هر شي کي هڪدم تبديل ڪري ڇڏي قلم جي هڪڙ ي نوڪ سان ختم ڪري ڇڏي ۽ هڪ هڪ ڪري ماضي جي سمورين رسمن ۽ رواجن کي تباهہ و برباد ڪري ڇڏي ۽ ان انقلابي جوش ۾ اهو ان ڳالهہ کي نظرانداز ڪري ڇڏيندو آهي تہ معاشرو اهڙي انقلابي قدم جي لاءِ آماده ۽ تيار ڪونهي. انهي متضاد صورتحال جي نتيجي ۾ انقلاب جو عمل جبر و تشدد، قتل وغارتگري ۽ آخرڪار آمريت ("ڊڪٽيترشپ") ۾ تبديل ٿي ويندو آهي ۽ ان تشدد ۽ قتل وغارتگري جو نشانو صرف چند انقلاب دشمن ماڻهو ئي ڪونہ ٿيندا آهن بلڪ پورو عوام ان جي لپيٽ ۾ اچي ويندو آهي.

جيستائين اهڙي سڌارڪ (مصلح) جو تعلق آهي جيڪو درجي بدرجي اصلاح ۽ ارتقائي عمل تي يقين رکي ٿو ان جو طريقيڪار ايترو ڊيگهارو آهي جو ان ڊگهي عرصي ۾ منفي قوتن ۽ فاسدن کي بنا روڪ ٽوڪ نقصان پهچائڻ جو گهڻو موقعو ملي ويندو آهي.

اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ انهن ٻنهي رستن کان هڪڙو الڳ رستو ئاهيو پنهنجي هڪڙي مخصوص ۽ منفرد روش ايجاد ڪئي ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سنت جو اهو ئي اهم مخصوص انقلابي رخ آهي جيڪو هر دور ۽ هر معاشري ۾ اصلاحي قدم جي لاءِ واضح ۽ روشن اصول فراهم ڪري ٿو. ماضي جون پراڻيون روايتون، ثقافت جا ڪوڪلا اقدار، مذهب جا بيڪار يا ختم ٿيل عقيدا، غرض تہ اهي سمورا رجعت پسندانا عمل جيڪي ڪنهن

معاشري کي تباهي ۽ بي حِسي (جمود) جي منهن ۾ وجهن ٿا. انهن سيني سان نبرڻ لاءِ اهو مخصوص طريقيڪار نهايت ڪارائتو ۽ اثرائتو آهي. جيڪڏهن اسان ان مخصوص طريقيڪار (تدبير) کي سمجهي سگهون، ان جو شعور حاصل ڪري سگهون ۽ ان تي عمل پيرا ٿي سگهون تہ معاشري کي خرابين کان پاڪ ڪري سگهون ٿا ۽ ان سان گڏ اسان انقلابي عمل جي خرابين ۽ ان جي منفي اثرن کان محفوظ رهي سگهون ٿا. اسان ماضي جي قدرن (اقدار) ۽ پراڻين رسمن ۽ رواجن کان پري ٿي سگهنداسين، ليڪن اها دوري عوام کان دوري ڪونہ هوندي، پراڻي ماضي کان لاتعلقي عوام کان لاتعلقي ڪونہ ٿيندي، اسان جي عوام ۾ ڪائي وڇوٽي حائل ڪونہ ٿيندي، مختصر طور اهو تہ اهو طريقيڪار سمورن بين مڪتبن جي منفي پهلوئن کان پاڪ ۽ نهايت جلد اثر ڪرڻ وارو ۽ همهگير آهي. انهيءَ ڪري جو ان طريقيڪار جي هڪڙي اهڙي رهبر تعليم ڏني آهي جنهن جي فڪر جو سرچشمو وحي هيو ۽ جيڪو انساني تاريخ ۾ سيني کان وڏو سڌارڪ (مصلح) ۽ انقلابي آهي ۽ جنهن جو پيغام سموري انسانذات جي لاءِ هر زماني، هر دور ۽ هر معاشري جي لاءِ ڪاميابي ۽ ڀلائي جي ضمانت ۽ خوشخبري آهي.

## مثاليت / حقيقت پسندي (Idealism / Realism)

اسلام جي هڪڙي خصوصيت اها بہ آهي تہ اهو معاشري جي عيني ۽ جبري حقيقتن کي تسليم ڪري ٿو انهن جي وجود جو اعتراف ڪري ٿو ۽ انهن ڏانهن هڪڙو مخصوص ۽ منفرد رويو رکي ٿو. انهن حقيقتن جي باري ۾ بہ اسلام جو اندازِنظر بين فڪري مڪتبن جي اندازِنظر کان مختلف آهي. مثاليت پسند هجن يا حقيقت پسند، ٻئي گهٽ وڌائي جو شڪار آهن. مثاليت پسند صرف اعليٰ قدرن ۽ مثالي اخلاق جي ڳالهہ ڪن ٿا ۽ واقعيت ۽ حقيقت کان اکيون بند ڪري ڇڏين ٿا. انهن جي مثاليت پسندي هڪڙو اهڙو خول آهي جيڪو انهن کي نوس معاشرتي ۽ فطري حقيقتن کي قبول ڪرڻ کان روڪي رکي ٿو. ڪاوڙ بدلو جنسي جذبو لذت (مزو) ۽ دولت جي طلب اهڙيون

حقيقتون آهن جن جو انڪار ممڪن ڪونهي، ليڪن مثاليت پسندي چاهي اخلاقي (زهد) هجي يا مذهبي (مسيحيت) انهن سڀني حقيقتن کان اکيوٽ ڪري انهن جو انڪار ڪري ٿي ۽ انهن جي اهميت کي تسليم ڪرڻ لاءِ تيار ڪونهي.

ان جي برخلاف حقيقت پسندي (Realism) وارو مڪتب هر ڳالهہ کي انهيءَ ڪري قبول ڪري ڇڏيندو آهي تہ اها موجود آهي. مطلب تہ ان مڪتب ۾ حقيقت / واقعيت جو وجود ان کي تسليم ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي. ان منطق هيٺ انگلستان ۾ جوڪري بازي ۽ زناڪاري کي جائز تسليم ڪيو ويو آهي. جڏهن تہ ٻئي طرف مسيحيت جي مثاليت پسندي طلاق کي حرام قرار ڏئي ٿي ۽ ان جو دليل اهو آهي تہ انهن وٽ شادي وارو رشتو هڪڙو مقدس ٻنڌڻ آهي جنهن کي ٽوڙي نٿو سگهجي. ان کان علاوه ان رشتي جي ٽٽڻ سان خانداني تنظيم قائم نٿي رهي سگهي ۽ خانداني تنظيم جي حفاظت انهيءَ ڪري ضروري آهي تہ اها هڪڙي مقدس تنظيم آهي.

مگر حقيقت اها آهي تہ هر انسان جي لاءِ اهو ممڪن ڪونهي تہ اهو هرحال ۾ هر صورت ۾ انهي شادي واري مقدس رشتي کي قائم رکي سگهي. پوءِ، ٿيندو ائين آهي تہ زال مڙس هڪڙي عمر تائين هڪ ٻئي کان ويڳاڻا ۽ نفرت ۾ رهندا آهن. انهن جي شادي شده (زال مڙس واري) زندگي مونجهارن ۽ پريشانين جو شڪار رهندي آهي، اهي هڪڙي زبردستي واري حالت ۾ هڪ ٻئي سان گڏ رهندا آهن. انهن جو تعلق مجبوري آهي، سماجي ۽ معاشرتي ڏاڍ آهي، ورنہ انهن ۾ ڪوئي پيار يا ويجهڙائي ڪونهي هوندي. انهن جو هڪ ٻئي سان ملڻ جلڻ ۽ تعلق عشق ۽ محبت جي ذريعي قائم ڪونهي هوندو بلڪ شرعي مجبوري ڪري قائم هوندو آهي. اهي ٻہ انسان، ٻہ مجبور ۽ بيوس انسان جيڪي پنهنجي خواهش ۽ پسند جي خلاف هڪ ٻئي سان گڏ رهڻ لاءِ مجبور هوندا آهن ممڪن آهي تہ ڪنهن ٻئي انسان جي رفاقت ۾ مطمئن ۽ مسرور زندگي گذاري سگهن ها. اها ازلي ۽ ابدي حقيقت هر دور ۾ موجود هوندي آهي. اها ڪالهہ بہ هڪڙي حقيقت هئي، اڄ بہ هڪڙي حقيقت آهي ۽ آئينده بہ هڪڙي حقيقت رهندي. اها هڪڙي اهڙي حقيقت

آهي جيڪا مُهذب ۽ غيرمُهذب، مذهبي ۽ غيرمذهبي هر قسم جي معاشرن ۾ موجود هوندي آهي، ليڪن عيسائيت ان واقعيت ۽ مستقل حقيقت جو انڪار ڪري ٿي، انهيءَ ڪري جو ان جي نظر ۾ شادي شده (زال مڙس وارو) رشتو مقدس آهي ۽ ٻن اهڙن انسانن کي جيڪي هڪڙو ڀيرو زال مڙس واري رشتي ۾ ٻڌجي ويا، ان رشتي تي قائم رهڻ گهرجي، چاهي انهن جي زندگي جيئري جهنم ٿي وڃي، چاهي اهي اهڙي ماحول ۾ رهندا هجن جيڪو ڏوهه ۽ فساد جو ماحول هجي. مگر انهي حوالي سان جيڪا اهم ڳالهه نظر انداز ڪئي وڃي ٿي اُها اِها آهي ته طلاق جو هڪڙو دروازو بند ڪري اخلاقي براين جا بيشمار دروازا کوليا وڃن ٿا.

## غيرشرعي سُريتپڻو (بنا نڪاح واري زال)
## "ڪنڪيوبينيج" (Concubinage)

اجتماعي حقيقتون، جيڪڏهن انهن کي پاڻ کي ظاهر ڪرڻ جو مناسب رستو نه ملي ته پاڻ پنهنجي لاءِ رستا ٺاهي وٺنديون آهن. انهن جو مثال اهڙن پکين وانگر آهي ته جيڪڏهن انهن لاءِ پڃرن جو دروازو بند ڪري ڇڏجي ته اهي پڃري جون تيليون ٽوڙي ٻاهر اچي ويندا آهن. اهو ئي سبب آهي ته طلاق کي حرام (بندش) قرار ڏيڻ وارو قانون غيرشرعي حالت ۾ زال ۽ مڙس طور زندگي گذارڻ واري صورتحال کي رواج ڏيڻ جو سبب بڻيو. يعني هڪڙو مڙس جنهن جي لاءِ پنهنجي شرعي زال سان گڏ زندگي گذارڻ ممڪن نٿو رهي، پنهنجي زال کان الڳ ته ٿي وڃي ٿو مگر ان کي طلاق نٿو ڏئي سگهي. اها ئي صورتحال زال سان به پيش اچي سگهي ٿي ته اها مڙس سان گڏ رهڻ کان معذور آهي مگر ان کان طلاق وٺڻ ممڪن ڪونهي، انهيءَ ڪري اها بغير طلاق وٺڻ جي مڙس کان عملي طور الڳ ٿي وڃي ٿي. پوءِ اهي ٻئي، زال ۽ مڙس، بغير ڪنهن نڪاح جي ڪنهن ٻئي سان زال يا مڙس واري زندگي گذارين ٿا. اها هڪڙي سنگين ۽ وحشتناڪ صورتحال آهي، اهڙن جوڙن جي اولاد اڪثر ۽ گهڻو ڪري نفسياتي بيمارين ۽ ذهني

مونجهارن جو شڪار هوندي آهي. انهن ۾ شديد ڏوهي رجحان پاتا ويندا آهن ۽ اهي معاشري جي امن ۽ سڪون کي تباهہ ڪرڻ جو سبب ٿيندا آهن. اسان ڏسون ٿا تہ زال ۽ مڙس جن جي وچ ۾ اختلاف ۽ تضاد ڏنو وڃي ۽ اهي ٻئي هڪ ٻئي کان اوپرا ٿيندا وڃن. ايستائين جو اهي انهي نتيجي تي پهچن جو انهن لاءِ پنهنجن اختلافن کي حل ۽ ختم ڪرڻ ۽ محبت ۽ قرب سان گڏ رهڻ ممڪن ڪونهي تہ پوءِ ان مسئلي جو فطري حل اهو ئي آهي تہ اهي هڪ ٻئي کان جائز طور الڳ ٿي وڃن. ان علحدگي جي قانوني شڪل طلاق آهي.

اهڙي طرح مرد آزاد ٿي گهر کان ٻاهر قدم رکي ٿو ۽ زندگي جي وسيع ۽ ڪشادي فضا ۾ پنهنجي پسند جي عورت کي تلاش ڪري وٺي ٿو جيڪا صحيح معنيٰ ۾ ان جي لاءِ زندگيءَ جي ساٿياڻي ٿيندي آهي. پوءِ اهي ٻئي گڏجي هڪڙو نئون گهر وسائيندا آهن ۽ هڪڙي خوشگوار زندگي گذاريندا آهن. اها صورت عورت سان بہ پيش اچي ٿي يعني عورت طلاق جي نتيجي ۾ آزاد ٿيڻ کان پوءِ پنهنجي لاءِ نئون ساٿي تلاش ڪري وٺي ٿي ۽ جائز طريقي سان نئون گهر آباد ڪري ٿي. اهڙي طرح هڪڙي گهر جي ٻيج ڊاهہ ٻن نون گهرن جي آباد ٿيڻ جو سبب بڻجي ٿي. پهريون گهر ڪمزور ۽ ٽُٽل اڪائي هيو هاڻي جيڪي بہ گهر ٺهيا آهن اهي مضبوط ۽ جٽاء دار ايڪا آهن. مگر عيسائيت جي مثاليت پسند روش ان حقيقت کي، جيڪا معاشري ۾ هڪڙو ناقابل انڪار وجود رکي ٿي، جنهن جي واقعيت کان انڪار ڪرڻ جي ڪنهن ۾ بہ طاقت ڪونهي، تسليم نٿي ڪري، ان کان اکيون بند ڪري ٿي ڇڏي، نتيجو اهو آهي تہ عيسائيت ان گهر کي تہ تسليم ڪري ٿي جنهن جو وجود صرف رسمي ۽ خيالي آهي، جيڪو حقيقي ۽ خارجي دنيا ۾ ڪوئي وجود نٿو رکي. جنهن جي تعمير جو سامان ٻين گهرن جي تعمير ۾ استعمال ٿي چڪو آهي، مگر اها انهن ٻن خاندانن کان، جن جو حقيقي دنيا ۾ وجود ثابت ۽ مڃيل آهي، انڪار ڪري حقيقت کان اکيون بند ڪري ڇڏي ٿي ۽ اهوئي اهو موقعو آهي جتي اسان شريعت، قانون، فطرت ۽ سماجي حقيقت ۾ تضاد ۽ تفاوت کي ايرندو ڏسي سگهون ٿا. يعني هڪڙو خاندان جيڪو حقيقي طور موجود ڪونهي ان

ڪي رسمي سطح تي موجود مڃيو وڃي ٿو جڏهن تہ بہ اهڙا خاندان جيڪي واقعي موجود آهن جن جو وجود حقيقي دنيا ۾ مڃيل آهي انهن کي تسليم نٿو ڪيو وڃي ۽ انهن جي شرعي حيثيت کان انڪار ڪري انهن کي فحاشي ۽ گناهہ جي برابر ڪيو وڃي ٿو.

دراصل عيسائيت جو حقيقت کان انڪار انهي ڳالهہ جو سبب بڻيو تہ بہ اهڙا خاندان جيڪي حقيقي دنيا ۾ وجود ۾ اچي چڪا آهن، اهي شريعت جي سَنَد ۽ جواز کان محروم آهن ۽ اهي ٻار جيڪي مرد ۽ عورت جي ان فطري ۽ طبعي تعلق جي نتيجي ۾ پيدا ٿين ٿا، جيڪو واقعي محبت ۽ قرب جو تعلق آهي، انهن کي جائز اولاد تسليم نٿو ڪيو وڃي ۽ معاشرو انهن کي نفرت ۽ ڌڪار جي نظر سان ڏسي ٿو. اهي ٻار جيڪي خاندان جي پاڪيزگي ۽ معاشري جي توجهہ کان محروم رهن ٿا ۽ معاشرو انهن کي قبول نٿو ڪري، انهيءَ ڪري جو اهي گناهہ ذريعي پيدا ٿيل ناجائز ٻار آهن. پنهنجن حالتن ۽ معاشري جي رويي ڪري گنڀير ذهني ۽ نفسياتي مونجهارن جو شڪار ٿي ويندا آهن. انهن جي شخصيت ۾ اهڙا وڪڙ پئجي ويندا آهن جيڪي هزارين خرابين ۽ ڏوهن جي صورت ۾ ظاهر ٿيندا آهن. اهي ٻار وڏا ٿي معاشري کان پنهنجين محرومين جو اهڙو سنگين انتقام وٺندا آهن جنهن جون هولناڪيون تصور کان ٻاهر آهن.

يورپ ۽ خاص ڪري آمريڪا جي معاشرن ۾ جيڪي ڪميٽپايون ۽ ڏوهہ ظاهر ٿيندا آهن، انهن جو پنتي پيل ۽ غيرمُهذب معاشرن ۾ مثال ملڻ مشڪل آهي. ان جو سبب اهو آهي تہ توڙي جو مغربي معاشرا ترقي يافتہ آهن، انهن جي ثقافت ۽ رهڻي ڪرڻي (تمدن)، انهن جي ذهني ۽ اخلاقي تربيت جو معيار ۽ انفرادي ۽ اجتماعي آزاديءَ جو تصور انهن جي ترقي جو دليل آهي، ليڪن انهن سڀني ڳالهين جي باوجود انهن جو نئون نسل مونجهارن ۽ پريشانين جو شڪار آهي. نوجوان نسل اندروني طور ڏوهہ ۽ گناهہ جي احساس ۾ گرفتار آهي. اهي ئي اندروني مونجهارا انهن سنگين ڏوهن کي جنم ڏين ٿا جن اڄ مغربي معاشرن کي تباهہ ڪري ڇڏيو آهي. دراصل ڏوهن جي اها گهٽائي ڏوهہ

۽ گناھ جي احساس ۾ پرورش پائڻ واري نسل جو پنهنجي معاشري کان هڪڙو سنگين ۽ خوفناڪ انتقام آهي.

مان توهان کي انگلستان جو هڪڙو واقعو ٻڌايان ٿو. هڪڙي نوجوان هڪڙو اهڙو هٿيار ٺاهيو جنهن کي اسان ننڍڙي تير ڪمان سان تشبيھ ڏئي سگهون ٿا. ان هٿيار کي ان هڪڙي اهڙي تختي جي هيٺان ڳجهي نموني سان ڪوڙيو جنهن تختي تي اهو سگريٽ رکي وڪڻندو هيو. ان اهو طريقو اختيار ڪيو هيو تہ اهو عام رستن تي ۽ سئنيما گهرن ۾ جتي ماڻهن جو هجوم هوندو هيو گهمي ڦري سگريٽ وڪڻدو هيو ۽ ان آڙ ۾ اهو ماڻهن کي زهريلن تيرن جو نشانو بڻائيندو هيو. جيڪي ماڻهو انهن تيرن جو نشانو ٿيندا هيا اهي يا تہ مري ويندا هيا يا گهٽ ۾ گهٽ انڌا ٿي ويندا هيا. پوليس قاتل کي ڳولڻ ۾ ناڪام ٿي وئي، انهيءَ لاءِ جو اها قاتل کي ڳولڻ لاءِ قاتل ۽ مقتول جي وچ ۾ ناراضگي ۽ دشمني جون ڪڙيون تلاش ڪندي رهي، ليڪن اهي ڪڙيون پوليس جي هٿ ڪونہ لڳي سگهيون، ڇوتہ قتل جو سبب قاتل ۽ مقتول جي وچ ۾ ڪائي ذاتي دشمني ڪونہ هيو بلڪ اها رنجش ۽ بغض هيو جيڪي قاتل جي ذهن ۾ انهيءَ ڪري پيدا ٿيا تہ مقتول ان معاشري جو هڪڙو فرد هيو جنهن معاشري قاتل کي لوڏيل ۽ ڌڪاريل قرار ڏنو هيو. مطلب تہ قتل جون اهي سيئي وارداتون قاتل جي انتقامي جذبي جي تسڪين جو ذريعو هيون ۽ انتقام جو اهو ذريعو ايترو شديد ۽ سنگين هيو جنهن جي تسڪين ڪنهن بہ صورت ۾ ممڪن ڪونہ هئي.

اهڙي قسم جا ڏوھ معاشرتي حالتن مان جنم وٺندا آهن ۽ معاشرتي حالتن ۾ اهي پيچيدگيون انهيءَ ڪري پيدا ٿينديون آهن تہ عيسائي ڪليسا حقيقت ۽ واقعيت کان اکيون بند ڪري رکيون آهن. خوش قسمتي سان اسان جا معاشرا انهن مسئلن کان پاڪ آهن، اسان جي معاشري ۾ جيئن تہ طلاق جي اجازت آهي انهيءَ ڪري ناجائز خاندان وجود ۾ ڪونہ ٿا اچن. اهڙي طرح اسان جيئن تہ طلاق کي ناجائز قرار ڪونہ ڏنو آهي تہ اسان وٽ ناجائز خاندان جو ڪوئي وجود ڪونهي يعني اسان وٽ اهڙا گهر ڪونہ ٿا ملن جتي ان گهر جا رهواسي هڪڙي ڏاڍ، زبردستي ۽ قانوني ۽ شرعي مجبوري هيٺ رهندا هجن.

مان توهان جي سامهون هڪڙو مثال پيش ڪريان ٿو. هڪڙو ٻار آهي جيڪو ڪمري مان ٻاهر وڃڻ گهري ٿو مگر ڪمري ۾ گرم پاڻي جي ديڳڙي، چانهه داني ۽ ٻيا ٿانو زمين تي پکڙيل آهن جن ان جو رستو روڪي ڇڏيو آهي. اهو ٻار اکيون بند ڪري ٿو ۽ گهري ٿو تہ اتان لنگهي نڪري وڃي. اکيون بند ڪري اهو ايئن سمجهي ٿو تہ رستي جون سڀئي رڪاوٽون خودبخود دور ٿي ويون آهن. مثاليت پسند ("آئيڊيلسٽ") جو مثال ان نادان ٻار وانگر آهي. اهو حقيقت کي ڪونہ ٿو ڏسي، انهيءَ ڪري جو اهو حقيقت کي ڏسڻ نٿو گهري، اهو جن ڳالهين کي پسند نٿو ڪري انهن ڏانهن اکيون بند ڪري ڇڏي ٿو ۽ انهي غلط فهمي ۾ مبتلا ٿي وڃي ٿو تہ جيئن تہ اهو انهن حقيقتن کي نٿو ڏسي انهي ڪري واقعي اهي حقيقتون موجود ڪونهن.

ان جي برخلاف هڪڙو حقيقت پسند ("ريئلسٽ") آهي جيڪو هر ان شي کي جيڪا خارجي وجود رکي ٿي، چاهي ڪيتري بہ نقصانڪار ۽ خراب ڇونہ هجي، محض انهيءَ ڪري قبول ڪري ڇڏي ٿو تہ اها واقعيت جي دنيا ۾ موجود آهي ۽ نہ صرف انهن موجود حقيقتن کي قبول ڪري وٺي ٿو پر انهن کي پنهنجو عقيدو ۽ ايمان بڻائي ڇڏي ٿو. ان جي برخلاف هر اها ڳالهہ چاهي اها ڪيتري بہ سٺي ۽ اعليٰ هجي پر خارجي دنيا ۾ موجود ڪونهي تہ ان جي لاءِ قابل قبول ڪونهي. اهو اهڙن سمورن اعليٰ اصولن ۽ سٺن قدرن جو محض انهيءَ ڪري انڪار ڪري ڇڏي ٿو تہ ان جي نظر ۾ اهي مثالي ("آئيڊيل") آهن ۽ انهن جو حقيقت جي دنيا ۾ وجود ڪونهي.

منهنجو هڪڙو شاگرد هيو جنهن جو تعلق هن ملڪ جي هڪڙي نام نهاد دانشور طبقي سان هيو. مان ان سان ڪهڙي بہ ڳالهہ ٻولهہ ڪريان اهو صرف هڪڙي ئي ڳالهہ کان واقف هيو تہ اهو مارڪس جي مادي جدليات جي عقيدي جو حامي آهي ۽ مان هڪڙو مذهبي ماڻهو آهيان جيڪو اسلام تي عقيدو رکي ٿو. انهيءَ ڪري ان پاڻ لاءِ لازمي ڪري ڇڏيو هيو تہ مان جيڪا بہ ڳالهہ ڪريان اهو ان کي رد ڪري ايستائين جو جيڪڏهن مان ڪا اهڙي حقيقت بيان ڪريان جيڪا مارڪس جي نظر ۾ بہ پسنديده هجي پر اها خارجي دنيا ۾ موجود نہ

هجي، تہ بہ اهو هميشہ وانگر منهنجي ڳالهہ جي مخالفت جو فرض پوري جوش ۽ خروش سان انجام ڏيندو هيو.

هڪڙي ڏينهن گفتگو جو موضوع تاريخ اسلام ۾ بنواميہ جو دور هيو. ان دور ۾ طبقاتي تقسيم ۽ سياسي آمريت کي مذهبي جواز عطا ڪرڻ لاءِ مذهب جي صحيح روش کان انحراف ڪري عقيده جبر کي ايجاد ڪيو ويو تہ جيئن ماڻهو بنواميہ جي حڪومت کي خدا جي مرضي سمجهن ۽ موجود شڪل کي جبرالاهي ثابت ڪري سگهجي. مون ان حوالي سان انهن ماڻهن جو ذڪر ڪيو جيڪي حدَ رمت جي ان سازش جي خلاف مزاحمت ڪري رهيا هيا.

ان مرحلي تي مون ڏٺو تہ منهنجو اهو شاگرد اداس ٿي ويو آهي. مون وڌيڪ وضاحت ڪئي تہ مان بنواميہ جي ڳالهہ ڪري رهيو آهيان ۽ انهن جي مقابلي ۾ علي عليہ السلام، فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها، حجر رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ حسين عليہ السلام جهڙين هستين جو ذڪر ڪري رهيو آهيان، جيڪي عدل ۽ آزادي جي تحريڪ جا رهبر ۽ ظلم ۽ جهالت جي خلاف جهاد جي علامت آهن ۽ اهو تہ انهن جو جهاد محض زباني، نظري يا مابعدالطبعياتي سطح تائين محدود ڪونہ هيو بلڪ اهو هڪڙو اهڙو عملي جهاد هيو جنهن جو بنياد سماجيات جي محڪم علمي اُصولن تي هيو جيڪو هڪڙي اهڙي آئڊيالوجي تي منحصر هيو جيڪو طبقاتي ورهاست جي خلاف ۽ عوامي ترقي جو علمبردار آهي. ليڪن منهنجي ان شاگرد جنهن جو تعلق هٽ نوڪيل دانشور طبقي سان آهي منهنجين انهن ڳالهين کي پنهنجي مخصوص نقطہ نظر سان ڏٺو ۽ توهان کي خبر آهي تہ ان پنهنجن انهن خيالن جي ڪيئن پنيرائي ڪئي. ان چيو جناب! اهو تاريخي جبر آهي ۽ مارڪس جو تاريخي فلسفو اهوئي آهي تہ معاشرو پنهنجي ارتقائي سفر ۾ پنهنجي تضاد ۽ تڪراء جي مرحلن مان گذرندو آهي. معاشري جي ارتقائي سفر کي روڪي نٿو سگهجي اها هڪڙي معروضي ۽ تاريخي حقيقت هئي. علي (عليہ السلام)، حسين (عليہ السلام) ۽ ابوذر (رضي الله تعاليٰ عنہ) مثاليت پسند ("آئيڊليسٽ") هيا اهي تاريخي جبر جي خلاف صف آرا هيا.

مون ان شاگرد جي منطق ٻڌي ان کي چيوتہ جيڪڏهن روشن خيالي جو طرزِ فڪر اهوئي آهي تہ الله رحم ڪري. ان موقعي تي مون پنهنجي ان خيال جي صداقت کي گهڻي شدت سان محسوس ڪيو تہ جڏهن ڪنهن معاشري جي فڪر ۽ نظر جي سطح ايتري پنتي پئجي وڃي تہ پوءِ مذهبي ۽ غيرمذهبي، ترقي پسند ۽ رجعت پسند، عالم ۽ جاهل جو فرق بہ ختم ٿي ويندو آهي ۽ سيئي ان زوال ۽ پستي جو شڪار نظر ايندا آهن.

جڏهن مذهب جي پلان پلي هوندي آهي تہ ماڻهو قضا ۽ قدر جي مفهوم کي سمجهڻ ۾ غلطي ڪندا آهن. اهي هر ڳالهہ کي قضا ۽ قدر الاهي سمجهندا آهن. انهيءَ ڳالهہ تي اعتقاد رکندا آهن تہ جيڪو ڪجهہ ٿي رهيو آهي اها الله جي مشيت ۽ ان جي مرضي مطابق آهي، يعني انسان انهن حالتن کي قبول ڪرڻ لاءِ مجبور ۽ بدلائڻ کان معذور آهي. جڏهن مارڪسزم جا اثر غالب هوندا آهن تہ جبرالاهي جو عقيدو متجي جبرِتاريخ جي تصور ۾ تبديل ٿي ويندو آهي . پوءِ ايئن چيو ويندو آهي تہ جيڪو ڪجهہ ٿي رهيو آهي اهو سببن ۽ عادتن (علل) جو هڪڙو منطقي ۽ عملي نتيجو آهي ۽ عادت يا سبب ۽ مسبب (علت و معلول) جي ان زنجير کي ٽوڙڻ انسان جي عزم ۽ اردي جي دائري کان ٻاهر آهي. انسان حقيقت ۽ واقعيت کي قبول ڪرڻ لاءِ مجبور آهي.

ڇا اها عجيب ڳالهہ ڪونهي تہ تاريخ اسلام ۾ بنواميہ پنهنجن عملن کي ديني جواز فراهم ڪرڻ جي لاءِ جيڪو جبر وارو عقيدو ايجاد ڪيو هيو اڄ جي دور ۾ اسان جا هٿ ٺوڪيل دانشور مارڪسي فلسفي جي حوالي سان ان عقيده جبر الاهي جي نئين توجيهہ ڪري رهيا آهن ۽ ان کي تاريخي جبر جو نالو ڏئي رهيا آهن. مگر ان دانشوراڻي منطق جي جواب ۾ مون کي صرف ايترو چوڻو آهي: "جناب! اهو جبرِتاريخ ڪونهي، اهو جبرِشمشير آهي."

بدقسمتي سان اسان جا اڪثر نيم دانشور طاقت جي جبر ۽ حالتن ۽ تاريخ جي جبر کي هڪڙي ئي ڳالهہ سمجهن ٿا. حقيقت پسند ماڻهو هڪڙو قدم اڳتي وڌائي، جيڪو ڪجهہ آهي ۽ جيڪو ٿيڻ گهرجي جو فرق بہ ختم ڪري ڇڏين ٿا. انهن جي خيال ۾ جيڪا ڳالهہ

جيئن بہ آهي ايئن ئي هجڻ گهرجي. انهن جي خيال مطابق ڪنهن ڳالهہ جي باري ۾ ايئن چوڻ تہ ان کي هيئن هجڻ گهربو هيو هڪڙو مثاليت پسنداڻو طرز فڪر آهي، جنهن جو حقيقي دنيا سان تر جيترو بہ واسطو ڪونهي. ان منطق جي حوالي سان انگلستان جي اسيمبلي ميمبرن جو اهو دليل آهي تہ اسان جي معاشري ۾ ڇوڪري بازي ۽ زناڪاري هڪڙي موجوده حقيقت آهي تنهن ڪري ان کي قانوني شڪل ڏئي ڇڏڻ گهرجي، ان موجود حقيقت جي مخالفت هڪڙي نموني ۾ خيالي دنيا جون ڳالهيون ڪرڻ برابر آهي، مثاليت پسندي("آئڊيلزم") آهي.

ڇا توهان اهڙن سياستدانن ۽ ڪوڙن دانشورن کي ڪونہ ڏٺو آهي جيڪي اهو دليل پيش ڪن ٿا تہ اسرائيل هڪڙي اهڙي حقيقت ۽ واقعيت آهي جيڪا موجود آهي. ان جي برخلاف فلسطين ۾ انهن فلسطينين جي آبادڪاري، جن کي اسرائيل ديڙ دئوس ۽ ڌانڌلي جي ذريعي انهن جي پنهنجي ڌرتي مان تڙيو آهي، خواب ۽ خيال جون ڳالهيون آهن. آئيڊيل جي پرستش ڪرڻ آهي. اسرائيلي قدم ظلم آهي، قتل وغارتگري آهي. انسانيت دشمني آهي، ليڪن انهن سيني ڳالهين جي باوجود هڪڙي واقعيت آهي، هڪڙي حقيقت آهي جنهن کي قبول ڪرڻ ضروري آهي.

"اين هفتہ" رسالو جيڪو تازو تازو نوجوانن جي لاءِ جاري ڪيو ويو آهي، ان رسالي جا سمورا مضمون، خبرون، مقالا. تصويرون غرض تہ ان جو سمورو مواد اصل ۾ صرف بہ يا ٽي ماڻهو لکندا آهن. مگر انهن جون لکڻيون مختلف قلمي نالن سان شايع ٿينديون آهن. اهي قلمڪار تنقيد جي آڙ ۾ فحاشي اڏن جون ڪهاڻيون سمورن ڪارنامن ۽ تفصيلن سان لکندا آهن ۽ پوءِ رنگين لکڻيون ۽ تصويرون اسان جي نئين نسل جي معلومات ۽ دلچسپي لاءِ شايع ڪيون وڃن ٿيون. هڪڙو مضمون جيڪو اصل ۾ هڪڙي وڏي اديب (قلمڪار) لکيو آهي ۽ اهو اديب هڪڙي علمي ۽ سياسي شخصيت ۽ اسلامي ثقافت جو علمبردار آهي، ان مضمون ۾ انهن عورتن کي جيڪي پنهنجي جسم جي ٿولهہ کان پريشان آهن مشورو ڏنو آهي تہ اهي ٿولهہ کان جان ڇڏائڻ ۽ پنهنجي جسم کي سهڻو ۽ وڻندڙ بڻائڻ لاءِ ڪوئي عاشق فاسق تلاش

ڪن. ٽي سگهي ٿو ته محترم ليکڪ انهن ترڪيبن کي پهريان پاڻ آزمايو هوندو ۽ پوءِ پنهنجن عملي تجربن کي نوجوانن جي فائدي لاءِ بيان ڪيو آهي.

سياسي رعب تاب، اقتصادي استحصال ۽ طبقاتي تضاد به هڪڙي واقعيت آهي. حقيقت پسند انهن حقيقتن کي واضح ۽ روشن انداز ۾ ڏسي ٿو. اهو انهن جي باري ۾ ڪوئي اعتراض يا فڪر نٿو ڪري، حقيقتون جيڪي عيني ۽ خارجي وجود رکن ٿيون جن کي ڏسي ۽ محسوس ڪري سگهجي ٿو، انهن کي اهو بنا دير جي قبول ڪري وٺي ٿو ۽ اهو پاڻ کي مثاليت پسندي ("آئيڊيلزم") جي تصور ۾ ڪونه ٿو منجهائي. وري هڪڙو مثاليت پسند ("آئيڊيلسٽ") مفڪر جيڪو معاشري جي اصلاح ۽ ترقي جو خواهشمند آهي، ان جي نگاهه هميشه بلند اصولن، اعليٰ اخلاقي قدرن ۽ مثالي امڪانن تي هوندي آهي ۽ اهي ناپسنديده حقيقتون جيڪي ان مثاليءَ جي راهه ۾ حائل هونديون آهن ۽ جيڪي حقيقي دنيا ۾ اهڙي طرح موجود آهن جو انهن جو انڪار ممڪن ڪونهي، ان جي اکين کان اوجهل رهنديون آهن. اهو انهن حقيقتن تي نظر نٿو وجهي جيڪي ڳالهيون ان کي پسند ڪونهن. انهن کان ڪناره ڪشي ڪري پاڻ کي هڪڙي مثالي ۽ حسين مگر خيالي دنيا ۾ قيد ڪري ڇڏي ٿو ۽ ان ڳالهه جو احساس نٿو ڪري ته اهو جنهن دنيا ۾ موجود آهي اُها اِها خيالي ۽ مثالي دنيا ڪونهي، بلڪ اهو هڪڙي اهڙي دنيا ۾ رهي ٿو جنهن جو حالتون ۽ ماحول مثالي ڪونهن. ليڪن اهو ان دنيا جي حقيقتن جي باري ۾ ڪنهن به غوروفڪر ڪرڻ کي ضروري نٿو سمجهي. مطلب ته ان جي لاءِ اهي حقيقتون ڪوئي وجود ڪونه ٿيون رکن. ان جو مطلب اهو آهي ته اهو عملي طور اهڙي دنيا ۾ رهي ٿو جيڪا موجود آهي مگر سوچي ٿو ان دنيا جي متعلق جيڪا خيالي ۽ غيرموجود آهي. اهو گفتار ۾ سڀ کان اڳتي مگر عمل ۾ سڀني کان پٺتي آهي، اهو هڪڙي اهڙي معاشري جي تعمير ڪري ٿو جيڪو مثالي، نقصن کان پاڪ آهي، ليڪن اهو جيئرن جاڳندڙ انسانن جو معاشرو ڪونهي. لفظن جو معاشرو آهي. اها هڪڙي خيالي دنيا آهي،

هڪڙي يوٽوپيا (Utopia) آهي. افلاطون جو شهر (مدينہ افلاطون) آهي جيڪو مدينہ محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کان مختلف آهي.

ان جي برخلاف حقيقت پسند ("ريئلسٽ") فڪر جي پرواز قلب و نظر جي ترقي ۽ تلاشِ ڪمال جي جذبي کي ماڻهوءَ کان کسي وٺي ٿو. ان کي موجوده عالم جي حلقي ۾ بند ۽ اقتدار ۽ موجود شڪل جي ڪوٽ (گهيري) ۾ قيد ڪري ڇڏي ٿو. انسانن کي اخلاقيت ۽ بغاوت جي سگهہ کان محروم ڪري انهن جي انهن مڙني صلاحيتن کي مفلوج ڪري ڇڏي ٿو جيڪي زندگي ۾ ڪنهن ڳوڙهي تبديلي آڻڻ ۽ جبرِ تاريخ ۽ جبرِ معاشرت جي خلاف جدوجهد لاءِ آماده ڪرڻ جو سبب بڻبيون آهن. اهو انسانن کي سٺي کان ۔وڌيڪ سٺي جي تلاش کان روڪي ڇڏي ٿو. انهن جي فڪري ۽ عملي صلاحيتن ۽ موجود شڪل کي بهتر بڻائڻ جي خواهش ۽ تمنا کي دبائي ۽ مِٽائي انهن کي ان ڳالهہ تي مجبور ڪري ٿو تہ اهي واقعيت کي تسليم ڪري ڇڏين ۽ جيڪو ڪجهہ بہ ۽ جيئن بہ ڪجهہ آهي ان جي اڳيان ڪنڌ جهڪائي ڇڏين. مطلب حقيقت پسندي جيڪڏهن بڪايل جي شخصيت کي زهريلو ڪري ٿي تہ مثاليت پسندي ان جي بڪايل هجڻ واري حقيقت کان ئي انڪار ڪري ڇڏي ٿي.

نہ رڳو مثاليت پسندي يا حقيقت پسندي
بلڪ ٻئي ضروري آهن.

اسلام هدايت جو اهو ڏيئو آهي جيڪو نہ شرقي آهي نہ غربي (سورت نور آيت 35). هي اهو ڪلمو طيب آهي جنهن جو مثال هڪڙي اهڙي پاڪ وڻ (شجرطيبہ) سان ڏنو ويو آهي جنهن جون پاڙون زمين ۾ آهن ۽ جنهن جو ٽاريون آسمان تائين پکڙيل آهن. اسلام انهن حقيقتن کي جيڪي زندگي، روح ۽ جسم ۾، معاشرتي (سماجي) رابطن ۾، معاشري جي بنياد ۾ ۽ حرڪتِ تاريخ ۾ موجود آهن، تسليم ڪري ٿو. اسلام جي اها روش مثاليت پسندي جو ضد آهي ۽ حقيقت پسندي جي روش جي مثل آهي ليڪن اسلام حقيقت پسندائي مڪتب فڪر جي

برخلاف انهن حقيقتن کي تسليم ڪرڻ جي باوجود قبول نٿو ڪري بلڪ انهن کي تبديل ڪري ٿو. انهن جي اصليت کي پنهنجي انقلابي روش جي ذريعي نئين قالب ۾ ڍالي ٿو. انهن کي پنهنجي مثالي ("آئيڊيل") سانچي (قالب) ۾ ڍالي ٿو. انهن موجود حقيقتن کي پنهنجن اعليٰ مقصدن جي حصول جو ذريعو بڻائي ٿو. جيڪو حقيقت پسندن وانگر موجود حقيقت جي آڏو مجتا ۾ ڪنڌ ڪوڙ ٿو جهڪائي، بلڪ موجود حقيقت کي پنهنجي مقصد واري حقيقت جي تابع ڪري ڇڏي ٿو. اسلام مثاليت پسندن وانگر حقيقت کان منهن ڪوڙ ٿو موڙي بلڪ انهن جي ڳولا ڪري ٿو اهن کي لغام ڏئي ٿو انهن کي پنهنجي قابو ۾ آڻي ٿو ۽ اهڙي طرح اهي حقيقتون جيڪي مثاليت پسندن جي راهہ جو پٿر آهن اسلام انهن کي پنهنجي سواري بڻائي ڇڏي ٿو. پنهنجي منزل مقصود تائين پهچڻ جي لاءِ انهن کان سواري جو ڪم وٺي ٿو.

مثال طور، غيرشرعي زال مڙس يعني سُريتپڻو ("ڪنڪيوبينيج") واري مسئلي کي ڏسو جيڪو يورپ ۾ هڪڙي غيرقانوني، ناپاڪ ۽ قابل نفرت حقيقت سمجهي وڃڻ جي باوجود پوري قوت سان موجود آهي ۽ يورپي ملڪن کان علاوه آمريڪا ۽ ٻين مذهبي ملڪن ۾ مذهبي گروهن ۾ نہ صرف رائج آهي بلڪ وڌيڪ پکڙجندو وڃي ٿو. اسلام مخصوص حالتن ۽ شرطن هيٺ طلاق ۽ ان کان پوءِ ٻي شادي جي اجازت ڏئي هڪڙي حقيقت کي تسليم ڪيو آهي. حقيقت کي تسليم نہ ڪرڻ سان حقيقت منجي نہ ٿي سگهي بلڪ پنهنجي جاءِ تي موجود رهندي آهي ۽ ان سان گڏ توهان جي پهچ ۽ قابو کان ٻاهر نڪري وڃي ٿي. اسلام ان حقيقت کي تسليم ڪري ان کي قابو ۾ ڪري ورتو. ان کي قانوني ۽ شرعي جواز عطا ڪري ان کي پنهنجي شريعت ۽ قانون جو پابند ڪري ڇڏيو. ڌرين کي پنهنجي مقرر اصولن ۽ شرطن جو پابند ڪري انهن کي ڏوهہ ۽ گناهہ جي احساس کان ڇوٽڪارو ڏنو ۽ خلقِ خدا جي نظرن ۾ ذليل و خوار ٿيڻ کان محفوظ رکيو آهي. طلاق کان پوءِ شادي کي اخلاقي ۽ مذهبي تحفظ فراهم ڪري انهن جي اولاد لاءِ پاڪ و پاڪيزه ۽ فطري ماحول فراهم ڪيو ۽ انهن جي ٻارن کي معاشري جي نظر ۾ حقير، ناپاڪ، پليت، ناجائز ۽ ڏڪاريل هجڻ کان ڇوٽڪارو ڏنو.

اسلام انهن سمورين حقيقتن کي قبول ڪري ٿو جيڪي انفرادي ۽ اجتماعي سطح تي هڪڙي واقعيت طور موجود آهن. انهن حقيقتن جو اعتراف ڪري اسلام انهن کي پنهنجي قابو ۾ وٺي ڇڏي ٿو ۽ ايئن ڪرڻ سان انهن جي نتيجن ۽ انجام کي بدلڻ جي قدرت حاصل ڪري وٺي ٿو. اسلام انهن حقيقتن جي شڪل ۾ ضروري اصلاح ڪري انهن کي مذهبي ۽ اخلاقي سانچي ۾ ڍالي ڇڏي ٿو. نتيجو اهو نڪري ٿو ته حقيقت جي هيئت ۽ ماهيت، پنهي جي اصلاح ممڪن ٿي وڃي ٿي. اهو موجود حقيقت جو اعتراف آهي جيڪو اسان کي اهو موقعو فراهم ڪري ٿو ته اسان انهن موجود حقيقتن جي اصلاح ڪري سگهون، انهن کي قابو ڪري سگهون، انهن تي ضابطو حاصل ڪري سگهون. موجود حقيقت جو انڪار ڪري اسان حقيقتن کي پاڻ تي مسلط ڪري ڇڏيون، پوءِ بجاءِ ان جي ته اسان انهن حقيقتن کي پنهنجي مرضي ۽ ارادي جي مطابق بدلائي سگهون اهي حقيقتون اسان کي پنهنجي مرضي ۽ ارادي تي هلائين ٿيون، جيڏانهن گهرنديون آهن ڪٽي وينديون آهن. تنهن ڪري اسان ڏسون ٿا ته هڪڙي حقيقت پسند جي مقابلي ۾ جيڪو هر حقيقت کي، چاهي سٺي هجي يا خراب، قبول ڪري ٿو ڇڏي، هڪڙو مثاليت پسند جيڪو سدائين حقيقت کان اکيون ٻوٽي خيالي ۽ مثالي ڳالهين جي باري ۾ سوچي ٿو پنهنجي عملي زندگي ۾ انهن موجود حقيقتن جي آڏو وڏيڪ مجبور ۽ بيوس نظر اچي ٿو. ان جو سبب اهو آهي ته حقيقت پسند ته حقيقتن کي ڄاڻي ۽ سڃاڻي ٿو ليڪن مثاليت پسند انهن کان اکيون بند ڪيون پيو آهي ۽ جڏهن عملي زندگي ۾ اهي حقيقتون ان جي سامهون اچن ٿيون ته بري طرح مغلوب ٿي وڃي ٿو.

ڇا اسان ڪونہ ٿا ڏسون تہ اهي ڇوڪريون جن جي قدامت پسند ماحول ۾ پرورش ٿئي ٿي ۽ جيڪي پنهنجي گهر پنيان رکيل باغيچي ۾ سير ڪندي ۽ حوض جو نظارو ڪرڻ وقت بہ پنهنجن چهرن کي نقاب سان ڍڪي رکنديون آهن تہ ڪٽي نر مڇيون انهن جي چهري کي ڏسي نہ وٺن، اهي جڏهن عملي زندگي ۾ قدم رکنديون آهن تہ انهن کي ڪيتري ڏکيائي محسوس ٿيندي آهي. ڇوتہ اهي پنهنجن هٿن پيرن کان ڪم وٺڻ ۽ وقت جي درياء ۾ ترڻ جي صلاحيت کان محروم

هونديون آهن. انهيءَ ڪري وقت جي ٻوڏ جون سخت ڇوليون انهن کي غرق ڪري ڇڏينديون آهن. اهو ئي حال انهن نوجوانن جو آهي جن کي روايت پسندي ۽ قدامت پسندي جي گهيري ۾ قيد رکيو ويو آهي. انهن جي قرونِ وسطيٰ جهڙي ماحول ۾ پرورش ٿيندي آهي. سائنسي علم انهن جي لاءِ منع ڪيل وڻ (شجرِ ممنوعہ) آهن. انهن لاءِ ڪاليج ۽ يونيورسٽي جي تعليم جا دروازا بند آهن. انهن جو طورطريقو انهن جي هيئت، انهن جي شڪل ۽ صورت، انهن جو لباس، انهن جي رهڻي ڪرڻي، گفتگو جو انداز اٿڻ ويهڻ ۽ ملڻ جلڻ جو نمونو سڀ پراڻي ڍنگ تي قائم آهن. اهي ٽيڪسي جي پاران ٽانگي ۾ سفر ڪندا آهن. لائوڊ اسپيڪر ۽ ريڊيو جي استعمال کان واقف ڪونہ هوندا آهن. جديد دنيا جي حقيقتن ۽ مسئلن سان انهن جو ڪو تعلق ڪونهي هوندو. پوءِ جڏهن انهن کي عملي زندگي جي مسئلن کي منهن ڏيڻو پوندو آهي تہ انهن جي ڪهڙي حالت هوندي آهي. اهي جديد تهذيب ۽ تمدن جي چمڪ دمڪ کان ڪيترا متاثر ۽ مغلوب ٿي ويندا آهن. اهي جديد تهذيب ۽ ثقافت جو اهڙي بيهودي نموني سان نقل ڪندا آهن ۽ ايتري قدر اڍنگائي ۽ فضول خرچي جو مظاهرو ڪندا آهن جو خود جديد تهذيب جا علمبردار مغربي دنيا جا ماڻهو انهن تي کِلندا آهن. انهن تي ٺٺوليون ڪندا آهن. انهن کي تعجب ۽ حيراني جي نظرن سان ڏسندا آهن. انهيءَ ڪري جو مغربي دنيا جي باشندن لاءِ جديد تهذيب ۽ ثقافت هڪڙي حقيقي واقعيت آهي جنهن کي انهن فطري طور قبول ڪيو آهي. اها انهن لاءِ هڪڙي فطري ۽ طبعي حقيقت آهي جڏهن تہ اسان جي لاءِ صورتحال ان جي ابتڙ آهي. هڪڙي طرف تہ اسان انهن واقعيتن جو انڪار ۽ انهن کان اکيوٽ ڪيون ٿا. انهن کان پنهنجو دامن بچايون ٿا. ٻئي طرف جڏهن وقت ۽ حالتون اسان کي انهن موجود حقيقتن جي سامهون ڪن ٿا تہ اسان کي سمجهہ ۾ ڪونہ ايندو آهي تہ اسان ڇا ڪريون. جيئن تہ اسان پهريان کان انهن مسئلن کان واقف ڪونہ هوندا آهيون. انهيءَ ڪري اسان انهن مان سٺين ۽ خراب حقيقتن جي چونڊ ڪونہ ڪري سگهندا آهيون. نتيجو اهو نڪرندو آهي تہ بجاءِ ان جي

تہ اسان انهن حقيقتن کي پنهنجي طرفان چونديون، اهي موجود حقيقتون اسان کي پاڻ لاءِ چونڊي وٺنديون آهن.

اسان جي دنيا تي جديد تمدن جو حملو گهڻو همهگير ۽ گهڻ رخو حملو آهي. ماضي جا سمورا سرچشما خشڪ ٿي ويا، سيئي منارا ڊهي ويا، سيئي آثار متجي ويا. نشات ثانيہ (نئين جاڳرتا)، جديد دور جو ظهور، فڪرونظر ۾ روشن خيالي جي انقلابي تحريڪ، فرانس جو صنعتي انقلاب هڪبئي پٺيان اهڙا عمل آهن جن دنيا جي نقشي کي بدلائي ڇڏيو آهي. فڪري و نظري ماحول ۾ عوامي انقلاب برپا ڪري ڇڏيو آهي. اسان جي ملڪ جو هڪڙي ڦيرقار ۽ تبديلي کان متاثر ٿيڻ اٽل آهي، هڪڙو جبري ۽ فطري عمل آهي. اها هڪڙي اهڙي حقيقت آهي جيڪا جلد يا دير واقع ٿي رهندي بجلي، مشين، پريس، يونيورسٽي، جمهوريت، ريڊيو ٽيليويزن، سئنيما، اخبار ڪتاب، مغربي تعليم، ولايت ۾ يونيورسٽين جي تعليم، جديد علم، جديد هنر، آزادي، انساني حقن جو تصور، عورتن ۽ مردن جي مساوات جو نعرو ۽ جديد تمدن جا ٻيا نظارا اسان جي انفرادي ۽ اجتماعي معاملن تي اثرانداز ٿي رهندا، جنهن جي نتيجي ۾ اسان جو فڪر، اسان جي سوچ، اسان جون رسمون ۽ رواج، اسان جا اجتماعي رابطا، اسان جو معاشرتي ۽ اقتصادي ڍانچو اسان جي سياسي هيئت، غرض تہ اسان جي زندگيءَ جي سمورن انفرادي ۽ اجتماعي شعبن ۾ انقلابي تبديلين جو ظاهر ٿيڻ هڪڙي پڌري ۽ فطري حقيقت آهي. جنهن کان انڪار ممڪن ڪونهي.

ٻڌايو تہ جديد تمدن جي انهي سخت ۽ تيز حملي سان نبرڻ لاءِ اسان ڇا ڪري رهيا آهيون. اسان جا عوامي رهبر، اهي ماڻهو جيڪي انفرادي ۽ اجتماعي زندگي جا محافظ ۽ نگهبان ۽ ان جي اصلاح ۽ هدايت جا ذميوار آهن، انهن واقعيتن کان انهن پنهنجون اکيون بند ڪري ڇڏيون آهن. انهن پنهنجو پاڻ کي صرف خيالي ۽ مثالي ڳالهين جي لاءِ وقف ڪري ڇڏيو آهي. اهي قديم فڪرن ۽ مسئلن ۾ غرق آهن. نہ صرف اهو پر انهن جي ذهنيت قدامت پرستاڻي آهي. اهي ٽيڪسي جي مقابلي ۾ ٻگي (ٽانگي) کي تحفظ ڏين ٿا، بجلي جي روشني ۾ ڏيئو ٻارين ٿا. انهن جو دليل اهو آهي تہ جديد تمدن جي ڪافرن سان نسبت

آهي، جڏهن تہ قديم آثار وڏڙن جون نشانيون آهن. انهن جو خيال آهي تہ اسان جو ماضي سان تعلق (فڪري، ثقافتي ۽ روحاني) صرف ان صورت ۾ قائم رهي سگهي ٿو جڏهن اسان قديم ڍنگ تي قائم رهون، لڪير جا فقير ٿي رهون ۽ ڪنهن بہ نئين تبديلي کي قبول نہ ڪيون.

ان مرحلي تي اهو نہ وساريو تہ اهي ڪي بي خبر ۽ بي نظر فرد ڪونہ آهن. اِهي اُهي فڪرونظر جا صاحب آهن جيڪي حالتن جو صحيح اندازو ڪرڻ جي صلاحيت رکن ٿا. اهي صحيح طور تي ڏِگهي نظر وارو اظهار ڪن ٿا تہ جديد تمدن جي ٻوڏ اسان جي معاشري کي فڪري ۽ اخلاقي اعتبار کان پستي ڏانهن وٺي وينديء اهي جديد حقيقتون ۽ اهي تازا واقعا جيڪي ظاهر ٿيا آهن اسان جي ثقافت، اسان جي قدرن، اسان جي روحاني پاڪيزگي، اسان جي ايمان ۽ تقوا، اسان جي عقيدن، مطلب تہ اسان جي قومي فڪري ۽ ثقافي زندگي تي منفي اثر مرتب ڪندا. انهن کي آلودو گندو ۽ غير صحت بخش بڻائي ڇڏيندا. ليڪن حالتن جي ان طاقتور ٻوڏ جي مقابلي ۾ ڪوئي موثر بند ڪونہ ٿو ٻڌو وڃي. جديد مغربي تهذيب پنهنجن اثرن جي لحاظ کان جادوئي طاقت رکي ٿي. اها انتهائي ڏورانهن ۽ پنتي پيل معاشرن کي ايستائين جو رڻن پٽن ۾ رهندڙ بدوي قبيلن کي بہ متاثر ڪري سگهي ٿي. ليڪن ان جي انهن همهگير اثرن کي روڪڻ جي لاءِ اسان جا اهي معزز رهنما ڇا ڪري رهيا آهن. اهي فقط ۽ فقط هڪڙو جملو ورجائين ٿا، "حرام آهي".

ريڊيو خريد نہ ڪيو فلم نہ ڏسو. ٽيليويزن نہ ڏسو. لائوڊ اسپيڪر استعمال نہ ڪريو. يونيورسٽي! داخلا نہ وٺو جديد علم حاصل نہ ڪريو. اخبارون! نہ پڙهو. ووٽ! استعمال نہ ڪريو. آفيسن ۾ ڪم! نہ ڪريو. عورت! خبردار عورت جو نالو بہ زبان تي نہ آڻيو.

هن طاقتور صنعتي انقلاب جي مقابلي ۾ جنهن سڄي دنيا ۾ هڪڙو ڏاڪو ڄمائي ڇڏيو آهي ۽ هن زبردست سرمايہ دارانا تهذيب جي مقابلي ۾ جيڪا پٿر ۾ بہ ڳِهري وڃڻ جي صلاحيت رکي ٿي، اسان جا اهي فڪري قائد هڪڙي خاموش تماشائي وانگر بيٺا آهن ۽ اها اميد ڪري رهيا آهن تہ اهي ان انقلابي ٻوڏ کي مڪمل طور اثرانداز ٿيڻ

ڪان روڪي ونندا. اهي ماضي ڪي جيئن جو تيئن برقرار رکڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا. ليڪن ان فڪري ۽ ثقافتي جنگ ۽ هن صنعتي يلغار ڪان دفاع جي لاءِ انهن جي پوري فوج ۽ سڀ هٿيار (حربا) صرف ٻن ڳالهين تي مشتمل آهن.

هڪڙو "لفظ" ۽ هڪڙو "اڪر" ۽ بس.

لفظ: حرام!

اڪر: نہ (انڪار).

نتيجو صاف آهي، اهي انقلابي عمل، جديد تمدن جون حقيقتون هر شي ڪي توڙي ڦوڙي ڇڏيندا. ماضي جا سمورا اقدار ۽ آثار گم ٿي رهيا آهن ۽ اسان ان حملي ڪان پنهنجو دفاع ڪرڻ جي بجاءِ ان ڪان غفلت جو مظاهرو ڪري حملي آور جا هٿ مضبوط ڪري رهيا آهيون، ان جي غلبي جي لاءِ رستو هموار ڪري رهيا آهيون. اها ٻوڏ هر شي ڪي تباهہ ڪري رهي آهي، برباد ڪري رهي آهي. ايئن ڇڻ مڪار لومڙين، ڏينين جي مانارن، بگهڙن جي ٽولن، ڳجهن جي فوج ۽ اهڙن خونخوار ڪتن جي ٽولين جا زنجير کوليا ويا آهن تہ جيئن آبادين ۾ گهري وڃن ۽ انهن ڪي تخت ۽ تاراج ڪري ڇڏين! اهي ڪوئا جيڪي چوري ۽ لِڪي اناج جي ڍير ڪي تباهہ ڪري ڇڏيندا آهن، آهستي آهستي اسان جي دولت ڪي رت وانگر چوسي رهيا آهن. انهن تباهہ ڪن عملن ڪان ڪا شي محفوظ ڪونهي. شهر، ڳوٺ، بازار، مسجد، دوڪان ايستائين جو اسان جا گهر، ان تباهي جي زد ۾ آهن. تباهي واري ٻوڏ هر شي ڪي پنهنجي گهيري ۾ وٺي ڇڏيو آهي.

چنگيزي لشڪر جي باري ۾ چيو ويندو آهي تہ اهو طوفاني مصيبت وانگر آيو ڦرلٽ، قتل و غارت، باهيون ڏيڻ جي بازار گرم ڪئي، هر شي ڪي تخت و تاراج ڪيو ۽ پوءِ واپس هليو ويو. مگر هي موجوده بيپيرو لشڪر (لشڪر بي امان) اهو آهي جيڪو واپس وڃڻ جي لاءِ تيار ڪونهي، ڇو؟ انهيءَ ڪري جو اهو دشمن اسان جي نظرن ڪان اوجهل آهي. اسان جي ميدانن جا نگهبان ۽ اسان جي چوڪين جا محافظ ان ڪان ايترا بيزار ۽ نفرت ۾ آهن جو ان ڏانهن اک کڻي ڏسڻ بہ پسند ڪونہ ٿا ڪن. انهن حقيقتن ڪي سمجهڻ ۽ انهن ڪي ڇڳي ۽ مَني

جي ڪسوٽي تي پرکڻ جي تڪليف نٿا ڪن. انهن جي اصلاح ڪري، انهن کي اسان جي ماحول، ۽ اسان جي طرز ۽ معيار ۽ اسان جي ماڻهن جي مزاج جي مطابق ڍالي انهن کي اهڙين سوارين ۾ تبديل ڪرڻ جي ضرورت نٿا سمجهن جيڪي اسان جي ترقي واري سفر ۾ اسان جي ڪم اچي سگهن. ان جي برخلاف اسان اکيون بوتي انهن کي چڙواڳ ۽ بي لغام ڇڏي ڏنو آهي. اهي تيز رفتار سواريون بغير ڪنهن ڊرائيور جي پوري رفتار سان ڊوڙي رهيون آهن ۽ اسان انهن جي واٽ ۾ رستي جي بلڪل وچ تي اکيون بوٽيون بيٺا آهيون تہ جيئن اهي تيزي سان ڊوڙندڙ سواريون اسان کي لتاڙينديون ۽ نپوڙينديون هليون وڃن.

ڏسو! اسان جي انهي رويي جو نتيجو اهو آهي تہ اڄ پردي دار عورتون ٻار ڄڻڻ (ويم) جي موقعي تي احتجاج ڪن ٿيون تہ "مرد ڊاڪٽر ڇو! عورتن جي لاءِ عورت ڊاڪٽرياڻون ڇو ڪونہ آهن." وري جڏهن اهي پنهنجن ٻارن کي تعليم جي لاءِ ڪاليج ۽ يونيورسٽي ۾ موڪلين ٿيون تہ انهن جو احتجاجي آواز بلند ٿي وڃي ٿو "اها علم و هنر جي تعليم گاهہ آهي يا فيشن شو. ڇا اهو ڪنهن اسلامي ملڪ جو تعليمي ادارو آهي; ان سڪول مان اسلام ۽ ان جي اخلاق ۽ قدرن جي تہ ڪا خوشبو ڪونہ ٿي اچي. ڇا اهو ڪنهن مذهبي رياست جو ريڊيو آهي؟ اهو ٽيليويزن، اهي اخبارون ۽ ڪتاب، اها قانون ساز اسيمبلي ۽ ان جا مرتب ڪيل قانون. اهي بئنڪون جيڪي قانوني طور وياج جو ڪاروبار ڪن ٿيون، اهي ڪهڙي تهذيب ۽ ثقافت جو نشان آهن. اهي فلمون، اهي ترجما، اهو علم، اها صنعت و حرفت، اهو سڀ ڇا آهي؟ ان جي پردي پٺيان ڇا ٿي رهيو آهي ۽ ڇا آهي. افسوس اها ڪهڙي ثقافت آهي ۽ اها ڪنهن جي ثقافت آهي؟"

توڙي جو اهي سڀ اعتراض درست آهن ليڪن انهن سينې اعتراضن جي جواب ۾ اسان صرف اهو چئي سگهون ٿا تہ اسان کي اعتراض ڪرڻ جو حق ڪونهي، انهيءَ ڪري جو بقول حافظ

چو قسمتِ ازلي بے حضور ما کردند
گر انه کي نه بہ وفق رضا است خورده مگير.

ليڪن اسان جنهن صورتحال ۾ قاتل آهيون. ان جي متعلق حافظ جي قول کي ٿورڙي ترميم سان هيٺن چئي سگهجي ٿو ته "جيڪڏهن سڀ ڪجهه اسان جي مرضي جي خلاف آهي ته به پرواهه نه ڪريو."

جنهن وقت واقعا ظهور پذير ٿيندا آهن، پنهنجا پير ڄمائيندا آهن، پنهنجي ڪم جي شروعات ڪندا آهن ته ان وقت توهان گم ٿي ويندا آهيو ميدان مان پٺي ويندا آهيو. توهان جيڪي صاحبِ تقوا و مذهب، ۽ صاحبِ اخلاق و اسلام آهيو توهان جيڪي عوام جا هڏڏوڪي، معاشري جي روحاني ۽ فڪري قدرن جا ذميوار ۽ اسلام جي تهذيب و ثقافت جا محافظ آهيو. توهان هن مقابلي واري ميدان کي ڇڏي گوشه نشيني اختيار ڪري ڇڏيو ٿا ۽ ان جو فطري نتيجو اهو آهي ته صنعتي ثقافت ۽ جديد علم معاشري تي پنهنجو تسلط ڄمائي وٺي ٿو.

حالتن (حالات)جو وهڪرو جنهن رخ ۾ وهي رهيو آهي ان کي روڪڻ ۽ صنعتي ثقافت جي ٻوڏ جي رستي ۾ بند ٻڌڻ جي لاءِ گهڻي زبردست جدوجهد ۽ ذميواري جي احساس ۽ آگاهي جي ضرورت آهي. اها واٽ خطري واري واٽ آهي. اها ذميواري ڇيلهه ڇڪي ڪرڻ واري ۽ اها جوابداري قرباني گهري ٿي. اهي ماڻهو جيڪي عوام کي ڪوڙيون تسليون ڏئي رهيا آهن. انهن کي صبر و سڪون جي تلقين ڪري رهيا آهن. انهن کي انهن شين جي بقا ۽ تحفظ جي آس ڏياري رهيا آهن جن جو باقي رهڻ ممڪن ڪونهي. ائين آهي جڻ ان بيمار کي صحت جي باري ۾ تسلي ڏئي رهيا آهن جيڪو مرڻ وارو آهي. جيڪي ماڻهن کي حقيقي خطرن کان آگاهه ڪونه ڪري رهيا آهن. اهي هن معاشري کي انهن خيالي ۽ فرضي ڳالهين کي قبول ڪرڻ جي لاءِ راضي ڪري رهيا آهن جيڪي قبول ڪرڻ جي قابل ڪونهن. اهي ماڻهن کي غفلت جو شڪار ڪري رهيا آهن. اهي معاشري کي ڪمزور، جميل (جامد) ۽ غير فعال بڻائڻ جا ذميوار آهن.

اهي ماڻهو جيڪي گهرن ٿا ته معاشرو فعال ۽ متحرڪ هجي، اهي انهن بيڪار شين جو دفاع ڪونه ٿا ڪن جيڪي شيون انهيءَ جي قابل ڪونهن ته انهن جو دفاع ڪيو وڃي. اهي دوکي جي ذريعي عوامي مقبوليت حاصل ڪونه ڪندا آهن. اهي قابل مذمت ڳالهين جي

تعريف ۽ واکاڻ ڪونہ ڪندا آهن. اهي هٿ تي هٿ رکي ويهڻ وارا ۽ حقيقت کان لنوائڻ وارا ڪونهن. اهي موجود حقيقتن کي، انهن واقعيتن کي جيڪي اسان جي معاشري تي اثرانداز ٿي رهيون آهن، نظرانداز ڪونہ ٿا ڪن. انهن جو اعتراف ڪندا آهن. انهن جي اثرن جو جائزو وٺندا آهن ۽ معاشري کي انهن جي نقصانڪار اثرن کان محفوظ رکڻ جي لاءِ پوري قوت ۽ شدت سان جدوجهد ڪندا آهن ۽ انهن جو اعتراف ڪندا آهن. هي اهي ماڻهو آهن جيڪي ان حقيقت کي سمجهن ٿا تہ زمانو بيٺل ڪونهي، متحرڪ آهي. معاشرو سدائين هڪڙي طريقي تي قائم ڪونهي رهندو بلڪ پنهنجو لبادو تبديل ڪندو رهندو آهي. انهن کي انهي ڳالهہ جو بہ احساس آهي تہ دنيا جي طاقتور ترين انقلابي عمل جو رخ اسان ڏانهن آهي ۽ ان اسان جي معاشري ۾ انقلاب برپا ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪري ڇڏيو آهي.

اهي ماڻهو نہ تہ ايترا بي حِس ۽ بيدرد آهن جو حالتن کي هڪڙي خاموش تماشائي وانگر ڏسندا رهن، نہ ايترا بيشرم ۽ بيغيرت آهن جو ڪنهن جي بہ هٿ ۾ رانديڪو بڻجي وڃن. نہ ايترو بي شعور آهن تہ جڏهن اهو ڏسن تہ مصيبت واري ٻوڏ شهر کي پنهنجي زد ۾ وٺي ڇڏيو آهي ۽ اهي پنهنجي گهر جا دروازا بند ڪري ويٺا رهن ۽ اهو ايئن سمجهن تہ اهڙي طرح اهي ۽ انهن جا ٻار ٻچا تباهي کان محفوظ رهي سگهندا. اهي ايترو بي سمجهہ ۽ ڪوتاهہ نظر ڪونہ آهن تہ حال ۽ ماضي جي فرق کي سمجهي نہ سگهن. اهو سمجهي نہ سگهن تہ اڄوڪي صورتحال ماضي کان بلڪل مختلف آهي. اڄوڪي دور ۾ ڪوئي خاندان معاشري کان الڳ ٿي پنهنجي دائري ۾ بند نٿو رهي سگهي. توهان پنهنجي نياڻي کي چاهي گهرجي آخري ۽ پٺئين حصي ۾ بند ڪري ڇڏيو مگر ٽيليويزن ان جو پيڇو ڪندو ان تائين پهچي ويندو ٽيليويزن جي پروگرامن جي ذريعي اها بين الاقوامي رجحانن سان ڳنڍيل رهندي ۽ جديد تهذيب و ثقافت جي خوبصورتين ۽ رنگينين کان متاثر ٿيندي رهندي

# باب پنجون

## تعميرِ شخصيت جا ٻہ سانچا (قالب)

اسان جي معاشري ۾ هن وقت ٻہ سانچا (قالب) آهن جن ۾ ماڻهو پاڻ کي ڍالي سگهن ٿا. ٻہ قالب آهن جن جي مطابق پنهنجي شخصيت جي تعمير ڪري سگهن ٿا. اهڙي طرح اسان جو معاشرو انسانن جي ٻن قسمن ۾ ورهايل آهي. انهن مان هڪڙو قسم اهو آهي جيڪو ان پراڻي روايت تي قائم آهي جنهن کي مذهب ۽ اخلاق جو نالو ڏنو ويو آهي. اهو ٽولو گهري ٿو تہ زماني جي رجحانن ۽ دٻاء جي برخلاف پنهنجي قديم طورطريقي ۽ پراڻي روايت کي معاشري ۾ نافذ ڪري، حالانڪ ان روايت ۾ نافذ ٿيڻ جي صلاحيت ختم ٿي چڪي آهي. ان ڳالهہ کي ڄاڻڻ جي باوجود تہ اها پراڻي روايت پنهنجي سگهہ وڃائي چڪي آهي، اهي ماڻهو گهرن ٿا تہ نئون نسل بہ ان جي قالب ۾ ڍلجي وڃي. انهن جو عڪس ۽ انهن جو نمونو بڻجي وڃي.

ٻئي طرف ماڻهن جو اهو قسم آهي جيڪي دانشوري جدت ۽ ترقي پسندي جي نالي تي، انساني آزادي جي نالي تي نئين نسل کي بلڪل آزاد ڇڏي ڏين ٿا. اصل ۾ اهي ماڻهو ان ڳالهہ کان ڊڄن ٿا تہ جيڪڏهن اهي نئين نسل جي معاملن ۾ ڪا مداخلت ڪندا، انهن تي ڪو حڪم هلائيندا، انهن کي نيڪي لاءِ چوندا ۽ بڇڙائي کان منع ڪندا تہ کين قدامت، مشرقيت ۽ پٺتي پيل جو طعنو ڏنو ويندو. انهن کي مذهبي، ملان ۽ مولوي چئي انهن تي چٽر ڪئي ويندي. انهيءَ ڪري اهي سماجي حالتن جي ڦير گهير ۽ پنهنجن پٽن ۽ نياڻين جي ترقي پسنداڻي روش کي هڪڙو خاموش تماشائي بڻجي ڏسندا رهن ٿا.

اهي ترقي پسندي جي انهي راند ۾ هڪڙي لاش جو ڪردار ادا ڪن ٿا يعني انهن جي اولاد ترقي پسندي جي امڪانن تي عمل ڪري ٿي ۽ پيءُ ماءُ پنهنجي اولاد جي لاءِ اهي امڪان فراهم ڪن ٿا تہ جيئن

انهن (پيءُ ماءُ) کي دانشور ۽ روشن خيال سڏيو ويچي. پر پنهنجي اولاد جي رَوَش جي باري ۾ انهن جي ماٺ ۽ رضامندي جو اظهار ڪنهن دانشوري جي ڪري ڪونهي بلڪ ان جي پٺيان اهو خوف ۽ انديشو ڪم ڪري رهيو آهي تہ جيڪڏهن اسان نئين نسل کي ٽوڪڻ يا انهن جي رستي ۾ حائل ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي تہ اسان جي عزت ۽ احترام جو ظاهري پردو بہ چاڪ ٿي ويندو ۽ اسان حقيقت ۾ جنهن ڪمزوري ۽ لاچاري جو شڪار آهيون اهي پوري طرح ظاهر ٿي وينديون ۽ اسان جي اولاد اسان جي هر ڳالهہ کي حقارت سان رد ڪري ڇڏيندو.

اهي ہہ قالب آهن، ہہ سانچا آهن جن ۾ انسان ڍلجي سگهي ٿو. اهي ہہ قسم آهن جن ۾ انسان ورهايل آهن. انهن مان هڪڙو قسم ماضي جي روايت سان اهڙي نموني چنبڙيل آهي جو اهو ڪنهن قيرقار ۽ تبديلي کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار ڪونهي ۽ ٻيو قسم جديد تهذيب ۽ ثقافت جي انڌاڌنڌ نقل تي اهڙي طرح سندرو ٻڌيون بيٺو آهي جو ان چڱي ۽ مٺي جي تميز کي ختم ڪري ڇڏيو آهي. اهي ہہ قسم آهن ليڪن ٻئي غلط آهن، اهي ہہ رستا آهن پر ٻئي گمراهي جا رستا آهن. انهيءَ ڪري جو انهن مان هڪڙو گروهہ حقيقت ۽ واقعيت جي ٻوڏ کي روڪڻ گهري ٿو مگر ان ٻوڏ کي روڪڻ جي ناڪام ڪوشش ڪري رهيو آهي. اهو آهہ و زاري، دانهن ڪوڪ، طعني ۽ مهڻي، لعنت وملامت جي ذريعي ان ٻوڏ جو مقابلو ڪرڻ گهري ٿو ۽ انسانن جو ٻيو قسم اهو آهي جنهن پاڻ کي ان ٻوڏ جي رحم و ڪرم تي ڇڏي ڏنو آهي. هي اهي زنده آهن جيڪي زندگي جي گرمي ۽ سگهہ کان محروم آهن. اهي لاش وانگر آهن، انهن جي ڪائي شخصيت ڪونهي.

انهن جا سمورا اخلاق ۽ اقدار مري چڪا آهن. اهي صبح کان شام تائين صرف دولت ڪمائڻ جي چڪر ۾ ڦاٿا پيا هوندا آهن. محنت ڪندا آهن، ڪم ڪندا آهن، هر غلط طريقو اختيار ڪندا آهن. هر ناجائز رستي تي هلندا آهن، پنهنجي عزت کي داءُ تي لڳائڻ، ماڻهن جي خوشامد ڪري، ڪوڙ ڳالهائي، ٺڳي جي ذريعي مطلب جيئن بہ ممڪن ٿئي پنهنجن کيسن کي نوٽن سان ڀرين ٿا. مگر ڇاجي لاءِ؟ انهيءَ لاءِ تہ اهي ان دولت سان ٻاهريون (ولايتي) شيون خريد ڪري سگهن يعني پنهنجي دولت کي مغربي سرمائيدارن جي کيسي ۾ منتقل ڪري ڇڏين.

انسانن جا اهي ٻئي قسم ظاهري طور مختلف ۽ پنهنجي طريقي ڪار جي لحاظ کان متضاد آهن ليڪن انهن جي متضاد طريقيڪار ۽ جديد ثقافت جي ٻوڏ جي مقابلي ۾ انهن جي مختلف رد عمل جو نتيجو هڪڙو ئي آهي ۽ اهو نتيجو اهو آهي تہ ٻوڏ بنا روڪ ۽ رنڊڪ جي وهي رهي آهي ۽ پنهنجي ان سخت وهڪري جي نتيجي ۾ هر شي کي تباهہ و برباد ڪري رهي آهي. اسان جون سيئي پٽيون ڪري رهيون آهن ۽ انهن ديوارن جو ملبو ٻنهي قسم جي انسانن جي مٿن کي ميرو ۽ زخمي ڪري رهيو آهي ۽ اسان جا شهر قبرستان ٿي ويا آهن. اهي مُردن جون بستيون آهن جن منجهان ڌپ اٿي رهي آهي.

## مغربي عورت: حقيقت ۽ غلط فهمي

مغربي عورت جو اهو تصور جيڪو مشرق ۾ پاتو ويجي ٿو اهو غلط آهي ۽ حقيقي مغربي عورت کان مختلف آهي. اسان مغربي عورت جي جيڪا تصويرڏسي رهيا آهيون، حقيقت ۾ مغرب ۾ اهڙي سورت جو ڪو وجود ئي ڪونهي. اهڙيون عورتون صرف مشرق ۾ ملن ٿيون ۽ اهو بہ بازارن ۾ ۽ رستن تي، نہ بلڪ انهن جو وجود صرف ريڊيو ٽيليويزن، فلمن ۽ عورتن جي ڪجهہ مخصوص رسالن تائين محدود آهي. مطلب تہ اسان مشرق ۾ مغربي عورت جو جيڪو روپ ڏسون ٿا اهو مشرق جو تاهيل آهي، مغربي عورت جو مشرقي ڇاپو (ايڊيشن) آهي. اها مغرب جي آواره ۽ عصمت کان وانجهي عورت جي تصوير آهي، ليڪن اهڙي قسم جون عورتون صرف يورپ سان گڏ مخصوص ڪونهن. اهي مشرق ۾ بہ ملي سگهن ٿيون، اهي دنيا جي ڪنهن بہ ملڪ ۾ ملي سگهن ٿيون. اهو عورتن جو هڪڙو بين الاقوامي قسم آهي.

اسان جنهن مغربي عورت کي سڃاڻون ٿا ان جو تعلق عورتن جي هڪڙي مخصوص ۽ محدود طبقي سان آهي ليڪن اسان جي مجبوري اها آهي تہ اسان کي سدائين مغربي عورت جو اهو ئي روپ ڏيکاريو ويجي ٿو. دراصل اسان جو مغربي عورت سان تعارف صرف فلم، ٽيليويزن ۽ جنسي رسالن جي ذريعي آهي. اسان جي سامهون عورت جي انهيءَ مخصوص روپ کي سيئي مغربي عورتن جو نمائنده قسم ٻڌائي پيش

ڪيو ويو آهي. اسان کي ان مغربي عورت کي ڄاڻڻ جو حق ڪونہ ڏنو ويو آهي جيڪا ڀرپور جواني ۾ صحراءِ نوبي، آفريڪا يا الجزائر ۽ آسٽريليا جي رڻن پٽن (ريگستانن) ۾ هلي وئي ۽ پنهنجي سموري زندگي ان خطرن ۽ وحشت سان ڀريل ماحول ۾ بيماري ۽ موت جي گهيري ۾ وحشي قبيلن جي وچ ۾ گذاري ۽ پنهنجي زندگيءَ جا سمورا ڏينهن ۽ راتيون، پنهنجي جواني، پنهنجو حسن ۽ پنهنجي قوت تحقيقي ۽ سائنسي ڪمن جي لاءِ وقف ڪري ڇڏي. اها ڪيولين جي آواز ۽ انهن جي پيغام رساني جي طريقي جو مطالعو ڪري ٿي، انهن لهرن (موجن) تي تحقيق ڪري ٿي جيڪي ڪيولين جي ہر ڪان هڪڙي ہي اينٽينا تي وصول ڪيون وڃن ٿيون. پوءِ جڏهن ان مغربي عورت جي عمر پوري ٿي وڃي ٿي تہ ان جي ڏي ان جي تحقيقاتي ڪم کي اڳتي وڌائي ٿي ايستائين جو اها انگريز نياڻي ڏکهي علمي، سائنسي ۽ تحقيقاتي ڪم جي تڪميل ڪان پوءِ 50 سالن جي ڄمار ۾ واپس يورپ پهچي ٿي ۽ فرانس جي يونيورسٽي ۾ پنهنجي تحقيقاتي مطالعي جي ڪاميابي جي باري ۾ اهو بيان ڏئي ٿي تہ مون ڪيولين جي ٻولي کي سمجهي ورتو آهي ۽ انهن جي پيغام رساني جي طريقي جي ڪجھ نشانين کي ڳولي ورتو آهي.

اسان کي انهي ڳالھ جو حق ڪونهي ڏنو ويو تہ اسان مادام گواشن جي باري ۾ ڄاڻي سگهون. ان عظيم عورت پنهنجي سموري ڄمار بوعلي سينا، ابن رشد، ملاصدره ۽ حاجي ملا هادي سبزواري جهڙن اڪابر فلاسفرن جي فڪرن ۽ خيالن جي مطالعي ۾ پوري ڪري ڇڏي. انهن جي فلسفن جو تحقيقي ۽ تجزياتي مطالعو ڪيو ۽ يوناني فڪر ۽ ارسطو جي خيالن جي انهن جي خيالن سان ڀيٽ ۽ مقابلو ڪري ان ڳالھ جي نشاندهي ڪئي تہ اسان جي حڪيمن ۽ ڏاهن يوناني فڪر مان ڪيترو ۽ ڪهڙي نوعيت جو فائدو حاصل ڪيو آهي. ان ڪان علاوه اهو تہ يوناني فڪر جون اهي ڪهڙيون ڳالهيون آهن جن کي اسان جي مفڪرن غلط سمجهيو. مادام گواشن انهن غلطين جي نشاندهي ڪئي جن کي اسان پنهنجي هزار سالہ تمدن جي دور ۾ ڳولي لهڻ ڪان قاصر رهياسين.

اسان کي اهو موقعو ڪونهي ڏنو ويو تہ اسان اٽلي جي مادام ڊيلاويدا (Delavida) کي ڄاڻي سگهون. ان جو هڪڙو ڪارنامو اهو آهي تہ ان قديم يوناني زبان ۾ لکيل ارسطو جي رسالہ نفس جي روشني ۾ حڪيم بوعلي سينا جي ڪتاب نفسيات جي تصحيح ۽ تڪميل ڪئي.

اسان کي مادام ڪيوري (Curey) جي باري ۾ ڪجھ بہ ٻڌايو نٿو وڃي تہ جنهن "ڪئنٽم ۽ تابڪاري" ( Quantum and Radio Activity) جهڙن مسئلن تي تحقيقي ڪم ڪيو.

اسان سئبش ڄاڻي ريزس دلاشپل (Resess Dulachappelle) جو نالو ئي ڪونہ ٻڌو آهي جيڪا حضرت علي عليہ السلام جي باري ۾ علماءِ اسلام شيعيت جي علمبردارن ۽ معرفت علي عليہ السلام جي دعويدارن کان وڌيڪ بهتر علمي ڄاڻ رکي ٿي. اها سئبش ڄاڻي آزاد ڇوڪري هڪڙي اهڙي علائقي سان تعلق رکي ٿي جيڪو اسلامي ثقافت جي اثرن کان گهڻو پري آهي ۽ جتي شيعہ اعتقادن ۽ خيالن جو ڪوئي اثر ڪونهي. ان ڦوهہ جواني کان پنهنجي سموري زندگي حضرت علي عليہ السلام جي شخصيت، ان جي فڪر ۽ خيالن جي مطالعي لاءِ وقف ڪري ڇڏي. ان پنهنجين سمورين صلاحيتن کي ان عظيم هستي جي سڃاڻپ لاءِ وقف ڪري ڇڏيو. جنهن شخصيت کي اسلامي معاشري ۾ نظرانداز ڪيو ويو. ان نياڻي ان شخصيت کي ڳوليو جنهن کي غيرن جي تعصب ۽ دشمني ۽ پنهنجن جي اجائي تعريف ۽ واڪاڻ جي پردن لڪائي ڇڏيو هيو. ان علي عليہ السلام جي باري ۾ درست ترين حقيقتن جي چهري تان نقاب هٽايو. ان جي روح جي لطيف ترين موجن، ان جي احساس جي بلند ترين مفاصلن ۽ ان جي فڪر جي اونهن گوشن جي نشاندهي ڪئي. ان پهريون دفعو ان جي رنج و غم، اڪيلائپ جي احساس ۽ ويچارگي ۽ ان جي اميدن ۽ آرزوئن جي حوالي سان ان جي شخصيت جو مطالعو ڪيو. ان نياڻي ان علي عليہ السلام کي ڳولي لڌو جيڪو صرف بدر، احد ۽ حنين جي لڙاين تائين محدود ڪونهي بلڪ عبادت جي محراب ۾ سجده ريز ۽ رات جي هيڪلائپ ۾ مديني کان ٻاهر هڪڙي کوهہ ۾ منهن وجهي دانهن ۽ ڪوڪ ڪندي بہ نظر اچي ٿو.

ان سان گڏ ان انگريز نياڻي حضرت علي عليہ السلام جي نهج البلاغہ کي مرتب ڪيو ۽ سهيڙيو. عرب مسلمان ان عظيم ڪتاب کان

صرف اهل سنت جي مفتي اعظم مفتي محمد عبده جي ادبي چونڊ جي حد تائين واقف آهن. جيستائين شيعن جو تعلق آهي، شيعا ان ڪتاب کان يا تہ "سخنانِ جواد فاضل منسوب بہ علي" جي حوالي کان واقف آهن يا وري انهن جي چاڻ جو دائرو ان ترجمي تائين محدود آهي جنهن کي عربي متن جي مدد کان سواءِ پڙهي نٿو سگهجي. مگر ان انگريز نياڻي، جيڪا غيرمسلم آهي انهيءَ ڪري ان کي جهنمي سمجهيو ويندو حضرت علي عليہ السلام جي سمورن قولن ۽ ارشادن کي جيڪي مختلف ڪتابن ۾ ڪنڊڙيل ۽ مختلف قلمي نسخن ۾ لڪل آهن، وڏي محنت ۽ تحقيق سان ڳولي لڌو. انهن جو مطالعو ڪيو. انهن جي ترجمي ۽ تشريح جو ڪم انجام ڏنو ۽ حضرت علي عليہ السلام جي شخصيت تي اهڙو خوبصورت ترين ۽ ڳوڙهو مقالو لکيو جنهن جو مثال ملڻ مشڪل آهي. ان ڪم ۾ ان کي 24 سال لڳا ۽ ان عرصي جي هر گهڙي غوروفڪر، سوچ ويچار ۽ تحقيق وشناخت ۾ صرف ڪئي وئي آهي.

اسان مشيني نالي ان نياڻي کان بہ واقف ڪونہ آهيون جنهن يهودي هجڻ جي باوجود نازيت (ظلم ۽ ڏاڍ) جي خلاف جدوجهد ۾ حصو ورتو. جنهن هٽلر جي فوجن کي اهڙو نقصان پهچايو جو ان کي سندس غير حاضري ۾ بہ پيرا موت جي سزا جو مجرم قرار ڏنو ويو. اها يهودڻ آهي مگر جيئن تہ انسانيت جي اعليٰ قدرن ۽ آزادي جي روح کي سمجهي ٿي انهيءَ ڪري فلسطينين سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي يهودين جي خلاف سرگرم عمل آهي.

اسان کي اهو بہ حق ڪونهي تہ اسان انهن فرانس جاين نوجوان ڇوڪرين جي باري ۾ ڄاڻي سگهون جيڪي الجزائر جي مجاهدن سان ڪلهوڪلهي ۾ ملائي، ڪنهن نالي ۽ شهرت، ڪنهن دنياوي يا آخرت جي فائدي ۽ تمنا کان سواءِ خفيہ دستن، ڇاپامار گروهن ۽ زيرزمين تحريڪن ۾ مصروفِ عمل آهن ۽ پئرس جي شهوت ۽ شراب واري فضا ۾ غرق ٿيڻ جي بجاءِ الجزائر جي آزادي واري جنگ ۾ هر طرح جون قربانيون پيش ڪري رهيون آهن. اهي هڪڙي اهڙي ملڪ جي آزادي جي جنگ جي راهہ ۾ تڪليفون ۽ مصيبتون برداشت ڪري رهيون آهن جيڪو انهن جو پنهنجو ملڪ ڪونهي، بلڪ اهي جنهن ملڪ

جي قبضي ۽ ڏاڍ خلاف سرگرم عمل آهن اهو انهن جو پنهنجو ملڪ آهي يعني فرانس.

اسان کي اهو بہ حق ڪونهي تہ اسان آنجلا جي باري ۾ ڄاڻي سگهون جيڪا آزادي جي هڪڙي مجاهده آهي. جنهن جو تعلق آمريڪا يا آئرلينڊ سان آهي.

سموري دنيا جا آزادي پسند انسان، ۽ ظلم، ڏاڍ ۽ تعصب ۽ استحصال جي ماريل انسانذات جيڪا مغرب جي علم دوست، آزادي پسند ۽ انقلابي عورتن کان واقف آهي، انهي ڳالهہ کي چڱي طرح سمجهي ٿي تہ مغرب جي نمائنده عورت اها ڪونهي جنهن جو فحش رسالن يا اگهاڙين فلمن جي ذريعي اسان سان تعارف ڪرايو ويجي ٿو. مغرب جي نمائنده عورت اها ڪونهي جيڪا ڏان زان جهڙن مردن جو رانديڪو آهي، جيڪا مال و دولت ۽ سون ۽ هيرن جي ديواني هجي ٿي، جيڪا هڪڙي اهڙي جديد (ماڊرن) ٻانهي آهي جيڪا هوس وارن ۽ شهوت پرستن جي لاءِ رانديڪو بڻي رهي ٿي. ايستائين جو جڏهن ان کان انهن جي دل پرجي ويجي ٿي تہ اهي ان کي هڪڙي بيڪار شي سمجهي اڇلي ڇڏين ٿا. اهڙي عورت مغرب جي نمائندگي جو حق نٿي رکي بلڪ مغربي عورت تہ حقيقت ۾ انساني ترقي جي انهن حدن کي ڇهي رهي آهي جو اتي اها پنهنجي قوم جي بلندي جو آئيڊيل ۽ پنهنجي نسل جي آزادي ۽ فخر جو مظهر نظر اچي ٿي.

ليڪن اسان صرف مادام ٽئيگي (Twiggy) ۽ اهڙن ئي ٻين مغربي عورتن کان واقف آهيون جن کي حسينہ عالم چونڊيو ويندو آهي. اسان کي اهو تاثر ڏنو ويو آهي تہ اها ۽ اهڙي قسم جو ن عورتون جديد ۽ متمدن مغربي عورت جو آئيڊيل آهن. جيئن جيڪولين اوناسس، جيڪا هر معاملي کي دولت جي تارازي ۾ توري ٿي يا فلم اسٽار ب ب (BB) يا ملڪ موناڪو يا اهي ست عورتون جيڪي جيمز بانڊ جون باڊي گارڊ آهن. ٻين لفظن ۾ جن عورتن کي يورپ جون نمائنده عورتون بڻائي پيش ڪيو ويجي ٿو اهي سڀ عورتون اهي آهن جيڪي مغرب جي سرمائيدارانہ نظام ۾ دولت ڪمائڻ جو هڪڙو ذريعو، انهن جي مصنوعات لاءِ اشتهار، سرمائيدارن جي هٿن ۾ هڪڙو رانديڪو نودولتي طبقي جي عشرت ڪدن لاءِ جديد تمدن جي ٻانهين جي

حيثيت رکن ٿيون. اِهي اُهي عورتون آهن جن جي لاءِ تهذيب ۽ ثقافت جي معنيٰ صرف لباس ۽ جسم جي ننڍن نوهن آهي ۽ جن جي نظر ۾ اعليٰ ترين اقدار جسم جي ڳجهن ۽ هيٺين حصن جي نمائش آهي.

اسان ڪڏهن ڪونهي ڏٺو تہ اسان کي انهن نوجوان ڇوڪرين جي باري ۾ ٻڌايو ويو هجي جيڪي ڪئمبرج، سوربون يا هارورڊ جهڙين يونيورسٽين ۾ تعليم حاصل ڪري رهيون آهن ۽ صبح کان رات تائين لئبريري ۾ ويهي مطالعي ۽ تحقيق ۾ مصروف رهن ٿيون. انهن جي مطالعي جو موضوع چوڏهين يا پندرهين عيسوي صدي جو ڪو قديم نسخو يا اڍائي ٽي هزار سال پراڻيون تختيون جيڪي چين ۾ لڌيون آهن يا ڪوئي قرآن شريف جو نسخو يا لاطيني، يوناني يا سنسڪرت جو ڪوئي قديم مخطوط هوندو آهي. اهي صبح کان رات تائين انهن ڪتابن تي اهڙي طرح اکيون ڄمائي رکنديون آهن جو هڪڙي گهڙي لاءِ بہ انهن جي نظر هيڏي هوڏي ڪونہ ٿيندي آهي ۽ اهي انهي ڪٺن محنت کان ڪا ٿڪاوٽ بہ محسوس ڪونہ ڪنديون آهن. اهي مسلسل پنهنجي مطالعي ۽ تحقيق ۾ مصروف رهنديون آهن ايستائين جو لئبريري جو وقت ختم ٿي ويندو آهي، لئبريرين وقت ختم ٿيڻ جي ڪري انهن سان معذرت ڪندي ڪتاب واپس وٺندو آهي. انهن جا ڏينهن ۽ راتيون اهڙي علمي ۽ تحقيقي ڪمن ۾ گذرندا آهن مگر اسان جو مغربي عورت جي نالي تي جنهن عورت سان تعارف ڪرايو ويجي ٿو اها عوامي ملڪيت آهي، بازاري عورت آهي، جيڪا رستن تي آواره گردي ڪندي آهي ۽ هوٽلن، تفريح گاهن ۽ ڪلبن ۾ ماڻهن جي لاءِ تفريح ۽ وندر جو سامان فراهم ڪري ٿي، مگر اها مغرب جي نمائنده عورت ڪونهي، اها نمائنده ٽائيپ ڪونهي بلڪ اها هڪڙي مخصوص ٽائيپ آهي.

## رجعت پسندي ۽ استعمار جو ڳٺ جوڙ

مغرب زده عورت جو اهو نئون نمونو (ٽائيپ) رجعت پسند گروه ۽ نئين سرمائيدار طبقي جي عملي شراڪت جو نتيجو آهي. قدامت پرست گروه اخلاق ۽ مذهب جي نالي تي ۽ نئون سرمائيدارٽا طبقو

آزادي ۽ ترقي جي نالي تي عورت سان جيڪو عملي ورتاء ڪن ٿا, انهن پنهي جو گڏيل اثر عورت جي ان نئين نموني (قسم) کي وجود ۾ آڻڻ جو سبب ٿيو آهي.

قدامت پرست طبقو عورت کي هاڻي بہ جهالت ۽ قدامت جي لٺ سان هڪلي ٿو. عورتن سان انهن جو رويو سخت ۽ کهرو آهي. اهي انهن جي ظلم جي گهيري (حصار) ۾ پاڻي ۽ خوراڪ جي لاءِ بہ محتاج آهن. ان سختي ۽ تلخي جي نتيجي ۾ عورت پنهنجا هوش و حواس وڃائي ويهي ٿي ۽ بنا سوچڻ سمجهڻ جي, هڪڙي ديوانگي جي حالت ۾, اکيون بند ڪري پنهنجو پاڻ کي ان رجعت پسندي جي گهيري مان ڪڍي انهن ماڻهن جي دامن پڪڙي ٿي جيڪي نواڻ پسند آهن, جن جو تعلق نئين سرمائيداراڻا طبقي سان آهي. اِهي اُهي ماڻهو آهن جن جي مٿن تي وڏا ٽوپلا ۽ ٻچيون ڏاڙهيون آهن. اهي پنهنجي پاڪر کي اهڙين عورتن جي لاءِ خوشي سان کولي ڇڏين ٿا, انهن جي احترام ۾ پنهنجا ٽوپلا لاهي جهڪي ويندا آهن ۽ انهن سان هڪڙي مخصوص مسڪراهٽ سان ڳالهائيندا آهن. مطلب تہ هرطرح سان انهن سان معزز ماڻهو ("جنٽلمن" ـ Gentleman) وانگر سلوڪ ڪندا آهن.

اسان مغربي عورت جي جنهن تصور کان واقف آهيون اهو جديد دور جي پيداوار آهي ليڪن اها جديد دور جي عورت قرون وسطيٰ جي پيٽ مان پيدا ٿي آهي, انهيءَ ڪري جو اهو ان غير انساني, رجعت پسنداڻي ۽ سخت ۽ رُڪائي واري رويي جو جيڪو قرون وسطيٰ ۾ عورتن سان روا رکيو ويو, رد عمل آهي. جديد دور جي عورت قديم دور جي عورت جي خلاف رد عمل جي طور تي وجود ۾ آئي آهي. عيسائيت قرون وسطيٰ ۾ مذهب ۽ روحانيت جي نالي تي عورت کي هرطرح جي ذلت ۽ خواري جو نشانو بڻايو. ان کي آزادي ۽ انفراديت کان محروم ڪيو. ان جي حيثيت هڪڙي قيدي ۽ غلام واري هئي. ان کي ڪنهن بہ قسم جو حقِ ملڪيت ڪونہ هيو. ان کي نہ پنهنجي دولت تي اختيار هيو ۽ نہ اولاد تي, ايستائين جو ان جو نالو بہ ان جي پيءُ يا مڙس جي حوالي سان سڃاتو ويندو هيو. ان دور ۾ عورت کي خدا جي ناراضگي جي نشاني ۽ مڙني برائين ۽ فساد جي جڙ سمجهيو ويندو هيو. ان دور جي روحانيت آدم جي اولاد کي بهشت مان ڪڍرائڻ جو اصلي مجرم عورت کي مڃيندي هئي.

جيڪڏهن قرون وسطيٰ ۾ ڪنهن پادري کان سوال ڪيو ويندو هيو تہ ڇا ڪنهن اهڙي گهر ۾ جتي عورت موجود آهي ڪوئي نامحرم مرد داخل ٿي سگهي ٿو تہ جواب ملندو هيو تہ. نہ. هرگز نہ. ڇوتہ جيڪڏهن ڪنهن گهر ۾ نامحرم مرد داخل ٿيو ۽ توڙي جو عورت ان کي نہ ڏسي، تہ بہ اهو مرد گناهگار ٿي ويندو آهي. مطلب تہ جيڪڏهن ڪوئي نامحرم مرد ڪنهن گهر جي مٿئين منزل تي آهي ۽ ان گهر جي هيٺين منزل ۾ ڪا عورت آهي، تڏهن بہ مرد گناهگار هجڻ کان نٿو بچي سگهي. مطلب تہ عورت جو وجود ئي گناهہ آهي ۽ جنهن جاءِ تي اها موجود آهي ان جي فضا کي گناهہ سان آلودو ڪري ڇڏي ٿي.

سينٽ ٿامس ڊئڪن (St.Thomas Dakin) جو چوڻ آهي تہ جيڪڏهن خداوند ڪنهن مرد جي ڇهري تي عورت جي لاءِ محبت جو جذبو ڏسي ٿو چاهي اها عورت ان جي زال ڇو نہ هجي، تہ غضبناڪ ٿي وڃي ٿو. انهيءَ ڪري جو اُهو اِهو پسند نٿو ڪري تہ ڪنهن مرد جي دل ۾ خداوند جي محبت کان علاوه ٻيو ڪو محبت جي جاءِ والاري سگهي. مسيح (عيسيٰ) عليہ السلام سموري عمر بغيرشادي جي گذاري. انهيءَ ڪري جيڪو گهري ٿو تہ سچو عيسائي ٿئي تہ ان کي گهرجي تہ عورت جي ڀاڇي کان بہ پري رهي. اهو ئي سبب آهي تہ عيسائيت جو روحاني طبقو سيئي، برادرس، فادرس ۽ سسٽرس ( Brothers, Fathers and Sisters) سڄي عمر شادي ڪونہ ڪندا آهن. ڇو تہ شادي جو ٻنڌڻ خداوند جي غضب جو سبب ٿيندو آهي. خداوند سان تعلق ۽ وسيلو صرف عيسيٰ مسيح عليہ السلام جي ذريعي ئي ممڪن آهي. جيئن تہ هڪڙي دل ۾ ٻہ محبتون جاءِ نٿيون والاري سگهن تنهن ڪري روحانيت وارا صرف اهي ئي ٿي سگهن ٿا جيڪي ڇڙي(مجرد) زندگي گذاريندا آهن.

عيسائيت ۾ گناهِ اوليٰ ("اوريجنل سِن" - Original Sin) جو عقيدو ملي ٿو. ان عقيدي جي مطابق اهو اولين گناهہ اصل ۾ عورت جو گناهہ هيو. ان حوالي سان انهن جو چوڻ اهو آهي تہ جڏهن بہ ڪو آدم (ماڻهو) عورت ڏانهن لاڙو رکي ٿو چاهي اها عورت ان جي زال ئي ڇو نہ هجي، جيئن حضرت حوا رضي الله تعاليٰ عنها حضرت آدم عليہ السلام جي زال هئي، تہ جڻ اهو ان گناهہ اوليٰ جو ورجاء ڪري ٿو جيڪو سيني براين جي جڙ آهي ۽ پنهنجي عمل جي ذريعي خداوند جي حضور

گناهہِ آدم جي ياد کي تازو ڪرڻ جو سبب بڻجي ٿو. پوءِ اسان کي اهو ڪم ڪرڻ گهرجي جنهن سان خداند گناهہِ آدم کي معاف ڪري رکي. انهيءَ ڪري قرون وسطيٰ جو اندازِ فڪر اهو هيو تہ عورت جو وجود قابل نفرت آهي. ان کي عاجز ۽ محروم بڻائي رکيو ويجي. اها هر قسم جي حق ملڪيت کان محروم هئي، ايستائين جو جيڪڏهن ڪا عورت دولت ۽ حيثيت واري هوندي هئي، ان جي ڪا ملڪيت هوندي هئي تہ جيئن ئي اها پنهنجي مڙس جي گهر ۾ قدم رکندي هئي تہ ان جو حق ملڪيت کسجي ويندو هيو. اهي سيئي شيون جيڪي ان جون ملڪيت هونديون هيون، خودبخود ان جي مڙس جي ملڪيت ٿي ونديون هيون. قرون وسطيٰ جي انهن روايتن جون پاڙون ايتريون گهريون هيون جو انهن جا اثر اڄ جي ترقي پسند يورپي معاشري ۾ بہ ڪنهن حدتائين موجود آهن. مثال طور اڄ بہ جڏهن مغربي معاشري ۾ ڪا عورت شادي ڪندي آهي تہ ان کي پنهنجو نالو تبديل ڪرائڻو پوندو آهي ۽ نالي جي اها تبديلي خانگي حد يا غير سرڪاري ڪمن تائين محدود ڪونهي هوندي، بلڪ ان کي سيني ڪاغذ پٽن، تعليمي سرٽيفيڪيٽن، شناختي ڪارڊ، پاسپورٽ وغيره ۾ پنهنجي پيءُ جي نالي جي جاءِ تي پنهنجي مڙس جو نالو لکرائڻو پوندو آهي. مطلب اها عورت بذاتِ خود ڪجهہ ڪونهي، پنهنجي جاءِ تي ڪوئي وجود نٿي رکي، ان جو پنهنجو وجود بي معنيٰ آهي، اصل ڳالهہ تہ نالو آهي جيڪو ٻئي جي حوالي سان قائم آهي. جيستائين پيءُ جي گهر ۾ رهي ٿي تہ پيءُ جي نالي جي حوالي سان سڃاتي ويندي آهي ۽ جڏهن پراڻي مالڪ جو گهر ڇڏي نئين آقا يعني مڙس جي گهر اچي وڃي ٿي تہ پوءِ ان جي سڃاڻپ مڙس جي حوالي سان قائم ٿئي ٿي. مغربي معاشري جي نظر ۾ ان جي ايتري حيثيت ۽ قيمت بہ ڪونهي تہ اها ڪنهن ٻئي جي حوالي کان سواءِ خود پنهنجو نالو رکي سگهي. اهو طريقو هاڻي مشرقي ماڻهو بہ اپنائي رهيا آهن. اهو انهيءَ ڪري ٿيو آهي جو اسان سمجهون ٿا تہ اهو طريقو جيئن تہ مغرب جو طريقو آهي انهيءَ ڪري اسان جي پنهنجي طورطريقي کان بهتر آهي. چاهي اهو طريقو غلامي جي دور جو يادگار هجي، چاهي اهو واهيات، بيهودو ۽ قابل نفرت طريقو هجي، مگر جيئن تہ ان تي مغرب جي ڇاپ

لڳل آهي انهيءَ ڪري اسان جا اهي جدت پسند جيڪي مغرب جا مقلد آهن اکيون بند ڪري ان جي تقليد ڪن ٿا.

مقلد چاهي قديم هجن يا جديد، بس نقال آهن. انهن جي اندر شعور ۽ ارادي، چونڊ ۽ فيصلي جي قوت، چڱي ۽ مَٺي، حق ۽ باطل ۾ امتياز ڪرڻ جي صلاحيت بيڪار ٿي وڃي ٿي. انهن جو ڪم صرف نقل ڪرڻ آهي، اهي اکيون بند ڪري نقل ڪن ٿا ۽ نقل ڪڏهن ڪڏهن اصل جي مقابلي ۾ کل ۽ چٿر جي حد تائين وڌي وڃي ٿو.

يورپ ۾ جتي بہ سرڪاري قانوني ڪاغذ ۾ ڪنهن شادي ٿيل عورت جو نالو لکڻ جي ضرورت پيش اچي ٿي تہ ان جو نالو هيٺ ۾ ٻن طريقن سان لکيو ويندو آهي. يعني اهو نالو جيڪو ان شادي کان پوءِ اختيار ڪيو آهي ۽ جيڪو ان جي مڙس جو خانداني نالو هوندو آهي ۽ اهو نالو جيڪو ڪنوارپ جي ڏينهن ۾ شادي کان اڳ هيو ۽ اهو ان جي پي جو خانداني نالو هوندو آهي. يعني عورت جو نالو ان جو پنهنجو نالو ڪونهي بلڪ ان جي گهر مالڪ جو نالو آهي ۽ عورت توڙي ان گهر جي مالڪڻ هجي مگر جيئن تہ عورت آهي تنهن ڪري گهر جي مالڪڻ نٿي ٿي سگهي. اها پنهنجي ذات جي حوالي سان سڃاتي نٿي وڃي. اها الڳ طور تي پنهنجو نالو نٿي رکي سگهي. اهو ئي سبب آهي تہ اها شادي کان پوءِ سرڪاري ۽ خانگي، هر سطح تي، پنهنجو نالو تبديل ڪندي آهي، اها تبديلي ان جي مجبوري آهي.

اسان جون نواڻ (جدت) پسند عورتون جن جو مغرب جي ان رسم سان حال ۾ئي تعارف ٿيو آهي، شادي کان پوءِ نہ صرف خانداني نالو تبديل ڪن ٿيون، بلڪ پنهنجو اصلي نالو بہ تبديل ڪري ڇڏين ٿيون. مطلب تہ مغرب جو نقل ڪرڻ ۾ خود مغرب کان بہ ٻہ هٿ اڳتي نڪري وڃن ٿيون. اها بي ڍنگي ۽ بي عقلي واري نقالي آهي جيڪا حد کان وڌيڪ طنز ۽ چٿر واري آهي. اسان جو مغرب زده طبقو يورپي نسل کي پاڻ کان برتر سمجهي ٿو ۽ انهن کان ايترو متاثر آهي جو هر ڳالھ ۾ انهن جو نقل ڪري ٿو. اهو سوچڻ سمجهڻ کان سواءِ تہ جنهن ڳالھ جي اهو نقل ڪري رهيو آهي ان جي اصليت، معنيٰ، افاديت يا قدر ۽ قيمت ڇا آهي. اها انڌي تقليد عقل ۽ شعور کان عاري آهي. اسان جا نواڻ (جدت) پسند ان واٽ تي اکيون بند ڪري ڊوڙي رهيا آهن. اهوئي سبب

آهي تہ اسان جي معاشري ۾ مغرب جي نقالي اهڙي نموني ۾ موجود آهي جنهن جو مثال خود مغربي معاشري ۾ بہ ڪونہ ٿو ملي.

اڄ بہ فرانس جي مروجہ قانون جي مطابق ڪابہ عورت پنهنجي مڙس کان الڳ ٿيڻ کان پوءِ پنهنجي اولاد تي ڪنهن بہ قسم جو معمولي حق بہ نٿي رکي، جڏهن تہ اسلام ۾ (خالص ۽ اصلي اسلام ۾، نہ ڪي موجوده دور جي نقلي ۽ غيرخالص اسلام ۾) عورت شخصيت ۽ حقن جي اعتبار کان هڪڙي آزاد ۽ مستقل حيثيت رکي ٿي، ايستائين جو اها مڙس کان ٿڃ پيارڻ جي قيمت طلب ڪري سگهي ٿي. اها مڙس جي مداخلت کان سواءِ ڪاروبار ۽ واپار ڪري سگهي ٿي. معاشي پيداوار جي عمل ۾ آزادي سان حصو وٺي سگهي ٿي. مطلب تہ هرطرح سان ان کي اهي سمورا حق ۽ اختيار حاصل آهن جيڪي ڪنهن بہ معاشري ۾ هڪڙي آزاد فرد کي حاصل ٿي سگهن ٿا. ان جي حيثيت ماتحت ۽ ڳيجهو واري ڪونهي بلڪ اها هڪڙي آزاد ۽ مستقل حيثيت جي مالڪ آهي.

ماضي ۾ يورپ عورت سان غيرانساني سلوڪ ڪيو ۽ دين ۽ مذهب جي نالي تي ان جي جيڪا توهين ڪئي ۽ ان کي جيڪو خوار خراب ڪيو اڄ جي مغربي عورت ان رد عمل جو مظهر آهي. قرون وسطيٰ ۾ عورت جي متعلق جيڪو اندازِ نظر اختيار ڪيو ويو ان جون پاڙون ايتريون گهريون هيون جو اڄ بہ مغرب جي مُهذب عورت پنهنجي فڪر ۽ سوچ کي ان کان مڪمل طور آزاد ڪري ڪونہ سگهي آهي. تنهن ڪري اسان ڏسون ٿا تہ اٽلي ۽ اسپين ۾ جتي اڄ بہ مذهبي عنصر غالب آهي، اتي آزادي ۽ حقوق بشري جي سيني وڏين وڏين دعوائن جي باوجود هاڻي بہ عورت گهڻن ئي انساني ۽ بنيادي حقن کان محروم آهي.

مان اصل ۾ انساني آزادي، اجتماعي ۽ سماجي حقن جي ڳالهہ ڪري رهيو آهيان. اها آزادي ان جنسي آزادي کان مڪمل طور تي مختلف آهي جيڪا نہ صرف مغرب ۾ ملي ٿي بلڪ جيڪا وڏي تيزي سان مشرقي معاشرن ۾ پکڙجي رهي آهي. اڄ اسان جيڪا صورتحال ڏسي رهيا آهيون اُها اِها آهي تہ مغرب پنهنجين صنعتن لاءِ ڪچو مال، مثال طور، پيٽرول، هيرا، ٽامو، لوهہ، چاندي، ڪافي (قهوو) يورينيم ٻي دنيا (سابق ٽين دنيا) جي ملڪن مان نهايت سستي اگهہ ۾ خريد ڪري

تہ ۽ انھن بکايل ۽ اگھاڙن ملڪن کي، جيڪي يورپ جي ملڪن لاءِ ڦرلٽ ڪرڻ جي بازار آهن، نهايت سخاوت ۽ خوشي سان آزادي، اخلاق، هنري مهارت ("تيڪنڪ")، ثقافت، فن ۽ ادب جي نالي تي جنسي آزادي ۽ ڇڙواڳي جو تحفو فراهم ڪري رهيو آهي ۽ پنهنجي پيل سيني ملڪن جا سمورا پرچاري وسيلا ۽ نشر و اشاعت جا سڀ ذريعا ان مغربي روش جي ترويج، توجيھہ ۽ توسيع ۾ مصروف آهن. جنسي آزادي حقيقي آزادي ڪونهي، ان جو انساني حقن سان ڪو تعلق ڪونهي. دراصل جنسي آزادي هڪڙو فريب آهي، هڪڙو ڏوڪو آهي. جديد استعمار اهڙا گھڻائي فريب ايجاد ڪيا آهن تہ جيئن مغرب جو سرمائيداراڻو نظام پنهنجي ظالماڻي ڦرلٽ کي جاري رکي سگھي ۽ مشرقي ملڪ جيڪي مغرب جي استعمار جا شڪار آهن پنهنجين حالتن جي خلاف بغاوت ڪري نہ سگھن. اهي مغرب جي اقتصادي استحصال کي آزادي ۽ ترقي پسندي جي نالي تي قبول ڪري رهيا آهن. مغرب جا سرمائيدار ۽ صنعتڪار مشرق جي عوام کي اقتصادي ۽ سياسي طور غلام بڻائي رکڻ لاءِ انهن کي جنسي آزادي جي ڪوڙڪي ۾ ڦاسايون پيا آهن. خاص طور تي نوجوان نسل جيڪو بغاوت ۽ سرڪشي جو فطري لاڙو رکي ٿو جيڪو مذهب جي قيد ۽ قديم روايت جي پابندي کان آزاد ٿيڻ گھري ٿو جيڪو ڪنهن بہ وقت سورش ۽ بغاوت ڪري مغرب جي استحصال ۽ استعمار جي لاءِ سنگين خطرو بڻجي سگھي ٿو ان کي جنسي آزادي جي ٻوڏ ۾ اهڙي طرح غرق ڪيو ويو آهي جو انهن کي دنيا جهان جو ڪو هوش ئي ڪونهي. اهي هڪڙي عفلت ۽ بي حِسي جو شڪار آهن. انهن تي مدهوشي جي ڪيفيت طاري آهي. اهي مغرب جي جنسي آزادي جي جادو ۾ جهلجي ويا آهن. اهي پنهنجين حالتن، پنهنجي غربت ۽ سياسي ۽ اقتصادي غلامي جي احساس کان بي خبر آهن. اهوئي اهو طريقو آهي جنهن جي ذريعي ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا جا ملڪ ۽ خود اتان جا نواڻ (جدت) پسند طبقا مغرب جي مفادن لاءِ رستو هموار ڪن ٿا. داخلي ڏاڍ جي ذريعي نوآبادياتي نظام کي سگھہ پهچائين ٿا ۽ جنسي آزادي جي ڪوڙڪي ۾ ڦاسي پنهنجن مغربي آقائن جي تلسط کي مضبوط ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪندا رهن ٿا.

ان مرحلي تي اسان ٿورڙي غوروفڪر جي ذريعي ان جنسي طوفان جي پردي جي پٺيان لڪل شيطاني وجود کي سڃاڻي سگهون ٿا. اهو شيطاني وجود هڪڙو اهڙو بت آهي جنهن جا ٽي منهن (چهرا) آهن ۽ انهن ٽنهي چهرن جا جديد نالا "استثمار" (معاشي استحصال جو سرمائيداراڻو نظام)، "استعمار" (مغرب جو نوآبادياتي نظام)، ۽ "استبداد" (ڏاڍ) يعني مشرق ۾ غيرجمهوري ۽ ظالماڻي حڪومت جو نظام آهن. جديد دور جي ان مذهب جو پيغمبر (باني) فرائيڊ (Freud) آهي. ان جو عملي ۽ مذهبي سرمايو "فرائيڊزم" (Freudism) آهي. ان مذهب ۾ انساني حقن جو بنياد جنسيت آهي ۽ ان ۾ اخلاقي قدر جنسي آزادي ۽ ڇڙواڳي آهي. ان مذهب جي عبادت "شهوت پرستي" آهي ۽ ان جي عبادتگاهہ ۾ جنهن شي کي سڀ کان اڳ ۾ قربان ڪيو وڃي ٿو اها "عورت" آهي.

## عورت: جديد دور جي ثقافتي ۽ سماجي تناظر ۾

يورپ ۾ نئين جاڳرا (نشات ثانيہ) کان پوءِ پندرهين ۽ سورهين صدي ۾ قديم روايتي ۽ مذهبي دور ختم ٿي ويو ۽ ان جي نتيجي ۾ زندگي جا سمورا اقدار ۽ تصور مڪمل طور تي اُبتا ٿي ويا. هاڻي فطري شعور ۽ مذهبي احساس جي جاءِ ڊيڪارٽ (Descarte) جي عقلي شعور ۽ تجزياتي منطق ورتي. اجتماعيت جي پاران انفراديت جو تصور اڀريو. معاشرتي اڪائي (خاندان، قبيلي، قوم) جي جاءِ تي فرد جي اڪائي جي آزاد ۽ مستقل حيثيت نمايان ٿي. اجتماعي مفاد جي جاءِ تي انفرادي مفاد تي زور ڏنو وڃڻ لڳو. درخيم (Durkheim) جي لفظن مطابق اجتماعيت ("سوشل ازم" Socialism) جي جاءِ انفراديت ("انڊويڊيوئلزم" Individualism) والاري. زندگي جي متعلق بنيادي تصور ۾ تبديلي جو نتيجو اهو نڪتو تہ "اقدار" افاديت سان بدلجي ويا. مثاليت پسندي ("آئڊيلزم") جي جاءِ واقعيت ("ريئلزم" Realism) والاري. روحاني لطف جي جاءِ فطري جبلت کي ڏني وئي. زندگي جو ڪمال روحاني ترقي، تقوا ۽ بي فڪري (توڪل) نہ رهيا، بلڪ مادي آرام ۽ آسائش کي زندگي جو مقصد سمجهيو وڃڻ لڳو. اهي مقدس روحاني ۽ ثقافتي قدر

جن جون پاڙون انساني فطرت ۾ نهايت گهريون آهن جن جي منطقي چنڊڇاڻ ممڪن ڪونهي مگر جيڪي ابدي سڪون ۽ راحت جي ضمانت آهن. اهي هاڻي بيڪار سمجهيا وڃڻ لڳا ۽ انهن جي جاءِ انهن قدرن ورتي جن کي عقل منطق جي ڪسوٽي تي پرکي چونڊي سگهي ٿو.

مختصر اهوتہ اهي تمام قدر جيڪي منطقي عقل جي ذريعي معلوم ڪري سگهجن ٿا. جيڪي وقت جي مصلحت تي پورا لهي سگهن ٿا. جن ۾ افاديت جو عنصر پڌرو آهي. جن جو منطقي تجزيو ۽ چنڊڇاڻ ممڪن آهي، جن کي علت ۽ معلول جي سلسلي ۾ ڏسي ۽ سمجهي سگهجي ٿو يعني اهي سيئي قدر جيڪي زميني آهن. مادي آهن. تغير پذير آهن. انهن تي ئي اسان جي سموري زندگي، سمورو مذهب ۽ ثقافت. سماجي ۽ معاشرتي رابطا منحصر آهن. اهي ئي قدر جيڪي زماني جي روح جي علامت آهن. هاڻي اسان جو انهن قدرن سان ڪوئي رشتو باقي ڪونهي رهيو. جيڪي الهامي قدر چورائين ٿا. جيڪي ناقابل تغير آهن. جن جو تعلق هڪڙي اهڙي حقيقت سان آهي جيڪا اسان جي عقل ۽ ارادي جي سطح کان بلند آهي، جنهن کي منطق جي ڪسوٽي تي پرکڻ ممڪن ڪونهي. اهي قدر عقل جي ان سطح سان تعلق رکن ٿا جيڪو چنڊڇاڻ ۽ تجزيي جي سطح کان ماوراءِ آهي. ان جو تعلق ان حقيقت سان آهي جيڪا غيبي آهي، جيڪا علت ۽ معلول جي سلسلي کان بلند آهي. انهن قدرن جون پاڙون انساني وجود ۾ گهٽيون گهريون آهن. انهيءَ ڪري جو شروع زماني کان اڄ تائين اهي موجود آهن. انهن قدرن جو سرچشمو مادي ۽ زميني ڪونهي بلڪ انهن جو تعلق هڪڙي ٻئي جهان سان آهي ۽ انهن جو سرچشمو هڪڙي اهڙي حقيقت آهي جيڪا ثابت. قديم. مطلق ۽ ڪامل و اڪمل آهي.

روحاني، ناقابل تغير ۽ اعليٰ قدرن کان منهن موڙي زميني، مادي، تغير پذير ۽ مصلحت آميز قدرن سان رشتو جوڙڻ جو مطلب اهو آهي تہ مابعدالطبعيات سان اسان جو تعلق ٽُٽي ويو. جڏهن اسان مابعدالطبيعات سان ڪٽجي طبعياتي سطح تائين محدود ٿي وياسين تہ پوءِ الهام جي جاءِ سائنسي علمن والاري "پاڪدامني" جو تصور لذت سان بدلجي ويو. طلب ڪمال، طلب مال ۾ سمائجي وئي. تقوا جو تصور

مادي آرام ۽ آسائش جي تصور سان بدلجي ويو. فرانسسڪن بيڪن جي بقول هاڻي ”حقيقت“ جي جاءِ طاقت والاري ڇڏي آهي.

ان روحاني ۽ فڪري انقلاب، قدرن (اقدار) جي پيماني ۾ ان گهري تبديلي ۽ تهذيب و ثقافت ۽ تصور حيات جي بنيادي رخ ۾ ان تغير زندگي ۾ ان جي سمورن تصورن، سڀني مظاهر ۽ سڀني ادارن تي انقلابي اثر مرتب ڪيا آهن. جذبہ عشق، خاندان جي تصور ۽ عورت ۽ مرد جي تعلقات جي نوعيت ۽ ان جي هر سطح، هر شي بدلجي وئي. معاشري ۾ عورت جو مقام ۽ مربتو مرد جي مقابلي ۾ ان جي حيثيت ۽ زندگي، فن، ادب ۽ ثقافت ۾ان جي جاءِ تبديل ٿي وئي آهي. زندگي ۽ ان جي قدرن ۾ ان همهگير تبديلي جو علمي بنياد ڊيڪارٽ جي منطق آهي جنهن مطابق هرشي ۽ هرڳالهہ کي عقل جي ڪسوٽي تي پرکيو ۽ منطق جي تجزياتي اصولن تي جانچي سگهجي ٿو. ان نقطہ نظر جي مطابق هر شي ايستائين جو اهي مقدس قدر (اقدار) ۽ اخلاقي اصول جن جي متعلق اهو خيال ڪيو ويندو هيو تہ اهي عقل برهاني جي حد کان ماوراء ۽ الاهي صفتن جو پرتوو آهن، هاڻي تجزياتي منطق جي سطح تي پرکجڻ لڳا ۽ انهن کي بہ مادي شين وانگر ڳرڻ، جذب ٿي وڃڻ ۽ تجزيي جي قابل سمجهيو وڃڻ لڳو. عورت ۽ محبت جن جي چوڌاري هڪڙو اهڙو پراسرار، مقدس، روحاني، خيالي ۽ شاعراڻو دائرو (هالو) هيو جنهن تائين پهچ (رسائي) ممڪن ڪونہ هئي هاڻي اهي تشريح، تجزيي ۽ ڇنڊڇاڻ جي زد ۾ اچي ويا. هاڻي انهن کي هڪڙي حسابي مسئلي وانگر حل ڪيو وڃڻ لڳو.

فڪرونظر جي انهي تبديلي جي ذميوارن ۾ هڪڙو نالو ڪلوڊ برنارڊ (Claude Bernard) جو آهي جنهن جي خيال ۾ انسان هڪڙو اهڙو لاش آهي جيڪو بي روح آهي. فريوڊ جو خيال آهي تہ روح هڪڙو ”بيمار مِرون“ آهي. انهن ٻنهي تصورن جي مٿي تي بورزوائي ذهنيت پاڇو ڪنڌڙ آهي جنهن جي نزديڪ زندگي جي معنيٰ دولت ۽ سرمايو آهي. انهن تحقيقن ۽ تصورن مان جيڪو نتيجو نڪرڻو هيو اهو اسان سڀئي ڏسي رهيا آهيون.

هڪڙي پاسي اهڙا مفڪر ۽ ٻئي پاسي عيسائي ملان. هڪڙي پاسي جديد تجزيہ گاهہ هيا ۽ ٻئي پاسي ڪليسا. انهن جديد تصورن

جي مقابلي ۾ ڪفر جي فتوا کان سواءِ ڇوڙڻ لاءِ ٻيو ڪجهہ ڪونہ هيو ۽ هاڻي ان ڪفر جي فتوا کان ڊڄڻ لاءِ ڪوئي تيار ڪونهي. انهن جديد مفڪرن جي مقابلي ۾ جيڪي دليل ۽ مثال پيش ڪندا هيا عيسائي ملائيت صرف ”هاءِ مذهب“ جي رٽ لڳائيندا هيا. ڪفر جي فتوا صادر ڪندا هيا ۽ ماڻهن کي جهنم جي باهہ کان ڊيڄاريندا هيا. ليڪن انهن جي سموري هاء هو (واويلا) بي سود ۽ بي اثر هئي. عورت جيڪا گذريل زماني (دور) ۾ خاندان جو حصو هئي ۽ توڙي جو ان جي مستقل ۽ آزاد حيثيت ڪونہ هئي بلڪ اها خاندان جو حصو هئي ۽ خاندان جيڪو هڪڙي اڪائي وانگر هيو پوري طرح رل مل ٿي ان جو هڪڙو حصو ٿي ويندي هئي. آهستي آهستي ان کي اقتصادي آزادي حاصل ٿيڻ لڳي. هاڻي ان کي گهر کان ٻاهر جي ماحول ۾ ڪم ڪرڻ جا موقعا ملڻ لڳا. صنعتي دور جي متحرڪ ۽ پيچيده زندگي ۽ ان جي روزانو وڌندڙ مسئلن ۽ مشغلن عورت کي گهر جي چوديواري جي گهيري (حصار) کان ٻاهر ڪڍي اقتصادي مشغلن ۾ مصروف ڪري ڇڏيو.

اقتصادي آزادي جي نتيجي ۾ عورت کي سماجي آزادي بہ حاصل ٿي وئي. پنهنجي مڙس ۽ ٻارن جي مقابلي ۾ بہ ان جو هڪڙو آزاد ۽ مستقل بالذات وجود تسليم ڪيو ويو. اڄ جي عورت شادي کان اڳ ۾ بہ پنهنجو وجود رکي ٿي، اها عقلي ۽ منطقي اعتبار کان ترقي ڪري چڪي آهي. لهذا ٻين سان انجي رابطن جي نوعيت بدلجي وئي آهي. هاڻي انهن تعلقات جو بنياد فطري جذبات ۽ احساس يا ماوراءِ منطق روحاني تصورن تي ڪونهي بلڪ عورت هاڻي پنهنجن سمورن تعلقات کي عقل معاش جي ڪسوٽي تي پرکي ٿي ۽ پنهنجن ذاتي مفادن ۽ مصلحت جي تارازي ۾ توري ٿي. ان اندازِ نظر جيڪو سائنسي، مادي، تجزياتي، مصلحت آميز ۽ واقعيت تي مبني آهي ۽ جنهن جو ماڻ صرف پنهنجي ذات جو مفاد. پنهنجين جبلتن جي تسڪين ۽ پنهنجي لاءِ عيش وآرام جا سبب مهيا ڪرڻ آهن. عورتن کي خانداني، اجتماعي ۽ مذهبي قيد ۽ حدن کان گهڻي حد تائين آزاد ڪري ڇڏيو آهي. ان آزادي جو مطلب اهو بہ آهي تہ عورتون انهن سمورن اونهن ۽ لطيف جذبن ۽ احساسن کان گهڻي حد تائين محروم ٿي ويون جن جو تعلق

روحانيت سان آهي، انهيءَ ڪري جو جديا. تهذيب ۾ عورتن جي آزادي جو اهو هڪڙو لازمي نتيجو آهي.

درخيم (Durkheim) ان ڳالهہ جي تائيد ڪري ٿو تہ گذريل دور ۾ اجتماعي روح طاقتور هيو، اجتماعيت جو جذبو قوي ۽ غالب هيو ليڪن جڏهن جديد سوچ، واپار ۽ شخصي رجحان وڌيا ۽ اقتصادي ۽ معاشي عنصرن انهن رجحانن کي تقويت عطا ڪئي تہ فرد انهن مڙني رشتن کي، جن جو بنياد فطري ۽ روحاني تقاضائن تي هيو ۽ جيڪي مذهب ۽ قديم روايت جي حوالي سان مضبوط ڪيا ويندا هيا، توڙڻ شروع ڪيو. اجتماعي رابطن جي ان ڀيڃ ڊاهہ جي نتيجي ۾ فرد کي اها آزادي حاصل ٿي وئي آهي جيڪا جديد تهذيب جو طرء امتياز آهي.

ايستائين جو اڄ هڪڙي 18 سالن جي ڪنواري ڇوڪري ڪنهن ٻئي جي سهاري ۽ سرپرستي کان سواءِ آزادي سان ڪنهن گهر ۾ رهي سگهي ٿي. هاڻي هڪڙي عورت کي پنهنجي خاندان ۾ خود مختيار ۽ آزاد حيثيت حاصل آهي. عورت جيئن تہ معاشي طور تي خود ڪفيل آهي انهيءَ ڪري ان کي اهو حق حاصل آهي تہ جيڪڏهن ان جي لاءِ خانداني زندگي ناخوشگوار ۽ تڪليف واري ٿي وڃي تہ اها ان ٻنڌڻ کان آزادي حاصل ڪري ڇڏي. هاڻي عورت کي جيئن تہ انفرادي حق حاصل آهن، جيئن تہ اها اقتصادي طور تي آزاد آهي، جيئن تہ اها سيني معاملن کي عقل جي تارازي ۾ تورڻ جي عادي آهي، ۽ جيئن تہ عقل جي فتوا اها آهي تہ انسان صرف پنهنجي مفاد ۽ آسائش جو خيال رکي، ٻين لاءِ ڏک برداشت نہ ڪري تہ هاڻي عورت انهي ڳالهہ لاءِ مجبور ڪونهي تہ اها قرباني ڏئي، ايثار ڪري، پنهنجي آرام آسائش ۽ پنهنجن جذبن ۽ احساسن کي ڪنهن مرد جي محبت جي خاطر نظرانداز ڪري ڇڏي، يا عشق، واعدي وفائي، شريعت ۽ شادي واري ٻنڌڻ جي نالي تي پنهنجي ذات ۽ ان جي مسئلن ۽ معاملن کان اکيون بند ڪري ڇڏي. هاڻي ايئن ممڪن ڪونهي، ڇو تہ عشق، وفا، فداڪاري ۽ ايثار روحاني ۽ اخلاقي قدر (اقدار) آهن جن جي عقلي ۽ منطقي ڇنڊڇاڻ ممڪن ڪونهي.

ٻين جي خاطر پنهنجي زندگي قربان ڪرڻ، ٻين جي آرام جي خاطر ڏک ۽ تڪليف برداشت ڪرڻ اهي ڳالهيون آهن جيڪي موجوده دور جي منطق تي ڪنهن بہ حساب سان پوريون نٿيون لهن. مون

ڪي جنهن سان ڪنهن بہ قسم جو دلي تعلق ڪونهي ان جي لاءِ مان ڪابہ قرباني ڇو ڪريان؟ مون ڪي جنهن سان محبت ڪونهي مان ان سان واعدي وفائي ڇو ڪريان؟ ڪابہ عورت ڪنهن ضعيف ۽ بدشڪل شخص سان پنهنجي قسمت ڪي ڇو ٻڌي. اها ان اقرار واعدي ۽ تعلق ڪي ڇو نڀائي جيڪو ان وقت ڪيو ويو هيو جڏهن اهو مرد صحتمند ۽ حسين هيو جڏهن اهو ان عورت لاءِ اڪيلو سهارو هيو مگر هاڻي اهو شخص ضعيف ۽ نبل ٿي چڪو آهي. هاڻي ان جي قوت ضعيفي ۾ ۽ ان جو حسن ۽ خوبصورتي بدشڪلي ۽ بدصورتي ۾ تبديل ٿي چڪا آهن. هاڻي ڪائي عورت ڪنهن اهڙي مرد سان ڇو تعلق برقرار رکي ۽ ان جي ڪري هڪڙي اهڙي ٻئي شخص ڪي ڇو نظرانداز ڪري جيڪو طاقتور ۽ حسين آهي ۽ جيڪو ان جي طبعي ۽ فطري جذبن ۽ تقاضا جو گرمجوشي سان جواب ڏئي سگهي ٿو.

سارتر جنهن ڪي موجوده دور جو هڪڙو عظيم فلسفي مڃيو وڃي ٿو هڪڙو سوال پيش ڪري ٿو. اهو چوي ٿو تہ هڪڙي عورت ڪنهن اهڙي شخص جي زال آهي جنهن ۾ ڪا خوبي ڪونهي. ڪائي ڪشش ڪونهي. ان جي برخلاف هڪڙو اهڙو شخص آهي جنهن جي شخصيت هر اعتبار ڪان پرڪشش آهي ۽ اهو ان عورت سان عشق بہ ڪري ٿو عقل جي روشني سان ڏسو تہ حساب بلڪل صاف آهي. ٻنهي مردن ڪي ان عورت جي ضرورت آهي. هڪڙي جو ان سان زال وارو لاڳاپو آهي ۽ ٻئي جو تعلق عشق وارو آهي. ليڪن عورت ڪي پنهنجي مڙس سان ڪوئي دلي لڳاءُ ڪونهي. ان جي برخلاف اها پنهنجي عاشق سان محبت ڪري ٿي. جيڪڏهن اها عورت مڙس سان وفادار رهي ٿي تہ ايئن اها پنهنجي مڙس جي هڪڙي محبت لاءِ پنهنجي ۽ پنهنجي عاشق جي يعني بہ محبتون قربان ڪري ٿي ۽ جيڪڏهن اها پنهنجي مڙس سان قطع تعلق ڪري ڇڏي ٿي تہ ايئن اها ٻن محبتن جي لاءِ هڪڙي محبت ڪي قربان ڪري ٿي. ان عورت جي لاءِ مسئلو بلڪل واضح آهي. انهي حوالي سان عقل جو فيصلو ڪرو ۽ قطعي آهي. اهو هڪڙو رياضي جو مسئلو آهي. هڪڙي محبت جي لاءِ ٻن محبتن ڪي قربان ڪرڻ ڪنهن بہ حالت ۾ عقل وارو ڪم ڪونهي. ڊيڪارٽ جي

منطق هجي يا فرويڊ جو نظريو ڪير بہ ان ڳالهہ کي عقل مطابق تسليم ڪرڻ لاءِ تيار ڪونهي. هڪڙي جديد ۽ باشعور عورت منطقي عقل جي روشني ۾ فيصلو ڪندي آهي, اها ان مسئلي کي رياضي جي مسئلي وانگر حل ڪندي آهي. معاشي آزادي ۽ اجتماعي حق ان جي انهي فيصلي ڪرڻ ۾ پوري طرح مدد ڪن ٿا, تنهن ڪري اها فيصلو ڪري وٺي ٿي.

اهڙي طرح اولاد جو معاملو آهي. ٻار ڄمي ٿو. مطلب هڪڙو ننڍڙو ٻار, هڪڙو پتڪڙو وجود, پنهنجي پيءُ ماءُ جي آزادي تي رڪاوٽ پيدا ڪري ڇڏي ٿو. عقل انهي ڳالهہ کي مڃڻ لاءِ تيار ڪونهي تہ هڪڙي ٻار جي خاطر بہ انسان پنهنجي آزادي ۽ پنهنجي آرام و آسائش کي قربان ڪري ڇڏين. نتيجو اهو آهي تہ يا تہ اهڙا طريقا اختيار ڪيا وڃن ٿا جو ٻار پيدا نہ ٿئي يا جيڪڏهن پيدا ٿي بہ ويو تہ ان کي ڪنهن دائي جي حوالي ڪيو وڃي يا وري ڪنهن اداري جي سرپرستي ۾ ڏئي ڇڏجي. اهي سمورا جذباتي رشتا جيڪي منطق جي ڪسوٽي تي پورا نٿا لهن اهي عملي لحاظ کان غيرمفيد آهن, توڙي ڇڏيائون. اهي سمورا اخلاقي, روايتي, ثقافتي, روحاني ۽ وجداني قدر جيڪي زالن جي عورتپڻي جا نگهبان هيا ۽ جيڪي عورت جي انفراديت کي خاندان جي اجتماعيت سان جوڙي رکندا هيا, انهن سڀني کان آزادي حاصل ڪئي وئي آهي. اهڙن سمورن رابطن کي جيڪي عورت کي پنهنجي مڙس, پنهنجن ٻارن, پنهنجي خاندان ۽ پنهنجن مٽن مائٽن سان وفاداري, ايثار, محبت, قرباني, همدردي ۽ غمخواري لاءِ آماده ڪندا هيا, انهن کي غيرعقلي ۽ بيڪار قرار ڏنو ويو آهي. خلاصو اهو آهي تہ معاشي ۽ سماجي آزادي, جذبات تي منطق ۽ حقيقت جوئي تي واقعيت بيني جي غلبي اجتماعيت جي روح کي ضعيف ۽ ڪمزور ڪري ڇڏيو آهي. انفراديت جو تصور حاوي ٿي ويو آهي. مطلب تہ ان آزادي عورت کي ٻئي کان غير متعلق ڪري ڇڏيو آهي. اجتماعيت کان ان جو رشتو مڪمل طور ٽُٽي ويو آهي. نتيجو اهو آهي تہ اها اڪيلائپ جو شڪار آهي.

## اڪيلائي

اڪيلائپ هن صديءَ جو سڀ کان وڏو سنگين الميو آهي. هالبواخس ۽ درخيم خودڪشي جي عنوان سان ڪتاب لکيا آهن، جن ۾ سماجياتي تناظر ۾ يورپ ۾ خودڪشي جي مسئلي جو جائزو ورتو ويو آهي.

خودڪشي مشرق ۾ ڪڏهن ڪڏهن واقع ٿيڻ وارو حادثو آهي جڏهن تہ يورپ ۾ اهو ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ ٿيڻ وارو حادثو ڪونهي بلڪ هڪڙو سنگين اجتماعي مسئلو آهي. ڪوئي غيرمعمولي واقعو ڪونهي بلڪ هڪڙي اهڙي واقعيت آهي جنهن جو گراف ڏينهون ڏينهن مٿي وڃي رهيو آهي. ترقي يافتہ ملڪن ۾ خودڪشي جي شرح ڏينهون ڏينهن مٿي وڃي رهي آهي. ترقي يافتہ ملڪن ۾ خودڪشي جي شرح ڏينهون ڏينهن وڌي رهي آهي. جيڪو ملڪ جيترو وڌيڪ ترقي يافتہ آهي اتي خودڪشي جو رجحان ايتري حد تائين وڌيڪ غالب آهي. يورپ ۾ اسپين ڪجهہ گهٽ ترقي يافتہ ملڪ آهي، انهيءَ ڪري اتي خودڪشي ٻين يورپي ملڪن جي مقابلي ۾ سراسري طور گهٽ آهي. ان جي برخلاف اترپورپ جي علائقن ۾ خودڪشي جو تناسب زياده آهي ۽ اتر آمريڪا ۾ اها شرح هر جاءِ تي وڌ کان وڌ پاتي وڃي ٿي. انهي اعتبار کان خودڪشي جو رجحان ۽ تناسب انهن مڙني ملڪن ۾ پاتو وڃي ٿو جيڪي ٻهراڙي وارن ڳوٺن ۽ شهرن تي مشتمل آهن. انهن سمورن شهرن ۾ پاتو وڃي ٿو جيڪي ترقي يافتہ ۽ پنتي پيل ملڪن جي وچوارين سرحدن تي واقع آهن. انهن مڙني معاشرن ۾ پاتو وڃي ٿو جن ۾ مذهبي ۽ روايتي، ۽ غيرمذهبي ۽ جديد ٻئي طبقا موجود آهن. ايئن ڇو آهي، خودڪشي جي رجحان جو ڪهڙوسبب آهي؟

ان جو سبب فرد جي اڪيلائپ.

مذهب ماڻهن (فردن) کي هڪ ٻئي سان لاڳاپي ۾ رکي انهن ۾ هڪڙو اجتماعي روح بيدار ڪري ٿو. ان سان گڏ ئي مذهب هر فرد ۽ ان جي خدا کي ڳانڍاپي ۾ آڻي خدا کي انسان جو همدم بڻائي ڇڏي ٿو. گذريل زماني ۾ فرد ۽ جماعت جي وچ ۾ سوين رابطا هيا. فرد پنهنجي خاندان، قبيلي ۽ قوم سان باطني رشتن ذريعي گڏيل هيو. هي اقتصادي ۽ اجتماعي آزادي جو دور آهي. هن آزادي هر فرد کي ٻئي کان بي نياز

ڪري ڇڏيو آهي. هاڻي فرد خاندان، پاڙيسري، پيءُ ماءُ، اولاد، دوست ۽ مٿن مائٽن کان بي تعلق ٿي ويو آهي ۽ پنهنجي مادي ۽ روحاني گُهرجن جي تڪميل لاءِ سڏو سنئون معاشري سان ڳنڍيل آهي. عقلي ۽ منطقي اندازِ نظر روحاني، مذهبي ۽ روايتي رابطن کي ٽوڙي ڇڏيو آهي ۽ رياضياتي منطق ۽ مادي تصورن مڙني روحاني ۽ وجداني بنيادن کي لوڏي ڇڏيو آهي. فرد آزاد ٿي ويو آهي، بااختيار ۽ خود ڪفيل ٿي ويو آهي. ٻين کان بي نياز ٿي ويو آهي مگر ان سان گڏوگڏ اهو اڪيلائپ جو شڪار بہ ٿي ويو آهي. ڇو تہ ٻيا انسان (فرد) بہ ان وانگر آزاد ۽ ان کان بي نياز آهن. هر شخص ٻئي شخص سان ڪنهن مصلحت يا مفاد جي ڪري تعلق رکي ٿو: نتيجو اهو آهي تہ فرد پنهنجي ذات جي خول ۾ قيد آهي. اهو اڪيلو آهي ۽ ان اڪيلائپ جي بيقراري واري حالت ۾ ان تي خودڪشي جو خيال حملو ڪري ٿو. دراصل اڪيلائپ ۽ خودڪشي هڪ ٻئي سان مليل آهن جيئن بہ پاڙيسري جن جي گهرن جون ڀتيون ڳنڍيل هونديون آهن.

اڄ جي معاشري ۾ عورت پنهنجي لاءِ مرد جي چونڊ ڪري ٿي. مرد پنهنجي لاءِ عورت چونڊي ٿو. مگر ٻئي پنهنجي جاءِ تي هڪڙي آزاد ۽ مستقل حيثيت رکن ٿا. ٻئي هڪ ٻئي کان بي نياز آهن. پوءِ ڪهڙي قوت انهن کي هڪ ٻئي سان لاڳاپي ۾ رکي ٿي. اهو باهمي تعلق جنسي، جذباتي، عشق و محبت يا دوستي ۽ صحبت جو تعلق ڪونهي، اهو هڪ ٻئي سان همدردي ۽ نيازمندي، غم خواري جو رشتو بہ ڪونهي. پوءِ اهو ڪهڙو بنياد آهي جيڪو انهن ٻن آزاد ۽ بي نياز فردن کي هڪ ٻئي سان لاڳاپي ۾ رکي ٿو. اجوڪي دور ۾ مرد ۽ عورت جو تعلق جو واحد بنياد محض هڪڙي قانوني ضرورت آهي. جنهن جو تعلق منطق ۽ فائدو سوچيندڙ عقل سان آهي، جنهن ۾ ڪوئي جوش يا گرمي (جذبو) ڪونہ ٿو پاتو وڃي بلڪ ان جو سرچشمو سُست ۽ بي نور عقلي محاسبو آهي.

جنسي آزادي جو تصور ايئن تہ بالغ ٿيڻ جي شروعات ۾ ڪر کڻي ٿو مگر عملي طور ڪوئي مرد يا عورت جڏهن گُهرن ان تصور ۽ آزادي تي عمل ڪري سگهن ٿا. جيڪو شخص اهڙي آزادي جو تصور رکي ٿو اهو جڻ انهي ڳالهہ جو قائل آهي تہ جنسي جذبي جي تسڪين جي لاءِ فقط هڪڙو ئي شرط آهي ۽ اهو خود جنسي جذبي جي بيداري آهي.

جيڪڏهن ڪنهن ۾ اهو جذبو ڪمزور آهي تہ ان ڪمزوري ۽ ان جي گهٽتائي کي سرمائي جي قوت سان پورو ڪري سگهجي ٿو۔ بس دولت گهرجي، پوءِ انسان جيئن بہ گهري رقم خرچ ڪري پنهنجن جنسي جذبن جي تسڪين ڪري سگهي ٿو. اهو زندگي جي هر دور ۾، عمر جي هر حصي ۾ ڊان زوان بڻجي سگهي ٿو يا يونان جي عرب پتي اوناسس وانگر آمريڪا جي آنجهاني صدر ڪينيڊي جي بيوه زال جيڪولين کي بہ دولت جي بل بوتي تي خريد ڪري سگهي ٿو. ان ۾ ۽ بازاري عورت ۾ جيڪڏهن ڪو فرق آهي تہ صرف قيمت جو فرق آهي.

اهڙي معاشري ۾ جتي ڇوڪرو ۽ ڇوڪري ٻئي آزاد آهن ۽ ٻنهي کي پنهنجين جنسي ضرورتن کي پورو ڪرڻ جي آزادي آهي تہ ڪير بہ ان ڳالهہ کي مصلحت وارو نٿو سمجهي تہ اهي پنهنجي ان آزادي کي زال مڙس واري ٻنڌڻ ۾ بدلائين. سڄي عمر لاءِ پاڻ کي قيدي بڻائين. منطق، عقل، رياضياتي قدر ۽ انفراديت ۽ واقعيت جو تصور، ڪير بہ انهي ڳالهہ جي فتوا ڪونہ ٿو ڏئي تہ فرد پنهنجي هر طرح جي ۽ لامحدود آزادي کي جيڪا ان کي هر طرح جنسي تجربن جي اجازت ڏئي ٿي، سوڙهو ڪري پاڻ کي صرف هڪڙي فرد سان قيد ڪري ڇڏي.

## خاندان جي تشڪيل

مرد هجي يا عورت جيستائين انهن جا جنسي جذبا ڇوٽ ڇڙهيل هوندا آهن تہ اهي ناچ گهرن، هوٽلن، رستن ۽ اهڙين جاين تي جتي جذبن جي تسڪين تي ڪائي روڪ ٽوڪ نہ هجي، غرق رهندا آهن. ايستائين جو اهڙو وقت ايندو آهي جڏهن عورت جو جوش ٺڏو ٿي ويندو آهي، ان کي هوش اچي ويندو آهي، هاڻي اها پنهنجو جائزو وٺندي آهي، پنهنجي اڳ پٺ کي ڏسندي آهي، هاڻي ان کي ڪوئي شخص پنهنجي تلاش ۾ نظر ڪونہ ايندو آهي ۽ جيڪڏهن ڪير ان ڏانهن ڏسندو بہ آهي تہ بس ماضي جي ياد کي تازو ڪرڻ جي خاطر. ٻئي طرف مرد جنسي آزادي جي نالي تي بيشمار تجربا ڪري ٿو. اهو هر باغ مان گل ۽ هر گل مان خوشبو سونگهي ٿو. ان جي زندگي بي ڏڙڪ ڇڙواڳي ۾ گذرندي آهي ايستائين جو جنسي جذبو ڪمزور ٿي ويندو آهي. مرد پنهنجي زندگي جي اهڙي دور ۾ داخل ٿي ويندو آهي جتي جنسيت جي

جاءِ تي ڏَن دولت جي محبت ۽ شهرت ۽ مرتبي جي طلب اچي ويندي آهي ۽ ان جي ذهن ۾ گهر آباد ڪرڻ ۽ خاندان ٺاهڻ جو خيال ڪر ڪڻڻ لڳندو آهي.

جڏهن عورت کي ان خطري جو احساس ٿيندو آهي تہ ان جي حسن ۽ جواني جو دور جهڪو ٿي ويو آهي ۽ هاڻي ان ۾ اهڙي ۽ ايتري ڪشش ڪونهي رهي جيڪا مرد کي ان ڏانهن ڌسڻ تي مجبور ڪري ۽ جڏهن مرد پنهنجي جنسي آزادي ۽ پنهنجي هرطرح ۽ اڻ ڪٿ تجربن کان ساڻو ٿي ويندو آهي تہ اهڙي عورت ۽ اهڙو مرد هڪڙي ڏگهي ۽ ٿڪائيندڙ جنسي آزادي جي سفر کان پوءِ هڪٻئي سان ملي خاندان ٺاهڻ جي خواهش جو اظهار ڪندا آهن.

خاندان ٺهندو آهي مگر محرڪ قوت جيڪا اهڙي خاندان جي ٺهڻ جو سبب بڻجندي آهي اها عورت جو زوال ۽ شڪست لاءِ احساس ۽ مرد جو هيٺائي جو احساس ۽ جنسي آزادي کان فرار جو جذبو آهي. ظاهري طور هڪڙو خاندان ٺهي ويو مگر اهو خاندان بي روح ۽ بي مزي آهي. اتي نہ محبت جو جوش آهي، نہ ڪنهن آئيڊيل جي تلاش. بہ فرد هڪٻئي سان گڏجي ويا آهن مگر انهن جي وچ ۾ نہ ڪوئي جوش آهي نہ جذبو اهي ٻئي گڏجي ڪائي اعليٰ ۽ قابل تعريف خانداني وحدت ڪونہ ٿا ٺاهين. ان جي برخلاف انهن ٻنهي کي هڪ ٻئي سان گڏجي ڪوئي نئون تجربو يا جذبو حاصل ڪونہ ٿو ٿئي، انهيءَ ڪري جو اهي اهڙن مڙني تجربن مان گذري چڪا آهن. انهن جي لاءِ هاڻي ڪائي ڳالهہ نئين ڪونهي. ڪا اهڙي ڳالهہ ڪونهي جنهن سان انهن جي دلين ۾ ڪو جوش ۽ جذبو اڀري سگهي. ٻنهي کي معلوم آهي تہ اهي هڪٻئي سان ڇو گڏيا آهن. انهن کي اها بہ خبر آهي تہ اهي هڪٻئي کان ڪيترو بي نياز آهن. ٻئي چڱي طرح سوچي سمجهي، سيني معاملن ۽ حالتن جو جائزو وٺي پنهنجين پنهنجين مصلحتن جي ڪري هڪٻئي جو هٿ جهليون پيا آهن. هر ڌُر چڱيءَ طرح سمجهي ٿي تہ ان جو مفاد ۽ ان جي ضرورت ڪهڙي آهي. هاڻي اهي جيڪڏهن هڪٻئي سان عشق جو اظهار ڪن، هڪ ٻئي لاءِ قرباني ۽ فداڪاري جي جذبي جو اظهار ڪن تہ اهو عشق جو اظهار محض ڏيکاء بلڪ اهڙي نموني جي عياري کان سواءِ ٻيو ڪجهہ ڪونهي هوندو.

اهوئي سبب آهي تہ انهن جي شادي جي رسم ڪليسا جي بجاءِ شادي هال ۾ ادا ڪئي ويندي آهي. ڪليسا اهڙن جوڙن جو آڌر ڀاءُ ڪونهي ڪندي، انهيءَ ڪري اهڙن ڏينهن ۾ جيڪي انهي ڪم لاءِ مخصوص هوندا آهن شادي هال ڀريل رهندا آهن. شادي هال جو ڪوئي ڪارندو پنهنجي سيني تي پنهنجي عهدي جو بيج سجائي نظر ايندو آهي. (اهو هڪڙي شهري اداري جو ڪاروباري نمائندو هوندو آهي، ڪليسا جو نمائندو ڪونهي هوندو جنهن کي روحانيت، حرمت ۽ تقدس جي علامت سمجهيو ويندو آهي) اهو نمائندو زال مڙس جي ٻنڌڻ ۾ ڳنڍجڻ وارن جوڙن جو نالو پڪاريندو ويندو آهي. انهن نالن جي هڪڙي ڊگهي فهرست هوندي آهي. هر مرد ۽ عورت جنهن جو نالو پڪاريو ويندو آهي نهايت مشيني ۽ بي روح انداز ۾ "ها" چئي زال مڙس واري ٻنڌڻ کي قبول ڪندو آهي. اڪثر ايئن ٿيندو آهي تہ مڙس ۽ زال جي "ها" چوڻ کان اڳ ئي انهن جي ننڍيان ننڍڙا ٻار جيڪي انهن جي ناجائز اولاد هوندا آهن، "ها" جو نعرو بلند ڪندا آهن. مطلب پنهنجي پيءُ ماءُ کي زال مڙس وارو رشتو قبول ڪرڻ تي آماده يا مجبور ڪندا آهن. عورت ۽ مرد في جي رقم ادا ڪندا آهن، شادي جي رجسٽر تي صحيح ڪندا آهن ۽ شادي جي تقريب ختم ٿي ويندي آهي. پوءِ ماٺهو پنهنجي پنهنجي خول ۾ واپس هليا ويندا آهن، پنهنجن گهرن ڏانهن موٽي ويندا آهن. دلچسپ ڳالهہ اها آهي تہ ٻن ٽن سَوَن عورتن ۾ صرف ويهہ يا ٽيهہ عورتون اهڙيون هونديون آهن جيڪي ان تقريب جي موقعي تي ڪنوار لاءِ شادي جي وهاڻ وارو جوڙو پائينديون آهن، ورنہ اڪثر عورتون اهو چونديون آهن تہ هن عمر ۾ ۽ هن حالت ۾ ڪنوار وارو وڳو پائي ڇا ڪنديون، اهو تہ ڄڻ پنهنجو مذاق پاڻ اڏائڻ واري ڳالهہ هوندي.

پوءِ عورت پنهنجي ڪم تي واپس ويندي آهي ۽ مرد پنهنجن ڪمن ۾ مصروف ٿي ويندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن اهي گڏجي ٻيپهري جي ماني ڪنهن هوٽل ۾ پنهنجن دوستن سان کائيندا آهن مگر اهو تڏهن ٿيندو آهي جڏهن شادي انهن جي اندر ۾ ڪوئي جوش ۽ جذبو بيدار ڪري سگهي، ورنہ اڪثر جوڙا تہ اهو بہ وساري ويهندا آهن تہ ڇا ٿيو هيو. اهي ان قصي کي ئي وساري ڇڏيندا آهن ڄڻ ڪا ڳالهہ ٿي ئي

ڪونہ هئي. رسمي ڪارروائي ختم ٿيڻ کان پوءِ جڏهن عورت ۽ مرد شادي هال جي دروازي مان ٻاهر ايندا آهن تہ نهايت سرد مهري سان هڪ ٻئي ڏانهن ڏسندا آهن. اهي ماڻهو جيڪي ان کان اڳ چڱي عرصي تائين هڪ ٻئي سان زندگي گذاري چڪا آهن، نہ صرف هڪ ٻئي سان گڏ بلڪ انهن مان هرهڪ فرد مختلف ۽ گهڻن ئي ماڻهن سان زندگي گذاري چڪو هوندو آهي. انهيءَ ڪري ان لاءِ شادي ڪو نئون ۽ دلچسپ تجربو ڪونهي رهيو هوندو. اهوئي سبب آهي تہ زال ۽ مڙس هڪڙي رسمي تقريب کان پوءِ نهايت سرد مهري سان هڪ ٻئي کي ڏسندا آهن، ڄڻ چئي رهيا هجن تہ آخر اهو سڀ ڇا آهي. اها شادي مگر ان ۾ ڇا رکيو آهي. اسان ڪيڏانهن وڃون. ڇا ڪنهن سير تفريح لاءِ وڃون، مگر تفريح لاءِ تہ اسان ان کان اڳ هزارين ڀيرا وڃي چڪا آهيون. پوءِ ڇا اسان ڀاڪر جي مزي کان لطف اندوز ٿيون، مگر ان جو مزو بہ اسان هزارين ڀيرا چکي چڪا آهيون. پوءِ ڇا گهر جو رستو وٺون، مگر اسان تہ گهران ئي آيا آهيون. اهڙي ڪهڙي ڳالهہ آهي جيڪا انهن لاءِ جذبي ۽ ڪشش جو باعث ٿي سگهي، جيڪا انهن جي خيال ۽ احساس کي تحرڪ ڏئي سگهي؟ اهڙي ڪا ڳالهہ ڪونهي، پوءِ بهتر اهو آهي تہ اهي هر ٻئي فرد. هميشہ وانگر روز جي معمول وانگر پنهنجن ڪمن ۾ مشغول ٿي وڃن. سو ڄڻ خاندان ايئن ٺهندا آهن. هر ٻئي فرد، مرد ۽ عورت. نهايت گهڻي غور و فڪر ۽ احتساب کان پوءِ هڪ ٻئي کي قبول ڪندا آهن. اهو خاندان هڪڙي معاشي شراڪت آهي يا وري قانون جو جبر ۽ دٻاءُ آهي. ٻار پيدا ٿي ويو ۽ ان جي ڪري عورت ۽ مرد هڪ ٻئي سان زال ۽ مڙس واري ٻنڌڻ ۾ ٻڌجڻ لاءِ مجبور ٿي ويا. ليڪن اهو ٻنڌڻ مجبوري جي ڪري قبول ڪيو ويو آهي، ان ۾ ڪنهن بہ ذرہ جي خوشي يا جذبو شامل ڪونهي. انهيءَ ڪري نہ انهن جي دل گڏ ڌڙڪي ٿي ۽ نہ انهن جي خيال ۾ ڪا نئين لهر ڊوڙي ٿي. ايستائين جو انهن جي چپن تي هلڪي مرڪ بہ ظاهر ڪونہ ٿي ٿئي.

ان خاندان جو بنياد ڪمزور آهي. انهيءَ ڪري اهو خاندان سُست ۽ ڪمزور آهي. ٻار ان گهر ۾ ڪوئي جوش جذبو يا گرمجوشي محسوس ڪونہ ٿا ڪن ۽ انهن جا پيءُ ماءُ جيئن تہ ٻارن جي لاءِ پنهنجي آزادي کي قربان ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ ٿا ٿين، انهيءَ ڪري اهي ٻارن جي پرورش لاءِ

رقم مهيا ڪرڻ کان علاوه ٻيو ڪجهہ ڪونہ ٿا ڪن. انهن جي آزاديءَ ۾ ڪو رخنو پيدا ڪونهي ٿيندو. انهن جون سرگرميون معمول مطابق جاري رهنديون آهن ۽ انهيءَ جي باوجود تہ اهي مصلحت جي تقاضا ۽ قانون جي دٻاءَ جي نتيجي ۾ هڪ ٻئي سان زال مڙس واري ٻنڌڻ ۾ ٻڌجي چڪا هوندا آهن. اهي رسمي طور تي هڪڙو خاندان ٺاهي چڪا هوندا آهن، مگر عملي طور اهي هڪ ٻئي کان جدا ۽ ويڳاڻا رهندا آهن. انهن جي زندگي ماضي جي روش تي هلندي رهندي آهي. اهي قانوني ۽ رسمي طور تي هڪٻئي سان گڏ آهن مگر حقيقت ۾ ۽ عملي طور جدا جدا آهن. انهن هڪڙو خاندان ٺاهيو آهي مگر انهن جي رويي ان خاندان کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو. مرد جيڪو سوين جوان ۽ پرجوش عورتن جي ٻاڪر جو مزو چکي چڪو آهي، هڪڙي اهڙي عورت سان جيڪا هيٺائي ۽ مجبوري جو شڪار آهي ۽ جنهن جو جنسي رويو مرد کي نفرت ڏيارڻ جو سبب بڻجي ٿو ڪهڙي طرح خوش ۽ مطمئن رهي سگهي ٿو. اهڙي طرح اها عورت جيڪا ان کان اڳ گهڻن ئي جنسي تجربن مان گذري چڪي آهي، پنهنجي مڙس جي ٿڌي ٻاڪر ۽ ان جي ڪوماڻل رويي جو جڏهن پنهنجن سابق تجربن سان ڀيٽ ڪري ٿي تہ ان کي سواءِ ڪوفت ۽ مايوسي جي ٻيو ڪجهہ حاصل ڪونہ ٿو ٿئي. نتيجو اهو آهي تہ اهي هڪڙي اهڙي گهر مان جيڪو جوش ۽ جذبي جي گرمي کان خالي آهي، فرار حاصل ڪرڻ جي لاءِ اڳ وانگر هوٽلن، ڪلبن، تفريح گاهن ۽ اهڙي طرح جي ٻين جاين جي رنگينين ۽ سرمستين جي تلاش ۾ مصروف ٿي وڃن ٿا. نتيجو اهو نڪري ٿو تہ اهو گهر جيڪو ٻن فردن جي هڪڙي اهڙي معاهدي جي نتيجي ۾ ٺهيو هيو جنهن جو بنياد عقل ۽ منطق تي رکيو ويو هيو عملي اعتبار کان پنهنجو عقلي جواز ۽ سَنَد وڃائي ويهي ٿو.

## سرمائيداراڻي معاشري ۾ عورت جي حيثيت

## عشق جي بجاءِ جنسيت

هڪڙي اهڙي معاشري ۾ جنهن جو سڄو انحصار پيداوار ۽ کپت، ۽ کپت ۽ پيداوار جي معاملي تي هجي ۽ جتي اقتصادي مفاد کان سواءِ ڪائي ڳالهہ سوچڻ عملي طور ممڪن نہ هجي، اتي عورت کي هڪڙي

اهڙي هستي نٿو سمجهي سگهجي جنهن جو وجود خيال انگيز پاڪيزه احساسن جو مرڪز ۽ گهري ۽ بي لوث عشق جو سرچشمو سمجهيو ويندو هجي، جنهن جي هستي کي محترم ۽ جنهن جي تعلق کي مقدس مڃيو وڃي ٿو. جيڪا ماءُ آهي، زال آهي، پيار ڪندڙ ۽ همدم آهي، جيڪا الهام ۽ صداقت جو آئينو آهي. بلڪ ان نظام ۾ عورت جي صرف هڪڙي ئي حيثيت آهي ۽ اُها اِها تہ اُها هڪڙي اقتصادي جنس آهي جنهن کي ان جي جنسيت جي تارازي ۾ توريو ويندو آهي.

سرمائيداراڻي معاشري ۾ عورت کان ٻہ ڪم ورتا ويندا آهن. پهريون اهو تہ معاشري کي اهڙي طرح مصروف رکيو وڃي جو ڪنهن ماڻهوءَ کي سوچڻ جو موقعو ملي نہ سگهي تہ بورزوائي نظامِ معيشت ۾ اهو ڪير ظلمن ۽ مصيبتن جو شڪار آهي. ڪير اهو سوچي نہ سگهي تہ ڪنهن جي لاءِ محنت ڪري ٿو جو تڪليف سهي ٿو ڪهڙي نموني جي بي مقصد ۽ بي منزل (هدف) زندگي گذاري رهيو آهي. ان جي زندگي ۾ مصيبتن جو ذميوار ڪير آهي ۽ آخر اهو ڇو تڪليفون ۽ مصيبتون برداشت ڪري رهيو آهي؟

سرمائيدار عورت جي جنسي ڪشش کي پنهنجي مفاد جي لاءِ استعمال ڪندو آهي، اهو گهرندو آهي تہ مزدور، ڪارڪن، دانشور ڪنهن کي بہ سوچڻ سمجهڻ جي مهلت ئي نہ ملي تہ جيئن معاشري ۾ طبقاتي نظام ۽ سرمائيداراڻي استحصال جي خلاف ڪا تحريڪ ڪر نہ کڻي سگهي. ان مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ اهو عورت جي جنسيت جو استحصال ڪندو آهي. اهو معاشري ۾ اهڙين اجتماعي ۽ تفريحي سرگرمين کي فروغ ڏيندو آهي جنهن ۾ عورت جي جنسي ڪشش ماڻهن جي ذهنن کي مسحور ۽ مفلوج ڪري ڇڏي ۽ معاشرو واندڪائي وارن وقتن کي صرف انهن تفريحي ۽ عياشي وارين سرگرمين لاءِ وقف ڪري ڇڏي، سيني فنون لطيفہ تي پوري شدت سان قبضو ڪيو ويو آهي. فنون جيڪي هميشہ حسن، عشق، جذبن جي پاڪيزگي ۽ روح جي افزائش جو ذريعو رهيا آهن، هاڻي محض جنسيت جو آئينو بڻجي ويا آهن. فريوڊ ازم (Freudism) گهٽيا ۽ بازاري جنس پرستي کي هڪڙي عملي فلسفي جو رنگ ڏئي ڇڏيو آهي. انسان پنهنجي ڪميٽائپ ۽ اخلاقي ڏيوالپڻي کي جدت، روشن خيالي ۽ واقعيت

پسنديءَ جو نالو ڏيڻ لڳو آهي. هاڻي اعليٰ ۽ پاڪيزه خياليءَ کي آئيڊيلزم چئي بيڪار سمجهيو وڃي ٿو ۽ ان جي پاران ادب، شعر ۽ ٻين فنون لطيفه تي جنسيت قبضو ڄمائي ورتو آهي. اهو ئي سبب آهي تہ اسان ڏسون ٿا تہ اڄ مصوري، نقاشي، شاعري، سئنيما هال، افسانو، ناول غرض تہ هر فن جنسي فن جي چوڌاري چڪر لڳائي رهيو آهي ۽ ان جنسيت جو محور عورت آهي. اها عورت جنهن کي سرمائيداراڻي نظام پنهنجن مفادن پٽاندڙ هڪڙي خاص قالب ۾ ڍالي ڇڏيو آهي.

مطلب تہ سرمائيداراڻي نظام ۾ عورت کي هڪڙي حيثيت تہ اها آهي تہ ان جي جنسيت جو استحصال ڪري ان کي معاشري جي تفريح ۽ هوس جو ذريعو بڻايو وڃي تہ جيئن ماڻهو اصل مسئلن ڏانهن ڌيان ڏئي نہ سگهن ۽ سرمائيداراڻي نظام جي خلاف ڪا تحريڪ ڳر ڪڻي نہ سگهي.

ان معاشري ۾ عورت کان جيڪو ٻيو ڪم ورتو وڃي ٿو اُهو اِهو آهي تہ سرمائيدار پنهنجي مصنوعات کي گهٽي کان گهٽو وڪڻڻ لاءِ عورت کي پنهنجي مصنوعات جي اشتهار جو ذريعو بڻائين ٿا. سرمائيدارن جو مفاد انهي ۾ آهي تہ انهن جي مصنوعات جي گهرج زياده کان زياده ٿئي ۽ وڌ کان وڌ نفعي تي پنهنجن شين کي وڪڻي پنهنجي سرمائي ۾ اضافو ڪري سگهن. انهن جي نظر ۾ عورت ۾ صرف هڪڙي فائدي واري ڳالهہ آهي ۽ اُها اِها تہ اها اهڙي مخلوق آهي جيڪا پنهنجي جنسي ڪشش جي ذريعي ماڻهن جي جذبن کي اڀاري سگهي ٿي. مطلب سرمائيداراڻي نظام ۾ عورت صرف هڪڙو پهلو رکي ٿي، اها هڪ رُخي مخلوق آهي. سرمائيدار عورت جي ان خصوصيت کي جيڪا ان جي جنس جي حوالي سان آهي، پنهنجي مفاد جي لاءِ استعمال ڪري ٿو. اهو عورت کي اشتهاري جنس بڻائي معاشري ۾ نون اخلاقي قدرن ۽ نين حِسُن کي اجاگر ڪري ٿو. اهو معاشري ۾ پنهنجن شين جي طلب وڌائڻ لاءِ مصنوعي زندگي ۽ معيارِ زندگي جو راڳ الاپي ٿو. اهو عورت کي معاشري ۾ هڪڙي مصنوعي ۽ جنس زده فضا پيدا ڪرڻ جي مقصد لاءِ استعمال ڪري ٿو. جيئن اسان اڳ ۾ بہ چئي چڪا آهيون اهڙي طرح معاشري جو توجهہ اصل مسئلن کان هٽائي

چڏي ٿو. يعني ماڻهو ان ظلم ۽ استحصال کي محسوس ڪونہ ڪندا آهن جيڪي سرمائيداري جي هٿان انهن جي تقدير بڻيا پيا آهن.

هاڻي عشق جي جاءِ جنسيت والاري آهي. عورت جيڪا اڳ ۾ مجبور هئي، هاڻي هوس جو رانديڪو آهي. اها اڳ ۾ محبت جي حصار ۾ قيد هئي، هاڻي پنهنجي ڇڙواڳ آزادي ۾ گرفتار آهي. گذريل تاريخ، تمدن ۽ مذهبن ۾ توڙي جو عورت کي اڄ وانگر سماجي ۽ اقتصادي آزادي حاصل ڪونہ هئي مگر الهام احساس، روحاني خصوصيتن جي نقطہ نظر جي اعتبارکان ان کي هڪڙو نهايت بلند (اعليٰ) ۽ احترام وارو مقام حاصل هيو ۽ ان کي پاڪيزه احساسن ۽ عشق و محبت جو سرچشمو سمجهيو ويندو هيو. مگر اڄوڪي سرمائيداراڻي نظام ۾ ان کي محض سرمائيداري جي مفادن جي تحفظ جي لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو. ان کي معاشري جي هيئت ۽ ڪيفيت کي بدلائڻ ۽ سرمائيداري جي اقتصادي ۽ سماجي هدف کي حاصل ڪرڻ جو ذريعو سمجهيو وڃي ٿو. هاڻي عورت اعليٰ اخلاقي ۽ روحاني قدرن جو سرچشمو ڪونهي رهي بلڪ ان جي برخلاف هاڻي عورت اهڙن سمورن قدرن کي تباهہ و برباد ڪرڻ جو وسيلو بڻجي وئي آهي. هاڻي اها هڪڙي روايتي اخلاقي يا مذهبي معاشري کي صرف نئين معاشري ۾ بدلائڻ جو ڪم انجام ڏئي ٿي. فنونِ لطيفہ پهريان انساني فڪر (فڪرِ بشر) ۾ الاهي تجلي جو پرتوو سمجهيا ويندا هيا. هاڻي عورت جي جنسيت جو استحصال ڪري سرمائيداري فنٰون کي جنسيت زده ڪري ڇڏيو آهي تہ جيئن ان جي ذريعي ماڻهن جي فڪر ۽ احساس کي مفلوج ۽ ڏاوان ڏول ڪري سگهجي.

## مشرقي معاشرو ۽ عورت

ان ٻوڏ جو رخ مشرق ڏانهن آهي. جنسيت جي طوفان اسان کي بہ پنهنجي لپيٽ ۾ وٺي ڇڏيو آهي. اسان جي معاشرن ۾ اهو ڪم گهڻو آسان آهي. ان جي لاءِ حالتون گهڻو سازگار هيون. مغرب ۾ خاص طور تي سئيڊن، ناروي ايسٽائين جو فرانس ۽ جرمني جهڙن ملڪن ۾ ڇوڪرن جا جنسي جذبا دير سان پيدا ٿيندا آهن. 17، 18 سالن جي

عمر ۾ ڇوڪرن ۾ مخالف جنس ڏانهن ڪا ڪشش يا لاڙو نظر ڪونہ ايندو آهي جڏهن تہ ان عمر ۾ وهي جي ڇوڪرين ۾ جنسي جذبا ۽ مخالف جنس جي طلب جو جذبو پوري عروج تي هوندو آهي، اهو ئي سبب آهي تہ انهن معاشرن ۾ ڇوڪرا ڇوڪرين کان پري ڀڄندا آهن جڏهن تہ ڇوڪريون وري ڇوڪرن کي ڦاسائڻ جي فڪر ۾ هونديون آهن. اهو ئي سبب آهي تہ انهن معاشرن ۾ ڇوڪرين جي اندر هڪڙو منفي ۽ غير صحت مند جنسي رويو پيدا ٿي ويندو آهي جنهن کان اهي آخر عمر تائين پيڇو ڪونہ ڇڏائي سگهنديون آهن. خانداني زندگي جو انهن حالتن کان متاثر ٿيڻ بلڪل فطري ۽ اٽل آهي.

اهائي صورتحال آهي جنهن کي نظر ۾ رکندي اتر يورپ جي عمرانيات ۽ نفسيات جي ماهرن اهڙا گهڻا ئي طريقا ايجاد ڪيا آهن جن جي ذريعي ڇوڪرن ۾ جنسي جذبي کي بيدار ڪري سگهجي. انهن طريقن ۾ مصنوعي ترغيبون بہ شامل آهن ۽ اهي فطري لاڙا بہ آهن جن کي عورت جي وسيلي بيدار ڪيو ويندو آهي.

ليڪن مشرق ۾ اهڙو ڪو مسئلو ڪونهي. مشرق ۾ ڇوڪرا بالغ ٿيڻ واري عمر کي پهچڻ کان اڳ ئي جنسي طور تي بيدار ٿي وڃن ٿا ۽ اهائي ڳالهہ يعني جنسي بلوغت جي جلدي اهو مسئلو آهي جنهن مان مشرق جي معاشرن جو مطالعو ڪرڻ وارن سماجيات ۽ نفسيات جي ماهرن جي لاءِ گهڻائي مسئلا پيدا ٿي وڃن ٿا. ليڪن اصل ڳالهہ اها آهي تہ ڪير بہ حقيقي مسئلي تي غور نٿو ڪري. ان جي برخلاف ماڻهو ضمني ۽ غير ضروري مسئلن کي اهميت ڏيندا آهن. مشرق ۾ معاملو اهو آهي تہ ماڻهو نوجوان نسل جي حقيقي مسئلن کي پٺي ڏئي لباس ۽ سينگار جي طرز عادتن، طورطريقن، سليقي ۽ آداب جهڙن بحثن ۾ منجهيا پيا آهن . اهي بحث ٻن گروهن جي وچ ۾ آهن جن مان هڪڙو پاڻ کي روايت پسند ۽ ٻيو نواڻ (جدت) پسند چوي ٿو. سچي ڳالهہ اها آهي تہ انهن ٻنهي فڪري مڪتبن مان ڪوئي مڪتبِ فڪر ٻئي تي غالب اچي وڃي مگر ان مان اصل مسئلن جي حل ۾ ڪنهن بہ قسم جو ڪو فائدو حاصل ڪونہ ٿيندو. انهن مان هڪڙو مڪتبِ فڪر پاڻ کي مُهذب چوي ٿو ۽ ٻيو ديندار ليڪن حقيقت ۾ ٻنهي جي دعوا غلط آهي، انهن مان ڪنهن جوبہ نہ تهذيب سان رابطو آهي ۽ نہ دينداري سان.

هڪڙي مڪتبِ فڪر جي دعوا آهي تہ انهن جي نظر ۾ عورت جو مثالي نمونو فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها ۽ حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها آهن ۽ ٻئي گروهہ جي دعوا آهي تہ اهي مغربي عورت کي آئيڊيل عورت سمجهن ٿا. ليڪن ٻنهي جي دعوا ڪوڙي آهي. يا تہ اهي ٻئي ڄاڻي واڻي غلط بياني ڪن ٿا يا پنهنجي طرفان جن جو مثال ڏين ٿا انهن کان ناواقف آهن.

يورپ وارن جي خواهش آهي تہ مشرقي معاشرن جي مزاج کي بدلائي ڇڏين. اسان جي دولت کي لٽين. اسان جي فڪرواحساس تي مسلط ٿي وڃن. اسان جو رزق اسان کان کسي وٺن ۽ اسان جي شعور، اسان جي سڃاڻپ، اسان جي ارادن، اسان جي اصل ۽ بنياد ۽ اسان جي قدرن کي غارت ڪري ڇڏين. انهيءَ ڪري جو ان کان سواءِ انهن لاءِ اسان جي وات مان گرانهہ کسڻ ۽ اسان جي دولت کي پنهنجين تجوڙين ۾ پرڻ ممڪن ٿي ڪونہ سگهندو.

ان معاشرتي تبديلي جي عمل جي پهرين ضرورت خاليپڻو آهي. خاليپڻي جو مطلب اهو آهي تہ اسان پنهنجي ذهن و شعور کي بلڪل خالي ڪري ڇڏيون. پنهنجي انسانيت کي وساري ڇڏيون. پنهنجن قدرن کي وساري ڇڏيون ۽ پنهنجين سيني روايتن کي جيڪي اسان کي خود پنهجن پيرن تي بيهڻ جي قابل ڪنديون آهن، مڪمل طور نظرانداز ڪري ڇڏيون. اسان پنهنجي وجود کي پاڙ ٽوڙي ڦوڙي ڇڏيون. پنهنجي فڪروشعور کي بلڪل خالي ڪري ڇڏيون. مطلب اسان جو مثال هڪڙي اهڙي خالي ٽوڪري وارو ٿي وڃي جنهن ۾ جڏهن وڻي گند ڪچرو پري ڇڏيو ۽ جڏهن گهرو ان کي وري خالي ڪريو.

مشرق جي فڪر ۽ مشرق جي روح سان اهو ڪيڏ ڪيڏيو پيو وڃي. جڏهن ماڻهو پاڙ کي داخلي طور خالي ڪري ڇڏين ٿا، ايمان ۽ قدرن (اقدار) کان پنهنجو ناتو ٽوڙي ڇڏين ٿا. جڏهن اهي پنهنجي شناخت وڃائي ويهن ٿا تہ انهن وٽ اهڙي ڪا شي باقي ڪونهي رهندي جنهن تي اهي ڀروسو ڪري سگهن. ڪا شخصيت اهڙي ڪانہ ٿي رهي جنهن کي اهي پنهنجو هيرو سمجهي سگهن. اهي پنهنجي ماضي کي شرم ۽ لڄ جو نمونو سمجهندا آهن. انهن جي خيال ۾ مذهب اجاين ڳالهين جو جنجهٽ بڻجي وڃي ٿو. اهي مذهب کي قدامت پرستي ۽ رجعت پسندي

جي برابر سمجهندا آهن ۽ مذهبي زندگي کي نفرت جي قابل سمجهندا آهن. مختصر طور اهو تہ اهي خود پنهنجي وجود کي، پنهنجي اصل ۽ نسل کي، ۽ پنهنجي زندگي جي مقصد ۽ مطلب کي يا تہ بلڪل ڪونہ سمجهندا آهن يا جيڪڏهن سمجهندا آهن تہ غلط سمجهندا آهن. اهي اندروني طور تي هڪڙي اهڙي خلا جو شڪار ٿي ويندا آهن جنهن کي استعمار جيئن گهري پُر ڪري سگهي ٿو. انهن جو مثال هڪڙي خالي مَشڪ وارو ٿي ويندو آهي. اهي خواهشن جي شدت جو شڪار ٿي پنهنجي اندروني خلا کي پُر ڪرڻ گهرندا آهن ۽ اهو ئي اهو مرحلو آهي جتي انهن کي مغربي استعمار جي اشارن تي هلڻو پوندو آهي.

صورتحال اها آهي تہ مشرق کي تباهہ ڪرڻ لاءِ هرهڪ کي پنهنجو پاڻ کان ويڳاڻو ڪيو پيو وڃي. مسلمان، ٻڌ، هندو ايراني ترڪ، عرب، ڪارا، اڇي چمڙي وارا (گورا) غرض تہ هرهڪ جي لاءِ هڪڙو ئي ڍنگ تشڪيل ڏنو پيو وڃي. هُرهڪ کي هڪجهڙي سانچي ۾ ڍاليو پيو وڃي. هر مذهب، هر قوم، هر رنگ ۽ هر نسل جي شخص کي هڪڙي ئي شڪل ۾ ڍالي هڪ رُخو شخص بڻايو پيو وڃي. يعني اهڙو فرد جيڪو مغرب جي فڪري ۽ اقتصادي مفاد جي خدمت ڪري سگهي ۽ پنهنجي باري ۾ نہ ڪجهہ سوچي ۽ نہ پنهنجن مسئلن تي غور ڪري سگهي.

مٿي ماٿئي، انساني اقدار، روايتون ۽ مذهب اهي رڪاوٽون آهن جيڪي مغرب جي يلغار کي روڪينديون آهن ۽ ان يلغار جي مقابلي ۾ مشرق جي حفاظت ڪن ٿيون. رشتيداري هڪڙي مضبوط ديوار وانگر آهي جيڪا اسلام ۽ آزادي جي حفاظت ڪري ٿي ۽ مغرب جي اثر رسوخ جي راهہ ۾ هڪڙي ڳوري پٿر جي حيثيت رکي ٿي. مسلمان پنهنجي دين تي فخر ڪري ٿو. پنهنجي زندگي جي مقصد ۽ پنهنجن قدرن کي برتر سمجهي ٿو. اسلام جي تاريخ، ان جي تهذيب وثقافت، ان جون شخصيتون، ۽ ان جي ايمان ۽ مذهب جا اصول انسان کي آزادي، عظمت ۽ سربلندي جو احساس عطا ڪندا آهن. پنهنجي مٿي ماٿئي جي حوالي سان مسلمان جڏهن مغرب تي نظر وجهي ٿو تہ اهو ان کي نودولتيا ۽ تهذيب جي اعتبار کان ان جي عمر گهٽي گهٽ ڏسي ٿو. اهو مغرب تي تنقيد ڪري ٿو. ان کي پنهنجي مقابلي ۾ حقير سمجهي ٿو. مغرب ان عظيم حفاظتي ديوار، مٿي ماٿئي واري ماحول تي وڏي عياري

سان حملو ڪري ٿو. اهو ان ديوار ۾ رخنو پيدا ڪري ٿو ۽ ماڻهن جي ذهنن کي مفلوج ڪري انهن کي فڪري خلا ۾ ڌڪي ڇڏي ٿو. آهستي آهستي اهي ماڻهو جيڪي مغربي حملن جي يلغار جو مڙسي ۽ طاقت سان مقابلو ڪرڻ جي همت رکندا آهن تباهہ و برباد ٿيندا ويندا آهن ۽ انهن جي جاءِ تي اهي ماڻهو اچي ويندا آهن جيڪي اندروني خلا جو شڪار آهن، جن ۾ مغرب سان مقابلو ڪرڻ جي جرئت ڪونهي. اهي ڪمزور ۽ حقير ۽ مفلس ماڻهو جيڪو مغرب گهرندو آهي اهو ڪندا آهن. جيڪو مغرب کان ملندو آهي ان کي قبول ڪندا آهن. مختصر طور اهو تہ اهي ان قالب ۾ ڍلجي ويندا آهن جن ۾ ان کي مغرب ڍالڻ گهرندو آهي.

## مشرقي معاشرن جي تبديلي ۾ عورت جو ڪردار

سيني مسلمان ملڪن ۾ عورت جي حيثيت هڪڙي اهڙي طاقتور عامل جي آهي جيڪا معاشري کي بدلائڻ جي صلاحيت رکي ٿي. اها قديم روايتن، آداب ۽ اخلاق، اجتماعي رابطن، معنوي اقدار مطلب تہ هر شي کي بدلائڻ جي قابل آهي. سڀ کان اهم ڳالهہ اها آهي تہ اها زندگي جي ضرورتن جو پيمانو بدلائي مغربي مال جي لاءِ وڏ کان وڏ کپت جا موقعا فراهم ڪري سگهي ٿي. هتي اها ڳالهہ بہ نہ وسارڻ گهرجي تہ جيڪڏهن عورت معاشري کي بدلائڻ جي قابل آهي تہ اها ان جي قدرن، روح ۽ معنويت جي تحفظ جي طاقت بہ رکي ٿي. مگر ايئن ڇو؟ ڳالهہ اها آهي تہ عورت هڪڙو حساس روح رکي ٿي. خاص طور تي مشرقي عورت جو احساس گهڻو شديد آهي. انهيءَ ڪري اها نئين تهذيب، ثقافت جي سونهن سوڀيا ۽ ان جي ظاهري حسن کان گهڻو جلدي ۽ گهڻو وڌيڪ متاثر ٿي وڃي ٿي. خاص طور تي جڏهن ان کي ان مغربي ثقافت جي رونقن جي مقابلي ۾ پئي طرف صرف اوندهہ ۽ بدصورتي نظر اچي. جڏهن آفريڪي ملڪن ۾ مغربي استعمار جو دور شروع ٿيو تہ يورپ جا ننگ ماڻهو آفريڪي قبيلن ۾ گهمي ڦري رنگين شيشا ۽ نقلي هيرا وڪڻڻ لڳا. جيڪي اصلي هيرن ۽ قدرتي موتين جي مقابلي ۾ گهڻو وڌيڪ شوخ رنگ ۽ چمڪندڙ نظر ايندا آهن. نفسياتي ماهرن جي

خيال ۾ اهو هڪڙو مجيل اصول آهي تہ سادي طبيعت وارا ڳوٺاڻا عام طور تي ظاهري چمڪ ۽ رونق کان گهڻو متاثر ٿيندا آهن ۽ ڪنهن شي جي اصل قدر ۽ قيمت جي مقابلي ۾ ان جي ظاهري رنگ ۽ روپ کي وڌيڪ اهميت ڏيندا آهن. توڙي جو اڄ اسان ڏسون ٿا تہ ٻيا بہ گهڻا ئي طبقا ان ظاهري ۽ مصنوعي چمڪ ۽ رونق جي جادو ۾ گرفتار آهن، جيئن عرب شيخ، آفريڪي قبيلن جا سردار، فلم اسٽار وغيره. نتيجو اهو نڪتو آهي تہ قبيلن جا سردار، وڏا امير ۽ جاگيردار ماڻهو ان جادو ۾ گرفتار ٿي ويا ۽ اجتماعي تقريبن ۽ شادي وهانءَ جي موقعن تي انهن رنگين شيشن ۽ نقلي هيرن جي زيورن جي نمائش شاهوڪاري ۽ برتري جو نشان سمجهيو وڃڻ لڳو. مغرب جا ٺڳ واپاري بي قيمت شيشن جي عيوض مرضي جا اگهہ وصول ڪندا هيا، جيئن رڍن ٻڪرين جا ڌڻ، يا ڪنهن زرخيز زمين جي ايراضي يا ڪو اهڙو علائقو جتان اصلي هيرن کي ڪاڻين مان ڪڍيو وڃي يا جتي چانهہ جي پوک ٿي سگهي. ان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ آفريڪا جي حالت کي بدلائڻ ۾ اتان جي ڳوٺاڻن (بدوي) قبيلن جي سادين ۽ سٻاجهڙين عورتن نواڻ (تجديد) جي چار ۾ ڦاسي ڪيترو زبردست ڪردار ادا ڪيو آهي. ان مان اهو بہ ظاهر ٿئي ٿو تہ مشرقي معاشري ۾ عورت جي حالت ڪيتري رحم جوڳي آهي ۽ مذهب ۽ روايت جي نالي تي ان جي لاءِ جيڪي رسمون ۽ رواج تشڪيل ڏنا ويا آهن اهي مذهب جي حقيقي روح کان ڪيترو مختلف آهن. عورت کي علم حاصل ڪرڻ، لکڻ پڙهڻ ۽ گهٽن ٻين انساني حقن کان محروم ڪيو ويو آهي. اجتماعي زندگي ۾ انهن جو حصو نہ هجڻ جي برابر آهي. ان کي ترقي ۽ ڪمال ڏانهن وڃڻ جو ڪوئي رستو ڪونہ ٿو ملي. اهي پنهنجي عقل، فڪر، احساس ۽ روح جي تربيت ۽ نشونما جي موقعن کان محروم آهن. حد اها آهي تہ اسلام عورت کي جيڪو مقام ۽ مرتبو ڏنو آهي ۽ عورت جي حيثيت ۾ ان جا جيڪي حق ۽ فرض مقرر ڪيا آهن، اسان خود اسلام جي نالي تي انهن کان انڪار ڪري ڇڏيو آهي ۽ اهي سمورا حق عورتن کان کسي ورتا آهن. اسان جي معاشري ۾ عورت جي حيثيت بس هڪڙي ڪپڙن ڌوئڻ واري مشين جي ٿي وئي آهي. ان جو سمورو قدر ۽ قيمت اهو آهي تہ اها ٻارن جي ماءُ آهي. اسان عورت کي ان جي پنهنجي نالي کان محروم ڪري ڇڏيو آهي. اسان کي

عورت جو نالو زبان تي آڻيندي لڄ محسوس ٿئي ٿي ۽ اسان عورت کي اهڙي طرح سڏيندا آهيون تہ "فلاڻي جي ماءُ آهي".

## ظالم ۽ مظلوم

حضرت علي عليہ السلام جو ارشاد آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن جاءِ تي ظلم ٿي رهيو هجي تہ ان جي ذميواري ٻن ڌرين تي عائد ٿئي ٿي. هڪڙو اهو جيڪو ظالم آهي ۽ ظلم ڪري ٿو، ۽ ٻيو اهو جيڪو ظلم سهي ٿو ۽ ان جي خلاف ڪو احتجاج يا مزاحمت نٿو ڪري. انهن ٻن ڌرين جي تعاون ۽ اشتراڪ جي نتيجي ۾ ظلم وجود ۾ ايندو آهي، ورنہ ظلم جو وجود ممڪن ئي ڪونهي، ڇوتہ ظالم هوا ۾ ظلم جا پير ڄمائي نٿو سگهي. اهو ٻہ طرفو عمل آهي. هڪڙو شخص ظلم ڪري ٿو ۽ ٻيو ظلم کي قبول ڪري ٿو. ظلم جي لاءِ اهي ٻئي ذميوار آهن. ٻئي جوابدار آهن. ظلم جي ذميواري اڪيلي ظالم تي عائد ڪونہ ٿي ٿئي. جيڪڏهن ڪو معاشرو ٽوڙ ڦوڙ جو شڪار ٿئي ٿو تہ ان ٽوڙ ڦوڙ جي ذميواري ان معاشري تي ٿئي ٿي. ڪوئي فاتح ڪنهن بہ معاشري تي فتح حاصل نٿو ڪري سگهي جيستائين خود ان معاشري ۾ اهڙيون حالتون نہ هجن جيڪي فاتح جي فتح لاءِ رستو هموار ڪري سگهن. مثال طور، ستين صدي هجري ۾ اسان کي چنگيز خان جي هٿان ذلت ۽ شڪت جو منهن ڏسڻو پيو. ليڪن سوال اهو آهي تہ ڇا اسان جي شڪست محض چنگيز خان جي مهم جوئي جو نتيجو هئي. نہ، ايئن ڪونهي. بلڪ اصل ڳالهہ اها آهي تہ اسان پاڻ اهڙيون حالتون پيدا ڪري رهيا هياسين جو اسان کي شڪست جو منهن ڏسڻو پيو. پنجين ۽ ڇهين صدي هجري ۾ اسان پاڻ کي ايترو ڪمزور ۽ هيڻو ڪري ڇڏيو هيو اسان اندروني طور تي ايترو ڪمزور ٿي ويا هياسين جو چنگيز جي صرف هڪڙي ڌڪ سان اسان واري جي ديوار وانگر ڍير ٿي وياسين. اسان اهڙي وڻ وانگر هياسين جنهن کي اڏوهي اندران کائي ڇڏيو هجي. جڏهن ڪنهن وڻ کي اڏوهي کوکلو ڪري ڇڏيندي آهي تہ ان جون پاڙون زمين ۾ قائم رهي ڪونہ سگهنديون آهن. اهو وڻ زندگي ۽ توانائي کان محروم ٿي ويندو آهي، کوکلو ۽ ڪمزور ٿي ويندو آهي. اهو هوا جي

معمولي جهوڙي کي بہ برداشت ڪري ڪونہ سگهندو آهي. اصل ۾ اها طوفاني هوا ڪونهي هوندي جيڪا وڻن کي اکوڙي ڪيرائي ڇڏيندي آهي، بلڪ اها خود وڻ جي ڪمزوري ۽ ان جو کوکلو پڻو آهي جيڪو ان کي زمين تي ڪيرائڻ جو سبب ٿيندو آهي. ڪنهن کي خبر ڪونهي تہ تيز ۽ سخت هوائون جهنگل (ٻيلي) ۾ هميشہ گهلنديون رهنديون آهن. پوءِ ڪهڙو سبب آهي تہ سيئي وڻ ڪونہ ڪرندا آهن بلڪ وقت بہ وقت (ڪڏهن ڪڏهن) هڪڙو يا ٻہ وڻ زمين تي ڪري پوندا آهن.

جيڪڏهن اڄوڪي عورت ڏڙاڏڙ رنگ بدلائي رهي آهي، تيزي سان مغرب جو اثر پڪڙي رهي آهي، جيڪڏهن اها پاڻ کي مغرب جي واهيات عورتن جي رنگ ۾ رنگي رهي آهي تہ ان جو سبب اهو آهي تہ اسان پنهنجن معاشرتي مسئلن کان غفلت ڪري رهيا آهيون. اسان يورپ جي استعماري ۽ اقتصادي نظام ۽ ان جي اثرن کان اکيون بند ڪيون پيا آهيون. انهيءَ لحاظ کان اسان پاڻ مغرب جي استعماري نظام جا هٿ مضبوط ڪري رهيا آهيون. اسان عورت کي مجبور ڪيون ٿا تہ اها اسان جي قيدوبند کان فرار حاصل ڪري ۽ پوءِ مغرب ان مفرور قيدي جو آساني سان شڪار ڪري وٺي ٿو. اسان ان کي حقير، ڪمزور، اڪڙيل پير، مڙس جي ٻانهي، ٻارن جي ماءُ (اهو غلامي واري دور جو اصطلاح آهي جڏهن عورت کي پٽ يا ٻار جي ماءُ (ام ولد) سڏيو ويندو هيو) ايستائين جو بي ادبي ۽ خراب لقبن سان نوازيو. اسان ان جي پيدائش (خلقت) کي انساني خلقت کان جدا ڪري ڇڏيو آهي. اسان اهڙي نموني جا بحث ڪرڻ لڳاسين تہ ڇا عورتن جو لکڻ، پڙهڻ جائز آهي يا نہ. اسان جو دليل اهو آهي تہ جيڪڏهن عورت لکڻ پڙهڻ سکي وڃي تہ ممڪن آهي تہ اها نامحرمن سان خط وڪتابت ڪرڻ لڳي.

اسان عورت جي عصمت ۽ تقوا جي حفاظت ڪهڙي نموني ڪندا آهيون؟ ان کي چوديواري ۾ قيد ڪري، اسان عورت کي انسان ڪونہ سمجهندا آهيون جو جنهن جي فڪر ۽ شعور جي تربيت ڪري سگهجي. جيڪا پاڻ چڱي ۽ مَني ۾ تميز ۽ چونڊ ڪري سگهي. بلڪ اسان ان کي جانور سمجهندا آهيون. هڪڙي اهڙي وحشي ۽ غيرعقلي مخلوق سمجهندا آهيون جيڪا فڪروشعور جي جوهر کان عاري آهي

۽ جنهن جي تهذيب ۽ تربيت ممڪن ڪونهي. عورت کي پردي ۾ رکڻ کي ان جي عصمت جي علامت خيال ڪيو ويجي ٿو. ان کي گهر جي چوديواري ۾ پردي واري بڻائي ويهاريو وڃي ٿو ۽ ان کي اهو سمجهايو ويندو آهي تہ ان جو اصل ڪم ٻارن جي پرورش ۽ تربيت آهي. ليڪن مان اهو سمجهي نٿو سگهان تہ اهڙي عورت جيڪا پاڻ اڌوري ۽ نااهل آهي، جنهن ۾ صلاحيت ۽ لياقت جي کوٽ آهي، جنهن جو ذهن تربيت يافتہ ڪونهي، جيڪا لکڻ پڙهڻ، تعليم، ڪتاب، تربيت، سوچ، تهذيب، ثقافت ۽ معاشرتي ضرورتن کان بي خبر آهي، اها ڪهڙي طرح آئنده نسل جي تعليم ۽ تربيت جي فرض کي انجام ڏئي سگهندي.

جن ماڻهن جو اهو خيال آهي تہ اهڙيون پردي ۾ رهڻ واريون عورتون آئنده نسل جي پرورش ڪرڻ واريون آهن، انهن جي نظر ۾ ٻارن جي پرورش جو مقصد صرف جسماني غذا مهيا ڪرڻ آهي. انهيءَ ڪري جو اها عورت جيڪا پاڻ اڌوري ۽ غير تربيت يافتہ هجي، جيڪا پاڻ علم، تهذيب ۽ ثقافت کان اڻ ڄاڻ هجي، ٻارن جي فڪري ۽ ذهني واڌ ويجهہ ۽ انهن جي روحاني ۽ جمالياتي تربيت ۾ ڪيئن حصو وٺي سگهي ٿي. اها ٻارن جي نفسيات ۽ انهن جي ڪمزورين کان بلڪل واقفيت ڪونہ ٿي رکي، انهيءَ ڪري اها انهن جي تربيت جي مشڪل ڪم ۽ اهم فرض کي پورو ڪرڻ کان لاچار آهي. ان جو ڪم صرف ايترو آهي تہ اها ٻارن کي کير پياري ۽ انهن جا ڪپڙا تبديل ڪندي رهي. اها ٻار جي تربيت ڪيئن ڪري ٿي، بس اهو تہ انهن کي دڙڪا دهمان ڏئي، برو ڀلو چوي، ڊيڄاري ڌمڪائي، ۽ جي وس هلي سگهي تہ انهن کي مارڪٽ بہ ڪري ۽ جيڪڏهن ٻار تي وس نہ هلي تہ خود پنهنجو منهن مٿو پٽي. انهن سيني ڳالهين جو بہ جيڪڏهن ٻار تي ڪو اثر ڪونہ ٿو ٿئي تہ اها ان کي ڪنهن خيالي ۽ روايتي ”رات جي ماءُ“ کان ڊيڄاريندي آهي. ان کان پوءِ جن، ڀوت ۽ ڀين اڻ ڏٺل قوتن کان ڊيڄارڻ جو وارو ايندو آهي. پوءِ بہ جيڪڏهن اهو ٻار قابو ۾ نٿو اچي تہ ان کي جن ڀوت، ديو ۽ پرين کان ڊيڄاريو ويندو آهي. ان سان گڏ ٻار کي برو ڀلو چوڻ، پٽ پاراتا ڏيڻ ۽ اهڙي قسم جي ٻين بيهودين ۽ گندين ڳالهين چوڻ جو سلسلو جاري رهندو آهي.

تعليم ۽ تربيت جي ان نظام ۾ ٻارن جي تربيت جو واحد مقصد گذريل المياتي واقعن تي روج راڙو (گِريو) ڪرڻ کي سجهيو وڃي ٿو. مولوي ۽ ذاڪر پنهنجي تقرير جي شروعات ۾ پاڻ پڏائڻ واري انداز سان جيڪا علمي گفتگو ڪندو آهي ان جا مخاطب صرف مرد هوندا آهن. انهيءَ ڪري جو عورت ايترو شعور ۽ علم ڪونہ ٿي رکي تہ اها علمي مطلب کي سمجهي سگهي يا انهن ڳالهين کي پروڙي سگهي، جيڪي عوامي سطح کان بالاتر آهن. انهن مجلسن ۾ جيڪڏهن عورتن کي خطاب ڪيو ويندو آهي تہ اهو ڪجهہ هن طرح هوندو آهي "اي ڪراڙي ماٺ ڪر. چڱي نموني سان ويهہ. پنهنجن ٻارن کي چُپ ڪراءِ" مطلب تہ عورتن کي صرف تنبيهہ ڪئي ويندي آهي باقي سموري گفتگو جو مخاطب صرف مرد هوندا آهن. البت تقرير ڪرڻ وارو يا مجلس پڙهڻ وارو جڏهن تڪليفن ۽ مصيبتن جي ڳالهہ ڪرڻ لڳندو آهي تہ پوءِ اهو عورتن کي مخاطب ڪندو آهي. هاڻي اهو اهڙا لفظ استعمال ڪندو آهي جن جي ذريعي عورتن کي روج راڙي ۽ آهہ و بڪا لاءِ وڌ کان وڌ آماده ڪري سگهجي. مقصد اهو هوندو آهي تہ عورتون پنهنجين دانهن ۽ ڪوڪن، پنهنجي روج راڙي ۽ شور شرابي سان مجلس جي رونق وڌائي سگهن ۽ مولوي يا ذاڪر کي گهڻو عالم ۽ ڪامياب چئي سگهجي.

عورت جنهن جو صرف ايترو ڪم آهي تہ گهر ۾ "ٻار ڄڻڻ" جو فرض انجام ڏئي ۽ معاشري ۾ ان جو ڪم صرف ڳوڙها وهائڻ هجي تہ اهڙي عورت کي حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ۽ ان جي نياڻي زينب سلام الله تعاليٰ عليها جي ڪردار سان ڪهڙي نسبت آهي. اسان جي معاشري ۾ ڪهڙي نموني ("ٽائيپ") جو عورتون ٺاهيون وڃن ٿيون ۽ ان جي باوجود اسان دعوا ڪيون ٿا تہ اسان جو آئيڊيل (Ideal) حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها آهن. مگر اسان ان ڳالهہ کي بلڪل وساري ڇڏيون ٿا تہ اهي اهڙيون اعليٰ مقدس هستي آهن جنهن حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها جهڙي نياڻي جي تربيت ڪئي. اها زينب سلام الله تعاليٰ عليها جيڪا ڪجهہ ڏينهن اڳ ڪربلا ۾ پنهنجي پرپل گهر کي اجڙندي ڏسي چڪي هئي، جنهن جي اکين سامهون ان جي عزيزن کي قتل ڪيو ويو هيو جنهن جا پنهنجا قابل فخر

پٽ ان جي سامهون ساهہ ڏئي چڪا هيا، هڪڙي آمر ۽ جابر حڪمران جي دربار ۾ ڪهڙي وقار ۽ دٻدٻي سان بيٺي هئي. جيڪا بنواميہ جي ظالم ۽ وحشي حڪومت جي جبروتشدد کان مطلق هراسيل ڪونہ هئي بلڪ جابر حڪمران جي سامهون خود ان جي دربار ۾ بيهي نهايت جرئت ۽ ثابت قدمي سان حق جي ڪلمي جو هنن لفظن ۾ اعلان ڪري رهي هئي:

"ان خدا جي حمدوثنا جنهن اسان جي گهراڻي کي هر طرح جي عزت ۽ مان شان سان سرفراز فرمايو ۽ اسان کي پنهنجي اڻکٽ رحمت جي لاءِ چونڊيو."

پلا همت ۽ استقلال جي ان پيڪر کي اسان جي انهن عورتن سان ڪهڙي نسبت آهي جيڪي گهر ۾ هڪڙي ڪوئي کان ڊڄي وينديون آهن.

اسان عورت کي هرشي ۽ ڳالهہ کان محروم ڪري ڇڏيو آهي. ايستائين جو اها پنهنجي دين ۽ مذهب جي شعور کان بہ محروم آهي. اها اسلام کي ڪونہ ٿي سمجهي. ايمان جي تقاضا کان اڻ واقف آهي. مذهب جي روح کان بي خبر آهي، نہ اها پنهنجي مذهب جي سڃاڻپ رکي ٿي، نہ ان جي پنهنجي ڪا سڃاڻپ آهي. جيئن تہ ان کي علم کان وڇوڙو رکيو ويو آهي، انهيءَ ڪري ان جو محبوب مشغلو صرف گلا ڪرڻ آهي. ان جو گهڻو تڻو وقت گلا ڪندي گذري ٿو. جيئن تہ ان جو ڪو علمي ۽ فڪري مشغلو ڪونهي، انهيءَ ڪري ان جو ڪم بس ڪاڏو بچائڻ آهي. جيئن تہ ان جو علم، ڪتاب، مجلسن، ممبر ۽ ٻين اجتماعي ڪمن سان ڪو تعلق قائم ڪونهي ٿي سگهيو انهيءَ ڪري هاڻي اهو چيو وڃي ٿو تہ عورت مردن سان برابري ڪيئن ڪري سگهي ٿي. ان ۾ اهڙي ڳالهہ جي اهليت ئي ڪونهي تہ ان کي علمي، فڪري يا ديني مشغلن ۾ شريڪ ٿيڻ جو موقعو ڏنو وڃي. اها اهڙي ئي ڳالهہ آهي تہ پهريان اسان ڪنهن کي مفلوج بڻائي ڇڏيون ۽ پوءِ اهو دليل ڏيون تہ جيئن تہ اهو مفلوج آهي انهيءَ ڪري اهو سرگرمي سان شرڪت ڪرڻ کان محروم آهي.

سڀ کان گهڻي افسوس جي ڳالهہ اها آهي تہ اهي سڀ بيهوديون ڳالهيون يعني جهالت، تنگ نظري ۽ پٺتي رهڻ ۽ ان قومي روايت جي پيروي جيڪا ماضي جي پراڻن ۽ تباهہ نظامن جي يادگار ۽ بدوي،

غلامي ۽ مرداڻي معاشري واري دور جي ميراث آهي، مذهب جي نالي تي ڪيون وڃن ٿيون. اهي سڀ ڳالهيون جيڪي اسان جي پراڻي ماضي جو ورثو آهن، هڪڙي مڪڙي جي جالي وانگر عورت کي پنهنجي گهيري ۾ جڪڙيون پيون آهن. عورت جهالت، مفلسي ۽ قديم روايتن جي چار ۾ قاتل آهي ۽ اهو سڀ ڪجهہ مذهب اسلام ۽ اسلامي نظريو آهي تہ عورتن جي حفاظت جو واحد طريقو انهن کي پڃري ۾ قيد ڪري ڇڏڻ آهي، جڻ اها ڪا اهڙو پکي هجي تہ جيڪڏهن پڃري جو در کلي ويندو تہ اهو هڪدم اڏري ويندو. عورت جي عصمت کي اسان ماڪ ڦڙي وانگر سمجهون ٿا جيڪو سج جي ڪرڻن جو تاب نہ سهي هڪدم ختم ٿي وڃي ٿو. عورت اسان جي قيد ۾ هڪڙي اهڙي مخلوق آهي جيڪا گهر جي حصار مان ٻاهر نٿي نڪري سگهي. ان کي اسڪول، ڪاليج، لئبريري يا يونيورسٽي ۾ وڃڻ جي اجازت ڪونهي. اسان سمجهون ٿا تہ ڪاليج يا يونيورسٽي ۾ غيرمسلم شاگرد بہ پڙهندا آهن، اهي قومون اسان جي خيال ۾ پليت آهن بلڪ اهي ماڻهو انسان ئي ڪونہ آهن، انهيءَ ڪري جو اهي انسان جي تعريف هيٺئن ڪندا آهن تہ انسان هڪڙو معاشرتي جانور آهي، تنهن ڪري اسان انهن انسان نما جانورن جي وچ ۾ پنهنجين ڇوڪرين کي ڪيئن موڪلي سگهون ٿا؟ نتيجو اهو تہ اسان جون ڇوڪريون تعليم کان محروم رهنديون آهن. جڏهن تہ توڙي جو اسان جو عقيدو آهي تہ "علم حاصل ڪرڻ هر مسلمان عورت ۽ هر مسلمان مرد تي واجب آهي." ۽ علم حاصل ڪرڻ جو اهو ڪم مسلسل ۽ جاري آهي، اهو پينگهي کان قبر تائين پکڙيل آهي. اسان ممبر تان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ان حديث جي تبليغ ڪندا آهيون. رمضان جي پوري مهيني ۾ واعظ ۽ نصيحت جون محفلون سجايون وينديون آهن، ليڪن انهن محفلن ۾ صرف مرد شريڪ ٿي سگهندا آهن. انهن ۾ عورتن کي ڪڏهن بہ شريڪ ڪونہ ڪيو ويندو آهي. صرف شاهوڪار گهراڻن جون عورتون جيڪي پنهنجن گهرن تي اوستاد کان پڙهڻ جو خرچ برداشت ڪري سگهن ٿيون، تعليم حاصل ڪري سگهن ٿيون، باقي سڀ عورتون علم حاصل ڪرڻ جي سهوليت کان محروم آهن. اهي انهي ڳالهہ جي طاقت ڪونہ ٿيون رکن تہ علم حاصل ڪرڻ جي ديني فرض کي پورو ڪري سگهن.

مذهبي محفلون يا مجلسون هجن، ديني معاملا هجن، تبليغي ڪم هجن يا قرآن، حديث، تاريخ، فلسفي، چاڻ جو درس هجي، عورت جي لاءِ ڪٿي بہ جاءِ ڪونهي. اها انهن مان ڪنهن بہ ڪم ۾ شريڪ ٿي نٿي سگهي. ان کي صرف ماتمي مجلسن ۾ شريڪ ٿيڻ جي اجازت آهي ۽ اها بہ پردي جي پٺيان ويهي. انهن مجلسن ۾ عورت جي شرڪت ان طريقي سان ٿيندي آهي، انهيءَ ڪري جو ان نظام ۾ سمجهيو ويندو اهي تہ جيڪڏهن عورت پنهنجي فڪري ۽ روحاني تربيت تي وقت صرف ڪندي تہ ان سان ان جي ٻارن جي پرورش ڪرڻ واري فرض کي نقصان پهچندو.

اسان ڏسون ٿا تہ اسان جي قديم روايتي معاشري ۾ عورت ڪهڙي لاچاري جو شڪار آهي. افسوس جي ڳالهہ اها آهي تہ اسان انهن زوال پذير روايتن تي مذهب جو ڪوڙو غلاف چاڙهي رکيو آهي. هن معاشري ۾ عورت جي زندگي ڪيئن گذرندي آهي. شروع ۾ اها پيءُ جي گهر ۾ هڪڙي پسنديده فرد ۽ هڪڙي اهڙي قيدي وانگر رهندي آهي جنهن کي تازي هوا بہ نصيب ڪونهي ٿيندي، ايستائين جو اها جواني جي منزل ۾ قدم رکندي آهي تہ هڪڙي مقرر رقم جي عيوض جنهن تي وڪڻڻ وارو (ان جو پهريون مالڪ - پيءُ) ۽ خريد ڪرڻ وارو (ان جو ٻيو آقا - مڙس) راضي ٿي ويندا آهن تہ اها مڙس جي گهر منتقل ٿي ويندي آهي. مڙس جي گهر منتقل ٿيڻ وقت دستاويز ٻين لفظن ۾ ملڪيت جي سَنَد لکي ويندي آهي. ان ۾ ان جو ڪم ۽ ان جي قيمت ٻنهي جي نشاندهي ڪئي ويندي آهي. پنهنجي نئين آقا (مڙس) جي گهر ۾ اها هڪڙي عزت واري ملازم جي حيثيت رکندي آهي، جيڪا خانگي ڪم ڪار جي سارسنڀال ڪندي آهي، کاڌو تيار ڪندي آهي، ٻارن کي کير پياريندي آهي ۽ اولاد جي نگهباني جو فرض انجام ڏيندي آهي. مطلب تہ خانگي زندگي جي سمورن انتظامي ڪمن، ۽ سمورن داخلي معاملن جي ذميواري ان تي عائد ٿي ويندي آهي. اها هڪڙي ملازم آهي، هڪڙي دائي آهي، ليڪن جيئن تہ اها بنا پگهار جي ملازمت ڪندي آهي انهيءَ ڪري ان کي ڪو حق حاصل ڪونهي. جيئن تہ اها رسم، شريعت ۽ قانون جي نالي تي اها خدمت انجام ڏئي ٿي ۽ جيئن تہ ان کي ملازم ڇوڙڻ يا سڏڻ رسم ۽ رواج جي خلاف آهي، انهيءَ ڪري ان کي

گهر جي مالڪڻ جو نالو ڏنو ويندو آهي، پر بنا ڪنهن اختيار جي. جيئن تہ هاڻي ان جو مالڪ ۽ آقا ان جو مڙس آهي انهيءَ ڪري اها بيگم چورائيندي آهي ۽ جيئن تہ اها پنهنجي مڙس جي ٻارن جي دائي وارو ڪم بہ ڪري ٿي انهيءَ ڪري ان کي ماءُ جي لقب سان سڏيو ويندو آهي. اسان جون گهريلو عورتون سڄي عمر جيڪو ڪم ڪنديون آهن ان جي نوعيت هڪڙي ملازم ۽ هڪڙي دائي جي ڪم کان ڪنهن بہ نموني ۾ مختلف ڪونهي هوندي. انهيءَ ڪري جو ان کي ان ڪان علاوه ڪنهن ڪم جي تربيت ڪونہ ڏني وئي آهي. اها علم ۽ شعور جي دولت کان محروم آهي.

ان مرحلي تي اسان شاهوڪار والدين ۽ مڙسن جو خاص طور تي ان ڳالهہ ڏانهن ڌيان ڇڪائڻ گهرون ٿا تہ اهي پنهنجين نياڻين ۽ زالن کي محض انهيءَ ڪري تہ اهي عورت آهن علم حاصل ڪرڻ ۽ ڪم ڪار ڪرڻ کان محروم نہ رکن ۽ پنهنجي ان روش کي دينداري ۽ اسلامي نشانين سان منسوب نہ ڪن. انهيءَ ڪري جو اسلامي تاريخ ۾ اهڙا مثال موجود آهن تہ عورتون علم حاصل ڪرڻ کان پوءِ مفتي ۽ مجتهد واري درجي تي پهتيون ۽ انهن مدرسن ۾ اوستاد جو فرض انجام ڏنو. گهڻين ئي عورتن نهايت مفيد علمي ۽ اخلاقي ڪتاب لکيا آهن.

اهي عورتون ۽ ڇوڪريون جيڪي علم حاصل ڪرڻ کان انهيءَ ڪري محروم رهن ٿيون تہ انهن وٽ ضروري معاشي وسيلا ڪونهن ليڪن اهي پنهنجي والد ۽ مڙس جي گهر ۾ محنت ۽ تڪليف جو ڪم ڪنديون آهن. نهايت تعريف ۽ ساراهہ جي قابل آهن. اهي قبائلي، ٻهراڙي جون ڇوڪريون سيني اجتماعي ڪمن ۾ حصو وٺنديون آهن ۽ دولت پيدا ڪرڻ جي ڪم ۾ پوري طرح هٿ ونڊائين ٿيون. اهي گهر کان ٻاهر ڏڻ چارڻ ۽ پوکي راهي ۾ مردن سان گڏ ڪم ڪنديون آهن ۽ ان سان گڏ گهر جي اندر بہ سڀ ڪم وڏي خوش اسلوبي سان انجام ڏينديون آهن. مطلب اهي دولت پيدا ڪرڻ جي اجتماعي عمل ۾ بہ شريڪ آهن ۽ گهر اندر سيني ڪمن جي سارسنڀال بہ ڪنديون آهن. اهي باغن ۾ ٻج ڇٽينديون آهن، پوکن مان گاهہ گند ڪيڍنديون آهن، وڻن مان ميوات لاهينديون آهن ۽ انهن کي گڏ ڪنديون آهن. جانورن کي پاڻي ۽ داڻو ڏينديون آهن، انهن جو کير ڏهنديون آهن، ان کير کي

ڇمائي ان مان ڏئونرو (ڏهي)، مکڻ ۽ لسي ڪڍنديون آهن. جنهن کي گهر ۾ بہ استعمال ڪيو ويندو آهي ۽ بازار ۾ وڪڻبو بہ آهي. اهي ڪپهہ صاف ڪنديون آهن، سُٽ ڪتينديون آهن، ڪپڙو اُڻنديون آهن، ڪپڙا سبنديون آهن ۽ انهن سيني ڪمن سان گڏ اهي پنهنجن ٻارن جي بہ سنڀال ڪنديون آهن. گهر جو ڪاڏو بہ پچائينديون آهن ۽ گهر جي صفائي بہ رکنديون آهن. انهن مان ڪجهہ اهي بہ آهن جيڪي ٻرٹ پرڻ ۽ هنر کان بہ واقف آهن ۽ گهريلو صنعت جو ڪم ڪنديون آهن. اهڙي عورت هڪ ئي وقت زال، دائي، ماءُ، ڪارڪن ۽ ڪاريگر هوندي آهي. اها باغ جي ٻوٽن وانگر آزادي سان نشونما ڪندي آهي، بيابان جي ڳيرين وانگر پاڪيزه محبت سان سرشار هوندي آهي، ريگستاني هرڻين وانگر عشق ۽ محبت سان پيار پيدا ڪندي آهي ۽ انهن ٻارن کي ماءُ جي ممتا سان نوازيندي آهي. مادي ڪبوتر وانگر اها پنهنجي مڙس ۽ پنهنجي گهر سان مخلص ۽ وفادار هوندي آهي. اها ان گهر ۾ جيڪو قيدوبند جي سختين کان آزاد آهي پنهنجي خلوص ۽ وفا جي گلن جي هٻڪار ڪندي آهي. ان تي ڪوئي ڏاڍ ڪونهي، مگر ان جي عشق جي شدت ۽ خلوص ان کي پنهنجي گهر سان وفادار رهڻ تي مجبور ڪندا آهن. اها پنهنجي گهر کي، پنهنجي پوري خاندان کي عشق ۽ وفا جي خلوص سان نوازيندي آهي ۽ اهو سڀ ڪجهہ ان آزادي جو ڪرشمو آهي جيڪا ان کي حاصل هوندي آهي. اها آزاد آهي انهيءَ ڪري اها پنهنجي عشق ۽ خلوص کي پنهنجي مرضي سان استعمال ڪندي آهي. آخرڪار اها پنهنجن هٿن سان پوک واري زمين کي سنواري ٿي، گهر ۾ پنهنجن ٻارن کي پيار ۽ محبت سان پاليُ ٿي ۽ سمهڻ واري ڪمري ۾ پنهنجي مڙس جو ٿڪ دور ڪري ٿي ۽ بازارن ۾ ان جي هٿ جون تيار ڪيل شيون ۽ ٻرٹ جا بهترين نمونا وڪڻيا ويندا آهن.

ان جي برخلاف سيني کان بيڪار ۽ نڪمي عورت اها آهي جيڪا گهريلو عورت سڏبي آهي. اها هڪڙي خوفناڪ مخلوق آهي جنهن کي نہ مشرق جي روائتي عورت ڇئي سگهون ٿا ۽ نہ جنهن ۾ مغرب جي نئين (جديد) عورت جي ڪا خوبي پاتي وڃي ٿي. اها مغرب جي اها جديد عورت ڪونهي جيڪا هڪڙي اهڙي گهر جي فرد هوندي آهي جيڪو ٻن فردن سان ملي ٺهندو آهي. اهي بہ فرد جيڪي پاڻ ۾

ڪم ڪار ۾ شريڪ هجڻ جي حيثيت رکندا آهن. انهن جي حيثيت برابر ۽ هڪجهڙي سمجهي ويندي آهي ۽ ٻئي دولت ڪمائڻ جي لاءِ گهر کان ٻاهر ڪم ڪندا آهن. گهر جي اندر ڇوڪريءَ کي بہ ڇوڪري وانگر هرطرح جي آزادي حاصل هوندي آهي. اها مسئلن کي تجربي جي ذريعي سکندي ۽ سمجهندي آهي. اها هرشي کي ڏسندي آهي، هر ڳالھ کان واقف هوندي آهي. زندگي ۽ ان جي سيني معاملن ۽ مسئلن کي سمجهندي آهي. اها پنهنجن تجربن ۽ حادثن جي نتيجي ۾ بري ڀلي، چڱائي مٺائي، امن ۽ فساد غرض تہ زندگي جي سمورن رنگن، سمورن جَلوَن، مڙني معاملن ۽ مسئلن کي عملي طور سمجهي سگهندي آهي. اها اجتماعي زندگي جي سمورن فريبن کي پرکڻ جي صلاحيت رکندي آهي. مطلب اها هر ان ڳالھ کان باخبر آهي جنهن جو ان سان ڪنهن بہ قسم جو ڪو تعلق آهي. ان کي ڇوڪرن وانگر تعليم حاصل ڪرڻ جي آزادي آهي، اها علم حاصل ڪندي آهي، مطالعو ڪندي آهي، پنهنجي فڪروشعور جي تربيت ڪندي آهي، پنهنجي ذهن جي نشونما ڪندي آهي، پنهنجي شعبي ۾ خصوصيت حاصل ڪري ويندي آهي. آخرڪار ان کي معاشري ۾ اقتصادي ۽ سماجي آزادي حاصل ٿي ويندي آهي. اها پنهنجي حياتي جي ساٿي، پنهنجي مڙس جي چونڊ ڪرڻ لاءِ مطلق آزاد هوندي آهي.

مشرق جي بيڪار ترين ۽ نڪمي ۽ اٿي تي چٽي عورت اها آهي جيڪا نہ مغربي عورت وانگر اقتصادي ۽ نہ مشرق جي قبائلي ۽ ٻهراڙي جي عورت وانگر سرگرم عمل نظر اچي ٿي. هي اها گهريلو عورت آهي جيڪا پنهنجي گهر جي ڪم ڪار ۽ گهريلو زندگي جي ڪمن کان بہ بي نياز نظر ايندي آهي. جيئن تہ ان وٽ مالي وسيلا آهن انهيءَ ڪري ان جي گهر ۾ بورچي، دائي، نوڪر ۽ ٻيا خدمتگار موجود آهن. جيڪي گهر جا مختلف ڪم ڪار ۽ ٻارن جي سارسنڀال ڪندا آهن. هاڻي ان عورت جو حال ڪهڙو آهي؟ جيئن تہ اها ٻهراڙي جي عورت ڪونهي انهيءَ ڪري ٻني ٻاري جو ڪم نٿي ڪري. جيئن تہ ان جو تعلق هنرمندن سان ڪونهي انهيءَ ڪري پنهنجي مڙس سان گڏ ڪم نٿي ڪري. جيئن تہ اها يورپي عورت ڪونهي انهيءَ ڪري گهر کان ٻاهر دفتر ۾ ڪم ڪونہ ٿي ڪري. جيئن تہ اها تعليم يافتہ ڪونهي انهيءَ

ڪري ڪنهن بہ قسم جي غوروفڪر ڪان عاجز آهي. جيئن تہ ان ڪي پڙهڻ ڪونہ ٿو اچي تنهن ڪري اها ڪو ڪتاب پڙهي نٿي سگهي. جيئن تہ ان ڪا تربيت حاصل ڪونهي ڪئي تنهن ڪري ان کي ڪو فن يا هنر ڪونہ ٿو اچي. جيئن تہ ان وٽ دائي ملازم رکيل آهي انهيءَ ڪري اها ٻارن کي کير پيارڻ جو ڪم بہ ڪونہ ٿي ڪري. جيئن تہ نوڪر موجود آهي تنهن ڪري گهريلو سامان جي خريداري ڪونہ ٿي ڪري. جئين تہ گهر ۾ نوڪر رکي سگهي ٿي تنهن ڪري گهر جا ڪم ڪار نٿي ڪري. جيئن تہ بورچي موجود آهي انهيءَ ڪري ڪاڌو بچائڻ جي تڪليف ڪان بي نياز آهي ۽ جيئن تہ ان جي گهر ۾ خودڪار مشيني نظام موجود آهي انهيءَ ڪري ملاقاتين لاءِ گهر جو دروازو کولڻ جي تڪليف بہ ڪونہ ٿي ڪري. سوال اهو آهي تہ پوءِ اها ڪهڙي مرض جي دوا آهي. آخر ان جي زندگي جو ڪهڙو مقصد آهي. اها زنده آهي مگر ان جي زندگي جو دليل ۽ جواز ڪهڙو آهي. وجود جي ڦرهي تي اها ڪهڙي قسم جو نقش آهي. دنيا ۾ ان عورت جي ڪهڙي حيثيت آهي؟ نہ اها حقيقي معنيٰ ۾ مغربي عورت آهي ۽ نہ مشرقي، نہ جديد آهي، نہ قديم. نہ ٻهراڙي جي آهي نہ شهري. نہ اها دفترن ۾ ڪم ڪري ٿي نہ ڪارخانن ۾. نہ ان جو تعلق اسڪولن سان آهي نہ اسپتال سان. ان کي نہ ڪو هنر اچي ٿو ۽ نہ ڪوئي فن. نہ ان جو تعلق قلم سان آهي، نہ ڪتاب سان. نہ اها گهر جا ڪم ڪار ڪري ٿي ۽ نہ ٻارن جي سارسنڀال جو فرض انجام ڏئي ٿي ۽ وري اهو تہ اها بازاري عورت بہ ڪونهي.

جيڪڏهن ان عورت کي ڪو نالو ڏئي سگهجي ٿو تہ اُهو اهو آهي تہ اها جمعي جي رات واري زال (زنِ شب جمعہ) آهي! آخر اهڙين عورتن جو ڪم ڪهڙو آهي؟ اهي گهريلو عورتون آهن. بيگم صاحبہ آهن. انهن جو مشغلو ڪهڙو آهي؟ گهٽين ڪان گهٽيون شيون استعمال ڪرڻ. اهي پنهنجو وقت ڪيئن گذاريندريون آهن. هڪڙي لحاظ ڪان اهي گهڻو مصروف رهنديون آهن. ڏينهن رات پنهنجين مصروفيتن ۾ گرفتار رهنديون آهن مگر اهي ڪنديون ڇا آهن؟ انهن جا گهٽائي ڪم آهن. مثال طور گلا، حسد، ٻين جي مقابلي ۾ پنهنجي وڏائي جو اظهار، پنهنجي شان و شوڪت جي ڪوڙي نمائش، ٻين سان مخالفت، تهمت، تڪبر، لباڙ خودنمائي، ناز ۽ انداز ۽ نخرا، ڪوڙ لڙائي جهڳڙو وغيره وغيره.

اها گهريلو عورت پنهنجي زندگي جي طريقي ۽ پنهنجن قديم رسم و رواج کي نيائيندي پئي وڃي. اها پاڻ جهڙين ٻين عورتن سان هميشہ مخالفت، ساڙ ۽ جهيڙي جهٽي ۾ مبتلا آهي. اها پنهنجين مخصوص سرگرمين ۾ پوري غرق آهي ۽ اهڙي طرح اها پنهنجي زندگي جي پيانڪ خلا ۽ پنهنجي وجود جي سنگين بي معنويت کي پُر ڪرڻ گهري ٿي. پراڻي زماني ۾ زنانہ غسل خانا هوندا هيا جتي هفتي ۾ هڪڙو پيرو اهڙي قسم جون بيڪار ۽ امير عورتون گڏ ٿي هڪٻئي کي پنهنجون ڳالهيون ٻڌائينديون هيون. مطلب تہ انهن زنانن غلسخانن جي حيثيت هڪڙي سيمينار واري هوندي هئي جتي هر عورت ان هفتي جو ڪو اهم ڪم يا وڏو واقعو ٻين کي ٻڌائي انهن کي حيرت ۾ مبتلا ڪندي هئي ۽ انهن کان داد وصول ڪندي هئي. اهي واقعا ڪجهہ سچا هوندا هيا ۽ ڪجهہ هٿ ٺوڪيا. انهن کي اهي معزز عورتون پنهنجي پنهنجي مخصوص انداز ۾ بيان ڪنديون هيون ۽ پنهنجي ان بيان ۾ پنهنجي خيالي مهارت جا جوهر ڏيکارينديون هيون تہ جيئن انهن جي ڪهاڻي ۾ صداقت جو خلا خيالي طور پُر ڪري سگهجي. ان ڪهاڻي جو مقصد پنهنجي وڏائي جو اظهار ۽ ان سان گڏ اها بہ خواهش هوندي هئي تہ ٻيون عورتون ان جي بيان کان رعب ۾ اچن ۽ متاثر ٿين، بلڪ حيران ۽ عجب ۾ پئجي وڃن. دلچسپ ڳالهہ اها آهي تہ اهي عورتون جن کي اها ڪهاڻي ٻڌائي ويندي هئي انهن مان هر عورت انهي ڳالهہ کي سمجهڻ جي باوجود تہ جيڪو ڪجهہ بيان ڪيو پيو وڃي ان ۾ گهڻو ڪوڙ فريب ۽ وڏاء آهي پوءِ بہ ان بيان کي پوري دلچسپي سان ٻڌندي هئي ۽ پنهنجي پسنديدگي ۽ حيرت جو اظهار بہ ڪندي هئي، انهيءَ ڪري جو ان وٽ بہ اهڙي قسم جي ڪانہ ڪا ڪهاڻي هوندي هئي جيڪا اها ٻين کي ٻڌائي انهن کي حيرت زده ڪرڻ ۽ انهن کان داد وصول ڪرڻ جي آرزومند هوندي هئي. اهڙي طرح اهي ويچاريون ۽ معزز عورتون هفتي ۾ هڪڙو پيرو پنهنجي لاءِ دلچسپ مصروفيت تلاش ڪنديون هيون جنهن جي ذريعي اهي پنهنجي پوري هفتي جي بيڪاري، پنهنجي بي مقصد ۽ چسي زندگي، پنهنجي جهالت، بيوقوفي، پنهنجي وجود جي اندروني خلا ۽ پنهنجي اجتماعي زندگي جي بي معنويت جو علاج ڪرڻ گهرنديون هيون.

مگر اڄوڪي دور ۾ امير طبقي لاءِ زنانا غسل خانا بند ٿي ويا آهن ۽ جديد ثقافت انهن معزز عورتن کي ان اجتماعي مشغوليت ۽ مصروفيت کان بہ محروم ڪري ڇڏيو آهي، جيڪا هفتي ۾ هڪڙو ڏينهن اهڙين عورتن جي بي رنگ زندگي ۾ رنگ ڀري ڇڏيندي هئي. هاڻي زنانن غسل خانن جي جاءِ عورتن جي مختلف انجمنن والاري ڇڏي آهي. ڪلبون قائم ٿي ويون آهن جتي اهي دولتمند عورتون پنهنجيون دلچسپيون تلاش ڪنديون آهن. مگر اهي ڪلبون، اهي جديد ادارا بي روح ۽ بي رنگ آهن ۽ انهن ۾ تہ اها گرمي ۽ جذبو بہ ڪونهي جيڪو گذريل دور جي زنانن غسل خانن ۾ پاتو ويندو هيو.

مذهبي يا نيم مذهبي اجتماع، محفلون، مجسلون، نذرو نياز عقيقہ ۽ قرباني ۽ معاشرتي تقريبون، جيئن شادي وهانءَ ۽ ان سان واسطيدار رسمون عورتن جي لاءِ اجتماعي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ جا مختلف موقعا هيا، جن ۾ عورتون مذهب، رسم رواج ۽ گڏجاڻي جي نالي تي شرڪت ڪري پنهنجي اڪيلائپ ۽ بيڪاري جو علاج ڪنديون هيون. پنهنجي اهميت ۽ سرگرمي کي اجاگر ڪنديون هيون ۽ پنهنجي شخصيت، انفراديت، حسن، هارسينگار، لباس ۽ زيورن ۽ پنهنجي خانداني حيثيت ۽ دولت جو اظهار ڪنديون هيون. ليڪن اهڙي قسم جون تقريبون اڄوڪي موجوده نسل جي نوجوان عورتن جي لاءِ دلچسپي ۽ ڪشش ڪونہ ٿيون رکن. نوجوان عورت اهڙين تقريبن ۾ زوري ۽ بي دلي سان شرڪت ڪري ٿي. انهن محفلن ۾ اها پاڻ کي اوپرو ۽ اڪيلو محسوس ڪندي آهي تنهن ڪري اها اهڙين گڏجاڻين کان فرار اختيار ڪري ٿي.

اها نوجوان ڇوڪري جيڪا پنهنجي ماءُ جي مقابلي ۾ هڪڙي ٻئي زماني ۽ ٻئي نسل سان تعلق رکي ٿي ۽ پنهنجي زندگي عالم برزخ ۾ گذاري رهي آهي، فڪري اعتبار کان بہ ۽ عملي اعتبار کان بہ اها هڪڙي برزخ ۾ آهي. ان جي لاءِ گهر جي وڏي بجاءِ خود هڪڙي جاهل عالم ۽ بيوقوف آهي. اها رسم رواج جي هڪڙي اهڙي دنيا ۾ آهي جيڪا غيرمناسب ۽ جهالت وارين پابندين جو مجموعو آهي. اهي وڏڙيون عورتون اجتماعي زندگي کي پراڻي ڍنگ تي قائم رکڻ گهرن ٿيون. اهي پنهنجين پراڻين رسمن ۽ رواجن جي ٻنڌڻن ۾ اهڙي طرح

جڪڙيل آهن جو انهن کي وقت جي تبدل تي ويڇڻ جي خبر ئي ڪونهي. ليڪن نوجوان نسل جي عورت جيڪا علم کان واقف آهي، جنهن جو ڪتاب سان تعلق قائم ٿي چڪو آهي، جيڪا مختلف ٻولين جي ڪتابن جو ترجمو پڙهي چڪي آهي، جيڪا ادب، فن ۽ ثقافت کان واقف آهي، جيڪا جديد تهذيب ۽ مغرب جي ثقافت کان آگاهہ آهي، جيڪا درسگاهن ۾ تعليم حاصل ڪري علم ۽ ڏاهپ جي ترقي جي خوشبو سنگهي چڪي آهي، ان جي لاءِ زنانيون محفلون يا مجسلون جن ۾ عام طور تي اهڙا ماڻهو خطاب ڪندا آهن جيڪي اڻ پڙهيل يا گهٽ پڙهيل آهن، ڪائي ڪشش ڪونہ ٿيون رکن. اها اهڙي قسم جي سرگرمين کي برداشت ڪري نٿي سگهي. اها گهري ٿي تہ پنهنجي پراڻي ۽ پُرٽي ماحول کان فرار ڪري. مگر اها فرار ڪري وڃي ڪيڏانهن؟ ان جهان جي مقابلي ۾ جيڪو جهان ان جي سامهون آهي ۽ جيڪو ان کي وڏي شائستہ ۽ دلڪش حيلن سان سڏي رهيو آهي، اهو مغرب جي ثقافت جو جهان آهي. اِها اُها دنيا آهي جتي ناچ گهر آهن، شراب خانا آهن، رات گذارڻ واريون ڪلبون آهن، بيڙائي وارا هوٽل آهن. اها دنيا ان جي انتظار ۾ آهي تہ ان کي پنهنجي ڄار ۾ ڦاسائي ڇڏي، ان کي هڪڙو جنسي شڪار بڻائي. ليڪن، اها گهري ٿي تہ اها پنهنجي انساني شخصيت، ايمان ۽ اخلاق سان وفادار رهي. پر ڏکيائي اها آهي تہ پيءُ ماءُ، چاچا ۽ ٻيا مٽ مائٽ ۽ مذهبي ٺيڪيدار مذهب، اخلاق ۽ تحفظِ شخصيت جي نالي تي ان جي سامهون جيڪو ڪجهہ پيش ڪري رهيا آهن اهو صرف ڪجهہ لفظن جو مجموعو آهي ۽ اهي لفظ هي آهن: نہ ڪر، نہ وڃ، نہ ڏس، نہ پسند ڪر، نہ لک، تون نٿي سمجهين، توکي خبر ڪونهي، وغيره وغيره.

اسان ڏسون ٿا تہ اها عورت جنهن جو تعلق قديم نسل سان آهي، جيڪا ماءُ آهي، اها هڪڙي اهڙي دنيا ۾ رهي ٿي جيڪا اجائي ۽ خالي آهي، بيڪار ۽ بي معنيٰ آهي. نہ ان جي زندگي ۾ ڪوئي هدف آهي، نہ ڪا ذميواري، نہ ان جي زندگي جو ڪو فلسفو آهي ۽ نہ معنويت. ان وٽ دولت جي گهڻائي آهي انهيءَ ڪري ان جي زندگي ۾ ڪوئي مسئلو ڪونهي، ڪوئي ڏک تڪليف ڪونهي، ليڪن ان جي زندگي ۾ هڪڙو اهڙو خلا آهي جنهن کي ان جي گهريلو زندگي جي ڏينهن رات

جا معمولات ڪنهن بہ طرح پُر نتا ڪري سگهن. مجبور ٿي اها گهر مان نڪري بازار ويندي آهي. اتي مختلف شين جي خريداري جي ذريعي پنهنجي زندگي جي پريشاني کي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿي. ان جي خواهش هوندي آهي تہ اها زيورن ۽ هيرن موتين جي خريداري جي ذريعي مختلف قيمتي۽ مهانگيون شيون خريد ڪري ماڻهن کي حيران ڪري ۽ عجب ۾ وجهي، ۽ ايئن پنهنجي لاءِ ڪنهن حد تائين خوشي ۽ فخر حاصل ڪري سگهي. مگر ان ماءُ جي ڏي اهڙي نموني جي ڳالهين کان متاثر ڪونہ ٿي ٿئي، اها بين هوائن ۾ ساهہ کڻي ٿي. اها جڻ اهڙي گُڏي آهي جنهن جو ذڪر ٻئي درجي جي ڪتاب ۾ ملي ٿو جيڪا ٻن ڏاڙهي وارن ٻارن جي وچ ۾ ڦاٿي پئي آهي. اهي ٻار نادان آهن ۽ ڪا ڳالهہ ڪونہ ٿا سمجهن. انهن مان هرهڪ ان گڏي کي پوري طاقت سان پاڻ ڏانهن ڇڪي رهيو آهي. ان ڇڪ ڇڪان جو اهو نتيجو نڪرندو آهي تہ گڏي ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويندي آهي ۽ ٽُٽي وکري ويندي آهي. اسان ڏسون ٿا تہ نوجوان عورت ٽُٽي رهي آهي، وکري رهي آهي، بلڪ ذرو ذرو ٿي چڪي آهي.

جواني جي دور ۾ ان جي دل رومانوي خيالن جو ماڳ آهي، اها رنگين فضائن ۾ پرواز ڪري رهي آهي. جواني جون رنگينيون، آزادي ۽ عشق جا جلوا، جتي جذبات جو طوفان، نوجواني جا ارمان ۽ آرزوئن جو بحران ان کي وڪوڙيون پيا آهن. اها هڪڙي نئين ۽ رنگين دنيا جي تصوير ڏسي رهي آهي. اها قائم دنيا ڏانهن پٺي ڪري پنهنجي چوڌاري بيهاريل حصار ۾ ڪٿي سوراخ يا شگاف تلاش ڪري ٿي تہ جيئن ان جي ذريعي اها نئين ۽ رنگين دنيا جو لڪ چوري ۾ نظارو ڪري سگهي. اها پنهنجي خيالي دنيا ۾ غرق آهي مگر ظاهري ۽ جسماني طور تي اها قديم دنيا جي قيدي آهي. اها پنهنجي پيءُ ماءُ جي حڪمن ۾ جڪڙيل آهي. اها هڪڙي مَک آهي جيڪا مڪڙي جي جالي ۾ گرفتار آهي ۽ مڪڙي جو اهو جالو نہ نہ جي تارن سان تاهيو ويو آهي. اها محسوس ڪري ٿي تہ ان جي وجود کي محض ان قصور جي ڪري تہ اها هڪڙي ڇوڪري آهي، نهايت ناپسنديده ۽ خطرناڪ سمجهيو ويجي ٿو. ان کي گهر جي ڪُنڊن ۾ لڪائي رکيو ويجي ٿو ايستائين جو ان کي قانوني ۽ رسمي طور تي ڪنهن اهڙي شخص جي حوالي ڪيو ويجي ٿو جيڪو ان

کي پنهنجي گهر وٺي ويجي ٿو. مڙس جي گهر ۾ ان جو عملي دائرو بورچيخاني ۽ بستري جي وچ ۾ محدود رهي ٿو. ان جي وجود جو اقرار، ان جي معنويت ۽ اهميت مڙس جي پيٽ ۽ پيٽ کان هيٺان تي منحصر هوندو آهي. ان کي مذهبي جلسن ۽ ديني اجتماعن ۾ بہ شريڪ ٿيڻ جي اجازت ڪونهي هوندي. ان فڪري نظام ۾ مذهب بہ زنانن ۽ مرداڻن شعبن ۾ ورهائجي ويو آهي. نوحہ خواني، مجلس، ماتم ۽ نذرونياز عورتن جو مذهب آهي جڏهن تہ ديني مدرسو (حوزه علمي)، ممبر، لئبريري، تعليم، بحث ۽ گفتگو مردن جو مذهب آهي.

## فريادِ استعمار

آخر هي ميدان ڪنهن سڌو ڪيو، ڪنهن صاف ڪيو جو استعمار کي اهو نعرو بلند ڪرڻ جو موقعو ملي ويو تہ آزاد ٿي وڃو. آزادي مگر ڪهڙي ڳالهہ کان. عورت ڪهڙي ڳالهہ کان آزادي حاصل ڪري، اهڙي ڪهڙي ڳالهہ آهي جنهن کان آزادي حاصل ڪئي وڃي. مگر اهو ڪير سوچي. استعمار نعرو بلند ڪري رهيو آهي تہ توهان جو ساهہ منجهي ويو آهي، توهان محرومي جو شڪار آهيو. آزاد ٿي وڃو هر ڳالهہ کان آزاد ٿي وڃو. هر قيد کان آزادي حاصل ڪريو.

اها عورت جيڪا سنگين ترين بار هيٺ دٻيل آهي، جنهن جو ساهہ بہ منجهي ويو آهي، هاڻي فقط اهو سوچي رهي آهي تہ اها آزادي جي فضا ۾ ساهہ کڻي سگهي ۽ اها ان قيد ۽ دٻاءُ کان آزاد ٿيڻ گهري ٿي. پر ان کي اهو سوچڻ جي مهلت ڪونهي تہ اها ڪيئن آزادي حاصل ڪري، غلامي جو طوق پنهنجي ڳچي مان ڪهڙي نموني لاهي.

عورت آزاد ٿي وئي مگر اها آزدي علم ۽ ڏاهپ، تخليق و تهذيب ۽ روشن خيالي جو نتيجو ڪونهي. اها آزادي فڪرونظر جي بلندي، شعوري سطح، احساس جي تبديلي جو ثمر ڪونهي. جهان کي ڏسڻ ۽ پرکڻ واري سطح ڪونهي بدلي، عورت فڪر ۽ شعور جي اعتبار کان اهڙي ئي طرح پٺتي پيل آهي. مگر اها آزاد ٿي وئي آهي. اها آزادي قينچي جو ثمر آهي. قينچي ان جي چادر کي ڪپي ڇڏيو ۽ چادر کان

آزادي حاصل ڪري عورت اهو سمجهي رهي آهي تہ اها آزاد ٿي وئي. روشن خيال بڻجي وئي.

مسلمان ۽ مشرقي عورت جي مسئلن تي نفسياتي ماهرن ۽ عمرانيات جي ماهرن جا نظريا استعمار ۽ استحصالي قوتن جي هٿن ۾ هڪڙو زبردست حربو آهن. جنهن کي اهي پنهنجن مفادن لاءِ استعمال ڪندا آهن. انهن ماهرن جي خيال ۾ عورت جي تعريف اها آهي تہ عورت اهو جانور آهي جيڪو شيون خريد ڪري ٿو.

ارسطو انسان جي نهايت جامع ۽ معنيٰ واري تعريف اهڙي طرح ڪئي هئي تہ انسان ڳالهائيندڙ (ناطق) حيوان آهي. هاڻي عورت جي حوالي سان ان تعريف کي هيئن تبديل ڪيو ويو آهي تہ "انسان هڪڙو اهڙو جانور آهي، جيڪو شيون خريد ڪري ٿو." ان کان علاوه عورت جو نہ ڪو ڪم آهي ۽ نہ ڪنهن ڳالهہ سان دلچسپي رکي ٿي. حقيقت اها آهي تہ ان جو نہ ڪو آئيڊيل آهي، نہ ڪو قدر نہ ڪو نقش آهي ۽ نہ ڪا معنيٰ آهي.

عورتن جي متعلق هڪڙي رسالي اهي انگ اکر ڏنا آهن تہ 1964ع ۽ 1966ع ۾ تهران ۾ عورتن جي هار سينگار وارين شين جي کپت ۾ 500 سيڪڙو اضافو ٿيو آهي. اهو اضافو حيرتناڪ آهي. اقتصادي دنيا ۾ هڪڙو معجزو آهي. پوري دنيا ۾ پنهنجو مثال پاڻ آهي. عام طور تي استعمال وارين شين جي کپت ۾ 8 سيڪڙو 9 سيڪڙو يا وڌ کان وڌ 20 سيڪڙو تائين اضافو ٿيندو آهي. مگر 500 سيڪڙو اضافي جو مثال پوري تاريخ ۾ ڪونہ ٿو ملي. ان جو مطلب اهو آهي تہ جيڪڏهن ڏهہ سال اڳ ڪنهن شهر يا ملڪ ۾ سرخي پائوڊر ۽ ٻين هار سينگار وارين شين تي ڏهہ هزار روپيہ خرچ ٿي رهيا هيا تہ هاڻي پنج ڪروڙ روپين جي وڏي رقم خرچ ڪئي وڃي ٿي.

معاشري ۾ ڪنهن هڪڙي شي جو استعمال ٻين گهٽين شين جي استعمال لاءِ رستو هموار ڪندو آهي. مثال طور جڏهن جُبي جي جاءِ تي ڪوٽ پتلون جو استعمال شروع ٿيندو آهي تہ گڏوگڏ پراڻن نمونن جي جوتن جي جاءِ تي نون نمونن وارا بوٽ، پراڻن نمونن وارين ٽوپين جي جاءِ تي نون نمونن وارا ٽوپلا استعمال ٿيڻ شروع ٿي ويندا آهن. گهرن ۾

قالين جي جاءِ تي نئون فرنيچر ايندو آهي. مطلب تہ گهڻيون ئي پراڻيون شيون نين شين ۾ تبديل ٿي وينديون آهن.

پوءِ جڏهن يورپ اسان جي معاشري ۾ استعمال ٿيڻ وارين شين مان ڪا نئين شي موڪليندو آهي تہ ان سان گڏ ٻين گهڻين شين ۽ مصنوعات لاءِ رستو کلي ويندو آهي ۽ جڏهن استعمال واريون شيون بدلجي وينديون آهن تہ اها ان ڳالهہ جي علامت آهي تہ انهن شين کي استعمال ڪرڻ وارن انسانن ۾ بہ تبديلي واقع ٿي رهي آهي. انهيءَ ڪري جو استعمال ٿيڻ وارين شين ۽ استعمال ڪندڙ ۾ هڪڙو بنيادي تعلق پاتو ويو ٿو. جڏهن معاشري ۾ استعمال ٿيڻ وارين شين جي نوعيت بدلبي آهي تہ استعمال ڪندڙ جي عقيدت، رسم و رواج، روايت، تاريخ، ثقافت ۽ مذهب تي ان جو اثر ٿيڻ اٽنر ڳالهہ هوندي آهي.

اسلامي ملڪن ۾ عورت جڏهن اهڙي استعمال ڪندڙ ۾ تبديل ٿي ويندي آهي جيڪا مشرقي شين جي بجاءِ يورپي ۽ آمريڪي مصنوعات استعمال ڪرڻ لڳندي آهي تہ ان سان گڏ اها خانداني ۽ اجتماعي زندگي ۾ تبديلي جو هڪڙو اثرائتو عامل ٿي ويندي آهي. اها اڄ ۽ سڀاڻي جي نسل جي فڪر ۽ خيالن ۽ معاشري جي مزاج کي متاثر ڪرڻ جي صلاحيت رکندي آهي. اها اخلاق، قدرن (اقدار)، ادب، فن، عقيدو مطلب تہ هرشي تي گهرا انقلابي اثر مرتب ڪري سگهي ٿي. مغربي استعمار ان کي اهڙي مقصد لاءِ استعمال ڪري ٿو.

موجوده دور جا اقتصادي اصول، تهذيب و ثقافت، اجتماعي امڪان، معاشرتي رابطن جي ڦيرڦار، جديد فڪر، وغيره وغيره اسلامي معاشري تي هڪڙو اٽنر اثر وجهي رهيا آهن ۽ ماڻهن جو فڪر، انهن جا طور طريقا، انهن جون روايتون ۽ نمونو ("ٽائيپ") ڊاوان ڊول ٿي رهيا آهن. لامحالہ عورت داخلي ۽ ظاهري، هر پنهي، اعتبار کان تبديل ٿيڻ لاءِ مجبور آهي. ان جو ظاهر بہ بدلجي رهيو آهي ۽ باطن بہ تبديل ٿي رهيو آهي، انهيءَ ڪري جو اڄوڪي عورت جي لاءِ پراڻو ڍنگ ۽ قديم روايت ناموزون ۽ نامناسب آهن.

هاڻي جڏهن تہ تبديلي جو عمل اٽنر آهي ۽ معاشري جا اهل فڪر ۽ اهلِ خبرونظر انهي تبديلي جو پورو شعور نٿا رکن ۽ ان ڏانهن غفلت جو مظاهرو ڪري رهيا آهن، سرمائيدارن لاءِ اهو سنو موقعو آهي تہ اهي

ان صورتحال مان فائدو حاصل ڪن ۽ پنهنجي تيار ڪيل قالب ڪي وڏ ڪان وڏ دلڪش ۽ اثرائتو بڻائين ته جيئن عورت جڏهن روايتي ۽ قديم قالب کي ٽوڙي آزاد ٿئي ته ان تي پنهنجو قالب مسلط ڪري ڇڏين. ان کي پنهنجي رنگ ڍنگ ۾ ڍالي ڇڏين، ان کي هڪڙي اهڙي نموني ۾ تبديل ڪري ڇڏين جيڪو انهن جي مفادن جي مطابق هجي ۽ جيڪو معاشري ۾ "پنجين ٿنيي" جو ڪم انجام ڏئي يعني داخلي طور تي خارجي دشمن جي لاءِ رستو هموار ڪري.

## اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟

ان ذهني ۽ فڪري يلغار جي مقابلي ۾ اسان ڇا ڪريون؟ ڪير آهي جيڪو ان استعماري حملي جي خلاف اسان جو دفاع ڪري سگهي ٿو. اها عورت جيڪا ان فڪري يلغار جو مقابلو ڪرڻ ۾ ڪو ڪردار ادا ڪري سگهي ٿي، اها نه روايتي عورت آهي جيڪا نه پراڻائي ۽ مجبوري جو شڪار آهي، جيڪا ماضي جي قالب ۾ آرام ۽ اطمينان سان آهي ۽ ان قالب کي بدلائڻ جي ڪا تڙپ محسوس نٿي ڪري ۽ نه ئي اها جديد عورت آهي جنهن جو مثال هڪڙي چاٻي واري گُڏي وارو آهي، جيڪا ٻين جي اشاري تي نچي رهي آهي. ان مغرب جي قالب کي اپنائي ڇڏيو آهي. ان فڪري حملي جو مقابلو ڪرڻ جي اها عورت اهل آهي جيڪا انهن قديم روايتن کي، جيڪي بي روح ۽ بي جان ٿي چڪيون آهن، شڪست ڏيڻ جي صلاحيت ۽ همت رکي ٿي. اهي روايتون جن کي مذهب سان منسوب ڪيو ويجي ٿو اصل ۾ انهن جو تعلق دين سان ڪونهي بلڪ اهي علائقائي ۽ قومي روايتون آهن. اهي رجعت پسندانيون رسمون آهن جيڪي اسان جي عورتن جي دل ۽ دماغ ۾ انهن جي اجتماعي زندگي جي طور طريقن تي پوري طرح حڪمران آهن. اها عورت جيڪا انهن روايتن جي شڪنجن کي ٽوڙي پنهنجي انسانيت کي نئين سر ڳولي لهي سگهي ٿي، جيڪا نه ته ماضي جي ميراث کي ۽ گذريل ماڻهن جي هدايت ۽ نصيحتن کي بنا ڪڇڻ پڇڻ (چون چرا) جي تسليم ڪري ٿي ۽ نه جديد طور طريقن جي فريب ۾ ڦاسي ٿي، بلڪ مغرب جي آزادي واري نعري پٺيان ان عورت جي ڇهري

کي ڏسڻ جي صلاحيت رکي ٿي جيڪا بيقراري ۽ وحشت جي علامت آهي، ڇوتہ اهو هڪڙي اهڙي عورت جو مڪروهہ چهرو آهي جيڪو معنويت ۽ انسانيت کان عاري، آزادي ۽ انساني حرمت کان محروم ۽ هر قسم جي حقيقي آزادي کان ڏور آهي.

اهي ٿي اهي عورتون آهن جيڪي انهي ڳالهہ جو شعور رکن ٿيون تہ اسان جي دل ۽ دماغ تي جن شين کي مسلط ڪيو ويجي ٿو اهي ڪٿان اچي رهيون آهن. انهن فڪرن ۽ خيالن جي پٺيان ڪهڙا دماغ ڪم ڪري رهيا آهن. انهن تبديلين جي پردي پٺيان ڪهڙا ڳجها هٿ ڪم ڪري رهيا آهن. اهي ڪهڙيون شيون آهن جن کي بازارن ۾ موڪليو ويو آهي. بي احساس، بي شعور بي درد. بي عقل جن ۾ ڪنهن ذميواري جو احساس ڪونهي. جيڪي انسانيت جي جذبن ۽ احساسن ۽ شعور کان عاري آهن. اهي سهڻيون گُڏيون آهن. تازيون توانيون ۽ سلڇڻيون عورتون. مگر انهن جي سلڇڻائي جو مقصد ۽ مطلب ڪهڙو آهي، ان جي سيني کي خبر آهي. اهو سلڇڻائي جو تصور، تهذيب ۽ ثقافت جو اهو نعرو ڪٿان آيو آهي ۽ ڇو آيو آهي. اسان جي عورتن تي اهو نئون قالب ڇو ۽ ڪهڙي مقصد سان مسلط ڪيو پيو وڃي.

اهي عورتون جيڪي انهن حقيقتن جو شعور رکن ٿيون انهن لاءِ "چگونہ بايد شد" يعني اسان ڪير آهيون ۽ اسان کي ڪيئن هجڻ گهرجي وارو سوال اهم ۽ ضروري آهي. اِهي اُهي عورتون آهن جيڪي نہ ان روايتي قالب ۾ ڍليل آهن. نہ ان مغربي قالب ۾ ڍلجڻ پسند ڪن ٿيون. اهي بنا ارادي ۽ پنهنجي راءِ اختيار ڪرڻ کان سواءِ ڪنهن بہ سانچي ۾ ڍلجڻ لاءِ تيار ڪونهن. اهي آزادي ۽ چونڊ جو حق گهرن ٿيون. حقيقي آزادي حقيقي انتخاب.

انهن کي هڪڙي مثالي عورت جي تلاش آهي، اها مثالي عورت ڪير آهي؟

اها مثالي عورت حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها آهي.

قال رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم
فاطمہ بضعہ مني فمن اغضبها اغضبني.

فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها منهنجي جگر جو ٽڪرو آهي،
جنهن ان کي ڪاوڙايو ان مون کي ڪاوڙايو.
(حديث شريف)

# پاڱوپيو

## فاطمہ سلام الله تعالیٰ عليها فاطمہ سلام الله تعالیٰ عليها آهي

بسم الله الرحمٰن الرحيم

## فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها

حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها اسلام جي عظيم پيغمبر جي چوٿين ۽ سيني کان ننڍي نياڻي هئي. اها هڪڙي اهڙي گهراڻي جي سيني کان آخري نياڻي هئي جنهن ۾ ڪو پٽ اولاد زنده ڪونہ هيو ۽ سندس ولادت عربن جي ان معاشري ۾ ٿي جتي هر پيءُ ۽ هر خاندان پٽ لاءِ خواهشون ۽ تمنائون ڪندو هيو.

عربستان جو قبائلي نظام مادري دور مان نڪري چڪو هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان اعلانِ نبوت (بعثت) واري زماني کان اڳ ئي عرب جاهليت جو معاشرو پدري سالاري جي دور ۾ داخل ٿي چڪو هيو. انهن جا خدا مذڪر هيا، جڏهن تہ انهن جي نظر ۾ بت ۽ فرشتا مؤنث هوندا هيا (آيت 54 سورت بني اسرائيل) مطلب تہ اهي الله جون ڌيئرون هيون. قبيلي جو سردار مرد هوندو هيو ڪوئي اڇي ڏاڙهي وارو وڏڙو. گهر جي حاڪميت پيءُ جي لاءِ وقف هئي. اصل ۾ انهن جي نظر ۾ سيني مذهبن جو مطلب پنهنجن ابن ڏاڏن جي ريت تي عمل هيو. انهن جو ايمان ۽ عقيدو اهو هيو جيڪو انهن جي "ابن ڏاڏن" جو ايمان ۽ عقيدو هيو. الله تعاليٰ جيڪي برگزيده پيغمبر سڳورا موڪليا اهي ان ئي "ابن ڏاڏن جي مذهب" خلاف جهاد ڪندا رهيا. مگر عربن جي قوم پيغمبر سڳورن جي انقلابي پيغام جي برخلاف پنهنجي روش تي قائم رهي. انهن جو مذهب "ابن ڏاڏن جي سنت" جو تحفظ ۽ اوائلي ڳالهين جي پيروي رهيو. اهو تقليدي ۽ موروثي مذهب اصل ۾ پيءُ پرستي (پدر پرستي) جي جذبي جو حصو آهي، جڏهن تہ پيغمبر

سڳورن جي دعوت جو بنياد ۽ روح خدا پرستي جو عقيدو آهي، جيڪو هڪڙو انقلابي خود آڳاهي وارو ۽ فڪري عقيدو آهي.

ان کان علاوه قبائلي زندگي، خاص طور تي رڻ پٽ واري بدوي زندگي، سخت ڏکي ۽ ڪٺن زندگي هوندي آهي. قبيلن جي باهمي رقابت ۽ دشمني ان زندگي جي هڪڙي لازمي حقيقت آهي. اهڙي زندگي "دفاع ۽ حملو" ۽ "معاهدو ۽ اقرار" جي اصولن تي منحصر هوندي آهي. ان زندگي ۾ پُٽ جي اهميت وڏي اهم هوندي آهي ۽ پٽ پنهنجي خاندان جي لاءِ طاقت ۽ عزت جو سبب سمجهيو ويندو آهي. پٽ جي اها اهميت فائدي ۽ ضرورت جي اصول تي منحصر هوندي آهي، مگر معاشرتي تبديلين جي نتيجي ۾ جڏهن نفعو ئي قدر ۽ قيمت تي وڃي ٿو تہ پٽ بجاءِ خود عزت ۽ وقار عظمت ۽ بين اخلاقي ۽ معنوي خوبين جو مظهر ۽ اجتماعي زندگي ۾ عظمت ۽ طاقت جو نشان بڻجي وڃي ٿو ۽ ان پس منظر ۾ ڇوڪري هجڻ نفرت واري ڳالهہ سمجهيو ويندو آهي. ڇوڪري جي فطري ڪمزوري کي ان جي ذلت جو سبب بڻايو ويندو آهي ۽ ان ذلت جي نتيجي ۾ ان جي حيثيت غلام ۽ ٻانهي واري ٿي ويندي آهي. ان غلامي جي ڪري ان جي انسانيت مجروح ٿيندي آهي. ان جي اندر جيڪو انساني جوهر آهي اهو جهڪو ٿي ويندو آهي ۽ آخرڪار اها هڪڙي اهڙي مخلوق بڻجي ويندي آهي جيڪا مرد جي ملڪيت آهي، پيءُ جو ننگ آهي، مردن جي هوس جو رانديڪو آهي. انهيءَ ڪري ان جو وجود عربن جي جاهليت ۾ مردن جي غيرت جو سوال بڻجي ويو هيو جنهن جي ڪري انهن جي نظر ۾ خاندان جي عزت ۽ وقار جي خاطر ڇوڪرين کي ٻالڪپڻي ۾ ئي جيئرو دفن ڪرڻ هڪڙي سٺي روايت هئي. مشهور شاعر فردوسي شاهنامي ۾ هڪڙو شعر لکيو آهي:

زن و اژدها هر دو در خاک به

جهان پاک زين هر دو ناپاک به.

ان شعر ۾ عورت ۽ اژدها بلا کي هڪڙي ئي ڏاڪي تي ڏٺو ويو آهي مگر اهو اندازِ نظر فردوسي تائين محدود ڪونهي بلڪ فردوسي جي

فڪر جو ماخذ تہ عرب جي شاعر جا شعر معلوم ٿين ٿا. انهن شعرن جو مفهوم اهو آهي تہ هر اهو پيءُ جنهن جي ڪا ڌيءَ آهي جڏهن بہ ڪنهن نياڻي (ڌيءَ جي مڙس) جي متعلق سوچي ٿو تہ ان جي سامهون ٽي ڳالهيون اچن ٿيون. ان جي نظر ۾ هڪڙو نياڻو تہ گهر آهي جتي ان جي ڌيءَ سر لڪايو پئي آهي. ٻيو نياڻو ان جي ڌيءَ جو مڙس آهي جيڪو ان جي حفاظت ۽ سارسنڀال جو فرض انجام ڏئي ٿو. نياڻي جي ٽين شڪل قبر آهي جيڪا ان کي پوري طرح لڪائي ڇڏي ٿي ۽ تنهي مان سڀ کان وڏيڪ بهتر نياڻو اها ئي قبر آهي.

اهو مقولو تہ قبر ئي سڀ کان بهتر نياڻو آهي، سيني جاهليت پسند مردن جي نظر ۾ هڪڙو سونهري اصول آهي. هر پيءُ ۽ هر ڀاءُ پنهنجي خاندان جي ڪوڙي شرم ۽ غيرت جي خاطر ۽ پنهنجي ننگ ۽ نالي جي تحفظ جي لاءِ ڇوڪري جي موت جي تمنا يا انتظار ۾ رهندا آهن تہ جيئن ان کان اڳ جو ڪير ان جي ڌيءَ يا ڀيڻ جو سڱ گهرڻ اچي، اهو خود ان کي پنهنجن هٿن سان قبر ۾ پوري ڇڏي. انهيءَ ڪري جو انهن جي نظر ۾ عورت جو بهترين وَر (مڙس) اها قبر آهي. اهي قبر کي پنهنجو بهترين نياڻو سمجهندا آهن. انهيءَ ڪري شاعر پنهنجي ڌيءَ جي لاءِ بهترين رشتو قبر کي سمجهي ٿو ۽ اهو ئي اهو رويو آهي جنهن جي ڪري فارسي شاعر "زن و اژدها هر دو در خاک به" چوي ٿو ۽ اهوئي اهو اندازِ نظر آهي جنهن مطابق اهو چيو ويندو آهي تہ "دفن البنات من المڪرمات" يعني ڇوڪرين کي قبر ۾ دفن ڪرڻ خانداني عزت جي تحفظ جو ذريعو آهي.

عرب جاهليت جو عورتن جي باري ۾ اهوئي وحشي رويو هيو. جنهن جو قرآن شريف ۾ تنبيهہ واري ۽ اثرائتي لهجي ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي. قرآن شريف ۾ ان ڪيفيت جو نقشو هنن لفظن ۾ چٽيو ويو آهي.

"جڏهن انهن مان ڪنهن کي ڌيءَ جي ڄمڻ جي خبر ٻڌائي ويجي ٿي تہ غم ۽ ڪاوڙ جي زيادتي ڪري ان جو چهرو ڪارو ٿي ويجي ٿو."(سورت نحل آيت 58)

هڪڙو اهم نقطو جنهن ڏانهن ڊاڪٽر عائشہ عبدالرحمان ("بنت الشاطي") قرآن شريف جي حوالي سان ڌيان ڇڪايو آهي، اهو آهي تہ ڇوڪرين ڏانهن نفرت ۽ ناپسنديدگي واري رويي جي پاڙ اصل ۾

اقتصادي مسئلو آهي. عرب جاهليت وارو معاشرو بک ۽ غربت جي خوف کان ڇوڪرين کي ناپسندو ڪندو هيو ۽ انهن کي هڪڙو بار سمجهندو هيو. اهوئي اهو بنيادي اقتصادي مسئلو هيو جنهن وقت ۽ ماحول جي اعتبار کان گهڻيون ئي تعبيرون اختيار ڪري ورتيون. اڄ گهڻائي عمرانيات ۽ سماجيات جا ماهر ان ڳالهہ کي تسليم ڪن ٿا تہ عورت ۽ مرد جي مسئلي جو سبب گهڻائي عقيدا، جذبا ۽ احساس آهن جن جو تعلق اخلاق ۽ روحانيت سان آهي. اقدار معنوي جا بحث ۽ اهو اندازِ نظر تہ پٽ فضيلت، شرافت ۽ فخر جي علامت آهي جڏهن تہ ڌي ذلت ۽ خواري جي علامت آهي. ان سان گڏ مستقبل جي انديشن ۽ خوف ڪري ڇوڪرين کي جيئرو دفن ڪرڻ جي قابل مذمت رسم ۽ ان رسم جي جواز لاءِ اهو دليل تہ ڇوڪري وڏي ٿي خاندان جي ذلت ۽ خواري جو سبب ٿي سگهي ٿي، ممڪن آهي تہ اها ڪنهن لڙائي جي نتيجي ۾ قيد ٿي غيرماڻهن جي ٻانهي بڻائي وڃي، يا اها ڪنهن ناموزون مرد سان زال مڙس واري رشتي ۾ ٻڌجي وڃي، اهي ۽ اهڙيون قسم جون ٻيون ڳالهيون، بحث ۽ نظريا ثانوي ۽ ظاهري ڳالهيون آهن. باقي عورت ڏانهن حقارت ۽ ذلت واري رويي جو اصل سبب اقتصادي مسئلو آهي.

جيئن اسان هن کان اڳ اشارو ڪري چڪا آهيون تہ قبائلي نظام ۾ زندگي جي لاءِ سخت جدوجهد ڪرڻي پوندي آهي. ان سان گڏ مختلف قبيلن جي وچ ۾ باهمي مخالفت ۽ مقابلي جو هڪڙو لاڳيتو سلسلو جاري رهندو آهي. خاص طور تي عربن جي قبائلي رهڻي ڪرڻي تي اهي ڳالهيون گهڻو وڌيڪ سچيون ثابت ٿيون. ان معاشرتي پس منظر ۾ پٽ سماجي، اقتصادي ۽ دفاعي، هر اعتبار کان خاندان يا قبيلي جي اڪثر ضرورت ٿي وڃي ٿو. پٽ ماني فراهم ڪري ٿو جڏهن تہ ڌي گهر ۾ ويهي ماني کائي ٿي. ان جو فطري نتيجو اهو نڪتو تہ ڇوڪري ۽ ڇوڪرِءَ جي وچ ۾ جنس جو اختلاف طبقاتي اختلاف ۾ بدلجي وڃي ٿو. مرد مالڪ ۽ حاڪم طبقو ٿي وڃي ٿو، ۽ عورت محڪوم ۽ مملوڪ طبقو ٿي وڃي ٿي. عورت ۽ مرد هڪ ٻئي جا ساٿي ڪونہ ٿا رهن بلڪ انهن ۾ آقا ۽ غلام جو رشتو قائم ٿي وڃي ٿو. ان اقتصادي ورهاست جي لحاظ کان انسانن جي انهن ٻنهي قسمن ۾ اختلاف رکيو

جنس جو اختلاف نٿو رهي بلڪ اهي بہ الڳ الڳ طبقا ٿي وڃن ٿا. مرد جيئن تہ اقتصادي لحاظ کان طاقتور ۽ حاڪم هوندو آهي، انهيءَ حوالي سان سيئي خوبيون، چڱايون ۽ وڏايون ان جي حصي ۾ ايندڀون آهن، جڏهن تہ عورت حقارت، ڪمزوري، پستي ۽ ذلت جي نشاني بڻجي ويندي آهي. مرد ۽ عورت جا مختلف طبقن جي لاءِ اجتماعي قدر (اقدار) بہ الڳ الڳ ٿي ويندا آهن. مرد اقتصادي برتري جي ڪري فضيلت وارو ۽ عورت اقتصادي پستي جي ڪري ذلت جي حقدار سمجهي وڃي ٿي. اهو ئي سبب آهي تہ ڌي جو ڄمڻ يا ڪنهن جو ڌي وارو هجڻ بي عزتي ۽ شرم جي ڳالهہ سمجهيو ويندو هيو ۽ ڇوڪريءَ کي خاندان جي بي عزتي ۽ بي مانائي جو سبب سمجهيو ويندو هيو ڇوتہ ڇوڪري جي پيءَ کي هميشہ اهو انديشو رهندو هيو تہ ڪٿي اها ڪنهن اهڙي شخص سان شادي نہ ڪري جيڪو نسلي يا اقتصادي اعتبار کان ان جو هم شان يا ساڳي خاندان جو نہ هجي. مان سمجهان ٿو تہ اهو خوف ۽ انديشو جيڪو ظاهري طور هڪڙو اخلاقي مسئلو نظر اچي ٿو حقيت ۾ اهو اقتصادي مسئلي مان پيدا ٿئي ٿو. قبائلي نظام ۾ ملڪيت جي حفاظت ۽ دولت جي مرڪزيت جو تصور هڪڙي زبردست اقتصادي اهميت واري حيثيت رکي ٿو. ان اقتصادي اهميت جي نتيجي ۾ پدر سالاري نظام ۾ پيءَ جي سموري ميراث سيني کان وڏي پٽ کي ملندي آهي تہ جيئن خانداني دولت ڪٺي رهي. ان وراثت ۾ هر شي ايستائين جو اهي عورتون جيڪي پيءَ جي قبضي ۽ استعمال ۾ هيون! شامل آهن. مقصد اهو آهي تہ نياڻين کي ميراث کان محروم ڪيو وڃي تہ جيئن پيءَ جي دولت ان جي مرڻ کان پوءِ ورهائجي نہ سگهي. انهيءَ سبب هڪڙي خاندان جون عورتون ٻئي خاندان ۾ ڪونہ پرڻايون وينديون آهن. اها رسم اڄ بہ جاري آهي. قدامت پسند خاندانن ۾ اڃا تائين ان ڳالهہ تي زور ڏنو ويندو آهي تہ ڇوڪرين جا رشتا پنهنجي خاندان کان ٻاهر نہ ڪيا وڃن. اسان جا ماڻهو هاڻي بہ اهو چوندا آهن تہ چاچن جي اولاد جو پرڻو آسمان تي ٿي ويندو آهي، انهيءَ ڪري زمين تي بہ ڇوڪرين جا رشتا انهن جي چاچن جي پٽن سان ئي ٿيڻ ضروري آهي تہ جيئن

ڇوڪريون پنهنجي ميراث خاندان کان ٻاهر کڻي وڃي نہ سگهن ۽ خاندان جي دولت خاندان ۾ ئي رهي.

مذهبن جي تاريخ جا تاريخدان، قديم ۽ جديد محقق ڇوڪرين کي جيئرو قبر ۾ دفن ڪرڻ جي باري ۾ مختلف سبب ٻڌائين ٿا. جيئن ننگ ۽ نالي جو خوف، يا ان ڳالهہ جو انديشو تہ ڇوڪري ڪنهن نامناسب ۽ ناموزون شخص سان زال واري رشتي ۾ نہ ٻڌجي وڃي. مشرقي علمن جي ڪجهہ ماهرن (مستشرقين) اها بہ راءِ ظاهر ڪئي آهي تہ عربن ۾ ڌي کي ڪُھڻ جي رسم قديم مذهبن ۾ ديوي يا ديوتا جي خدمت ۾ ڇوڪرين جي قرباني پيش ڪرڻ واري عقيدي جو تسلسل آهي. ليڪن قرآن شريف نهايت صاف ۽ چٽي لهجي ۾ ان ڳالهہ جي وضاحت اهو چئي ڪري ڇڏي تہ اهي غربت ۽ سڃائي جي خوف کان پنهنجين ڇوڪرين کي قتل ڪندا آهن. يعني اصل سبب اقتصادي آهي، نہ ڪي اعتقادي ۽ اخلاقي. ان باري ۾ جيڪي باقي ڳالهيون چيون وڃن ٿيون، انهن جي حيثيت زباني جمع خرچ واري آهي، انهن ڳالهين ۾ ڪو وزن ڪونهي.

منهنجي نظر ۾ قرآن شريف اقتصادي سببن جي نشاندهي ڪري نہ صرف ان مسئلي جي اصل سبب ۽ محرڪ کي پڌرو ڪري ڇڏيو آهي بلڪ ان سان گڏوگڏ انهن ماڻهن جي بي عزتي، تنبيهہ ۽ خواري جو سامان بہ فراهم ڪري ڇڏيو آهي جيڪي پنهنجين نياڻين کي جيئرو دفن ڪرڻ جي قابل مذمت فعل جي جواز لاءِ اخلاقي سبب ۽ دليل پيش ڪندا آهن ۽ ان کي پنهنجي ننگ ۽ ناموس جي مسئلي جو روپ ڏيندا آهن. حالانڪ انهن جي ظالماڻي ۽ غيرانساني عمل جو واحد سبب انهن جو غربت ۽ سڃائي کان خوف آهي، ۽ مال و دولت جي لالچ ۽ محبت کان سواءِ ٻيو ڪجهہ ڪونهي. قرآن شريف جون آيتون انهن مڪّر فريبن جي پردن کي چاڪ ڪري، جن کي شرافت، غيرت، عزت ۽ ناموس جو نالو ڏنو ويو آهي، اهڙن سيني ذليل فطرت ۽ ڪميڻن انسانن جي مڪروهہ چهرن کي بي نقاب ڪن ٿيون. انهي حوالي سان ٻن آيتن ۾ ڪليل تنبيهہ موجود آهي.

"۽ پنهنجي اولاد کي مفلسي جي خوف کان قتل نہ ڪندا ڪريو. اسان توهان کي رزق عطا ڪيون ٿا ۽ انهن کي بہ رزق عطا ڪندا آهيون." (سورت انعام آيت 151)

"۽ پنهنجي اولاد کي غربت جي ڊپ کان قتل نہ ڪريو. اسان ئي انهن کي رزق عطا ڪيون ٿا ۽ توهان کي بہ رزق ڏيون ٿا. بيشڪ انهن کي قتل ڪرڻ گهڻي وڏي گناهہ واري ڳالهہ آهي." (بني اسرائيل 13)

انهي باري ۾ منهنجي نظر ۾ سڀ کان وڌيڪ غور طلب ڳالهہ اها آهي تہ قرآن شريف وري وري ۽ زور ڏئي تاڪيد سان ان ڳالهہ جو اظهار ڪري ٿو تہ اسان توهان کي بہ ۽ توهان جي ٻارن کي بہ روزي فراهم ڪيون ٿا. پوءِ انهن کي غربت ۽ سڃائي جي خوف کان قتل نہ ڪريو. قرآن شريف جو اهو اعلان اول تہ ان ناپسنديده حادثي جي اصلي سبب جي نشاندهي ڪري ٿو ۽ ٻيو انهن مڙني سببن (توجيهات) جي نفي ڪري ٿو جن جي ذريعي ان ذليل عمل لاءِ اخلاقي جواز هجڻ جو چئي ان کي عرب جاهليت جي غيرت ۽ شرم جي نتيجي طور پيش ڪيو ويجي ٿو. قرآن شريف ان ڪوڙ ۽ فريب جو پردو چاڪ ڪري اهو صاف ۽ چٽو اعلان ڪري ٿو تہ ان قضيي جو سو سيڪڙو سبب اقتصادي آهي ۽ اهو مال و دولت جي حرص ۽ سڃائي جي خوف جو نتيجو آهي. ان قرآني پڌرائي کان اڳ عام طور تي ماڻهو ان واقعيت جي اصل سبب کان اڻ واقف هيا. محروم ۽ ڪمزور طبقي کان علاوه هر جاءِ تي ان کي عمومي وجدان ۽ احساس جو رد عمل ۽ خاندان جي غيرت ۽ شرافت جي تحفظ جي علامت ۽ هڪڙي همت ۽ مڙسي وارو ڪم سمجهيو ويندو هيو. جو تہ عربن جي قبائلي نظام ۾ عام طور تي سموري انساني فضليت ۽ شرف پٽ سان مخصوص ڪيا ويا هيا ۽ نياڻين کي سمورن انساني قدرن کان خالي ۽ محروم سمجهيو ويندو هيو.

پٽ نہ صرف اهو تہ دولت ڪمائڻ جي عمل ۾ پيءُ سان هٿ ونڊائيندو آهي، نہ صرف اهو تہ پنهنجي خاندان جو محافظ ۽ قبيلن جي باهمي جنگ ۾ پنهنجي خاندان ۽ قبيلي جي لاءِ طاقت ۽ فخر جو باعث آهي بلڪ مڙني خانداني، آبائي ۽ نسلي فخرن ۽ امتيازن جو وارث بہ اهو ئي آهي. ان جي ذريعي خاندان جي اجتماعيت قائم رهي ٿي. اهوئي

خاندان جي اجتماعي وجود کي تسلسل بخشي ٿو ۽ ان جي ئي ذريعي خاندان جي عزت ۽ وقار برقرار رهندا آهن. اهو پٽ ئي آهي جيڪو خاندان جي نالي کي مٽانهون رکي ٿو ۽ پنهنجي پيءُ جي فوت ٿيڻ کان پوءِ پنهنجي خاندان جي ڏيئي کي روشن رکندو آهي.

باقي ڌيءُ اها ويچاري هڪڙو ڳيجهو ۽ واڌو وجود آهي. ان جي حيثيت جائداد ۽ ملڪيت واري آهي. شادي کان پوءِ اها ملڪيت مڙس جي گهر ڏانهن موڪلي ويجي ٿي، اتي ان جو وجود ئي ڳري ويجي ٿو. ان جو وجود اهڙي نموني گم ٿي ويجي ٿو تہ اها پنهنجو نالو بہ برقرار نٿي رکي سگهي. ان جو خانداني نالو تبديل ٿي ويجي ٿو. جيستائين ان جي اولاد جو تعلق آهي تہ انهن جو نالو انهن جي سڃاڻپ ۽ انهن جا سڌي رابطا پنهنجي پيءُ جي خاندان سان تعلق ۾ هوندا آهن. ويچاري ماءُ جو انهن سان ڪوبہ تعلق سڃاتو ڪونہ ويندو آهي. ان صورتحال ۾ سموري مادي طاقت، دولت ۽ اجتماعي فضيلت جو حقدار پٽ هوندو آهي جيڪو پدري نظام ۾ پنهنجي پيءُ جو ٻانهن ٻيلي ٿي پنهنجي خاندان جي دولت، عزت ۽ طاقت کي وڌائڻ ۽ اجتماعي زندگي ۾ پنهنجي خاندان جو نالو مٿانهون ڪرڻ جو فرض انجام ڏيندو آهي ۽ پنهنجي پيءُ کان پوءِ پنهنجي خاندان جي اجتماعي ۽ معنوي زندگي جي بقا ۽ تسلسل جي علامت سمجهيو ويندو آهي. ان جي برخلاف ڇوڪري نڪمي، ڇسي، بي وقعت، بي قيمت بلڪ خاندان تي بار جي حيثيت رکندي آهي. اها هڪڙو ڏٻرو ۽ ڪمزور وجود آهي جيڪو خاندان جي حفاظت ۽ حمايت جو محتاج آهي. اها مردن جي مهم جوئي ۽ جنگي حوصلن جي راهہ ۾ هڪڙي رڪاوٽ آهي. جيئن ڪنهن پکي جي پيرن ۾ پٿر ٻڌي ان جي اڏرڻ ۾ رڪاوٽ پيدا ڪئي ويجي ايئن عورتون جنگ جي هنگامي ۾ مردن جي جنگي حوصلي ۽ انهن جي پيش قدمي جي راهہ ۾ رڪاوٽ ٿي ونديون آهن. جڏهن بہ ڪو شخص دشمنن جي صفن، انهن جي خيمن، انهن جي قلعن تي قدم وڌائي حملو ڪرڻ گهرندو آهي تہ ان جي جوشِ شجاعت ۾ اهو خيال رنڊڪ ٿي ويندو آهي تہ ڪٿي ان جي خاندان يا قبيلي جون عورتون دشمن جي هٿان گرفتار ٿي پوري قبيلي جي لاءِ ذلت ۽ خواري جو سبب نہ بڻجي وڃن. ان کي هر

وقت اهو خيال ستائيندو آهي تہ جنگ جي هنگامي ۾ ان جي معمولي غفلت يا غلطي جي نتيجي ۾ ان جي قبيلي جون عورتون ڪٿي دشمن جي هٿان گرفتار نہ ٿي وڃن. ڇو تہ جيڪڏهن ايئن ٿيو تہ ان جو قبيلو هميشہ لاءِ ٺوڪ ۽ ملامت جو نشانو بڻجي ويندو. ان خوف ۽ انديشي ڪري ان جي همت ۽ جرئت ۽ ان جو جنگي جوش متاثر ٿي ويندا آهن. اهڙي طرح صلح جي زماني ۾ خاندان جي غيرتمند مردن جي دل ان خوف کان ڪنبندي رهندي آهي تہ ڪٿي خاندان جي ڪنهن عورت جو طرزِ عمل انهن جي لاءِ پشيماني ۽ بي عزتي جو سبب نہ بڻجي. انهي سموري محنت، رنج، تڪليف ۽ زحمت کان پوءِ جنهن ڇوڪرِي جي پرورش ڪئي ويندي آهي اها آخرڪار زال جي صورت ۾ ٻين جي حوالي ڪئي ويندي آهي. اها هڪڙو اهڙو وڻ آهي جنهن جا ميوا ٻين جي ڪم ايندا آهن.

انهي پس منظر ۾ فطري طور تي بهتر حل اهوئي آهي تہ جيئن ئي ڪنهن ماءُ جي ڪڇ ڌي سان آباد ٿئي، ڌي کي ماءُ جي هنج مان ڪسي موت جي ياڪرحوالي ڪيو وڃي. ان کي ٻالڪپڻي ۾ ئي پرڻائي ڇڏجي. ان جي لاءِ شروع ۾ ئي پنهنجو نياڻو تلاش ڪري ڇڏجي ۽ اهو نياڻو بهترين نياڻو قبر کان سواءِ ٻيو ڪير بہ نٿو ٿي سگهي.

عربن ۾ اهڙي شخص کي جيڪو پٽاڻي اولاد کان محروم هجي "ابتر" سڏيو ويندو آهي يعني پڇ ڪٽيو جنهن جو نسل ڪٽجي ويو هجي، جيڪو سنڍ (عقيم) هجي، ٺوهيو هجي. ان جي برخلاف لفظ "ڪوثر" جي معنيٰ خير ۽ برڪت جي گهڻائي، ججهائي ۽ تسلسل آهي. ان جي معنيٰ ۾ اولاد ۽ نسل جي گهڻائي جو رخ آهي. ماڻهو چئي رهيا هيا تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ سلم (معاذ الله) ابتر آهن. ان جي جواب ۾ الله تعاليٰ پنهنجي محبوب پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي "ڪوثر" يعني نسل ۽ اولاد جي گهڻائي جي خوشخبري ڏني آهي.

اهڙي ماحول ۽ اهڙي زماني ۾ برتري وارو هٿ پردي پنيان ڪارفرما ٿي سمورن قدرن (اقدار) ۾ انقلاب برپا ڪرڻ وارو هيو. هر شي تبديل ٿيڻ واري هئي. تقدير جي اڻ ڏٺل هٿ هر شي کي ٻانوان ٻول

(درهم برهم) ڪري رهيو هيو تہ جيئن حياتي جي قدرن جي انهي ڍنڍ ۾ جنهن جو پاڻي بيٺل ۽ بدبودار ٿي ويو هيو. هڪڙو انقلابي طوفان برپا ڪري ڇڏجي، هڪڙو مثبت. زندگي بخشيندڙ ۽ انسانيت نواز طوفان. اوچتو ان بيٺل ۽ بدبودار ڍنڍ مان هڪڙو شفاف ۽ وهندڙ چشمو ابري پوي ٿو. زندگي ۽ ان جي قدرن ۾ هڪڙي انقلابي تبدلي ظاهر ٿئي ٿي. اهو انقلاب نهايت خوشگوار آهي مگر ان سان گڏ نهايت ذڪيو بہ آهي ۽ ان خوشگوار مگر ذڪئي انقلاب جي لاءِ قدرت ٻن عظيم شخصيتن جي چونڊ ڪئي آهي. هڪڙو پي ۽ هڪڙي نياڻي.

ان عظيم انقلاب جو ڳرو بار پي يعني حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ سلم جي ڪلهن تي آهي، ليڪن انقلابي قدرن (اقدار) جي پذرائي ۽ افزائش ڪرڻ جي ذميواري نياڻي يعني حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها تي آهي.

## انقلاب جي پذرائي

قريش عربن جو سڀ کان وڏو قبيلو هيو. ديني ۽ دنياوي، ٻنهي اعتبار کان بزرگي حاصل هيس. دراصل قريش قبيلو پنهنجي قوم جي شرافت ۽ بزرگي جي نشاني هيو. ان قبيلي پنهنجن سمورن مرتبن کي ٻن خاندانن يعني بنوهاشم ۽ بنواميہ ۾ ورهائي ڇڏيو هيو. بنو اميہ دولت جي اعتبار کان اڳتي هيا، مگر بنوهاشم جو درجو ۽ وقار بنواميہ کان گهٽ هيو. انهيءَ ڪري جو ڪعب الله شريف جي مامرن جي نگهباني بنوهاشم وٽ هئي ۽ عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ جيڪو قريش جو رئيس هيو ان جو تعلق بنوهاشم سان هيو. مگر عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ جي وفات کان پوءِ بنوهاشم جي ڪيفيت پهريان جهڙي ڪونہ رهي. ابو طالب رضي الله تعاليٰ عنہ کي پنهنجي والد جهڙو اثر رسوخ ۽ طاقت ڪونہ هئي. ان جو واپار بہ جهڪو ٿي ويو هيو ۽ ان مالي مشڪلاتن جي ڪري پنهنجن پٽن کي پنهنجن مائٽن جي ڪفالت ۾ ڏئي ڇڏيو هيو. بنو اميہ ۽ بنوهاشم جي باهمي رقابت ۾ شدت اچي وئي هئي ۽ بنواميہ جي ڪوشش هئي تہ اهي قريش قبيلي جي منصبن ۽

امتيازن تي قابض ٿي ويڻ ۽ بنوهاشم کي جيڪا روحاني ۽ معنوي برتري حاصل هئي اها بہ انهن کان کسي وٺن. بنوهاشم ۾ جيڪڏهن ڪنهن گهر کي وقار ۽ عزت حاصل هيا تہ اهو گهراڻو محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جو هيو. پاڻ حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ جا پوٽا هيا. حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها سان، جيڪا عربن جي دولتمند ۽ وڏي حيثيت واري عورت هئي، شادي جي نتيجي ۾ سندن سماجي حيثيت گهڻي نمايان ٿي وئي هئي.

خود محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شخصيت گهڻو مضبوط ۽ مستحڪم هئي. ماڻهن ۾ سندن ايمانداري ۽ ديانت مشهور هئي. خاص طور تي بنوهاشم ۽ قريش جي ماڻهن ۾ سندن شخصيت گهڻي معزز ۽ محترم سمجهي ويندي هئي. ڪين عبدمناف جي شان و شوڪت جو آئينو بنوهاشم جي عظمت جي علامت ۽ خاص طور تي عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ جي حيثيت کي جياريندڙ طور ڏٺو ويندو هيو. انهيءَ ڪري جو حمزه (رضي الله تعاليٰ عنہ) هڪڙو اهڙو جوان هيو جنهن جي حيثيت هڪڙي پهلوان واري هئي، ابولهب بي اعتبار مرد هيو عباس (رضي الله تعاليٰ عنہ) دولتمند هيو پر ان جي شخصيت مستحڪم ڪونہ هئي، ابو طالب (رضي الله تعاليٰ عنہ) جي شخصيت مضبوط هئي مگر ان جي مالي حالت ڪمزور هئي. اهي صرف محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هيا جيڪي ڀرپور جواني جي منزلن ۾ هيا، جنهن جي پنهنجي هڪڙي ڀرپور ۽ محترم شخصيت هئي ۽ ان جي زندگي جي ساٿياڻي بہ هڪڙي شخصيت ۽ حيثيت جي مالڪڻ هئي ۽ اها دولتمند بہ هئي. بنوهاشم جي شجري جي عظمت ۽ ان جي بزرگي هاڻي ان گهراڻي تي منحصر آهي. جنهن جي ڪري مڪي ۾ بنوهاشم جي ساک قائم آهي.

سيئي ان انتظار ۾ هيا تہ اهو گهر پٽاڻي اولاد جي خوشبو سان مهڪي تہ جيئن عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ جو خاندان ۽ محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي طاقت ۽ اعتبار جو سبب بڻجي مگر ان گهر ۾ جيڪا اولاد پيدا ٿي ان جي صورت هي آهي.

سڀ کان پهريان نياڻي پيدا ٿي، زينب. حالانڪ پوري خاندان کي پٽ جي تمنا ۽ انتظار هيو.

ٻي اولاد بہ نياڻي هئي، رقيہ. پٽ جي تمنا شديد ٿي وئي ۽ سڀئي ماڻهو اميد ۾ رهيا تہ هن ڀيري پٽ پيدا ٿيندو. ٽيون ڀيرو نياڻي پيدا ٿي، ام ڪلثوم.

ان کان پوءِ بہ پٽ پيدا ٿيا. قاسم ۽ عبدالله. انهن جي ڄمڻ سان خاندان ۾ خوشي جي لهر ڊوڙي وئي. مگر اها خوشي عارضي ثابت ٿي. ٻئي پٽڙا ننڍڙي عمر ۾ وفات ڪري ويا ۽ هاڻي ان گهر ۾ ٽي ٻار آهن ۽ ٽئي ڇوڪريون آهن.

ماءُ ٻيڙي ٿي چڪي آهي. ان جي ڄمار سٺ سالن کان مٿي چڙهي وئي آهي ۽ پي توڙي جو نياڻين کي تمام گهڻو پيار ڪري ۽ پائني ٿو مگر پنهنجي قوم جي جذبات ۽ پنهنجي خاندان وارن جي احساسن ۾ شريڪ آهي.

ڇا خديجہ (رضي الله تعاليٰ عنها) جيڪا پنهنجي عمر جي آخري منزل جي ويجهو آهي، ڪنهن ٻئي ٻار جي ماءُ بڻجي سگهندي، امڪان گهڻو گهٽ آهي. مگر ان گهر ۾ هڪڙو ڀيرو وري اميد ۽ تمنا جي لهر گرمجوشي پيدا ڪري ڇڏي ٿي. ماڻهن جي بيقراري پنهنجي عروج تي آهي. اهو عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ جي خاندان لاءِ آخري موقعو آهي. اها آخري اميد آهي.

مگر ان ڀيري بہ وري نياڻي پيدا ٿي. ان جو نالو فاطمہ (سلام الله تعاليٰ عليها) رکيو ويو.

خوشي ۽ اميد بنوهاشم خاندان کان بنواميہ ۾ منتقل ٿي وئي. دشمن گهڻو خوش هيا. ماڻهو طرح طرح جون ڳالهيون ٺاهي رهيا هيا. هر طرف اهو چرچو هيو تہ "محمد ابتر آهي." اهو پنهنجي خاندان جي آخري شخصيت آهي. ان جو گهراڻو صرف ٽئن نياڻين تي مشتمل آهي ۽ بس. ڪوئي پٽاڻو اولاد ڪونهي.

ڇا ٽئنجي تہ تقدير ڪهڙي خوبصورت راند جو آغاز ڪيو. زندگي گذرندي رهي ۽ محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خود پنهنجي رسالت جي برپا ڪيل انقلاب جي طوفان ۾ مڪمل طور

گهيريل رهيا. انهن تي رسالت جو عظيم ذميواريون هيون. پوءِ اهي فاتح مڪ جي حيثيت حاصل ڪري وٺن ٿا ۽ پنهنجي رحمت جو مظاهرو ڪندي پنهنجن سيني دشمنن کي آزاد (طلقاء) ڪري ڇڏين ٿا. سيئي قبيلا سندن فرمان هيٺ آهن، سمورو عرب جزيرو سندن قبضي ۾ انهن جي تلوار آمر ۽ جابر حڪمرانن کي رتورت ڪري ڇڏيو پاڻ سڳورن جو آواز زمين کان آسمان تائين گونجڻ لڳو. انهن جي هڪڙي هٿ ۾ طاقت ۽ ٻئي هٿ ۾ نبوت آهي. اهي عزت ۽ وقار جي ان بلندي تي آهن جيڪا بنواميہ يا عربن يا عجمين جي وهم و گمان ۾ بہ اچي نٿي سگهي.

محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پيغمبر آهن. مديني ۾ انهن جو مرڪز آهي ۽ اهي شان و شوڪت، اقتدار ۽ عظمت جي ان نڪتہ ڪمال تي آهن جنهن جو تصور بہ محال آهي. ڪوئي ٻيو انسان ان عظمت ۽ بزرگي جو تصور بہ نٿو ڪري سگهي. هي اهو مبارڪ وڻ آهي جنهن جو تعلق عبدمناف، بنوهاشم يا عبدالمطلب سان آهي، بلڪ اهو نوري وڻ آهي. هي اهو وڻ آهي جيڪو نور کان آگاهہ آهي. ان جي پڌرائي غار حرا ۾ ٿي هئي. ان جو نور صحرا جي هڪڙي ڪناري کان ٻئي ڪناري تائين، بلڪ افق کان افق تائين سموري روءِ زمين تي پکڙيل آهي، بلڪ اهو نور وقت جي سموري ديگهہ تي ڇانيل آهي. اهو سمورن اچڻ وارن زمانن کي تاريخ جي پڇاڙي تائين، وقت جي سمورن دورن کي پنهنجي پڪڙ ۾ وٺيون پيو آهي.

مگر ان عظيم انسان جو خاندان صرف ڇئن نياڻين تي مشتمل آهي ۽ انهن مان بہ ٽي نياڻيون خود سندس رحلت کان اڳ وفات ڪري ويون. هاڻي ان جي سموري دولت صرف هڪڙي نياڻي آهي، سيني کان ننڍي نياڻي، فاطمہ (سلام الله تعاليٰ عليها).

## فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي خاندان جي ان سموري بزرگي ۽ عزت و شرف جي فخرن (افتخارن) جون اڪيليون وارث آهن، جنهن جو بنياد خاڪ ۽ خون يا دولت ڪونهي بلڪ جيڪو وحي جو

پيدا ڪيل آهي. هي اها وراثت آهي جنهن جو تصور قرآن شريف پيش ڪيو آهي. ان جو تعلق رنگ و نسل يا مال و زر سان ڪونهي، بلڪ ان جو تعلق ان انقلابي پيغام سان آهي جيڪو ايمان و جهاد ۽ فڪرونظر جي تبديلي جو پيغام آهي. ان پيغام زندگي جا قدر بدلائي ڇڏيا آهن. ماديت پرستي کي روحانيت جي بلندي سان تبديل ڪري ڇڏيو آهي. هاڻي محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شخصيت صرف بنو عبدالمطلب يا عبدمناف تائين محدود ڪونهي. هاڻي ان جو تعلق صرف قريش يا عربن سان ڪونهي، بلڪ هاڻي اهي انهن سطحن کان بلند ٿي چڪا آهن. اهي انساني تاريخ ۾ هڪڙي علامت آهن. اهي پوري انسانيت ۽ انسانيت جي بلند قدرن جا وارث آهن. اهي ابراهيم عليہ السلام جا وارث آهن. نوح و موسيٰ و عيسيٰ عليهم سلام جا وارث آهن ۽ ان عظيم وراثت جي اڪيلي وارث هاڻي انهن جي نياڻي فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها آهن.

إِنَّآ أَعْطَيْنٰكَ الْكَوْثَرَ ۝ فَصَلِّ لِرَبِّكَ وَانْحَرْ ۝ إِنَّ شَانِئَكَ هُوَ الْأَبْتَرُ ۝

"اي اسان جا حبيب (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) اسان توکي ڪوثر عطا ڪيو آهي. پوءِ پنهنجي پروردگار جي نماز ادا ڪر ۽ قرباني ڏي. بيشڪ تنهنجو دشمن ابتر آهي."

ها! رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو دشمن ئي ابتر يعني پيچ ڪٽيو ۽ نوهيو آهي. پنهنجن ذهن پٽن جي باوجود ابتر ۽ پيچ ڪٽيو آهي. ان جو نسل ڪٽيو ويو آهي. الله تعاليٰ پنهنجي حبيب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ڪوثر عطا ڪيو آهي. ان کي فاطمہ (سلام الله تعاليٰ عليها) جهڙي نياڻي سان نوازيو آهي. اهڙي طرح دنيا ۾ هڪڙي عظيم فڪري ۽ روحاني انقلاب جو بنياد رکيو ويو آهي.

هاڻي پنهنجي پي جي عظيم انقلابي وراثت جي اڪيلي وارث هڪڙي نياڻي آهي. اها نياڻي پنهنجي خاندان جي سموري عزت و شرف جي وارث آهي. ان جي ئي ذريعي ان عظيم خاندان جو سلسلو جاري آهي جنهن جو سلسلو حضرت آدم عليہ السلام کان شروع ٿئي ٿو ۽ جيڪو انساني سورهيائي، عظمت ۽ آزادي جي سيني عظيم رهبرن جي سلسلي سان گذرندو حضرت ابراهيم عليہ السلام تائين پهچي ٿو ۽

وري حضرت ابراهيم عليہ السلام جي عظيم شخصيت کان پوءِ حضرت موسيٰ ۽ عيسيٰ عليهم السلام کي پاڻ ۾ شريڪ ڪندي حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تائين اچي ٿو. اهو انسانيت وارو خاندان آهي. اهو انساني عزت و شرف، حرمت ۽ عظمت وارو خاندان آهي. اهو عدل الاهي جي زنجير آهي ۽ ان زنجير جي آخري ڪڙي فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها آهن. فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جيڪا ان خاندان جي سڀ کان آخري اولاد (نياڻي) آهن، اهو خاندان جيڪو پٽ جو خواهشمند هيو. اهو سچائي ۽ حقيقت جو شجرو آهي.

حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهي ڳالھ کان ڀلي ڀت واقف آهن تہ تقدير لکڻ واري سندن لاءِ ڪهڙو ڀاڳ (مقدر) لکيو آهي ۽ فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها بہ پنهنجي عظمت ۽ پنهنجين ذميوارين کان پوري طرح باخبر آهن. ها! ان مڪتب فڪر ۾ اهڙي قسم جو فڪري انقلاب ظاهر ٿيندو آهي. هن مذهب ۾ عورت کي اهڙي طرح آزادي ۽ عزت عطا ڪئي ويندي آهي. ڇا اهو مذهب، حضرت ابراهيم عليہ السلام جو مذهب (مذهبِ ابراهيم) ڪونهي. ڇا اهي ڀئي، پيءُ ۽ نياڻي، ابراهيم عليہ السلام جا وارث ڪونهن؟

ڪنهن انسان کي اهو حق ڪونهي تہ اهو مسجد جي اندر دفن ٿي سگهي. روءِ زمين جي سيني مسجدن مان سيني کان وڌيڪ افضل مسجد الحرام آهي. ڪعبي وارو گهر (خانہ ڪعبہ) جيڪو الله جو گهر آهي. جيڪو الله جو حرم بہ آهي ۽ حريم بہ آهي. جنهن ڏانهن منهن (رخ) ڪري سجدا ڪيا ويندا آهن. اهو سيني نمازن لاءِ قبلو آهي. هي اهو گهر آهي جنهن کي الله جي حڪم سان ٺاهيو ويو ۽ جنهن جي ٺاهڻ وارا حضرت ابراهيم عليہ السلام جهڙا چونڊيل (برگزيده) پيغمبر هيا. هي اهو گهر آهي جنهن کي بتن کان پاڪ ڪرڻ ۽ مشرڪن جي قبضي مان آزاد ڪرائڻ جي عظيم ذميواري اسلام جي پيغمبر حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حوالي ٿي ۽ مڪي جي فتح کي سندن ڪارنامو سمجهيو وڃي ٿو. ان فتح جي نتيجي ۾ ڪعبو يعني آزاد گهر صحيح معنيٰ ۾ طواف ۽ سجدي جي لاءِ آزاد ٿي سگهيو.

تاريخ ۾ جيڪي وڏا پيغمبر گذريا آهن، سيئي ان گهر جا خدمتگار رهيا. ان جي باوجود ڪنهن پيغمبر کي اهو حق ڪونہ ڏنو ويو تہ اهو ڪعبي واري گهر (خانہ ڪعبہ) ۾ دفن ٿي سگهي. حضرت ابراهيم عليہ السلام ان گهر جا باني آهن ليڪن ان جي قبر اتي ڪونهي ۽ اسلام جا پيغمبر حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان گهر کي آزاد ڪرائڻ وارا آهن، ان کي بتن جي قبضي کان آزاد ڪرائڻ وارا آهن ليڪن انهن جي قبر بہ اتي ڪونهي. پوري انساني تاريخ ۾ اهو شرف هڪڙي هستي کي حاصل ٿي سگهيو. اسلام جي خدا سموري انساني لڏي (نوع بشر) مان صرف هڪڙي اهڙي هستي کي چونڊيو جيڪا خاص ان گهر يعني ڪعبي ۾ دفن ٿي سگهي.

اها هستي ڪنهن جي آهي؟ ڪير آهي؟

هڪڙي عورت. هڪڙي ٻانهي يعني حضرت حاجران رضي الله تعاليٰ عنها.

الله تعاليٰ حضرت ابراهيم عليہ السلام کي اهو حڪم ڏنو تہ انسانن جي سڀ کان وڏي عبادتگاهہ يعني ڪعبو حضرت حاجران رضي الله تعاليٰ عنها جي گهر سان گڏ ٺاهيو وڃي تہ جيئن انسانذات هميشہ ڪعبت الله جي طواف سان گڏ حضرت حاجران رضي الله تعاليٰ عنها جي گهر جي چوڌاري بہ طواف ڪري.

ابراهيم عليہ السلام جي خدا سموري انسانذات مان پنهنجي گمنام سپاهي طور هڪڙي عورت جي چونڊ ڪئي. هڪڙي عورت جيڪا ٻانهي هئي يعني جيڪا دنيا جي مروجہ معيار جي مطابق هر عزت ۽ شرف کان محروم هئي.

ها، بيشڪ ان مڪتب فڪر ۾ اهڙو فڪري انقلاب ظاهر ٿيو ۽ ان مذهب ۾ عورت کي ايتري آزادي ۽ عزت عطا ڪئي وئي، عورت جو مقام ڪيترو بلند ڪيو ويو.

هاڻي ابراهيم عليہ السلام جي خدا فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها کي چونڊيو آهي.

فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جي وسيلي اهو فڪري انقلاب برپا ٿيو جو هاڻي پٽ جي جاءِ تي نياڻي پنهنجي خاندن جي عزت ۽ بزرگي

جي وارث قرار ڏني وئي. هاڻي پنهنجي خاندان جي مڙني قدرن جو تحفظ ڪرڻ واري ۽ پنهنجي پيءُ ڏاڏن جي نالي کي بقا بخشڻ واري هستي نياڻي آهي. اها نياڻي آهي جنهن جي ذريعي شجرو اڳتي وڌندو نسل کي بقا حاصل ٿيندي

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڪم ۽ ان جي نالي جون وارث آهن. پنهنجي پيءُ جي نسل ۽ فڪري وارثت جو بار کنيو پيون آهن ۽ اها ان معاشري جي ڳالهہ آهي جنهن ۾ ڇوڪري هجڻ هڪڙو گناهه هيو ۽ ان ڏوهہ جي سزا اها هئي تہ ان کي جيئرو قبر ۾ دفن ڪيو ويجي. اها ان ماحول جي ڳالهہ آهي جڏهن پيءُ پنهنجي نياڻي کي شرم جو باعث سمجهندو هيو ۽ ان جي نظر ۾ بهترين نياڻو قبر هوندي هئي.

پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان ڳالهہ کان آگاهہ آهن تہ قدرت انهن کي ڪنهن عظيم انقلاب جو مظهر بڻايو آهي. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها بہ ان ڳالهہ جو پورو شعور رکن ٿيون تہ ان انقلاب ۾ انهن جي حيثيت ڪهڙي آهي.

اهو ئي سبب آهي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پنهنجي سيني کان ننڍي نياڻي سان رويي تي تاريخ حيران آهي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي ان نياڻي سان جنهن نموني سان پيش ايندا هيا. ان جي تعريف ۽ ساراهہ ۾ انهن جيڪي ڳالهيون چيون آهن ۽ ان سان جيڪو عزت ۽ احترام وارو رويو رکيو اهي سڀ ڳالهيون عجب واريون آهن.

رسول الله صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم جو گهر ۽ فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جو گهر هڪ ٻئي سان گڏ آهن. صرف فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها ۽ انهن جو مڙس علي عليہ السلام مسجد نبوي ۾ رهن ٿا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر کان علاوه صرف فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي اها خصوصيت حاصل آهي تہ ان جو گهر مسجد نبوي ۾ آهي. انهن جي گهر ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر جي وچ ۾ صرف ٻن وکن جو فاصلو آهي. ٻنهي گهرن جون دريون آمهون سامهون کلن ٿيون. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ

وسلم روزانو صبح جو پنهنجي گهر جي دري کولي پنهنجي نياڻي کي سلام ڪندا آهن.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جڏهن بہ ڪنهن سفر تي ويندا آهن تہ فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جي گهر وڃي نياڻي کي خدا حافظ چوندا آهن. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها اهي آخري هستي آهن جن کان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سفر تي وڃڻ وقت موڪلائيندا آهن ۽ جڏهن پاڻ سڳورا سفر کان واپس ايندا آهن تہ سيني کان اڳ ۾ جنهن هستي سان ملاقات ڪندا آهن اها هستي بہ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ئي آهن. پاڻ سڳورا سڀ کان پهريان فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي گهر تشريف کڻي ويندا آهن ۽ انهن کان حال احوال وٺندا ۽ خيريت معلوم ڪندا آهن.

ڪيترن ئي تاريخي ڪتابن ۾ اهو لکيل آهي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي نياڻي (فاطمہ) جي چهري ۽ ٻنهي هٿن تي چمي ڏيندا هيا.

اهو حسن سلوڪ ۽ اهو رويو هڪڙي شفيق ۽ مهربان پيءُ جي محبت ۽ نوازش کان ڪجهہ زياده معنيٰ رکي ٿو. پيءُ پنهنجي نياڻي جي هٿن کي چمي ۽ نياڻي بہ اها جيڪا سيني کان ننڍي نياڻي آهي. محبت وارو اهو ورتاءُ عربن جي ان ماحول ۾ هڪڙي انقلابي قدم جي حيثيت رکي ٿو جتي عورتن سان غير انساني سلوڪ ڪيو ويندو هيو. اهڙي طرح اها حقيقت تہ اسلام جا پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي نياڻي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي هٿن مبارڪن کي چمندا هيا، سمورن بزرگن، سياستدانن، سيني مسلمانن ۽ خاص طور تي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن ۽ ساٿين جون اکيون کولڻ لاءِ گهڻو ڪافي هيو تہ جيئن اهي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي حيثيت ۽ ان جي عظمت کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ان رويي جي حوالي سان سڃاڻي سگهن. اهڙي طرح پنهنجي نياڻي سان حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو اهو غير معمولي رويو سيني انسانن کي ۽ هر دور جي انسانن کي اهو سبق ڏئي ٿو

تہ انسان ڪهڙي طرح تاريخي عادتن، وهمن ۽ بيڪار روايتن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهي ٿو. اهو انسانن کي بيڪار ۽ غلط عادتن ۽ روايتن کان ڇوٽڪارو ڏياري ان ڳالهہ جو سبق ڏئي ٿو تہ مردن کي گهرجي تہ ان وڏائي، ڏاڍ ۽ ان نفرت ۽ فرعونيت جي بلندي کان، جيڪي انهن پنهنجي لاءِ اختيار ڪري ڇڏيا آهن، هيٺ لهن ۽ اهي عورتن سان گڏجي ويهن. اهڙي طرح رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو اهو عمل عورت کي انهي ڳالهہ جو سبق ڏئي ٿو تہ اها ان حقارت واري پنتي پيل حالت کان، جيڪا قديم دور کان وٺي جديد دور تائين ان جو مقدر رهي آهي، ڇوٽڪارو حاصل ڪري ۽ انساني وقار ۽ عظمت جي بلندي تائين پهچي. ٻين لفظن ۾ اهو عمل مرد ۽ عورت کي انسانيت جي صحيح مرتبي ۽ مقام کان متعارف ڪرائڻ جي علامت آهي ۽ عورت جي عزت ۽ حرمت لاءِ اهڃاڻ آهي.

اهوئي سبب هيو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم صرف پيءُ واري محبت جي اظهار لاءِ ئي نہ بلڪ هڪڙي قرض، هڪڙي فرض ۽ هڪڙي عظيم ذميواري کي پورو ڪرڻ لاءِ پنهنجي نياڻي (فاطمہ) سان عزت ۽ احترام وارو رويو رکندا هيا ۽ اهو ئي سبب هيو جو حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي نياڻي جي شان ۾ هميشہ گهڻي ساراهہ ڪندا رهندا هيا. پاڻ سڳورن فرمايو:

- سموري دنيا جي عورتن مان چار عورتون سڀني کان وڌيڪ فضيلت رکن ٿيون. آسيہ رضي الله تعاليٰ عنها (فرعون جي زال)، مريم رضي الله تعاليٰ عنها (عيسيٰ عليہ السلام جي امڙ)، خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها (ام المومنين) ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها.
- الله تعاليٰ فاطمہ (سلام الله تعاليٰ عليها) جي خوشي سان خوش ۽ ان جي ناراضگي ڪري ناراض ٿيندو آهي.
- فاطمہ (سلام الله تعاليٰ عليها) جي خوشي منهنجي خوشي آهي. فاطمہ (سلام الله تعاليٰ عليها) جي ڪاوڙ منهنجي ڪاوڙ آهي. جيڪو بہ منهنجي نياڻي فاطمہ (سلام الله تعاليٰ عليها)

کي دوست رکي ٿو اهو مون کي دوست رکي ٿو ۽ جيڪو فاطمہ (سلام الله تعاليٰ عليها) کي خوش ڪري ٿو اهو مون کي خوش ڪري ٿو ۽ جيڪو فاطمہ (سلام الله تعاليٰ عليها) کي ڪاوڙ ڏياري ٿو اهو مون کي ڪاوڙ ڏياري ٿو.

- فاطمہ (سلام الله تعاليٰ عليها) منهنجي جگر جو ٽڪرو آهي جنهن ان کي ڏکايو ان مون کي ڏکايو ۽ جنهن مون کي ڏکايو ان الله کي ناراض ڪيو.

انهن سيني ڳالهين جو ورجاء آخر ڇاجي لاءِ؟ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڇو وري وري زور ڏئي پنهنجي سيني کان ننڍي نياڻي جي تعريف ۽ ساراهہ ۾ ايترين حديثون ارشاد فرمايون. اهو ورجاء، اهو اصرار، اهو اهتمام (بندوبست) آخر ڇاجي لاءِ هيو. آخر رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ماڻهن جي سامهون انهن جي تعريف ۽ واکاڻ ڇو ڪندا هيا. پاڻ سڀورن اهو ڇو ٿي گهريو تہ سيني مسلمانن کي پنهنجي نياڻي سان پنهنجي غيرمعمولي محبت ۽ تعلق کان آگاهہ ڪري ڇڏين. آخر حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جي خوشي، راضپي ۽ ان جي ناراضگي (خشم) جو ذڪر ڇو ڪندا هيا. ڇو وري وري ان جي باري ۾ ڏک ۽ تڪليفون ڏيڻ ۽ غمگين ڪرڻ ڏانهن اشارو ڪندا هيا؟

ڪاوڙ (خشم)، راضپي ۽ غمگيني وارن لفظن تي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ايترو زور ڇو ڏنو آهي؟

انهن سوالن جو جواب توڙي جو گهڻو حساس ۽ جذباتي مسئلو آهي، ليڪن تاريخ ۾ اهو جواب صاف، واضح ۽ چٽو آهي. تاريخ انهن سيني ڳالهين جو جواب ڏنو آهي ۽ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کان پوءِ فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها زندگي جا جيڪي مختصر ڏينهن گذاريا آهن، انهن ڏينهن جا واقعا رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مڙني مستقبل جي انديشن کي پڌري پٽ ظاهر ۽ آشڪار ڪري ڇڏين ٿا!

## امِ ابيها (پنهنجي پيءُ جي ماءُ)

تاريخ نہ صرف اهو تہ هميشہ وڏن جي باري ۾ گفتگو ڪندي آهي پر تاريخ جو توجهہ ڇڪائڻ وارو موضوع بہ رڳو بزرگ هستيون هونديون آهن. ٻارن ۽ ننڍي عمر وارن ڪي تاريخ هميشہ وساري ڇڏيندي آهي.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي گهر ۾ سڀني کان ننڍي عمر واريون هيون. ان جي ٻالڪپڻي جو زمانو طوفان، مشڪلات ۽ حادثن ۾ گذريو. ان جي ڄمڻ جي تاريخ ۾ اختلاف آهي. طبري، ابن اسحاق ۽ سيرت ابن هشام ۾ سندس ڄمڻ جو سال اعلانِ نبوت (بعثت) کان 5 سال اڳ ٻڌايو ويو آهي. ان جي برخلاف مسعودي جي مروج الذهب ۾ سندس ولادت اعلانِ نبوت (بعثت) کان پوءِ پنجين سال ۾ ٻڌائي وئي آهي. يعقوبي هڪڙو وچوارو رستو اختيار ڪيو آهي. اهو ڄمڻ واري سال جو تعين ڪونہ ٿو ڪري بلڪ چوي ٿو تہ سندس ولادت وحي جي نزول کان پوءِ ٿي هئي. روايتن جي انهي اختلاف سبب اهل سنت وارن سندس ولادت اعلانِ نبوت (بعثت) کان پنج سال اڳ ۽ شيعن اعلانِ نبوت (بعثت) کان پنج سال بعد تسليم ڪئي آهي.

ليڪن اسان انهن اختلافي بحثن کان هٽي ڪري ان ڪي محققن جي لاءِ ڇڏي ڏيون ٿا. اهو محققن جو ڪم آهي تہ سندس ڄمڻ جي سال جو صحيح تعين ڪن. اسان ڪي تہ اصل ۾ حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي شخصيت ۽ سندس حقيقت ۽ معنويت جي متعلق گفتگو ڪرڻي آهي. اسان جي گفتگو جي موضوع تي انهي ڳالهہ سان ڪو فرق نٿو پوي تہ سندس ولادت اعلانِ نبوت (بعثت) کان اڳ ۾ ٿي يا پوءِ.

جيڪا ڳالهہ مجيل حقيقت آهي، اُها اِها آهي تہ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها گهر ۾ بلڪل اڪيليون هيون. سندس ٻئي ڀاءُ ٻاراڻي عمر ۾ فوت ٿي ويا. سندس سڀني کان وڏي ڀيڻ زينب رضي الله تعاليٰ عنها، جيڪا وڏي ڀيڻ هجڻ جي ناتي ماءُ جي جاءِ تي هئي، ابوالعاص جي گهر پرڻجي وئي. حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ان جي جدائي جي تڪليف ۽ صدمي ڪي محسوس ڪيو. ان کان پوءِ رقيہ رضي الله تعاليٰ عنها ۽ ام ڪلثوم رضي الله تعاليٰ عنها جي

پرڻي جو وارو آيو ۽ اهي ٻئي ٻہ واري واري سان پنهنجي پنهنجي مڙس جي گهر هليون ويون ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها اڪيليون رهجي ويون. اها صورتحال بہ ان روايت کي مڃڻ لاءِ مطابقت رکي ٿي جنهن ۾ سندس ولادت کي اعلانِ نبوت کان پنج سال اڳ ٻڌايو ويو آهي ورنہ جيڪڏهن سندس ولادت اعلانِ نبوت کان پوءِ پنجين سال ۾ مڃي وڃي تہ ان صورت ۾ پاڻ جڏهن هوش سنڀاليائون تہ پاڻ کي پنهنجي گهر ۾ اڪيلو ڏٺائون. بهرحال سندس حياتي جي دور جو آغاز ۽ سندس والد سڳوري جي عظيم رسالت جي ڪم جو آغاز هڪ ٻئي سان هم آهنگ آهن. اهو دور رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خاندان لاءِ وڏين شديد آزمائشن، مصيبتن ۽ تڪليفن وارو دور هيو. سندس والد سڳورو خدا جي مخلوق کي غفلت جي ننڊ مان سجاڳ ڪرڻ جي عظيم ڪم جي شروعات ڪري چڪو هيو ۽ ان جي نتيجي ۾ سمورين انسانيت دشمن قوتن جي دشمني جو هدف ٿي ويا هيا.
سندس امڙ سائڻ پنهنجي محبوب مڙس جي دلداري ۽ همدردي لاءِ دل و جان سان مصروف هئي. انهي صورتحال ۾ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي زندگيءَ جو جيڪو پهريون تجربو ٿيو اهو ڏک ۽ غم جو تجربو هيو. پاڻ ٻاراڻي عمر کان ئي زندگي کي هڪڙي شديد آزمائش طور محسوس ڪيائون. جيئن تہ پاڻ ان وقت گهڻو ننڍڙي عمر جون هيون، انهيءَ ڪري گهر مان ٻاهر نڪرڻ تي ڪائي پابندي ڪونہ هئي. ان آزادي مان پاڻ اهو فائدو ورتائون تہ پاڻ پنهنجي والد سڳوري سان ان جي تبليغي مهم ۾ شريڪ رهيون. حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي انهي ڳالهہ جو گهڻو احساس هيو تہ ان جي والد سڳوري کي اها واندڪائي ڪونهي تہ اهو پنهنجي نياڻي جي آڱر پڪڙي ان کي شهر، گهٽي ۽ بازار ۾ وٺي وڃي گهمائي سگهن. اهي پنهنجي رسالت جي عظيم ۽ خطرن سان ڀريل ڪم ۾ مصروف هيا. انهن کي خبر هئي تہ شهر ۾ هرطرف دشمني ۽ مخالفت جو طوفان زور تي آهي، انهيءَ ڪري اهي ان طوفان سان منهن ڏيڻ لاءِ اڪيلا ئي پنهنجي مهم تي روانا ٿي ويندا هيا. ليڪن انهن جي لاڏلي نياڻي جيڪا پنهنجي والد سڳوري

جي عظمت ۽ حقيقت جو شعور رکندي هئي، انهن کي خطرن ۾ اڪيلو ڇڏڻ لاءِ تيار ڪونہ هئي.

ان نياڻي ڪيترائي ڀيرا اهو منظر ڏٺو تہ انهن جا والد سڳورا ماڻهن جي هجوم ۾ اڪيلا بيٺا آهن ۽ انهن ماڻهن کي هڪڙي شفيق پيءُ وانگر نرمي ۽ محبت سان حق جي تعليم ڏئي رهيا آهن. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پاڻ کي اڪيلو ۽ بي يارو مددگار محسوس ڪري رهيا آهن. مگر انهن جي عزم ۽ حوصلي ۾ ڪوئي فرق نٿو اچي. جڏهن ڪو هڪڙو ٽولو سندن ڳالهہ ٻڌڻ کان انڪار ڪري ڇڏي ٿو تہ اهي ماڻهن جي ڪنهن ٻئي ٽولي ڏانهن ڏيان ڏين ٿا. مگر اتي بہ ماڻهو مٿانئن ٺوڪون ۽ چٺرون ڪن ٿا ۽ ساڻن نامناسب زبان استعمال ڪرڻ کان علاوه ٻيو ڪو جواب ڪونہ ٿا ڏين.

اهڙي طرح وقت گذري وڃي ٿو. آخرڪار حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ٿڪجي ۽ لاچار ٿي پنهنجي بي ثمر مهم تان واپس موٽن ٿا. بلڪل اهڙي طرح جيئن ٻين ٻارن جا پيئر پنهنجي پنهنجي ڪم تان موٽندا آهن تہ جيئن گهر ۾ ڪجهہ دير آرام ڪرڻ کانپوءِ وري پنهنجي ڪم جي شروعات ڪري سگهن.

تاريخ اسان کي اهو واقعو ياد ڏياري ٿي تہ هڪڙي ڏينهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مسجد الحرام ۾ هيا تہ ماڻهن انهن کي گهٽ وڌ ڳالهايو ۽ انهن کي مارڪٽ ڪئي. ننڍڙي ڄمار واري فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها بيوسي ۽ ڏک مان اهو منظر ڏسي رهيون هيون. ان اڻوٽندڙ حادثي کان پوءِ اهي پنهنجي والد سڳوري کي وٺي گهر موٽي آيون. وري هڪڙي ڏينهن هيئن ٿيو تہ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مسجد الحرام ۾ نماز ادا ڪري رهيا هيا. جڏهن پاڻ سجدي جي حالت ۾ ويا تہ دشمنن رڍ يا اٺ جي اوجهري سندن سر مبارڪ تي رکي ڇڏي. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها اهو منظر ڏٺو تہ تڙپي ويون. پاڻ پنهنجي والد سڳوري جي پرسان ويون. ان غلاظت کي انهن جي سر مبارڪ تان هٽايائون ۽ پنهنجن ننڍڙن هٿن سان انهن جي سر مبارڪ تان گندگي صاف ڪيائون. انهن سان ٻاراڻي محبت ۽ همدردي

جو اظهار ڪيائون ۽ پوءِ پاڻ پنهنجي والد سڳوري ڪي ساڻ وٺي گهر ڏانهن روانيون ٿيون.

ماڻهو هميشہ ان ڏٺري، ڪمزور ۽ نبل جسم واري ٻارڙي ڪي پنهنجي عظيم مرتبي واري والد سڳوري جي اڪيلائي جو ساٿي، دوست ۽ هڏڏوکي پائيندا هيا. اهي ڏسندا هيا تہ اها معصوم ۽ ننڍڙي ٻارڙي پنهنجي پيءُ سان ڪيئن محبت ڪري ٿي. ان ڪي هر طرح سان آرام پهچائڻ جي ڪوشش ڪري ٿي ۽ پنهنجي پيءُ ڪي مصيبت ۽ ڏک مان ڇوٽڪارو ڏيارڻ لاءِ هر وقت مصروف رهي ٿي. اها پنهنجين ڳالهين سان، پنهنجن طور طريقن سان ۽ پنهنجي معصوم محبت سان پنهنجي پيءُ ڪي دلاسو ۽ تسلي ڏئي ٿي ۽ هرطرح سان ڏک سور ونڊڻ ۾ مصروف رهي ٿي. هڪڙي ننڍڙي ٻارڙي جو پنهنجي پيءُ سان اهو بيمثال رويو ڏسي ماڻهو چوڻ لڳا اها نياڻي ڪونهي بلڪ اها پنهنجي پيءُ سان ماءُ وارو ورتاءُ ڪندي آهي. اها ”ام ابيها“ آهي، اها پنهنجي پيءُ لاءِ ماءُ آهي.

# باب ٻيو

## شعبِ ابوطالب رضہ جو دور

شعبِ ابوطالب جي فتنن واري دور جي شروعات ٿي چڪي آهي. اهو دور رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خاندان لاءِ هر طرح جي سختي ۽ مصيبت جو دور هيو. بنوهاشم ۽ بنوعبدالمطلب، سواءِ ابولهب جي جيڪو دشمنن سان ملي ويو آهي، هڪڙي غير آباد ۽ ويران گهاٽي ۾ قيد ٿي ويا آهن. انهن ۾ عورتون، مرد، ٻار سڀ شامل آهن. ابوجهل قريش جي رئيسن طرفان هڪڙو دستاويز لکيو آهي ۽ ان کي ڪعبت الله شريف جي ڀت تي لٽڪائي ڇڏيو آهي. ان ۾ لکيل قرارداد جو متن اهو آهي تہ ڪير بہ ماڻهو بنوهاشم ۽ بنومطلب سان ڪنهن بہ قسم جو رابطو نہ رکندو. انهن سان هر قسم جو تعلق ختم ڪيو ويندو. نہ انهن کان ڪا شي خريد ڪئي ويندي نہ انهن کي ڪا شي وڪرو ڪئي ويندي، انهن سان مٽي مائٽي جو رشتو بہ قائم نہ ڪيو ويندو.

انهن کي ان جابلو گهاٽي ۾ ان وقت تائين قيد رهڻ تي مجبور ڪيو ويندو تہ جيئن ياتہ غربت ۽ بُک، اڪيلائي ۽ زندگي جون سختيون انهن کي بتن جي اڳيان آڻ مجي سر جهڪائڻ تي مجبور ڪري ڇڏين يا وري موت جي حوالي ڪري ڇڏين. اها مصيبت، اهي قيد جون سختيون انهن سيني ماڻهن کي برداشت ڪرڻيون پونديون جيڪي ياتہ ان نئين دين ۾ داخل ٿي ويا آهن يا وري جيڪڏهن انهن نئين دين جي حلقي ۾ شموليت اختيار ڪونهي ڪئي مگر اهي آزاد ماڻهو آهن، اهي جاهليت جي تعصب ۽ تنگ نظري کان آزاد آهن. توڙي جو انهن کي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان فڪري اختلاف آهي مگر اهي گڏيل دشمنن جي خلاف ان جو دفاع ڪن ٿا. انهن کي اسلام جي سچائپ ڪونهي انهيءَ ڪري انهن اسلام جي اصولن تي ايمان ڪونهي آندو مگر اهي محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) کي سچائن ٿا، اهي پيغمبر (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم)

جي نيڪي، پارسائي، ۽ ان جي بي لوث هجڻ ۽ بي غرضي جي تعريف ڪن ٿا. اهي انهي ڳالهہ کي چاڻن ٿا تہ پيغمبر (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جيڪو ڪجهہ چئي رهيو آهي اهو حقيقت تي مبني آهي. ان ۾ ان جي ڪا ذاتي غرض شامل ڪونهي، بلڪ ان جو واحد مقصد اهو آهي تہ اهو انسانن کي آزاد ڪرائي سگهي. اهي ماڻهو اهڙن دانشورن کان هزارين دفعا بهتر آهن جيڪي خوف ۽ مصلحت جو شڪار ٿي ويندا آهن، جيئن علي بن اميہ هيو. جيڪو رجعت پسندي جو مخالف ۽ اسلام جي نئين انقلابي ۽ ترقي پسنداڻي نظرئي کان آگاهہ هيو ۽ قريش جي وسوسن ۽ تعصبن، ۽ عربن جي اجتماعي، اقتصادي، نسلي ۽ طبقاتي نظام جي خرابين کي اسلام جي روشني ۾ چڱي طرح ڏسي سگهيو ٿي، ليڪن ان جي باوجود پنهنجي پيءُ جي دولت، پنهنجي خانداني دبدبي ۽ اجتماعي زندگي ۾ پنهنجي مقام ۽ مرتبي کان محرومي جي انديشي ۽ پنهنجي جان ومال جي سلامتي جي خوف کان ابوجهل ۽ ابولهب سان گڏجي ويو ۽ پنهنجن هم فڪرن، نيڪ ۽ پاڪيزه فطرت ۽ حوصلي وارن ساٿين، بلال، عمار، ياسر ۽ سميہ رضوان الله تعاليٰ عليهم کي هرطرح جي اذيتن جو هدف ٿيندي ڏسندو رهيو ۽ ان جي باوجود مشرڪن جي ان ظالماڻي رويي جي خلاف ان جا چپ کُلي ڪونہ سگهيا. ان جي زبان تي ڪو احتجاج جو آواز بلند ڪونہ ٿيو. اهو ان مشڪل ۽ آزمائش واري عرصي ۾ جڏهن ان جي عقيدي جا علمبردار ۽ مجاهد قيدوبند جون سختيون سهي رهيا هيا، انهن کان بي فڪر ۽ بي پرواهہ رهيو ۽ پنهنجي خاندان ۽ شهر جي زندگي ۾ معمول مطابق سرگرمي سان حصو وٺندو رهيو ايستائين جو اهو ڪفر ۽ گمراهي جي سربراهن سان تعاون بہ ڪندو رهيو. انهن جي ڏوهي سرگرمين ۾ انهن جو ساٿ ڏيندو رهيو. انهي طرزِ عمل تقيي جهڙي هڪڙي مذمت جوڳي عمل جو بنياد رکي ڇڏيو برائي جو دروازو کولي ڇڏيو. تاريخ جي دورن ۾ انهي مسلڪ ۽ ان مذمت جوڳي عمل جي پيروڪارن جو تعداد رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مسلڪ جي سچن پيروڪارن علي عليہ السلام، ابوذر ۽ عمار رضوان الله تعاليٰ عليهم، ۽ فاطمہ، زينب وحسين عليهم السلام جي شيعن ۽ انهن

سيني مهاجرن ۽ انصارن کان جيڪي دين تي صحيح معنيٰ ۾ عمل ڪرڻ وارا هيا. تمام گهٽ نظر اچي ٿو. علي بن اميہ اهو پهريون مسلمان هيو جيڪو انهيءَ باوجود تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تقيہ واري عمل کي ختم ڪرڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو هيو. تقيہ جي اصول تي ڪاربند رهيو انهيءَ ڪري جو ان ۾ ان جو فائدو هيو. اهو مرڻ گهڙي تائين پنهنجي انهي مصلحت آميز روش جو شڪار رهيو.

## آخر هي انسان ڪهڙي عجيب و غريب مخلوق آهن.

جڏهن انسانن جي دل ۾ ايمان جي گرمي موجود هوندي آهي، جڏهن معاشري ۾ ڪنهن نئين انقلابي تحريڪ جو آغاز ٿيندو آهي تہ پوءِ آزمائش ۽ احتساب جي اها گهڙي بہ اچي ويندي آهي جڏهن هر شخص خود پنهنجي محاسبي لاءِ مجبور ٿي ويندو آهي. هي اهو موقعو هوندو آهي جڏهن انسان پنهنجو پاڻ کي ڏوڪو ڏئي ڪونہ سگهندو آهي. اهو پاڻ سان سچ ڳالهائڻ تي مجبور هوندو آهي، ان کي مڪر ۽ ريا جا پردا چاڪ ڪرڻا پوندا آهن. ان کي حق ۽ باطل جي وچ ۾ واضح چونڊ ڪرڻي پوندي آهي ۽ اهوئي اهو موقعو هوندو آهي جڏهن اهي سموريون عظمتون ۽ ذلتون، اهي سموريون ڪمزوريون ۽ سگهون جيڪي انسان جي باطن ۾ لڪل هونديون آهن پاڻ کي مڪمل طور تي ظاهر (آشڪار) ڪري ڇڏينديون آهن.

شعبِ ابوطالب جو دور بہ اهڙوئي آزمائشي دور هيو جنهن حق ۽ باطل کي آشڪار ڪري ڇڏيو. ان ڀوائتي گهاٽي ۾ جتي ٽن سالن جي ڊگهي عرصي تائين بک، اڪيلائي، سختي ۽ پريشاني جو خوفناڪ پاڇو ڇانيل هيو. اتي اهڙو ڪير هيو جيڪو مسلمان نہ هجي.(اهو حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي ايمان ڏانهن اشارو آهي) مگر جيڪو ان عظيم انقلابي مهم ۽ خدائي ڪم ۾ شريڪ ۽ ڀائيوار آهي اهو تاريخ اسلام جي ان ابتدائي مگر انتهائي نازڪ ۽ آزمائش واري دور ۾ محمد و

علي عليهم السلام ۽ انهن جي مخلص ساٿين يعني اصحاب و مهاجر سان گڏ سختي ۽ مصيبت جو هدف بہ آهي. ٻئي طرف مڪي جو شهر آهي جتي ڪائڻ پيئڻ جا مزا ۽ زندگي جي راحت آهي مگر ان شهر تي جاهليت ۽ رجعت پسندي، بيدردي ۽ بي شرمي جو پاڇو خيما کوڙيون پيو آهي ۽ ان اونداهي فضا ۾ ڪجهہ اهڙا چهرا بہ ڏسڻ ۾ اچن ٿا، جن اسلام جو نقاب پاتو آهي مگر انهن جا دامن آلوده ۽ انهن جا هٿ پليت آهن. اهي ان شهر ۾ آزادي ۽ آرام سان زندگي گذاري رهيا آهن.

ڇا اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ انهن جي مخلص ساٿين تي سختين جو تماشو ڏسي رهيا آهن يا ان مذمت واري ڪيل ۾ پاڻ بہ شريڪ آهن. انهن جي دعوا آهي تہ اهي اندروني (باطني) طور تي دیندار آهن ۽ ديندارن کي دوست سمجهن ٿا. مگر ڇا واقعي اها دعويٰ سچي آهي. هوڏانهن شعبِ ابوطالب جي گهيري ۾ بنوهاشم ۽ بنوعبدالمطلب جو خاندان شهري زندگي جي هر سهوليت کان محروم ماڻهن کان پري، ۽ آزادي، ايستائين جو ماني جي ڀُڪي لاءِ بہ ترسي رهيا آهن. ڪڏهن ڪڏهن اڌ رات جو اوندهہ ۾ ڪجهي نموني سان ڪو باهمت جوان گهاٽي کان ٻاهر اچي وڃي ٿو. قريشن جي جاسوسن جي نظرن کان بچندو بکايل ۽ بيتاب قيدين جي لاءِ خوراڪ جو ڪجهہ انتظام ڪري ٿو. ڇا انهي ڳالهہ جو امڪان ڪونهي تہ انهن ماڻهن مان جيڪي شهر ۾ آزاد آهن، ڪوئي مٽ مائٽ يا دوست مهرباني طور انهن بکايل انسانن تائين ڪاڌو پهچائي. انهن جي بُک ڪڏهن ان حد تائين پهچي وڃي ٿي جو اهو نظر اچڻ لڳندو آهي جڻ اهي ماڻهو بک هٿان ڪاري موت جو شڪار ٿي ويندا. مگر اهي عزم و ايمان وارا جن پاڻ کي ڳاڙهي موت يعني شهادت لاءِ تيار ڪري ڇڏيو آهي، بک جي آڏو آڻ ڪونہ مڃيندا. انهن جي حوصلي ۽ صبر ۾ ڪوئي فرق ڪونہ ٿو اچي.

سعد بن ابي وقاص جيڪو پاڻ بہ ان گهاٽي ۾ قيد هيو بيان ڪري ٿو تہ بک اهڙو بيتاب ڪري ڇڏيو هيو جو جيڪڏهن رات جي اونداهي ۾ ڪنهن آلي ۽ نرم شي سان ٺوڪر لڳندي هئي تہ ان کي ڪٽي بي اختيار وات ۾ وجهي ڇڏيندو هيس ۽ چوسڻ ۽ چٻاڙڻ جي ڪوشش

ڪندو هيس. ان واقعي جي ٻن سالن کان پوءِ به مان صحيح طور تي ٻڌائي نٿو سگهان ته اها ڪهڙي شي هوندي هئي.

اهڙين حالتن ۾ اندازو ڪري سگهجي ٿو ته خود رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خاندان تي ڇا گذريو هوندو. تاريخ هر واقعي جي تفصيل (جزئيات) کي نقل ڪونه ڪندي آهي مگر اسان پاڻ اندازو لڳائي سگهون ٿا ته صرف رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو خاندان ئي انهن سختين جو هدف بڻيو.

ڳالهہ اها آهي ته اهي سڀئي ماڻهو جيڪي شعبِ ابوطالب جي گهاٽيِ ۾ قيد، اڃ ۽ بک جون سختيون سهي رهيا هيا. انهن جي سيني تڪليفن ۽ مصيبتن جو واحد سبب انهن جي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خاندان سان محبت ۽ ٻڌي هيا. ان ئي خاندان سان دلي تعلق جي سبب اهي قيد تنهائي ۽ اڃ ۽ بک جون مصيبتون برداشت ڪري رهيا هيا. اها حقيقت به پوري طرح روشن آهي ته سموري صورتحال جي ذميوار صرف هڪڙي شخصيت هئي ۽ اها شخصيت الله جي پيغمبر حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ذاتِ گرامي هئي. خود پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم به ان ڳالهہ کي محسوس ڪندا هيا ۽ انهن جا سڀئي ساٿي به ان حقيقت کان بي خبر ڪونہ هيا.

هر ڀار جيڪو بک جي تڪليف کان تڙپي روئيندو هيو هر بيمار جيڪو غذا ۽ دوا نہ ملڻ ڪري دانهون ڪندو هيو هر ٻيڙو چاهي عورت هجي يا مرد. جيڪو ان سختي ۽ مصيبت کان عاجز ٿي ويندو هيو ۽ هر اهو چهرو جيڪو ٽن سالن جي بک ۽ قيد تنهائي جي ڪري زندگي جي گرمي ۽ خون جي ڳاڙهاڻ کان محروم ٿي چڪو هيو جڏهن انهن جي سامهون محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ايندا هيا ته اهي پنهنجي بک، بيماري، پريشاني ۽ ڪمزوري تي پردو وجهي انهن سان محبت ۽ وفاداري جو اظهار عزم ۽ حوصلي جي ذريعي ڪندا هيا. ليڪن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حساس ۽ آگاهہ دل

انهن سيني ماڻهن جي تڪليفن ۽ مصيبتن کي محسوس ڪندي هئي ۽ انهن جي هڪ هڪ تڪليف کان متاثر ٿيندي هئي.

بيشڪ. جڏهن قسمت سانگي ڪنهن رات جي اونداهي ۾ ڪتان کو ڪاڏو هٿ ايندو هيو تہ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويندو هيو تہ جيئن اهو پنهنجن ساٿين ۾ ورهائين، ان وقت ان ورهاست ۾ سيني کان گهٽ حصو رسول الله صلي تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر واري ۽ انهن جي اولاد جو هوندو هيو. بس ان ڪاڏي مان انهن کي رڳو ايترو ملي سگهيو ٿي تہ اهي ڪنهن نہ ڪنهن طرح پنهنجي جسم ۽ روح جي رشتي کي برقرار رکي سگهن.

گهيري دوران رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خاندان ۾ سندن گهر واري حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها ۽ انهن جي سيني کان ننڍي نياڻي فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها ۽ ان جي ڀيڻ ام ڪلثوم رضہ هيون. ام ڪلثوم ۽ ان جي ڀيڻ رقيہ جي شادي ابولهب جي پٽن سان ٿي هئي مگر اعلانِ نبوت کان پوءِ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي بي حرمتي ڪرڻ ۽ دل آزاري لاءِ ابولهب پنهنجن پٽن کي حڪم ڏنو تہ اهي پنهنجين زالن کي طلاق ڏئي ڇڏين. مگر حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جنهن جو تعلق رئيس گهراڻي سان هيو. جيڪو جوان، حسين ۽ دولت مند هيو رقيہ سان نڪاح ڪري ابولهب جي ان عمل جي تلافي ڪئي ۽ رقيہ حضرت عثمان رضہ سان گڏ حبشہ هجرت ڪري وئي. مگر ام ڪلثوم رضہ پنهنجي زندگي جي آرام ۽ آسائش کي پنهنجي ايمان تي قربان ڪري پنهنجي والد سڳوري سان گڏ شعبِ ابوطالب جي قيد ۾ رهي. ان پنهنجي وڏي مرتبي واري پيءِ سان وفاداري ۽ ايمان ۽ عقيدي جي راهہ ۾ قيد و بند ۽ بک جي سختي کي ابولهب جي خاندان ۾ پنهنجي ڪميٽي، بدخواهہ ۽ رجعت پسند مڙس عقبہ سان گڏ رهي عيش ۽ عشرت جي زندگي گذارڻ تي ترجيح ڏني.

ان گهاٽي ۾ رهڻ وارن جو هر ڏينهن سختي ۽ مصيبت ۾ گذرندو هيو ۽ هر رات هڪڙي اونداهين خيمي وانگر انهن تي ڇانئجي ويندي هئي. هفتا، مهينا ۽ سال ايئن گذري ويا. انهن ڏينهن جي سختي ۽ انهن

راتين جي موت جهڙي اونداهي انهن جي جسمن ۽ روحن کي هيٺو ڪري ڇڏيو هيو. مگر ان جي باوجود انهن سيني جي همت جوان هئي، انهن جا ايمان مضبوط هيا، اهي هڪ ٻئي سان همدردي، ڏک ونڊڻ ۽ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان وفاداري جو واعدو نڀائڻ لاءِ مضبوطي سان قائم هيا.

انهن مڙني حالتن ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خاندان جي هڪڙي خصوصي ۽ منفرد حيثيت آهي. ان خاندان جي ڪلهن تي سيني ماڻهن جي ڏک، درد ۽ مصيبتن جو بار آهي. انهن جي نياڻي ام ڪلثوم رضي الله تعاليٰ عنها پنهنجي هر خوشي کي پٺي ڏئي مڙس جي گهر کان پنهنجي پيءُ جي گهر اچي وئي آهي ۽ ٻي نياڻي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها نهايت ننڍڙي عمر جي آهي. ان سان گڏ اها ڪمزور ۽ حساس آهي. ان جو جسم ڏٻرو ۽ ان جو روح زندھ ۽ حساس آهي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر واري حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها بہ ٻڍڙي ۽ ضعيف آهي. اها پنهنجي ڄمار جا سٺ سال گذاري چڪي آهي، جنهن ۾ اهو آزمائشي ۽ تڪليف وارو عرصو بہ شامل آهي جيڪو دعوتِ رسالت جي جواب ۾ ڪافرن جي رد عمل سان پريل آهي ۽ پوءِ ٽن سالن جو هي قيد تنهائي، بک ۽ پريشاني جو دور جنهن جو هر ڏينهن سختي ۽ هر رات مصيبت جو پيغام آهي. انهن پنهنجي مڙس جي حالات کي ڏٺو. ان جي ڏک ۽ تڪليف کي محسوس ڪيو. پنهنجي نياڻين جي تڪليف کي محسوس ڪيو. انهن حادثن ۽ ان کان اڳ ٻن معصوم پٽن جي موت جي صدمي ان کي بلڪل نڍال ڪري ڇڏيو هيو. توڙي جو هاڻي بہ ان جي همت ۾ گهٽتائي ڪونهي تي مگر ان جي ضعيف جسم مان زندگيءَ جون سموريون توانائيون موڪلائي چڪيون آهن. هاڻي ان جون اکيون هر گهڙي موت جي تصوير ڏسي رهيون آهن.

ان ضعيفي ۽ بيماري جي باوجود محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خاندان تي اهڙو خراب وقت اچي ويو آهي جو خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها جنهن جي زندگي عيش ۽ آرام ۾ گذري هئي ۽ جنهن

پنهنجي سموري دولت پنهنجي مڙس جي مقصد جي راهہ ۾ قربان ڪري ڇڏي، هاڻي بک کان بي حال ٿي چمڙي جي ٽڪڙي کي پاڻي ۾ پسائي پنهنجي وات ۾ وجهي ٿي تہ جيئن بک جي شدت کي گهٽ ڪري سگهجي.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جيڪا هڪڙي ننڍڙي عمر واري ۽ حساس ٻارڙي آهي، پنهنجي امڙ جي باري ۾ فڪرمند رهي ٿي ۽ ان جي ماءُ وري سندس باري ۾ پريشان رهي ٿي. اها انهن جي سيني کان ننڍي اولاد آهي. ننڍڙي عمر واري ۽ ڏيري ڇوڪري جنهن جي پنهنجي پيءُ ۽ ماءُ سان غيرمعمولي محبت جو هرطرف چرچو آهي. ان صبر آزما قيد جي آخري ڏينهن ۾ هڪڙي ڏينهن خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها جنهن کي پنهنجي عمر جي مدت پوري ٿيڻ جو احساس ٿي چڪو هيو پنهنجي بستري تي آرام ڪري رهيون هيون ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ۽ ام ڪلثوم رضي الله تعاليٰ عنها ان وٽ ويٺيون هيون، ان وقت پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ماڻهن ۾ ڪاڏو ورهائڻ ۾ مصرو ف هيا. خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها وڏي عمر ۽ ضعيفي ۽ ناسازگار حالتن جي نقصانڪار اثرن کي پوري طرح محسوس ڪري رهيون هيون، ان جو جسم بيماري ڪري گهٽو ڪمزور ٿي چڪو هيو. انهن حسرت واري لهجي ۾ چيو: "ڪاش! موت مون کي ايتري مهلت ڏئي جو گگهہ وانداهي جو دور ختم ٿي وڃي ۽ مان اطمينان ۽ سڪون سان ساهہ ڏيان." ام ڪلثوم رضي الله تعاليٰ عنها اهو ٻڌي روئڻ لڳي ۽ ان چيو: "اي جيجل امان توهان پريشان نہ ٿيو اسان انهن ڳالهين کان ڪونہ ٿا گهبرايون." حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها جواب ڏنو تہ الله جو قسم مون کي پنهنجي ڪا پرواهہ ڪونهي ۽ نہ مان پنهنجي باري ۾ پريشان آهيان. اي منهنجي جگر جا ٽڪرا قريش ۾ ڪنهن عورت زندگي ۾ اهي سک سهوليتون ڪونہ ڏٺيون هونديون جيڪي مون کي حاصل رهيون آهن، بلڪ سچ پڇين تہ پوري دنيا جي عورتن ۾ جيڪو ڀاڱ مون کي نصيب ٿيو آهي اهو ڪنهن ٻئي جي حصي ۾ اچي ڪونہ سگهيو آهي. منهنجي لاءِ اها ئي ڳالهہ گهٽي آهي تہ هن دنيا ۾ منهنجي

تقدير اها ٿي تہ مان الله جي محبوب ٻانهي ۽ ان جي چونڊيل پيغمبر (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جي زندگي جي ساٿياڻي آهيان ۽ آخرت جي لاءِ مون کي اهو فخر ڪافي آهي تہ مون رسول الله جي دعوت تي سڀني کان پهريان لبيڪ چيو ۽ مان رسول الله جي امتين جي امڙ چورايان ٿي.

پوءِ خود ڪلامي جي انداز ۾ انهن پنهنجي گفتگو جو سلسلو جاري رکيو.

"اي الله! مون ۾ ايتري طاقت ڪٿي آهي تہ تو مون تي جيڪي مهربانيون ۽ عنايتون ڪيون آهن ۽ مون کي جن نعمتن سان نوازيو آهي انهن کي ڳڻي سگهان. اي الله! مان تنهنجي ملاقات جي خيال کان دل تنگ ڪونہ آهيان، ليڪن مان اهو گهران ٿي تہ مان تنهنجي سامهون اهڙي حالت ۾ اچان جو مان پاڻ کي تنهنجين عطا ڪيل نعمتن جو اهل ثابت ڪري سگهان."

فضا تي ڪڙي ۽ گهري ماٺ ڇانيل هئي. رنج، موت ۽ مايوسي جو پاڇو خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها، ام ڪلثوم رضي الله تعاليٰ عنها ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي پنهنجي گهيري ۾ وٺيون پيو هيو تہ اوچتو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڏسڻ ۾ آيا. انهن جي نوراني چهري مان اميد، ايمان ۽ روحاني طاقت ۽ توفيق جا ڪرڻا ڦٽي رهيا هيا. ائين لڳي رهيو هيو تہ تڪليفن ۽ آزمائشن جي انهن ٽن سالن جي انهن سخت ۽ اونداهي دور پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي جسم ۽ روح کي بلڪل ڪونہ مرجهايو آهي، بلڪ ان جي برخلاف انهن جي عزم، حوصلي، قوت ارادي ۽ ايماني جذبي ۾ اضافي جو سبب بڻيو آهي.

شعبِ ابوطالب جي سخت قيد جو اونداهو دور ختم ٿي ويو. خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها مرڻ کان اڳ ۾ مسلمانن جي ڇوٽڪاري ۽ پنهنجي عزيز ۽ عظيم مڙس جي آزادي جي دور کي پنهنجين اکين سان ڏسي ورتو. قريشين مٿان پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اها پهرين سوڀ هئي.

مگر تقدير لکڻ واري کي اهو پسند ڪونہ آيو تہ اهو عظيم انسان جنهن کي تاريخ جي وهڪري کي موڙڻ جي ذميواري سونپي وئي آهي، اطمينان ۽ سڪون جو ساهہ کڻي سگهي؛ ان جي پرعزم چهري تي اطمينان ۽ مسرت جو رنگ ٻهڪندو رهي. تقدير هڪ ٻئي وقت رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ٻن وڏن صدمن جو منهن ڏيکاريو.

شعبِ ابوطالب جي قيد مان آجپي کي اڃا گهڻو عرصو ڪونہ گذريو تہ ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها ٻورن ڏينهن جي فرق سان موت جي سڏ کي قبول ڪيو. ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ اها هستي آهي جنهن پنهنجي يتيم ڀائٽي جي پرورش ڪئي آهي ۽ پنهنجي غيرمعمولي محبت ۽ شفقت جي ذريعي يتيم ڀائٽي کي ماءُ، پيءُ ۽ ڏاڏي جي ڪمي محسوس ٿيڻ ڪونهي ڏني. پوءِ جڏهن پاڻ سڳورا جوان ٿي ويا تہ ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ سندن سرپرستي ۽ نگهباني جو فرض انجام ڏنو. پاڻ سڳورن لاءِ خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها جي ڪاروبار ۾ شرڪت جي راهہ هموار ڪئي ۽ پوءِ خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها سان سندن شادي جي موقعي تي سندن والد سڳوري جو ڪردار ادا ڪيو.

ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جا حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان تعلق جا ٽي نمايان پهلو آهن. ان يتيم محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جي پرورش ڪئي، نوجوان محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جي نگهباني جو فرض انجام ڏنو ۽ پيغمبر محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جي حفاظت ۽ مدد ۾ پنهنجين مڙني قوتن کي صرف ڪيو. جڏهن پاڻ سڳورن رسالت جو آغاز ڪيو تہ ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ دشمنن خلاف پاڻ سڳورن لاءِ ڍال ٿي ويا ۽ پنهنجي سموري شخصيت، حيثيت، پنهنجي سموري اثر رسوخ ۽ پنهنجي سموري اعتبار ۽ وقار کي حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حفاظت ۽ حمايت جي لاءِ وقف ڪري ڇڏيو. ايستائين جو وڏي ڪراڙپ واري عمر جي باوجود ٽن سالن تائين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان گڏ شعبِ ابوطالب جي قيد جون سختيون صبر ۽ سڪون

سان برداشت ڪندو رهيو. (ابوطالب توهان تي امتِ محمدي جو سلام هجي. سنڌيڪار) اها بس ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي ذات هئي جنهن جي ڪري اسلام جا پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم دشمنن جي ايذائڻ ۽ تشدد کان محفوظ رهيا. اهي بس ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ هيا جيڪي دشمنن جي مڙني سازشن جي خلاف هڪڙو مضبوط بند هيا ۽ جنهن جي ڪري رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم دشمنن جي هٿان قتل ٿيڻ کان محفوظ رهيا ۽ هاڻي اها بزرگ ترين شخصيت دنيا مان هلي وئي، جڻ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي چوڌاري حفاظت جو جيڪو بند ٻڌل هيو اهو ٽُٽي ويو. هاڻي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بظاهر بي يارو مددگار ٿي ويا.

ان کان ڪجهہ ڏينهن پوءِ خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها بہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي وڇوڙي جو ڏک ڏئي وئي.

خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها اها عظيم عورت هئي جنهن کي قدرت واري پنهنجي محبوب کي هڪڙي اهڙي عنايت طور بخشيو هيو جنهن جي ذريعي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي انفرادي زندگي جي سمورين محرومين جو ازالو ڪري سگهجي. خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها سان شادي وقت حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڄمار 25 سال هئي ۽ اهو سمورو عرصو يتيمي، ڏڻ چارڻ، مسڪيني ۽ غربت جي هڪڙي صبر آزما دور جي حيثيت رکي ٿو. خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها هڪڙي شاهوڪار عورت هئي. شادي وقت سندس ڄمار 40 سال ٻڌائي ويجي ٿي. خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها سان حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ساٿ محض هڪڙي زال واري تعلق کان گهڻو وڌيڪ هيو. اهي هڪڙيون مخلص ۽ وفادار زال هيون. اهي پاڻ سڳورن جي تبليغي مهم ۾ سندن همدرد ۽ روحاني ساٿي هيون. اهي مفلسي ۽ غربت ۾ پاڻ سڳورن لاءِ پناهہ هيون. انهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي هڪڙي مخلص دوست ۽ ساٿي جو خلوص ڏنو ۽ انهن پاڻ سڳورن سان اهڙو محبت وارو رويو رکيو جنهن ڪنهن حد تائين ماءُ جي محبت کان محرومي جي احساس جي تلافي ڪئي.

حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اعلانِ نبوت (بعثت) کان پوءِ هڪڙو اهڙو طوفاني دور شروع ٿيو جيڪو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لاءِ سختي، خوف، خطري ۽ اڪيلائي جو دور هيو. اهو دشمنن جي سازشن، مڪروفريب ۽ ڪشمڪش جو هڪڙو اهڙو دور هيو جنهن ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هر طرف کان دشمني ۽ مخالفت جو نشانو بڻيا پيا هيا. وحي جي شروعات کان پنهنجي موت جي گهڙي تائين خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها وِک وِک تي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان گڏ رهيون. ان جي دل ۽ ان جو روح رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي محبت سان سرشار هيا. اها سيني مشڪل گهڙين ۾ انهن جي دوست ۽ هڏڏوکي هئي. ان جي پوري حياتي، محبت جو سمورو جذبو ايمان، فداڪاري ۽ سموري دولت حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم لاءِ وقف هيا. انهن هر شي کي پاڻ سڳورن تي قربان ڪري ڇڏيو. خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها هڪڙي اهڙي فتنن ۽ خطرن سان ڀريل دور ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ساٿ ڏنو جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ڪنهن ساٿي جي خلوص ۽ همدردي جي سڀ کان گهڻي ضرورت هئي ۽ هاڻي محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) اُن هستي کان محروم ٿي ويا، جيڪا انهن جي حامي هئي، همدم ۽ همدرد هئي. جيڪا انهن تي سڀ کان پهريان ايمان آڻڻ واري هئي. جيڪا هر سختي ۽ هر مصيبت جي وقت انهن کي تسلي ڏيڻ واري هئي ۽ سڀ کان وڏي ڳالهہ اها تہ اها انهن جي نياڻي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي امڙ هئي ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ماءُ جي پاڇي کان محروم ٿي ويون.

سختي ۽ مصيبت شديد کان شديد تر ٿي ويون. ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ دنيا مان هليو ويو ۽ هاڻي هن دنيا ۾ دشمنن جي سازشن ۽ اهنجن کان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو تحفظ ڪرڻ وارو ڪوئي شخص ڪونہ رهيو. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ڪو محافظ ڪونهي. هوڏانهن پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ

وسلم ۽ ان جي پيروڪارن جي صبر، حوصلي ۽ ايماني قوت دشمنن کي گهڻو مشتعل ڪري ڇڏيو آهي ۽ انهن جون سازشون ۽ شرارتون پنهنجي انتها تي پهچي ويون آهن. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حد کان وڌيڪ اڪيلائي محسوس ڪري رهيا آهن. اهي بي يارومددگار آهن. شهر حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنهہ کان خالي آهي ۽ گهر خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها کان.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لاءِ گهر جي اندر ۽ ٻاهر صرف اڪيلائي آهي ۽ اهو ئي اهو وقت آهي جڏهن فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي ڪنيت "ام ابيها" جي معنويت ۽ ان جي تقاضا کي هميشہ کان وڌيڪ محسوس ڪيو. انهن جي ذهن ۾ انهن گهڙين جي ياد تازي ٿي وئي جڏهن ان جون ڀينر شادي واري ڀنڊڻ ۾ ٻڌجڻ کانپوءِ پي جي گهر کان مڙسن جي گهر منتقل ٿي ويون هيون. ان پنهنجي ماءُ جو دامن پڪڙي چيو هيو تہ امان مون کي اهو بلڪل پسند ڪونهي تہ مان ان گهر کي ڇڏي ڪنهن ٻئي گهر هلي وڃان. مان توهان کان ڪڏهن بہ جدا ڪونہ ٿينديس.

حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها هڪڙي اهڙي مرڪ سان جيڪا شفقت ۽ ساراهہ سان ڀرپور هئي، جواب ڏنو. "سڀئي ايئن چوندا آهن. مگر منهنجي جگر جا ٽڪڙا هڪڙو وقت ايندوآهي تہ هر ڇوڪري پنهنجي پي جي گهرمان مڙس جي گهر منتقل ٿي ويندي آهي."

مگر فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها اصرار ڪن ٿيون تہ نہ. مان پنهنجي پي کي نٿي ڇڏي سگهان. ڪير بہ مون کي انهن کان جدا نٿو ڪري سگهي. ماءُ پنهنجي ڌي جا اهي جذبات ڏسي ماٺ ٿي وڃي ٿي. پر هاڻي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي احساس ٿئي ٿو تہ قدرت واري ان کي ڪهڙي اهم ذميواري سونپي ڇڏي آهي. انهن پنهنجي والد سڳوري کان جدا نہ ٿيڻ جو جيڪو عهد ڪيو هيو هاڻي محض ٻالڪپڻي جو معصوماڻو عهد ڪونہ رهيو هيو بلڪ ان ۾ ايمان ۽ شعور جي پختگي شامل ٿي چڪي هئي. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي پي کي هڪڙي رسول جي حيثيت ۾ ڏٺو هيو ۽ رسول الله صلي

الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رسالت تي ان جو ايمان محض پيءُ ۽ ڌيءَ جي محبت جي ڳالهہ ڪونہ هئي، بلڪ ان ۾ سوچ جي گهرائي بہ شامل هئي. جنهن وقت حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم قريشن کي پهريون دفعو اسلام جي دعوت ڏني تہ ان موقعي تي خطاب ڪندي پاڻ سڳورن فرمايو:

"اي قريش جي جماعت پنهنجي حقيقت کي ڳوليو. مان الله جي معاملي ۾ توهان کي ڪنهن بہ ڳالهہ کان بي نياز نٿو ڪري سگهان.

اي بنو عبد مناف. پنهنجين ذميوارين کي محسوس ڪريو. مان ان ڳالهہ جي طاقت نٿو رکان تہ الله جي معاملي ۾ توهان کي ڪنهن فرض کان بي نياز ڪري سگهان.

اي عباس بن عبدالمطلب، مان الله وٽ تنهنجي ڪا مدد ڪونہ ٿو ڪري سگهان. اي صفيہ بنت عبدالمطلب......"

پوءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي ننڍڙي عمر واري نياڻيءِ کي مخاطب ٿيندي فرمايو:

"تون منهنجي دولت مان جيڪو گهرين اهو ڪٺي وٺ، ليڪن جيستائين تنهنجو ۽ تنهنجي الله جو معاملو آهي تہ ياد رک انهي معاملي ۾ مان توکي ڪو فائدو پهچائي ڪونہ ٿو سگهان. توکي ڪنهن فرض کان بي نياز نٿو ڪري سگهان."

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها اهو وڏي شوق ۽ ايماني جذبي جي جڄهائي جي عالم ۾ جواب ڏنو هيو:

"جي، ها، اي پيارا بابا! اي الله جا عظيم پيغمبر، جي نيڪ آهي."

ڇا اها عجب جي ڳالهہ ڪونهي تہ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم قريشن جي معتبر ماڻهن جي مجمعي ۾ بنوهاشم ۽ بنوعبدمناف جي وڏڙين شخصيتن سان گڏوگڏ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي بہ خاص طور تي نالو وٺي مخاطب ٿيا. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جيڪا ان وقت گهڻو ننڍڙي عمر واري هئي مگر اها ان اجتماع ۾ شرڪت ڪرڻ واري واحد هستي هئي جنهن جو تعلق خاص رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خاندان سان هيو. ان

مجمعي ۾ صرف ۽ صرف اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر جي نمائندگي ڪري رهيون هيون. ٻالڪپڻي جا جذبات ۽ هڪڙي نياڻي جي محبت جو اهو ذوق و شوق جنهن جي اثر هيٺ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها وري وري اهو اظهار ڪيو هيو تہ اهي ڪڏهن بہ شادي ڪونہ ڪنديون تہ جيئن ان کي پيءُ کان جدا ٿيڻ جو صدمو برداشت ڪرڻو نہ پوي. آهستي آهستي هڪڙي آگاهي واري دور ۾ بدلجي ويا هيا. ان ۾ ذميواري ۽ جوابداري جو شان پيدا ٿي ويو هيو.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي عمر جو ابتدائي دور ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اعلانِ نبوت (بعثت) ۽ ان جي ردعمل ۾ پيش اچڻ وارين مصيبتن جو شروعاتي دور هڪ ٻئي سان هم آهنگ آهن ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سموري اولاد مان سختيون سهڻ، مصيبتن کي برداشت ڪرڻ ۽ پنهنجي والد سڳوري جي رسالت جي بار کي سهارو ڏيڻ لاءِ سيني کان گهڻو اهل آهن. وري اهي پنهنجي ان حيثيت ۽ قسمت جو پوري طرح شعور بہ رکن ٿيون. ان جا ماءُ ۽ پيءُ بہ پنهنجي ان لاڏلي ٻچڙي جي حيثيت کان باخبر آهن. پنهنجي زندگي جي بلڪل آخري ڏينهن ۾ هڪ ڏينهن خديجہ الڪبري رضي الله تعاليٰ عنها فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها سان ان جي مستقبل جي باري ۾ گفتگو ڪندي چيو:

"اي منهنجي پياري ٻچڙي! منهنجي دنيا ڇڏڻ کان پوءِ الله کي معلوم توکي ڪهڙين حالتن کي منهن ڏيڻو پوي. منهنجي زندگي جي ڏور بس اڄ سڀاڻي تي آهي ۽ مان هن دنيا مان هلي وينديس. تنهنجون ڀينرون زينب ۽ رقيہ پنهنجن مڙسن سان گڏ آرام واري زندگي گذاري رهيون آهن. ام ڪلثوم جي عمر ۽ ان جو زندگي جو تجربو ايترو ڪافي آهي تہ مان ان جي طرف کان بي فڪر آهيان. مگر اي منهنجي ننڍڙي ٻچڙي فاطمہ! مون کي اهو فڪر پريشان ڪري رهيو آهي تہ مون کان پوءِ تون سختي ۽ مصيبت جي طوفان ۾ ورڪوڙجي وينديئن ۽ تنهنجن ڏکن ۽ غمن ۾ ڏينهون ڏينهن اضافو ٿيندو ويندو."

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جيڪا پنهنجي ان حيثيت کان آگاهہ هيون تہ انهن کي پنهنجي والد سڳوري جي عظيم ۽ صبر آزما ذميوارين ۾ انهن سان هٿ ونڊائڻو آهي، انهن جي ڪلهن تي رسالت جو جيڪو ڳرو بار آهي ان کي هلڪو ڪرڻو آهي، وڏي اعتماد سان پنهنجي امڙ کي هيئن جواب ڏنو:

”جيجل امڙ! توهان مطمئن رهو. منهنجي باري ۾ پريشان نہ ٿيو. بت پرست قريشي جيترو وڌيڪ ارڏائي ڪن، جيترو ممڪن هجي مسلمانن تي مصيبت جا پهاڙ ڪيرائين، انهن جو ظلم ۽ زيادتي ڪيترا بہ وڏي وڃن، سچي دل سان اسلام قبول ڪرڻ وارا انهن عظيم مصيبتن کي کِلندي قبول ڪندا ۽ مان سيني کان وڌيڪ انهي ڳالهہ جي حقدار آهيان تہ مان ڪفر ۽ شرڪ جي انهن شرارتن ۽ ايذائن جو مقابلو ڪريان. مون کي الله جي رسول جي نياڻي هجڻ جو شرف حاصل آهي ۽ مون کي رسول الله (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جي اها محبت ۽ ڏيان حاصل آهي جيڪو صرف مون سان مخصوص آهي. انهيءَ اعتبار کان سيني سختين ۽ مصيبتن جو مقابلو ڪرڻ جي مون تي هر شخص کان وڌيڪ ذميواري عائد ٿئي ٿي ۽ مان ان ذميواري کي پورو ڪرڻ لاءِ خوشي سان تيار آهيان.“

ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي لاڏاڻي کانپوءِ دشمنن جي دشمني ۽ ڪينو پنهنجي عروج تي پهچي ويا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مٿن مائٽن ۽ اصحابن مان هڪڙي جماعت حبش ڏانهن هجرت ڪري اتي پناهہ ورتي، باقي ماڻهو مڪي ۾ مشرڪن جي ظلم، ڏاڍ ۽ تشدد جو نشانو بڻيا رهيا.

مسلمانن تي مشرڪن طرفان ايذائڻ جي شدت وڌندي رهي. چئني طرفن کان مصيبتن جي يلغار ۾ اضافو ٿيندو رهيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم، جن جي ڄمار جا 50 سال گذري چڪا آهن ۽ سندن زندگي مسلسل تڪليفن ۽ مصيبتن جي شديد حملن جو نشانو رهي آهي، هاڻي هرطرف کان غم ۽ اوندهہ ۾ گهيريل آهن. اهي

اڪيلا ۽ بي يارو مددگار آهن. اهڙي عالم ۾ انهن جي ڏک تڪليف جي ساٿي صرف هڪڙي ئي هستي آهي.

انهن جي لاڏلي ۽ ننڍڙي ڄمار واري نياڻي، فاطمہ (سلام الله تعاليٰ عليها).

مگر نہ. تقدير ان گهر ۾ هڪڙي پٽ کي بہ داخل ڪري ڇڏيو آهي. ڪنهن کي بہ خبر ڪونهي تہ قدرت وارو مستقبل جي لاءِ ڪهڙي منصوبہ بندي ڪري رهيو آهي.

ان پٽ جو نالو علي (عليہ السلام) آهي.

ها. علي (عليہ السلام) پنهنجي پيءُ جي گهر ۾ ڪونہ پليو آهي. اهو ٻالڪپڻي کان ئي فاطمہ (سلام الله تعاليٰ عليها) سان گڏ رهيو. ان جي پرورش ۽ تربيت فاطمہ جي والد سڳوري جي گهر ۾ ٿي. ان نوجوان جي تقدير انهن ٻنهي ۽ ڏي جي تقدير سان عجيب نموني ۾ ڳنڍيل ۽ گڏيل آهي. تاريخ پنهنجو ڪم ڪندي پئي وڃي. هڪڙي بظاهر پرسڪون مگر پراسرار ۽ امڪانن سان ڀريل دور جي ڪڇ ۾ هڪڙو زبردست طوفان پلجي رهيو آهي. مستقبل ۾ جڏهن اهو طوفان برپا ٿيندو تہ سيئي بت ٽُٽي ويندا. پٿرن جا بت. طبقاتي تضاد جا بت. نسلي وڏائي جا بت. اميري ۽ قوميت جا بت. اقتصادي گروهہ بندي ۽ طبقي واريت جا بت. سڀ پرزا پرزا ٿي ويندا. ايران جي آتش ڪده ۾ درٻاري روحانيت جي پرفريب باهہ وسامي ويندي. مدائن جي بلندوبالا محلات جا ڪنگرا ڍهي پٽ تي اچي پوندا.

روم جي ظالماڻي حڪومت جنهن جو بنياد انسانن جي خون تي رکيو ويو آهي. تباهہ وبرباد ٿي ويندي ۽ سڀ کان وڏي ڳالهہ اها تہ ماڻهن جي دل و دماغ تان اها ڪٽ لهي ويندي جيڪا صدين جي گندل پراڻين روايتن. پراڻين عادتن. اجاين ڳالهين. ڏند ڪٿائي روايتن جو نتيجو آهي. تعصب. جهالت. هوس. جذبات ۽ انسان دشمن عقيدا ۽ خيالن جيڪي قدر (اقدار) ايجاد ڪيا آهن ۽ بزرگي ۽ وڏائي جا جيڪي ماڻ مقر ڪيا آهن. اهي سڀ درهم برهم ڪيا ويندا ۽ هڪڙي اهڙي اونداهي فضا ۾ جيڪا خاندان. نسل. طبقي واريت. اميري. طاقت. تشدد ۽ غارتگري سان آلوده آهي ۽ جتي خاڪ و خون ۽ بتن جي پوڄا ڪئي

وچي ٿي، اتي آزادي ۽ مساوات، عدالت ۽ جهاد، ۽ خود آگاهي جون موجون ظاهر ٿي هر پراڻي نقش ۽ هر پراڻي قدر کي مٽائي ڇڏينديون. غريب عوام گمنام بي حيثيت، بي پروسي ۽ عوام جي هٿ ٺوڪيل خدائن جي اقتدار کي جيڪو هميشہ کان عوام جي ڪنڌن تي مسلط رهيو آهي، مٽي ۾ ملائي ڇڏيندو. ماضي جي تاريخ جي افسانن جي بدلي حال ۽ مستقبل جي ڳالهہ ٿيڻ لڳندي، ان ۾ ڳريل هڏن، ٽُٽل قبرن ۽ دولت ۽ طاقت جي افسانن جي جاءِ تي زندگي، هلچل ۽ تبديلي ۽ انقلاب جو رنگ اچي ويندو. هاڻي تاريخ تلوار ۽ زر يعني طاقت ۽ دولت جي ڳالهہ ڪونہ رهندي، هڪڙي نئين تاريخ جو آغاز ٿيندو. انقلابي تاريخ جيڪا عوام جي جوش، هلچل ۽ عمل جي ذوق جي مطلب واري هوندي، ان انقلابي تاريخ جو سلسلو انهن ماڻهن کان شروع ٿيندو جن جو تعلق خاص ماڻهن جي طبقي سان نہ بلڪ عام ماڻهن جي طبقي سان آهي. هي اهي ڏنار آهن جيڪي انقلاب جي دعوت ڏيندڙ (داعي) آهن. انهن ۾ هڪڙي عظيم شخصيت کي رسول ڪري موڪليو ويو آهي ۽ ان کي دنيا جي قومن تائين ان پيغام کي پهچائڻ جي ذميواري سونپي وئي آهي. اهي نبين سڀني مان آخري نبي آهن جن مان هرهڪ جي جسم تي شهادت جو جُبو ۽ مٿي تي فقيري جو تاج آهي. انهن جي زندگي يا جنگ جي ميدان ۾ گذري ٿي يا خلق کي تعليم ڏيڻ واري مشغلي ۾ گذرندي آهي يا وري اهي ظلم جي قيدخاني ۾ قيد جا ڏينهن گذاريندا آهن. تاريخ جي ان عظيم انقلاب جي دعوت ڏيندڙ (داعي) رسول آهن ليڪن ايثار فداڪاري، قرباني ۽ شهادت جي ان عظيم تاريخ جو نڪتہ آغاز فاطمہ آهن. ان تاريخ کي حرڪت، سگهہ، تسلسل ۽ پروسو بخشڻ جي لاءِ بهرحال علي جي ضرورت آهي.

اهوئي سبب هيو تہ غربت ۽ فقيري جي تڪليف رحمت جي شڪل اختيار ڪري ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي معصوم پٽ کي بالڪپڻي ۾ ئي پنهنجي پيءُ جي گهر جي بجاءِ پنهنجي سوٽ جي گهر منتقل ڪري ڇڏيو تہ جيئن ان ٻارڙي جو روح جاهليت جي آلودگي کان هر طرح پاڪ رهي، تہ جيئن جنهن وقت وحي جو نزول ٿئي تہ اهو سيني

ڪان پهريائين ان پيغام کي ٻڌي سگهي، تہ جيئن رسول الله طرفان نبوت جو اعلان ڪرڻ واري پهرين گهڙي کان ئي اهو هرطرح جي حادثن ۽ آفتن، هرطرح جي ڏک ۽ مصيبت ۽ هرطرح جي سختي ۽ چڪتاڻ سان مقابلو ڪرڻ جي تربيت حاصل ڪري سگهي، تہ جيئن هجرت جي خطرناڪ موقعي تي پنهنجي بي مثال ذميواري کي پورو ڪري سگهي، تہ جيئن اهو بدر، احد، خيبر ۽ حنين جي معرڪن کي سر ڪري سگهي، تہ جيئن ان جي تلوار ۽ ان جي بهادري اسلام جي انقلابي تحريڪ جي ڪاميابي جي علامت بڻجي سگهي، تہ جيئن اهو فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها سان گڏ تربيت حاصل ڪري وڌو ٿئي، تہ جيئن آخرڪار اهو فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي ساٿ ۾ انسانيت جي هڪڙي مثالي خاندان کي تشڪيل ڏئي سگهي ۽ ابراهيمي سنت کي هميشگي عطا ڪري تاريخ ۾ هڪڙي نئين انقلابي دور جو آغاز ۽ تسلسل جو بنياد رکي سگهي.

## هجرت

مڪي زندگي جا تيرهن سال پورا ٿي چڪا. ان سموري مدت جي هڪڙي هڪڙي گهڙي سختي، مصيبت، ڪشمڪش ۽ تڪليف جو داستان آهي. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ٻالڪپڻي جي شروعات کان ئي انهن تڪليفن ۽ مصيبتن جي زد ۾ رهي آهي. شهر هجي، گهر هجي، يا شعبِ ابوطالب جو قيد، هر جاءِ تي پنهنجي والد سڳوري سان گڏ وِک تي جاهليت واري دور جي وحشت آميز مخالفت ۽ ان مخالفت جون سختيون پنهنجي ڪمزور جان تي سهندي رهي آهي. ان سان گڏوگڏ اها پنهنجي عظيم مرتبي واري مگر اڪيلي والد سڳوري جي همدردي ۽ ڪنهن ماءُ وانگر ان جي سارسنڀال ڪرڻ جو فرض بہ انجام ڏيندي رهي آهي.

هجرت جي شروعات ٿي چڪي آهي. مسلمانن جا ٽولا مديني وڃي چڪا آهن. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي ڀيڻ رقيہ رضي

الله تعاليٰ عنها جيڪا پنهنجي مڙس عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ سان گڏ پهريان حبش جي هجرت ڪري چڪي هئي، هاڻي مديني رواني ٿي وئي آهي. آخرڪار خود رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ ان سان گڏ ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ رات جي اونداهي ۾ مڪي مان هجرت ڪري چڪا. پوءِ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ۽ ان جي ڀيڻ ام ڪلثوم رضي الله تعاليٰ عنها بہ مڪي مان روانيون ٿي ويون. اوچتو قريش جو هڪڙو شرير ۽ سرڪش ماڻهو جيڪو پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي تڪليف پهچائڻ ۾ گهڻو اڳيرو هيو انهن تائين پهچڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ۽ انهن کي تشدد جو نشانو بڻائي ٿو ايستائين جو اهي سوارين تان هيٺ زمين تي ڪري پيون ٿيون.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جيڪا ڪمزور ۽ ڏبري هئي ۽ جنهن کي ٽن سالن جي قيد جي تڪليف ۽ مصيبت وڌيڪ ڪمزور ۽ ڏبرو ڪري ڇڏيو هيو. ان حادثي کان تمام گهڻو متاثر ٿيون. مديني تائين جو ڊگهو رستو انهن شديد درد ۽ تڪليف جي حالت ۾ طي ڪيو. جويرث بن نقيذ جي ان ڪميڻي حرڪت سيني مسلمانن ۽ خاص طور تي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ علي عليہ السلام کي ايتري اذيت پهچائي جو ان واقعي جي اٺن سالن کان پوءِ مڪي جي فتح جي موقعي تي ان جي اها حرڪت وسري نہ سگهي ۽ ان جو نالو انهن ماڻهن جي فهرست ۾ شامل هيو جن جو قتل جائز قرار ڏنو ويو هيو. انهيءَ باوجود تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مڪي ۾ رتوڇاڻ کان پرهيز ڪرڻ جو عام حڪم ڏنو هيو ۽ ان حڪم تي سختي سان عمل ڪرايو ويو هيو. ليڪن ان ڪميڻي فطرت شخص جي باري ۾ اهو حڪم ڏنو هيو تہ جيڪڏهن اهو ڪعبت الله شريف جي غلاف ۾ بہ لڪل هجي، تہ بہ ان کي قتل ڪيو وڃي.

اهو بہ ڪو اتفاقي حادثو ڪونهي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ان حڪم جي تعميل علي عليہ السلام جي هٿان ٿي.

# باب ٽيون

## مديني جو دور

هاڻي مدني زندگي جي شروعات ٿي چڪي آهي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مسجد جو بنياد رکيو آهي ۽ ان جي پاسي ۾ خود پنهنجو گهر تعمير ڪيو آهي. ان گهر جي تعمير ڪرڻ پنن ۽ تارين ۽ اهڙي ٻئي سامان سان ڪئي وئي آهي.

ان ڪان پوءِ ڀائپي واري عهد (عهدِ مواخات) جي رسم ادا ڪئي وڃي ٿي. الله جي واٽ ۾ ٻن انسانن کي هڪ ٻئي جو ڀاءُ بڻايو وڃي ٿو. جعفر بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنهم کي ان جي غيرموجودگي ۾ حضرت معاذ بن جبل رضي الله تعاليٰ عنہ جو ڀاءُ بڻايو وڃي ٿو. ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ کي خارجہ بن زهير رضي الله تعاليٰ عنہ جو عمر بن خطاب رضي الله تعاليٰ عنہ کي عتبان بن مالڪ رضي الله تعاليٰ عنہ جو ۽ عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ کي اوس بن ثابت رضي الله تعاليٰ عنہ جو ڀاءُ قرار ڏنو ويو.

جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سيني ماڻهن کي هڪ ٻئي جو ڀاءُ بڻائي چڪا تہ پاڻ سڳورن فرمايو "منهنجو ڀاءُ هي علي (عليہ السلام) آهي." عهدِ مواخات جي لحاظ کان محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ علي عليہ السلام پاڻ ۾ ڀائر ٿي ويا.

اهڙي طرح هڪڙو ٻيرو وري سيني ماڻهن مان علي عليہ السلام محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان خصوصي قربت ۽ ٻڌي سان سرفراز ٿيا. علي عليہ السلام کي محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان هڪڙو ٻيو تعلق جو شرف عطا ڪيو ويو. علي عليہ السلام جي امڙ فاطمہ رضي الله تعاليٰ عنها بنت اسد بہ محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پرستار ۽ خدمت گذار آهي. علي عليہ السلام جا بابا ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا حامي ۽

مددگار ۽ ان جا محافظ هيا. محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم علي عليہ السلام جي گهر ۾ پلجي وڏا ٿيا ۽ علي عليہ السلام محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر ۾ پرورش پاتي. اهي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها سان گڏ تربيت وٺندا رهيا. رسول الله ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي امڙ خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها جي مهربان هنج ۾ پلجي وڏا ٿيا. اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا سوٽ بہ هيا ۽ مثالي طور انهن جا پٽيلا بہ هيا. هاڻي اهي علي عليہ السلام محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا پاءُ قرار ڏنا ويا.

مگر انهن سڀني ڳالهين جي باوجود اڃا هڪڙي منزل باقي آهي. سڀني کان اهم ۽ آخري منزل، جنهن کان پوءِ علي عليہ السلام ان ڪمال واري مقام تي پهچي ويندا. جيڪو قدرت واري جي طرف کان انهن لاءِ مقدر ٿي چڪو آهي ۽ جنهن جو محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زندگي مبارڪ ۽ اسلام جي سربلندي جي تاريخ سان گهڻو گهرو بنيادي ۽ خصوصي تعلق آهي.

## فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جي شادي

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ٻالڪپڻي ۾ جيڪو عهد ڪيو هو تہ اها پنهنجي والد سڳوري جو ساٿ نہ ڇڏيندي، ان تي پوري خلوص سان قائم آهي. اها والد سڳوري جي گهر ۾ اطمينان ۽ سڪون سان رهي ٿي پئي. هر شخص انهي ڳالهہ کان باخبر آهي تہ جڏهن کان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ عمر رضي الله تعاليٰ عنہ طرفان سڱ گهرڻ واري عرض کي مڪمل طور تي رد ڪري ڇڏيو آهي، سڀني اصحابن تي اها ڳالهہ پڌري ٿي وئي آهي تہ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي شادي هڪڙي خصوصي نوعيت جو معاملو آهي ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي نياڻي سان مشورو ڪرڻ کان سواءِ ان باري ۾ ڪو فيصلو ڪونہ ڪندا.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها علي عليہ السلام سان گڏ رهي پلجي وڏي ٿي آهي. انهن جي نظر ۾ علي عليہ السلام هڪڙي پياري پاءُ

۽ سندس والد سڳوري جي عاشق ۽ شمع رسالت جي پرواني جي حيثيت رکن ٿا. قدرت واري انهن ٻنهي جي تقدير کي ٻالڪپڻي واري زماني کان ئي هڪ ٻئي سان ڳنڍي ڇڏيو آهي ۽ اهو واسطو ۽ تعلق گهڻي خاص ۽ امتيازي نوعيت رکي ٿو. ٻنهي مان ڪنهن هڪڙي کي به جاهليت جي آلودگي ڪونہ ڇهيو آهي. ٻنهي جي عمر جو ابتدائي حصو اعلانِ نبوت (بعثت) واري طوفاني دور ۾ گذريو ۽ ٻئي وحي جي نور جي هنج ۾ پلجي وڏا ٿيا.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها علي عليہ السلام لاءِ ڪهڙا احساس ۽ جذبات رکي ٿي يا علي عليہ السلام جي شجاعت ۽ محبت سان ڀريل دل فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي ڪهڙي حيثيت سان ڏسي ٿي، ان متعلق سوچي تہ سگهجي ٿو مگر ان جي بيان ڪرڻ کان لفظ بيوس آهن. انهن ٻنهي جي احساسن کي لفظن جو جامو ڪيئن ٿو پهرائي سگهجي جن جي ترڪيب ۾ ايمان، عشق، احترام، واڪاڻ، ڀيڻ ڀاءُ وارو پيار، عقيدي جي شراڪت ۽ روحاني اتحاد جهڙا عنصر شامل آهن. انهن ٻنهي هڪٻئي سان گڏ ڏک ۽ تڪليفون سٺيون، گڏ مصيبتون برداشت ڪيون. انهن جو عقيدو ۽ انهن جي زندگي جو طور طريقو مشترڪ آهي. اهي زندگي جي واٽ تي هڪ ٻئي جا همسفر آهن. قدم بہ قدم، هر وقت انهن زندگي جو سفر گڏ طي ڪيو ۽ اهي ٻئي (علي و فاطمہ) رحمت ۽ هدايت جي هڪڙي ئي سرچشمي مان فيضياب ٿيا.

پوءِ علي عليہ السلام خاموش ڇو آهن. اهي عمر جون پنجويهہ منزلون طي ڪري چڪا آهن ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها بہ شادي لائق ٿي چڪيون آهن. منهنجي خيال ۾ علي عليہ السلام جي خاموشي جا سبب پڌرا آهن. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پاڻ کي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم لاءِ وقف ڪري ڇڏيو آهي ... اهي پنهنجي والد سڳوري سان ايتريون رائل مائل آهن جو ڪير ان کي انهن کان جدا نٿو ڪري سگهي. علي عليہ السلام جي لاءِ اهو ڪيئن ممڪن هوندو تہ اهو فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي ان گهر کان ڪنهن ٻئي گهر منتقل ڪرڻ جو بندوبست ڪري سگهي، اهي ان کي محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کان ڪيئن ٿا جدا ڪري سگهن. علي

عليہ السلام تہ خود انهي باري ۾ ايئن سوچيندا آهن جيئن فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها. انهن کي بہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت، دلداري ۽ آرام پهچائڻ جو ايترو فڪر آهي جيترو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نياڻي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي آهي. انهيءَ ڪري علي عليہ السلام رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي اهڙو عرض ڪرڻ کان ڪيٻائين ٿا، اهي ماٺ آهن.

اوچتو صورتحال بدلجڻ لڳي. عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر ۾ اچي چڪيون آهن. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي پوري زندگي ۾ پهريون ۽ آخري دفعو ڪنهن اهڙي ساٿياڻي جي چونڊ ڪئي آهي جيڪا جوان آهي ۽ ان جا جذبا ۽ احساس بہ جوان آهن.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي آهستي آهستي اهو احساس ٿي ويو تہ ان جي والد سڳوري جي جوان زال رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دل ۾ نہ سهي مگر ان جي گهر ۾ خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها ۽ خود فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي جاءِ حاصل ڪري رهي آهي. علي عليہ السلام کي بہ اهو احساس ٿي رهيو آهي تہ قدرت واري جيڪا گهڙي مقرر ڪئي هئي، اها اچي پهتي آهي. مگر علي عليہ السلام وٽ مال ۽ دنيا مان ڪجهہ بہ ڪونهي. اهو جوان جيڪو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر ۾ ننڍي کان وڏو ٿيو ۽ جنهن پنهنجي جواني جو سمورو عرصو پنهنجي دين ۽ عقيدي لاءِ جهاد ۾ گذاريو آهي، جنهن کي اها واندڪائي آهي ئي ڪونہ تہ اهو عقيدي ۽ ايمان کان هٽي ڪري ڪنهن ٻئي پاسي ڏسي، دنيا جي ڪم ڪار ڏانهن ڌيان ڏئي يا دنيا جي دولت مان ڪجهہ حاصل ڪري، ان جو ڪل سرمايو حياتِ محمد ۽ دينِ محمد جي لاءِ فداڪاري جو جذبو آهي، ان کان علاوه ان وٽ ڪو سرمايو ڪونهي. سرمائي جي ڪهڙي ڳالهہ ان وٽ تہ سر لڪائڻ لاءِ ڪو گهر بہ ڪونهي ۽ جڏهن گهر ڪونهي تہ گهر جو سامان سڙو ڪٿان هوندو.

ان جي باوجود هڪڙي ڏينهن علي عليہ السلام رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿين ٿا. انهن جي سامهون خاموشي سان ڪنڌ جهڪائي ويهي رهن ٿا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان جي ماٿ ۽ شرم جي حالت کي ڏسي سوال ڪن ٿا.

"اي ابوطالب جا ٻچڙا! توهان کي مون سان ڪو ڪم آهي؟"

علي عليہ السلام هڪڙي اهڙي لهجي ۾ جيڪو حيا، نرمي ۽ نماڻائي واري خوبيَ کي ظاهر ڪري رهيو هيو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نياڻي جي رشتي لاءِ عرض ڪيو.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اهو عرض ٻڌي هڪدم فرمايو "ڏاڍو سٺو الله پاڪ توهان تي ڪرم ڪري"

ٻئي ڏينهن اهي مسجد شريف ۾ علي عليہ السلام کان سوال ڪن ٿا.

"توهان وٽ ڪو مال و متاع آهي."

"نہ! اي الله جا رسول (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم)، ڪجهہ بہ ڪونهي."

"اها زرهہ جيڪا مون توهان کي جنگ بدر جي موقعي تي ڏني هئي، اها ڪاڏي وئي."

"اي الله جا رسول! اها مون وٽ آهي."

"اها کڻي اچو."

علي عليہ السلام ويا ۽ جلدي ۾ اها زرهہ کڻي اچي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ پيش ڪئي.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ اها وڪڻو ۽ ان مان جيڪا قيمت وصول ٿئي ان مان پنهنجي شادي لاءِ سامان خريد ڪريو.

حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ اها زرهہ 47 درهم ۾ خريد ڪئي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اصحابن کي گڏ ڪيو. شادي جي نڪاح جي تقريب منعقد ٿي. حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پاڻ نڪاح پڙهايو.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نياڻي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليہ جو نڪاح علي عليہ السلام سان ٿي ويو. ان کان پوءِ

حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم دعا فرمائي. "پالڻهار انهن کي صالح اولاد عطا ڪر." (هي اها ئي دعا آهي جيڪا حضرت ابراهيم عليہ السلام حضرت اسماعيل عليہ السلام سان گڏ ڪعبت الله شريف جي اڏاوت ڪرڻ وقت الله تعاليٰ کان گهري هئي) پوءِ ڪارڪون ورهايون ويون ۽ ايئن وهانءَ جي جشن جي تقريب پڄاڻي تي پهتي.

اسلام جي عظيم پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سڀ کان لاڏلي نياڻي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو مهر ڇا هيو. چار سو مثقال چاندي، سندس ڏاج کهڙو هيو. هڪڙو جنب، ڪاٺ جو هڪڙو پيالو ۽ هڪڙو اوني ڪمبل.

محرم ٻہ هجري جي شروع ۾ علي عليہ السلام مديني جي شهر کان ٻاهر مسجد قبا جي ويجهو هڪڙي گهر جو بندوبست ڪن ٿا ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي والد سڳوري جي گهر کان رخصت ٿي مڙس جي گهر منتقل ٿي وڃن ٿيون.

سيد الشهداء حمزه رضي الله تعاليٰ عنہ جيڪي مجاهدن جا اڳواڻ ۽ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا چاچا آهن، ٻہ اٺ ڪُهي مديني وارن لاءِ وليمي جي دعوت ڪئي.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ام المومنين حضرت ام سلميٰ رضي الله تعاليٰ عنها کي فرمايو تہ اها علي عليہ السلام جي گهر تائين ڪنوار سان گڏجي وڃي. ان کانپوءِ بلال رضي الله تعاليٰ عنہ سومهڻي (عشاء) جي بانگ ڏني. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم نماز ادا ڪرڻ کان پوءِ علي عليہ السلام جي گهر تشريف کڻي ويا. هڪڙي ٿان ۾ پاڻي گهريائون. قرآن شريف جي ڪجهہ آيتن جي تلاوت ڪيائون. پوءِ حڪم ڏنائون تہ گهوٽ ۽ ڪنوار ان پيالي مان پاڻي پيئن. ان کان پوءِ پاڻ سڳورن ان پاڻي سان وضو ڪيو ۽ انهن ٻنهي جي مٿان بہ اهو پاڻي ڇڻڪيو. پوءِ جڏهن پاڻ سڳورن واپس ٿيڻ جو ارادو ڪيو تہ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جذبات جي شدت کان مجبور ٿي روئڻ لڳيون. اهو پهريون موقعو هيو تہ اهي پنهنجي بابا سائين کان جدا ٿي رهيون هيون. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم نهايت شفقت ۽ محبت سان ان کي تسلي ڏني ۽ فرمايو:

”مون تنهنجو هٿ هڪڙي اهڙي شخص جي هٿ ۾ ڏنو آهي جيڪو ايمان جي اعتبار کان سڀني کان افضل آهي، جنهن جو علم سڀني جي علم کان گهڻو آهي. جنهن جو اخلاق سڀني ماڻهن جي اخلاق کان گهڻو مٿانهون آهي ۽ جنهن جو روح سمورن روحن کان پاڪيزه ۽ نرم آهي.“

## جهدِ حيات جو نئون دور

نڪاح ۽ رخصتي کان پوءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي جگر جي ٽڪڙي (بضعة الرسول) جي زندگي جي هڪڙي نئين دور جو آغاز ٿيو ليڪن تقدير انسانيت جي ان عظيم ترين هستي جي لاءِ ان نئين دور جي آغاز جي نشاني طور تي رنج ۽ مصيبت جا نوان تحفا فراهم ڪيا آهن.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جنهن جي زندگي بالڪل ٻالپڻ جي شرعات کان ئي تڪليفن ۽ مصيبتن جو شڪار رهي آهي، جيڪا پنهنجي پيءُ جي گهر ۾ بک، ڏک ۽ غربت جي ماحول ۾ پلجي جوان ٿي آهي، هاڻي علي عليہ السلام جي گهر ۾ منتقل ٿي ويون آهن، جنهن جو اثاثو دولتِ عشق و فقر کان سواءِ ٻيو ڪجهہ ڪونهي.

علي عليہ السلام جي گهر ۾ آزمائشي دور جو آغاز ٿي چڪو آهي. مگر هتي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پهريان کان وڌيڪ آزمائشي حالتن سان منهن ڏئي رهيون آهن. هتي بہ ان تي اهي سڀ ذميواريون آهن جن کي اها پنهنجي پيءُ جي گهر ۾ پورو ڪندي رهي آهي. مگر هاڻي اهي ذميواريون علي عليہ السلام جي حوالي سان آهن. علي عليہ السلام جيڪو فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي نظر ۾ ڪالهہ تائين پيءُ جي حيثيت رکندو هيو ۽ اڄ انهن جي زندگي جو ساٿي آهي. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي چڱي طرح خبر آهي تہ علي عليہ السلام جي زندگي هميشہ ان ئي بک ۽ ڏک ۾ گذرندي، انهيءَ ڪري جو انهن کي الله جي راهہ ۾ جهاد، حقوق الله ۽ حقوق العباد کان علاوه ٻي ڪنهن ڳالهہ جي باري ۾ سوچڻ جي مهلت ئي ڪونهي. اهي

ڪڏهن بہ اهڙي حالت ۾ گهر ڪونہ موٽيا آهن جو انهن جا هٿ خالي نہ هجن. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جون ذميواريون رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر جي مقابلي ۾ ڪجهہ زياده وڏي ويون آهن. هاڻي اهي علي عليہ السلام جي گهر ۾ آهن. هي ان جو پنهنجو گهر آهي. ان گهر جي سيني مسئلن جي اها سڌو سنئون ذميوار آهي. ان جي مڙس جي حالت اها آهي تہ ان جي غربت ان جي خوشقسمتي تي غالب آهي ۽ اهو حياتي جي اثاثي کان وڌيڪ حياتي جي مقصد جي باري ۾ فڪر ڪري ٿو.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پاڻ جنډ تي اٽو پيهن ٿيون. پاڻ ماني پچائين ٿيون. گهر جي اندر سڀ ڪم پنهنجن هٿن سان ڪن ٿيون. ڪيترائي دفعا ڏٺو ويو تہ پاڻ ٻاهران پاڻي ڀري آڻي رهيون آهن. علي عليہ السلام جيڪو فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي عظمت ۽ جلالت کان واقف آهي، جيڪو هميشہ ان کي احترام ۽ محبت جي نظر سان ڏسندو رهيو آهي، ان ڳالهہ کي محسوس ڪري ٿو تہ ٻالڪپڻي کان اڄ تائين فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جيڪي سختيون سٺيون آهن ۽ جيڪي مصيبتون برداشت ڪيون آهن انهن جي نتيجي ۾ اها گهڻي ڪمزور ۽ ڏٻري ٿي چڪي آهي. هاڻي پنهنجي گهر ۾ ان کي ايتري محنت ۽ مشقت ڪندي ڏسي ٿو تہ ان جي دل تڙپي وڃي ٿي.

هڪڙي ڏينهن علي عليہ السلام همدردي ۽ غمخواري جي لهجي ۾ چيو.

"زهرا! توهان ايتري محنت ۽ تڪليف ڪيو ٿا جو منهنجي دل تڙپي وڃي ٿي. الله سوين جي نتيجي ۾ مسلمانن کي گهڻا ٻانها ۽ ٻانهيون عطا ڪيون آهن. ڪنهن ڏينهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ وڃي انهن کي هڪڙي خادم ڏيڻ لاءِ عرض ڪيو."

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي والد سڳوري جي خدمت ۾ وڃن ٿيون.

"منهنجي پياري ٻچڙي، ڀلي آيو. توهان کي ڪهڙو ڪم آهي."

"بس، توهان سان ملڻ ۽ زيارت ڪرڻ لاءِ آئي آهيان."

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها اهو چئي واپس هليون ويون. واپس وڃي انهن علي عليہ السلام کي چيو "مون کي پنهنجي بابا کان ڪو سوال ڪندي شرم محسوس ٿئي ٿو." فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ۽ علي عليہ السلام وري رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ ان ڀيري علي عليہ السلام فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي پاران سوال ڪيو. مگر رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بنا هٻڪ جي ڪُتو جواب ڏنو. "نہ الله جو قسم تہ نہ! جنگي قيدين مان توهان کي هڪڙو ماڻهو بہ نٿو ڏئي سگهان. اهلِ صفہ بک جا ستايل آهن ۽ مون وٽ انهن کي ڏيڻ لاءِ ڪجھ بہ ڪونهي. مان انهن غلامن کي وڪڻي، ان مان جيڪا رقم ملندي اها اصحابِ صفہ جي کاڌ خوراڪ تي خرچ ڪندس."

علي عليہ السلام ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو جواب ٻڌي انهن جو شڪريو ادا ڪندي خالي هٿ موٽي اچن ٿا. رات ٿي وئي آهي ۽ ٻئي (زال مڙس) پنهنجي سامان سڙي کان خالي گهر ۾ آرام ڪرڻ لاءِ سمهي پيا آهن. مگر ٻنهي جا ذهن ان سوال جي باري ۾ سوچي رهيا آهن جيڪو اڄ انهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کان ڪيو. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بہ سڄو ڏينهن ان باري ۾ غور فرمائين ٿا تہ انهن پنهنجن محبوب ترين هستين جي سوال جو ڪهڙو جواب ڏنو.

اوچتو علي عليہ السلام جي گهر جو دروازو کلي ٿو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اندر اچن ٿا. رات نہ صرت اونداهي آهي بلڪ بي انتها ٿڌي بہ آهي. ايتري ٿڌي جو علي عليہ السلام ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ڌڪي رهيا آهن. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڏٺو تہ ٻنهي وٽ ٿڌ کان بچڻ لاءِ هڪڙو معمولي ڪپڙو آهي ۽ اهو بہ ايترو ننڍو جو جيڪڏهن ان سان پنهنجي مٿي کي ڍڪين تہ پير ظاهر ٿي وڃن ٿا ۽ جيڪڏهن پيرن کي ڍڪين تہ مٿا کلي وڃن ٿا.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو:

"پنهنجي جاءِ تان اٿڻ جي تڪليف نہ ڪيو."

پوءِ پاڻ سڳورن فرمايو:

"ڇا توهان کي اهو پسند ڪونهي تہ مان توهان کي هڪڙي اهڙي شي عطا ڪريان جيڪا ان شي کان هزار دفعا بهتر آهي جنهن جي لاءِ توهان مون کان سوال ڪيو هيو."

بِئي نهايت شوق واري لهجي ۾ معلوم ڪن ٿا تہ اي الله جا رسول اها ڪهڙي شي آهي.

"هي اُهي لفظ آهن جيڪي جبرائيل عليہ السلام خاص طور تي مون کي سيکاريا آهن. هر نماز کان پوءِ ڏهہ ڀيرا سبحان الله، ڏهہ ڀيرا الحمد لله ۽ ڏهہ ڀيرا الله اڪبر پڙهندا ڪريو ۽ جڏهن پنهنجي بستري تي سمهڻ لاءِ ليٽو تہ 34 ڀيرا تڪبير(الله اڪبر)، 33 ڀيرا الحمد لله ۽ 33 ڀيرا قل هو الله جي تسبيح پڙهندا ڪيو."

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها هڪڙو ڀيرو وري اهو سبق حاصل ڪيو هڪڙو ڀيرو وري هڪڙي نرم ڏک سان جيڪو ان جي روح جي اندر لهي ويو اهو سمجهي ورتو تہ "اهي فاطمہ آهن."

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ان سبق کان چڱي طرح واقف آهن. انهن کي ٻالڪپڻي کان ئي انهي حقيقت جو احساس آهي، مگر اها اهڙي زبردست حقيقت آهي جنهن کي وري وري ۽ لاڳيتو ياد ڏيارڻ ضروري آهي. هي اهو سبق آهي جنهن جو تعلق علم ۽ ڏاهپ سان ڪونهي، بلڪ اهو پنهنجي زندگي کي سنوارڻ (ڪجهہ ٿيڻ) جو درس آهي. اهو "فاطمہ ٿيڻ" جو سبق آهي ۽ اها آسان ڳالهہ ڪونهي. هي اها امانت آهي جنهن جي لاءِ حد کان وڌيڪ بلندين تائين سفر ڪرڻو پوندو. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي علي عليہ السلام سان گڏ وِک سان وِک ملائي ان بلندي ڏانهن سفر ڪرڻو پوندو. علي عليہ السلام جي عظمت ۽ ان جي آزمائش ۾ شريڪ ٿيڻو پوندو. آزادي ۽ جهاد جي تاريخ ۾، انسانيت جي تاريخ ۾ علي عليہ السلام جي ذميواري گهڻي عظيم ۽ وڏي صبر آزما آهي ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ان ذميواري ۾ علي عليہ السلام جي شريڪ ۽ ڀائيوار آهن. هي ان نوري زنجير جي وچواري ڪڙي آهن جيڪا ابراهيم عليہ السلام کان محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تائين واري سلسلي ذريعي حسين عليہ السلام ۽ ان جي اولاد مان ٿيڻ وارن امامن سڳورن سان ڳنڍيل آهي. اهي

بدلو وٺڻ واري امام (امامِ منتقم) تائين انسانيت جي تاريخ کي هڪڙي لڙي ۾ پوئڻ جو ذريعو آهن. اهي نبوت ۽ امامت جي لاڳاپي ۽ ڳانڍاپي جو واسطو آهن.

اهو هيو فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو مرتبو ۽ مقام ۽ انهن بلند مقامن جي اعتبار کان ان جون ذميواريون بہ گهٽيون عظيم هيون. مگر انهن سيني مرتبن ۽ درجن سان گڏ سيني کان وڏي حقيقت، حيرت انگيز ۽ تعجب خيز قدرن (اقدار) جي آئينہ دار حقيقت اها آهي تہ فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جي "فاطمہ" هجڻ جي ڳالهہ ايتري وڏي ۽ اهم آهي جيڪا رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي انهي ڳالهہ تي مجبور ڪري ٿي تہ پنهنجي ان "خاص شاگرديائي ۽ غيرمعمولي اصحابڻ" جي تعليم ۽ تربيت جي باري ۾ سختي وارو رويو اختيار ڪن. آرام ۽ سڪون جي هڪڙي گهڙي بہ ان جو مقدر نٿي ٿي سگهي. انهيءَ ڪري جو اهڙا لمحا ان جي شخصي تعمير، فاطمہ جي "فاطمہ" بڻجڻ جي راهہ ۾ رڪاوٽ هوندا آهن. هي اهو وڻ آهي جنهن جي لاءِ ڏک ۽ محرومي پاڻي ۽ پاڻ جي حيثيت رکن ٿا. اهو وڻ وحي جي نور جي پاڇي ۾ وڏي وڏو ٿيندو آهي ۽ ان ۾ آزادي ۽ عدالت جا ميوا ايندا آهن. ان جي هستي ان پاڪ وڻ (شجر طيبہ) جي مثال آهي جنهن جي هر ٽاري انهي ڳالهہ واري ڪم تي مقرر ٿيل آهي جو يوناني ديوتا پروميٿيئس (Promethean) وانگر آسمان مان خدائي باهہ کي ڪٽي اچي اها زمين جي رهندڙن کي پهچائين ٿيون. ان نسل جو هر فرد "اطلس حقيقي" وانگر زمين جو بار پنهنجن ڪلهن تي کنيون پيو آهي.

اهوئي سبب آهي تہ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي مسلسل نگهباني ۽ تربيت جي ضروت آهي جيئن وڻ کي هميشہ روشني، هوا ۽ خوراڪ جي ضرورت هوندي آهي ۽ اها ضرورت ڪڏهن بہ ختم ڪونهي ٿيندي. اهڙي طرح فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي منصب جي تقاضا هڪڙي مسلسل ۽ ڪڏهن ختم نہ ٿيڻ واري تربيت آهي.

پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي نياڻِي ۽ نياڻي کي بجاءِ خدمت گار ڏيڻ جي "لفظ" تعليم فرمايا. پوري دنيا ۾ اهوئي هڪڙو عجيب ۽ غريب جوڙو آهي جيڪو انهي ڳالهہ جو شعور رکي ٿو تہ "لفظ"

زندگي لاءِ ڪهڙي اهميت رکن ٿا. اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان "لفظ" عطا ڪرڻ تي خوش آهن. ان کي پنهنجي خوشقسمتي سمجهن ٿا. اهي لفظ ئي انهن لاءِ ماني ۽ پاڻي آهي ۽ انهن جي ئي سهاري تي اهي پنهنجي زندگي گذارين ٿا. انهن "لفظن" انهن جي روح کي ڏاول ڪري ڇڏيو آهي. انهن لفظن جو مثال هڪڙي اهڙي نور ۽ رحمت واري برسات وانگر آهي جيڪا مسلسل وسي رهي آهي ۽ صرف اهي ئي بہ عظيم هستيون، انسانيت جا اهي بہ بلند ترين نمونا ۽ ہوتا آهن جيڪي پنهنجي اڄ ۽ بک کي ان سان ختم ڪرڻ جا اهل ۽ حقدار آهن. اهي ان نور ۽ رحمت جي برسات کي پنهنجي رت ۽ ست ۾ جذب ڪري رهيا آهن، انهن جي ماني ۽ پاڻي اها برسات آهي. ان رات جي خاموشي ۾ محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اوچتي پڪار انهن جي لاءِ زندگي بخشيندڙ ۽ رحمت جي حيثيت رکندي هئي جڻ اهو آواز ڇئي رهيو هجي:

بانگ آيم من بگوش تشنگان
همچو ياران مي رسم از آسمان
برچه اي عاشق بر آور اضطراب
بانگ آب و تشنه و آنگاهه خواب.

پوري روءِ زمين تي انهن ٻنهي هستين کان وڌيڪ اڃايل ۽ عاشق ٻي ڪهڙي شخصيت آهي. اها ڳالهہ اجائي ڪونهي تہ علي عليہ السلام جيڪي مردِ جهاد ۽ عمل آهن ۽ جن جي زندگي مسلسل جهاد واري جدوجهد ۽ عمل سان پري پئي آهي ۽ جنهن جي لاءِ ذڪر ۽ ورد وضيفا رڳو رسم ۽ عادت يا زباني جمع خرچ ڪونہ آهن. ان واقعي جي پنجويهن سالن ڪانپوءِ اعلان ڪن ٿا:

"الله جو قسم جنهن ڏينهن کان مون کي انهن "لفظن" جي تعليم ڏني وئي آهي اڄ تائين مون ڪڏهن بہ انهن جو ورد ترڪ ڪونہ ڪيو آهي."

ماڻهن حيرت ۽ تعجب مان پڇيو تہ ڇا صفين واري خوني رات ۾ بہ علي عليہ السلام وڏي اطمينان ۽ اعتماد سان چيو. "ها، صفين واري ان آزمائشي خطرناڪ رات ۾ بہ مان ان وضيفي کان غافل ڪونہ رهيس ۽

فاطمہ (سلام الله تعاليٰ عليها) بہ سموري زندگي ان سبق کي ياد رکيو. اهي لفظ ان جي زندگي ٻڌجي ويا. انهن لفظن سان ان جو تعلق ايترو گھرو ۽ همهگير آهي جو اهي تسبيحات ان جي نالي سان منسوب آهن، يعني 'تسبيح فاطمہ'."

هي اهي آسماني لفظ آهن جيڪي خدمتگارن جي بجاءِ زندگي جي ڪمن ڪارين ۾ انهن جي مدد ڪندا آهن ۽ هي اهي لفظ آهن جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم "ڪنوار جي خرچي" طور پنهنجي نياڻي کي عطا ڪيا هيا.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پاڻ انهن جي گھر تشريف کڻي آيا ۽ انهن جي اچڻ جو مقصد رڳو اهي لفظ تعليم فرمائڻ هيا. انهن اهي لفظ عطا ڪيا ۽ واپس هليا ويا.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها سان جيتري محبت ڪندا هيا ايترو انهن جي تربيت ۾ سختي کان ڪم وٺندا هيا. انهن اهو رويو سنتِ الاهي مان ورتو هيو. قرآن شريف جي تلاوت ڪرڻ سان اندازو ٿئي ٿو تہ ڪنهن بہ نبي سڳوري سان تنبيهہ ۽ تنقيد ڪرڻ ۾ ايتري سختي ڪونہ ڪئي وئي آهي جيتري سختي اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان روا رکي وئي. ان جو سبب اهو آهي تہ ٻيو ڪوبہ نبي سڳورو الله وٽ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم وانگر محبوب ۽ پسنديده ڪونهي ۽ نہ ڪنهن ٻئي نبي سڳوري کي خلق خدا جي هدايت جي ايتري عظيم ۽ همهگير ذميواري عائد ڪئي وئي آهي.

هڪڙي ڏينهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم معمول مطابق فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي گھر تشريف کڻي آيا. اوچتو سندن نظر دروازي تي لٽڪيل پردي تي پئجي وئي، پردو برٺ پريل تصويرن وارو هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا پرون ڪاوڙ جي حالت ۾ ايا ٿي ويا. پاڻ سڳورن زبان سان ڪجهہ ڪونہ چيو مگر هڪدم واپس هليا ويا. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي بابا سائين جي اک ۽ پرون جي اشاري کي چڱي طرح سمجهنديون هيون، انهن اهو محسوس ڪري ورتو تہ رسول الله صلي الله

تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي کهڙي ڳالھہ اٿوٽندڙ لڳي آهي. انهن کي اهو بہ معلوم هيو تہ ان ناراضگي جو ازالو ڪهڙي طرح ڪري سگهجي ٿو. انهن هڪدم دروازي تان پردو لاٿو تہ جيئن اهو وڪڻي ڇڏجي ۽ ان مان ملندڙ قيمت جي رقم مديني جي ضرورتمندن ۾ خيرات ڪري ڇڏين.

آخر فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها سان ايترو سخت ۽ محتاط رويو ڇو آهي؟ زينب رضي الله تعاليٰ عنها پنهنجي مڙس ابوالعاص جي گهر ۾ عيش عشرت جي زندگي گذاري رهي آهي. ٻيون ڀينر رقيہ رضي الله تعاليٰ عنها ۽ ام ڪلثوم رضي الله تعاليٰ عنها بہ هميشہ عيش عشرت جي زندگي گذاريندڙيون رهيون. پهريان ابولهب جي پٽن جي گهر ۾، ان کان پوءِ انهن ٻنهي جي هڪ ٻئي پٺيان عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ سان شادي ٿي، جنهن جو تعلق امير طبقي سان هيو. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ڪڏهن ڪونہ ٻڌو تہ انهن جي والد سڳوري ان جي ڀيڻن جي، جيڪي ان کان عمر ۾ گهٽيون وڏيون هيون، ڪڏهن دولت ۽ شاهوڪاري يا هار سينگار جي ڪري تنبيهہ ڪئي هجي.

ليڪن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو لب و لهجو ۽ انهن جو عملي طريقو فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي باري ۾ مختلف آهي. ان مان ظاهر آهي تہ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نظر ۾ ٻين نياڻين کان ڪيتري مختلف ۽ ممتاز حيثيت رکن ٿيون.

"فاطمہ سرگرم عمل رهو. الله جي راهہ ۾ مسلسل ڪوشش ڪيو ڇو تہ قيامت جي ڏينهن توهان جي مدد ڪرڻ کان بيوس آهيان."

ڪجھہ غور ڪيو تہ اسلام جي اها تعليم اسلام جي ان تصور کان ڪيتري مختلف آهي جنهن ۾ اها دعوا ڪئي ويجي ٿي تہ حسين عليہ السلام جي نالي تي وهايل هڪڙو لڙڪ دوزخ جي باهہ کي وسائي ڇڏي ٿو. جيڪڏهن ڪنهن شخص جا گناهہ سمنڊ جي پاڻي جي ڦڙن، رڻ پٽ جي واري جي ذرڙن ۽ آسمان جي تارن کان بہ وڌيڪ هجن تہ بہ ان کي بخشيو ويندو. يا اهو تہ علي عليہ السلام سان محبت ان ماڻهوءَ جي گناهن کي قيامت جي ڏينهن نيڪين ۾ بدلائي ڇڏيندي (انهي لحاظ کان اهو شخص بي عقل آهي جيڪو هن دنيا ۾ گناهہ نٿو ڪري، ڇو تہ

قيامت ۾ ان وٽ اهڙي ڪا شي يا ڳالهہ ڪونہ هوندي جنهن کي نيڪين ۾ تبديل ڪري سگهجي.) انهن سيني ڳالهين کان وڌيڪ ڪِل جهڙي اها دعوا آهي تہ بقول خدا ”علي جودوست جنت ۾ ويندو توڙي اهو منهنجو نافرمان هجي ۽ علي جي دشمن جو ٺڪاڻو جهنم آهي توڙي اهو منهنجو اطاعت گذار هجي.“

## شفاعت

قيامت ۾ احتساب ۽ سزا جا ٻہ مختلف ادارا ڪونهن. عدالت الاهي ۽ عدالت علوي جو الڳ الڳ وجود ڪونهي. حساب جي تارازي (ميزانِ حساب) هڪڙي ئي آهي، ان لاءِ الله تعاليٰ ۽ علي عليہ السلام جي وچ ۾ ڪو اختلاف نٿو ٿي سگهي. معاملو سخت نازڪ ۽ اهڙن مڙني غلط تصورن کان بلند آهي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم قيامت جي ڏينهن، عمل جي حساب جي وقت پنهنجي سيني کان پياري نياڻي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي ڪا مدد نٿا ڪري سگهن. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي عزت، وقار ۽ شرف خود انهن جي عمل تي منحصر آهي. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو رسول جي نياڻي هجڻ قيامت ۾ ان جي ڪنهن ڪم نہ اچي سگهندو. البت اهو رشتو اهو پاڪيزه ۽ مقدس رشتو دنيا ۾ ان جي ڪم اچي سگهي ٿو ۽ اهو اهڙي طرح تہ اها پاڻ کي ان منصب جي اهل بڻائي. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو ”فاطمہ“ بڻجڻ خود ان جي پنهنجي عمل تي منحصر آهي. انهن جو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نياڻي هجڻ انهن جي عمل جي لاءِ معيار ۽ ماحول فراهم ڪري ٿو. شفاعت جو اصل ۾ اهو مفهوم آهي. شفاعت جو مطلب امتحان ۾ ناجائز ذريعن سان ڪنهن جي مدد ڪرڻ ڪونهي. نہ وري شفاعت جو مفهوم پارٽي بازي، اقرباپروري، يا پاڻ نوازڻ آهي جو ان جي گهرجن کي پورو ڪرڻ لاءِ عدل الاهي جي گهرجن کان انڪار ڪري سگهجي. اهو ڪيئن ممڪن آهي تہ عدل الاهي جي گهرجن کي رد ڪري ڪنهن

جي اعمال نامي کي بدلائي سگهجي يا ڪنهن کي ڪنهن چور دروازي مان بهشت ۾ داخل ڪري سگهجي.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کان وڌيڪ ان حقيقت کي ڪير سمجهي سگهي ٿو. انهن کي اها حقيقت خود رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تعليم فرمائي ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم نہ صرف انهن کي بلڪ هر شخص کي ان حقيقت کان آگاهہ ڪيو. شفاعت جو اهو تصور جيڪو حساب ڪتاب ۽ ذميواري جي ان شعور کي ٺي درهم برهم ڪري ڇڏي جيڪو مذهب جو جوهر ۽ بنياد آهي, اصل ۾ جاهليت واري دور ۽ بت پرستي واري طرز فڪر جو عڪس آهي. مشرڪ بتن کي خدا وٽ پنهنجو شفيع (شفاء عندالله) سمجهندا هيا. اهي هرطرح جا گناهہ ۽ برائي جا ڪم ڪندا هيا ليڪن لات, عزيٰ ۽ منات جهڙن وڏن بتن ۽ ٻين ننڍين مورتين جي سامهون قرباني پيش ڪري ۽ انهن جي تعريف, واکاڻ ۽ خوشامد ڪري اهي انهن کان پنهنجي لاءِ شفاعت جي طلب ڪندا هيا. اهڙي طرح انهن جو خيال هيو تہ اهي بت انهن جا گناهہ بخشرائي ڇڏيندا. انهن جا شفيع بڻجي ويندا.

مان نہ صرف رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شفيع هجڻ جو قائل آهيان, بلڪ مان امامن ۽ معصوم جي شفاعت, ايستائين جو صالحن ۽ مجاهد بزرگن جي شفاعت ۾ بہ اعتقاد رکان ٿو مگر توهان منهنجي ڳالهہ کي غور سان سمجهڻ جي ڪوشش ڪيو. منهنجو ايمان آهي تہ حسين عليہ السلام جي تربت جي پاڪ مٽي بہ گنهگارن جي بخشش جو سبب ٿي سگهي ٿي, مگر اهو ايئن تہ انسان ان پاڪ مٽي جي زيارت ان انداز ۾ ڪري تہ ان جي روح ۽ ان جي فڪر ۾ هڪڙي تبديلي ۽ انقلاب برپا ٿي سگهي. اهو ماڻهو حسين عليہ السلام جهڙي مثالي انسان ۽ ان جي فڪروايمان جي معيار تي غور ڪري ۽ ان حوالي سان پنهنجي شخصيت جي اصلاح ۽ تعمير ڪري, اهڙي طرح انسان جي پوري شخصيت بدلجي وڃي ٿي. ان جي باطن ۾ هڪڙو انقلاب رونما ٿي وڃي ٿو. امام حسين عليہ السلام سان انسان جو تعلق ان کي هرطرح جي ڪمزوري, خوف, لالچ ۽ هوس, بت پرستي, شخصيت

پرستي، دولت ۽ طاقت پرستي کان ڇوٽڪارو ڏياري ٿو. ان کي دين جي حقيقي معرفت عطا ڪري ٿو. انساني فضيلت جي تصور سان روشناس ڪرائي ٿو. ان کي هڪڙو اهڙو فلسفہ حيات عطا ڪري ٿو جنهن جو روح جهاد، صبر ۽ اخلاص آهي.

اهو تعلق انسان کي بلند قدرن (اقدار) سان متعارف ڪرائي ٿو. ان ۾ انسانيت جي حقيقي روح کي سجاڳ ڪري ٿو. انسان جي طبيعت ۾ ارادي ۽ عادت جون اهي ڪمزوريون جيڪي برائي ۽ گناهہ جو بنياد آهن، انهن کي پاڙ کان اکاڙي ڦٽي ڪري ٿو. امام حسين عليہ السلام جي ياد ۽ ان سان تعلق انسان، کي صحيح معنيٰ ۾ انسان بڻائي ڇڏي ٿو. هڪڙو مڪمل ۽ برگزيده انسان. اهو ان صورت ۾ ٿيندو آهي جڏهن ان انسان جي ماهيت ئي تبديل ٿي ويندي آهي، ان جي دل ۽ روح ۾ انقلاب برپا ٿي ويندو آهي. اهو باطني طور تي هڪڙو نئون انسان بڻجي ويندو آهي. ان جو فطري نتيجو اهو نڪرندو آهي تہ انسان جون اهي خطائون ۽ گناهہ جن جو اهو ماضي ۾ ارتڪاب ڪري چڪو آهي، محض ماضي جو قصو بڻجي ويندا آهن. ان جو حال ۽ مستقبل انهن غلطين کان پاڪ ٿي ويندو آهي. اهو جيئن ماضي ۾ هيو هاڻي اهڙو ڪونهي، هاڻي اهو هڪڙو بيو ۽ نئون انسان آهي. مطلب شفاعت انسان ۾ تبديلي جي عمل جو انداز آهي. اهو انسان جي قلب ماهيت جو نالو آهي.

حُر رضي الله تعاليٰ عنہ جيڪو جهادِ ڪربلا جو هڪڙو هيرو آهي. امام حسين عليہ السلام جي شفاعت جي سبب ظلم ۽ ضلالت جي حاڪم جي غلامي جي دوزخ مان آزاد ٿي رڳو ڪجهہ قدمن جي سفر سان انسانيت، آزادي ۽ حقيقت جي بلند ترين چوٽين تائين پهچي وڃي ٿو.

اهڙي طرح فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شفاعت جي ذريعي "فاطمہ" بڻجي سگهيون. اسلام ۾ شفاعت اهو رستو آهي جنهن تي هلي انسان پاڻ کي ڇوٽڪاري جو اهل بڻائي سگهي ٿو. اهو ڇوٽڪاري جي اميدافزا ڪمائي جو محرڪ آهي، باقي غيرمناسب ڇوٽڪاري جو وسيلو ڪونهي. يعني اهو انهن ماڻهن لاءِ جيڪي پاڻ کي ڇوٽڪاري جو اهل نٿا بڻائي سگهن، نجات جو وسيلو ڪونهي. اهو انسان جو پنهنجو ڪم

آهي تہ اهو شفيع جي شفاعت مان فيض حاصل ڪري، ان جي ذريعي پنهنجي اصلاح ڪري، خود پنهنجو پاڻ کي چوتڪاري لاءِ شائستو بڻائي يعني پنهنجي فطرت کي اهڙي طرح بدلائي جو ان جي لڪيل تقدير ۾ تبديلي واقع ٿي سگهي. بيشڪ انسان پنهنجي تقدير پنهنجي عمل سان ٺاهيندو آهي. اهو شفاعت ڪرڻ واري (شفيع) کان سٺي عمل جو معيار ۽ قدر (اقدار) حاصل ڪندو آهي. شفيع فرد کي پاڻمرادو ڪجهہ عطا ڪونهي ڪندو. ان جي برخلاف فرد کي خود شفيع کان فيض حاصل ڪرڻو پوندو آهي. ڪوئي اهڙو شخص جيڪو گناهگار هجي، جيڪو سٺن عملن جي حوالي سان. بي وقعت هجي، اهو ڪنهن بہ ترڪيب سان، ڪنهن جي بہ مدد سان قيامت جي ڏينهن پلصراط تان لنگهي ڪونہ سگهندو. جيستائين ڪوبہ هن دنيا ۾ جيڪو ڪوشش ۽ عمل جو ميدان آهي ۽ جيڪو چڱائي ۽ مٺائي (خيرو شر) جي لڙائي جو ميدان آهي، پلصراط تان لنگهڻ جو فن نہ سکيو هجي تہ ان پل کي پار نٿو ڪري سگهي. شفيع ان فن کي سيکارڻ وارو آهي، اهو چوتڪاري جي واٽ جو اوستاد آهي. ان کي ڏُر نہ سمجهڻ گهرجي. اهو خيانت ڪرڻ ۽ گناهہ ڪرڻ وارن جو ساٿي ۽ شريڪ ڪونهي. حسين عليہ السلام انسانيت جا شفيع آهن، ان معنيٰ ۾ تہ انهن سان عشق ۽ ايمان جو تعلق .... ان جي ياد ۽ ان جو ذڪر انسان کي مجاهد بڻائي ٿو. هڪڙو اهڙو مجاهد جيڪو انهن جي نقش قدم تي هلي جهل ۽ ظلم جي خلاف جهاد ڪري ٿو ڏاڍ ۽ تشدد جي خلاف سرگرم عمل هوندو آهي. بي صورت ۾ جيڪڏهن انسان پاڻ کي جهالت جي راهن ۾ گم ڪري ڇڏي ۽ زندگي جي عارضي ۽ ظاهري لذتن ۾ ڦاسي جهاد جي فرض کان غافل ٿي وڃي تہ پوءِ امام حسين عليہ السلام جي ياد ۾ ان جو روج راڙو (گريہ) ان جي ڪنهن ڪم ڪونہ ايندو. عزاداري جا لڙڪ (اشڪ عزا) ڪوئي اهڙو ڪيميائي يا تيزابي اثر ڪونہ ٿا رکن جيڪي غفلت ۾ ڦاٿل انسان جي گناهن کي ڌوئي ڇڏين. ان مان انسان کي ڪو فائدو نٿو ٿي سگهي جيستائين ان جي شعور ۽ وجدان تي اثر نہ پئي. جڏهن انسان جو شعور حسين عليہ السلام جي غم (غمِ حسين) کان متاثر ٿيندو تہ ان جي فطرت بہ بدلجي ويندي ۽ تقدير بہ تبديل ٿي ويندي

"فاطمہ عمل جي راھہ ۾ ڪوشش ڪر، ڇوتہ مان قيامت جي ڏينھن (بنا عمل جي) توھان جي ڪم اچي ڪونہ سگھندس." فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جو مثال محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جھڙو ئي آهي، الله جي عدالتي نظام ۾ اسلامي قانون کان محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بہ آجا (مستثنيٰ) ڪونہ آھن .... اهي بہ ذميواري ۾ جوابداري جي حد جا پابند آھن، بلڪ انھن جي ذميواري سيني کان وڌيڪ سنگين آھي. انھن کي ھرڳالھہ ۾ ھرقدم جي لاءِ جواب ڏيڻو آھي. پنھنجي معمولي کان معمولي قول ۾ فعل جو حساب پيش ڪرڻو آهي. اها ئي صورتحال فاطمہ الزھرا سلام الله تعاليٰ عليها سان آھي.

ھڪڙي دفعي ھڪڙي قريشي عورت جيڪا اسلام قبول ڪري چڪي ھئي، چوري جو ڏوھہ ڪيو. جڏھن اھو معاملو پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تائين پھتو تہ پاڻ سڳورن فرمايو تہ ان جا ھٿ ڪپيو. گھڻن ماڻھن جون دليون ان عورت لاءِ ڏکويل ھيون. قريش عربن جو سيني کان وڌيڪ معزز ۾ دولتمند قبيلو ھيو. ان قبيلي جي ڪنھن عورت تي حد جاري ٿيڻ، چوري جي ڏوھہ ۾ ان جا ھٿ ڪپجڻ، سموري قبيلي جي لاءِ بي عزتي واري ڳالھہ ھئي. اھو ڪارنھن جو اھڙو ٽڪو ھيو جنھن جو داغ ڪڏھن بہ متائي سگھجڻ جھڙو ڪونہ ھيو. ماڻھن گھريو تہ فاطمہ الزھرا سلام الله تعاليٰ عليها ان باري ۾ مداخلت ڪن، خدا جي حڪم جي خلاف ان عورت جي سفارش ڪن. انھن صاف انڪار ڪري ڇڏيو. پوءِ ماڻھو اسامہ رضي الله تعاليٰ عنہ وٽ ويا. اسامہ رضي الله تعاليٰ عنہ حضرت زيد رضي الله تعاليٰ عنہ جو پٽ ھيو جنھن کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پٽيلو بڻايو ھيو. حضرت زيد رضي الله تعاليٰ عنہ ۾ ان جي پٽ اسامہ رضہ کي حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم گھڻو پيائيندا ھيا ۽ پاڻ سڳورن کي انھن سان محبت ۾ شفقت جو خصوصي تعلق ھيو. اسامہ رضي الله تعاليٰ عنہ سان حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي محبت ۾ شفقت تاريخ ۾ ھڪڙي ڄاتل سڃاتل حقيقت آھي. اھڙي طرح اسان ان ڳالھہ کان بہ چڱي طرح واقف آھيون تہ اسامہ رضي الله تعاليٰ عنہ .... ۾ ان جو پيءُ زيد رضي الله تعاليٰ عنہ جيڪو پھريان حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنھا جو غلام

هيو ۽ پوءِ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي غلامي ۾ اچي ويو هيو. پنهنجي جانثاري ۽ وفاداري جي اعتبار کان مشهور ۽ ممتاز هيا. ان پس منظر پٽاندڙ اسامہ رضي الله تعاليٰ عنہ قريش جي پاران ۽ خود پنهنجي طرفان پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ ان قريش عورت جي گناهہ کي نظرانداز فرمائين. اسامہ رضي الله تعاليٰ عنہ هڪڙي ڏوهي عورت جي سفارش ڪئي ليڪن حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم نهايت ڪَري ۽ تنبيهہ ڪرڻ واري لهجي ۾ فرمايو:

"اسامہ مون کي ان باري ۾ هڪڙو اکر بہ نہ چئو. جيستائين قانون منهنجي هٿ ۾ آهي ڪنهن جي لاءِ بہ ان قانون کان فرار ممڪن ڪونهي. جيڪڏهن ان عورت جي جاءِ تي منهنجي نياڻي فاطمہ بہ هجي ها تہ ان کي بہ معاف نہ ڪيو وڃي ها."

آخر ڇو حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجن سيني مٽ مائٽن مان صرف پنهنجي نياڻي جو ذڪر ڪيو ۽ ان ۾ بہ خصوصيت سان فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو نالو ورتو. انهن سوالن جو جواب ڇٽو آهي ۽ بلڪل واضح ۽ روشن آهي.

جڏهن حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم دعوتِ ذوالعشيره ۾ خطاب فرمايو تہ ان وقت بہ پنهنجن سيني مائٽن، پنهنجن سيني خاندان وارن، پنهنجي سيني نياڻين مان پاڻ سڳورن خاص طور تي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي چونڊ ڪئي. حالانڪ اها سيني ۾ ننڍي هئي. اها اسلام جي دعوتِ عظيم جي خصوصي مخاطب قرار پايون.

حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي واضح حديث جي مطابق فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پوري دنيا جي عورتن مان جن چئن عورتن کي ممتاز ڪيو ويو انهن مان هڪ آهن. سموري انساني تاريخ ۾ سيني کان معزز ۽ چونڊيل عورتون چار آهن. مريم رضي الله تعاليٰ عنها، آسيہ رضي الله تعاليٰ عنها، خديجہ رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها. ان فهرست ۾ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو نالو سيني کان آخر ۾ آهي. ڇو؟ ايئن ڇو آهي تہ اهو نالو سيني کان آخر ۾ ورتو ويو.

حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خود تمام موجودات جي ڪمال جي آخري حد آهن. اهي اولين ۽ آخرين ۾ تاريخ جي مڙني دورن ۾ انسانيت جي ڪمال جي آخري منزل آهن ۽ ان سان گڏ اهي نبين سڳورن جي سلسلي جي آخري ڪڙي آهن. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها بہ دنيا جي مثالي عورتن ۾ سيني کان آخري ۽ سيني کان افضل نمونو آهن.

❊ مريم رضي الله تعاليٰ عنها جو سمورو قدر ۽ قيمت عيسيٰ عليہ السلام جي حوالي سان آهي. اها ان جي امڙ ۽ ان جي پرورش ڪندڙ آهي.

❊ آسيہ رضي الله تعاليٰ عنها فرعون جي زال هئي. ان جو سمورو قدر ۽ قيمت موسيٰ عليہ السلام جي حوالي سان آهي. ڇو تہ ان موسيٰ عليہ السلام کي نپايو ۽ ان جي مدد ڪئي.

❊ حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها جي عظمت ٻن حوالن سان آهي. اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جون گهر واريون آهن. انهن حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان ڏکن ۾ ساٿ ڏنو ۽ اهي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جون امڙ آهن. انهن فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي پرورش ڪئي.

❊ باقي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو حوالو ڪهڙو آهي؟ ان جو قدر ۽ قيمت ڪهڙي نسبت سان مقرر ٿين ٿا. عقل حيران آهي تہ ڇا چوي.

اها عظمت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها جي نسبت سان آهي؟ محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نسبت سان آهي؟ علي عليہ السلام جي نسبت سان آهي؟ حسين عليہ السلام جي نسبت سان آهي؟ زينب بنت علي عليہ السلام جي نسبت سان آهي؟ يا خود ان جي پنهنجي نسبت آهي!

علي عليہ السلام ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها هاڻي شهر کان ٻاهر هڪڙي اهڙي گهر ۾ رهن ٿا جيڪو شهري زندگي جي رونقن کان پري قبا جي ڳوٺڙي ۾ واقع آهي. اهو مقام مديني کان 8 ڪلوميٽر

پري ڏکڻ طرف آهي. اتي ئي اها مسجد آهي جنهن کي مسجد قبا سڏيندا آهن. علي عليہ السلام ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ جو گهر ان مسجد سان گڏ آهي. ان جاءِ جي اهميت اها آهي تہ جڏهن پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مڪي کان مديني هجرت ڪئي تہ مديني ۾ اچڻ کان اڳ هڪڙو هفتو ان جاءِ تي ترسيا هيا. علي عليہ السلام جيڪو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مڪي مان هجرت جي ٽن ڏينهن کان پوءِ روانا ٿيا هيا. پاڻ سڀني سان ان ئي جاءِ تي اچي مليا هيا. ان کان پوءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان جاءِ تان روانا ٿي پهريون پيرو مديني جي سرزمين تي پهتا ۽ مديني جي آزاد فضائن ۾ اسلام جي آزادي ۽ ترقي جي هڪڙي نئين دور جو آغاز ٿيو. هتي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مسجد جو بنياد رکيو. مسجد نبوي جيڪو الله جو گهر بہ آهي ۽ ماڻهن جو گهر بہ آهي.

عجيب ۽ حسين اتفاق آهي تہ علي عليہ السلام ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي زال مڙس واري گهريلو زندگي جي شروعات وقت وري مديني کان قبا ڏانهن واپس آيا ۽ هڪڙي عرصي تائين ان گهر ۾ رهيا جيڪو مسجد قبا جي پر ۾ واقع آهي. مسجد قبا اها پهرين مسجد آهي جنهن کي اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ٺاهيو ۽ ان مسجد جي پرسان علي عليہ السلام ۽ فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي گهر جو ان گهر جو جيڪو ”عزت وارو گهر“ آهي، بنياد رکيو ۽ اتان ئي اسلام جي ان نئين تاريخ جو آغاز ٿيو جنهن جا منتظم علي عليہ السلام ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها آهن. ان کان پوءِ اهي مديني موٽي آيا ۽ مسجد نبوي جي چوديواري ۾ هڪڙي اهڙي گهر ۾ رهيا جنهن جي ديوار رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر جي ديوار سان گڏ هئي. اسلام جي تاريخ ۽ علي عليہ السلام ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي گڏيل حياتي جي تاريخ جي آغاز ۾ هي اها هم آهنگي ۽ هڪجهڙائي آهي جنهن کي اهي صاحبانِ نظر چڱي طرح سمجهن ٿا جيڪي اسلام ۽ حقيقي شيعيت جي هڪجهڙائي کي سڃاڻن ٿا ۽ جيڪي مسجد نبوي ۽ خانہ نبوي

جي باهمي ۽ معنوي تعلق کان باخبر آهن. ٻي صورت ۾ ماڻهن جي لاءِ اها هڪجهڙائي ۽ برابري حيرت ۽ عجب جو سبب بڻجي ٿي.

پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لاءِ علي عليہ السلام ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي دوري مشڪل آهي. اهي انهن کي پنهنجين نظر کان پري ڪرڻ نٿا گهرن. علي عليہ السلام ٻالڪپڻ کان انهن جي گهر ۾ انهن سان گڏ رهيا آهن. مگر اهي ٻئي جيڪي بيتِ رسول جو روح آهن انهن کان پري شهر کان ٻاهر قبا جي مقام تي سختي ۽ غربت جي زندگي گذاري رهيا آهن. مگر ان غربت ۽ ڏک جي باوجود انهن جي عشق ۽ ايمان جو جذبو انهن لاءِ گهڻو وڏو سرمايو آهي. علي عليہ السلام ٻالڪپڻ جي آغاز کان ئي سختي، اڪيلائي ۽ غربت جو شڪار هيا. پوءِ انهن جي زندگي جهاد ۽ ڪشمڪش، رياضت ۽ روحانيت جي تصوير رهي. مڪي ۾ انهن اسلام جي دشمنن جي مخالفت کي برداشت ڪيو ۽ هرطرح جي آزمائشي مرحلن مان صبر ۽ بردباري سان گذريا. انهن جي جواني ايستائين جو ٻارپڻو بہ اسلام جي راهہ ۾ جهاد جي لاءِ وقف رهيو. انهن جي هڪڙي اهڙي شخصيت هئي جيڪا ٻين کان گهڻو مختلف هئي. انهن جو روح پارسائي ۽ خدا ترسي جي عنصرن جو مرڪب هيو. انهن کي نہ گهر جي ڳالهہ سوچڻ جو موقعو هيو ۽ نہ اهي زندگي جي لذت، دولت ۽ راحت جي متعلق فڪر ڪندا هيا. انهن جي زندگي بس تلخي جي ذائقي کان آشنا هئي. انهن جو روح ڏک ۽ مصيبت جي چشمي سان ڍاول هيو. اهي اڪيلائي، جفاڪشي ۽ غوروفڪر ڪرڻ سان گڏ ڪوشش ۽ عمل، ۽ ڪشمڪش ۽ جهاد جا عادي هيا.

جيستائين فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو تعلق آهي تہ انهن جي بہ پوري زندگي مصيبت، ڪمشڪش ۽ غربت جي تصوير هئي. انهن پنهنجي پيءُ، پنهنجي ماءُ ۽ پنهنجي گهر جي ڏک سور ۾ انهن سان هٿ ونڊايو ۽ اها خود ۽ ان سان گڏ علي عليہ السلام جيڪو ان وقت انهن جي پاءُ جي جاءِ تي هيو مڪي جي سموري زندگي ۾ تڪليف ۽ مصيبت جو شڪار رهيا. انهن حالتن انهن جي دل ۽ روح تي گهڻا گهرا اثر مرتب ڪيا. اهي جسماني بناوت جي اعتبار کان ڪمزور ۽

بيحد حساس هيون ۽ هاڻي علي عليہ السلام جي گهر ۾ بہ اهي هرطرح جي مصيبت، تڪليف، غربت ۽ جفاڪشي جي ماحول کي خوشي سان قبول ڪيون پيون آهن. نہ علي عليہ السلام اهو شخص آهي جيڪو ان گهر کي عام گهرن جو نمونو بڻائي سگهي ۽ ان ۾ اهڙي دلسچپي وٺي جيڪا جواني جي جذبات ۽ خانگي زندگي جي دلچسپين سان پريل هجي ۽ نہ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي اهو پسند آهي تہ اهي ان گهر جي فضا کي ٻين گهرن جي فضا جهڙو بڻائين جن ۾ نوان شادي شده جوڙا پنهنجي زندگي جو آغاز ڪندا آهن. اهو گهر بہ عام گهرن کان مختلف آهي ۽ انهن ٻنهي شخصيتن جو مزاج ۽ معيار بہ سيني کان جدا ۽ منفرد آهي. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها انهي ڳالهہ کي پسند ڪونہ ٿيون ڪن تہ اها علي عليہ السلام کي آسمان جي بلندين کان زمين جي هيناهين ڏانهن ڇڪي وٺي ۽ ان کي سندس باطني ۽ روحاني دنيا کان ٻاهر نڪرڻ تي مجبور ڪري

صرف ۽ صرف رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اهي شخصيت آهن جن جي محبت، شفقت ۽ جن جا لفظ هن گهر ۾ روشني اميد ۽ خوشي جون لهرون پکيڙين ٿا ۽ پنهنجين انهن ٻنهي عزيز هستين کي مسرت ۽ شادماني جي پيالي مان ڍو ڪرائين ٿا.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان ڳالهہ کان بہ چڱي طرح آگاهہ آهن تہ هن خاندان کي انهن جي لطف ۽ محبت جي ڪيتري ضرورت آهي. اصل ۾ انهن جي زندگي جو سمورو سرمايو عشقِ رسول آهي ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان حقيقت کان بہ باخبر آهن تہ "جيڪو ڪين دوست رکي ٿو پوءِ ان جي پنهنجي ڪا زندگي ڪونهي رهندي، ان جي لاءِ محبتِ رسول بجاءِ خود هڪڙي زندگي آهي."

ان احساس جي ڪري رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ۽ علي عليہ السلام کي پنهنجي ويجهو گهرائي وٺن ٿا. مسجد نبوي جي چوديواري ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر سان گڏ انهن لاءِ گهر تعمير ڪيو ويجي ٿو. ان گهر جي تعمير رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر

جي نموني تي ڪئي وئي آهي. ان کي ڪجهي جي ڦرهن ۽ پٽن سان ٺاهيو ويو آهي، رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر ۽ علي عليہ السلام جي گهر ۾ ٻہ دريون آهن جيڪي هڪ ٻئي جي آمهون سامهون کلن ٿيون. اهي گهرن جون دريون ڄڻ دلين جون دريون آهن جيڪي هڪ ٻئي جي سامهون هونديون آهن. هڪڙي پيءُ جي دل ۽ ٻي نياڻي جي دل. تاريخدانن لکيو آهي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم روزانو پنهنجي گهر جي دري کولي پنهنجي نياڻي جي خيرت معلوم ڪندا هيا ۽ انهن کي سلام ڪندا هيا.

ائين چئو هيو تہ سڀني اصحابن، سڀني مٽن مائٽن ۽ عزيزن، ايستائين جو سڀني نياڻين مان صرف فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي اها خصوصيت حاصل آهي تہ ان جو گهر مسجد جي چوديواري جي اندر آهي ۽ ان جي ديوار رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر سان اهڙي طرح مليل آهي ڄڻ تہ ٻئي گهر هڪ آهن ۽ حقيقت ۾ اهي ٻئي گهر هڪ ئي هيا. محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو گهر فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جو آهي، جنهن کي محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو خاندان چئبو آهي. هي اهو ئي خاندان آهي، جنهن ۾ پيءُ علي عليہ السلام، امڙ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها، پٽ حسن ۽ حسين عليهم السلام آهن ۽ نياڻيون زينب سلام الله تعاليٰ عليها ۽ ام ڪلثوم رضي الله تعاليٰ عنها آهن.

## عترت ۽ اهلبيت

عترت ۽ اهلبيت جن جو قرآن شريف ۽ حديث ۾ وري وري ۽ وڏي اهميت ۽ خصوصيت سان ذڪر ڪيو ويو آهي، هي اهوئي خاندان آهي. هي ئي اهو گهر آهي جنهن کي هرطرح جي خرابي (رجس) کان پاڪ ڪيو ويو آهي ۽ هي ئي اهي اهلبيت آهن جن کي خصوصيت سان پارسائي ۽ پاڪدامني وارو ڪيو ويو آهي. هي ئي اهي "عترت" ۽ "اهل بيت" آهن جن کي هر دور ۽ هر زماني ۾ قرآن شريف سان گڏوگڏ انسانن جي لاءِ هدايت جو سرچشمو قرار ڏنو ويو آهي. جيڪو بہ انهي

گهر جي عظمت جو مجيندڙ آهي اهو دليل ۽ بحث جي ضرورت کان بي نياز آهي . ناممکن مڃڻ جي باوجود جيڪڏهن فرض ڪجي تہ ان گهراڻي جي فضيلت ۾ ڪا روايت نہ بہ هجي، تہ بہ انسان جو عقل انهن جي عظمت جو اعتراف ڪرڻ لاءِ مجبور آهي.

مديني ۾ حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها جي گهر سان گڏ هن گهر جو بنياد رکيو ويو آهي. هاڻي ان گهر ۾ خوشين جو راڄ آهي. علي عليہ السلام ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي ڳنڍيل وڻ ۾ بي مثال ۽ بي نظير ڦل اچي رهيا آهن. هڪڙي پنيان گل نڪري رهيا آهن ۽ انهن گُلن جا نالا آهن.

حسن عليہ السلام، حسين عليہ السلام، زينب سلام الله تعاليٰ عليها ۽ ام ڪلثوم رضي الله تعاليٰ عنها.

هڪڙي نئين تاريخ جو آغاز ٿي چڪو آهي. انهن ستارن جي ايرڻ سان نوان افق روشن ٿي رهيا آهن.

اهي محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لاءِ زندگي جو مقصد آهن. اسلام جي لاءِ صداقت جو دليل آهن ۽ انسانيت جي لاءِ اهي ڇا ڪونہ آهن، اهي سڀ ڪجهہ آهن. هجرت جي ٽئين سال، شادي جي هڪ سال ۽ ڪجهہ مهينن کان پوءِ حسن عليہ السلام ڄاوا.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جنهن ڏينهن جو هڪڙي عرصي کان انتظار ڪري رهيا هيا، اهو ڏينهن اچي ويو، انتظار جون گهڙيون ختم ٿي ويون. مديني ۾ جشن جو ڇهڇٽو آهي. اعلانِ نبوت (بعثت) کان پوءِ 16 سالن واري دور جي هر گهڙي تلخي ۽ مصيبت جي گهڙي هئي. دشمنن طرفان ستائڻ، دوستن جا ڏک، خود پنهنجين ۽ خاندان وارن جي مصيبتن پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زندگي کي تلخ ڪري ڇڏيو هيو. ڪنهن طرف کان ڪا سٺي خبر ٻڌڻ ۾ ڪونہ ٿي آئي. ان 16 سالن جي آزمائشي دور کان پوءِ اهو پهريون موقعو آهي جو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ڪا سٺي خبر ملي آهي. تڏهن ئي پاڻ سڳورن حياتي جي مناڻ جو ذائقو چکيو آهي. حسن عليہ السلام جي ڄمڻ جي خوشخبري، سندن احساس جي هيٺائي لاءِ تازگي جو پيغام هئي. وڏي خوشي ۽ شوق جي حالت ۾

حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي باغ جي ڦرين ميوي کي پنهنجي هنج جي زينت بڻائين ٿا. ان جي ڪنن ۾ آذان ۽ اقامت چوَن ٿا ۽ پوءِ ان جي مٿي جي وارن جي وزن برابر چاندي خيرات ڪن ٿا. پوءِ هڪڙو سال پيو گذريو تہ حسين عليہ السلام پيدا ٿيا.

هاڻي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا ٻہ پٽ ٿي ويا. حسن عليہ السلام ۽ حسين عليہ السلام.

تقدير کي اهوئي منظور هيو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا پيڙهياتا پٽ، انهن جا ٻئي پٽ قاسم ۽ طاهر زنده نہ رهن، انهيءَ ڪري جو اصل ۾ قدرت واري فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي پٽن کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا پٽ قرار ڏئي ڇڏيو آهي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا پٽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جا نور نظر آهن.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نسل جي بقا انهن جي نياڻي يعني فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها تي منحصر آهي. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جيڪا "فاطمہ" آهن ۽ علي عليہ السلام بہ ان سلسلي کان جدا ڪونهن.

معنوي اعتبار کان علي عليہ السلام محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو تسلسل آهن ۽ روحاني اعتبار کان علي عليہ السلام محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا وارث آهن. جڏهن تہ نسلي تلسسل جي اعتبار کان علي عليہ السلام محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نسل جي تسلسل جي علامت ۽ ان جو وسيلو آهن. اهي ٻئي پاڪ هستيون هڪ ٻئي سان اهڙي طرح ڳنڍيل ۽ گڏيل آهن جو ذريتِ محمد، ذريتِ علي آهي ۽ ذريتِ علي ذريتِ محمد آهي. انهن ٻنهي جي حقيقت هڪ آهي. انهن ٻنهي جو نور هڪ آهي ۽ انهن ٻنهي جو نسل هڪ آهي. حسن عليہ السلام ۽ حسين عليہ السلام جي معصوم چهرن مان اها نوراني حقيقت پوري طرح آشڪار آهي. محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن ٻنهي ٻچڙن جي معصوم چهرن ۾ ٽن پاڪ هستين

کي جلوه گر ڏسي رهيا آهن. يعني علي عليہ السلام کي، فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي ۽ پاڻ کي.

قدرت واري انهن ٻنهي معصومن کي خود حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ٻنهي پٽن جو نعم البدل قرار ڏنو آهي ۽ اهي ٻئي علي عليہ السلام ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي باغ جا ميوا آهن. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها "ام ابيها" آهن. انهن پنهنجي بابا سائين سان بيمثال محبت ڪئي آهي ۽ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي بہ اهي سيني کان وڌيڪ پياريون آهن. هر شخص کي خبر آهي تہ ان ڳالهہ جو وري ورجاءُ ڪيو وڃي ٿو تہ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سيني کان ننڍي ۽ سيني کان لاڏلي نياڻي آهي. اها حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي سيني کان وڌيڪ پياري آهي، علي عليہ السلام کان بہ وڌيڪ.

## علي عليہ السلام

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نظر ۾ علي عليہ السلام سندن پٽ وانگرعزيز آهن. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن کي نپايو آهي. اهو سندن پاڻ آهي ۽ انهن کي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کان وڌيڪ پيارو آهي. علي عليہ السلام ۽ محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۾ محبت ۽ ٻڌي جون نستبون اڻ ڳڻيون آهن. ٻئي عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ جي اولاد آهن. علي عليہ السلام جي امڙ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ان وقت کان جڏهن پاڻ صرف ائن سالن جا هيا، هميشہ ماءُ وانگر پاليو ۽ رکيو. علي عليہ السلام جو والد سڳورو ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي يتيم ڀائٽي کي پيءُ جي ڪمي محسوس ٿيڻ ڪونہ ڏني. اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم لاءِ پيءُ وانگر هيا. محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان جي گهر ۾ رهيا ۽ ان گهر ۾ پلجي جوان ٿيا. ايستائين جو سندن ڄمار 25 سال ٿي وئي.

علي عليہ السلام جي لاءِ خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها ماءُ وانگر ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پيءُ وانگرهيا. انهن لاڳاپن ۾ ڪيتري مشابهت ۽ هڪجهڙائي آهي. حالات هڪ ٻئي سان ڪهڙي طرح برابري رکن ٿا.

انهن ٻنهي هستين جي رهڻي ڪرڻي ۾ ڪيتري هڪجهڙائي آهي.
ٻئي هڪ ٻئي جو عڪس آهن.
ڄڻ هڪ روح ۽ ٻہ قالب آهن.

علي عليہ السلام پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دعوتِ اسلام قبول ڪرڻ وارا پهريان شخص آهن. هي اهي پهريان انسان آهن جن غربت ۽ اڪيلائي جي عالم ۾ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي آوز تي لبيڪ چيو. انهن جي مدد جو واعدو ڪيو ۽ انهن جي هٿ تي بيعت ڪئي ۽ ان ڏينهن کان جيستائين زندهہ رهيا سيني خطرن جو مرڙسي سان مقابلو ڪيو. سموري زندگي خطرن ۽ مشڪلاتن جي گهيري ۾ رهي گذاري، مگر رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مدد واري پنهنجي واعدي تي ثابت قدم رهيا.

اعلانِ نبوت (بعثت) کان اڳ بہ علي عليہ السلام توڙي جو ننڍا هيا پر اهي اڪيلائي يا محفل ۾ هميشہ محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان گڏ ڏٺا ويندا هيا. ان دور ۾ جڏهن حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم غارِ حرا ۾ قيام ڪندا هيا تہ علي عليہ السلام انهن سان گڏ هوندا هيا ۽ سندن ڳوڙهي سوچ ۽ غوروفڪر .... ۽ غير معمولي عبادت ۽ رياضت کي ڏسندا رهيا هيا.

عرب جزيري جي چنڊ ڪيترائي پيرا اهو منظر ڏٺو آهي تہ اعلانِ نبوت (بعثت) کان اڳ رمضان مهيني ۾ حرا جبل جي بلندي تي رات جي گهري ۽ پراسرار خاموشي ۾ هڪڙو عظيم انسان ڪڏهن ڪنهن پٿر سان ٽيڪ ڏئي ويهي رهي ٿو تہ ڪڏهن آهستي آهستي گهمڻ ڦرڻ لڳي ٿو. ڪڏهن ايئن سر جهڪائي ڇڏي ٿو ڄڻ الهام جي برسات ان تي ڳجها راز کولي رهي آهي. ڪڏهن مٿو کڻي آسمان ڏانهن نهاري ٿو ڄڻ نامعلوم حقيقتن جي اڻ کٽ سمنڊ جي حقيقت معلوم ڪرڻ لاءِ بيتاب هجي، ڄڻ ان کي ڪنهن اهم خبر جو انتظار هجي. ڄڻ اهو انهن

شين جو مشاهدو ڪري رهيو هجي جن جي اچا تائين ڪنهن کي خبر ڪونہ ڏني وئي آهي ۽ انهن مڙني حالتن ۽ ڪيفيتن جي دوران هڪڙو ٻارڙو ٻاڇي وانگر ان سان گڏوگڏ آهي. ڪڏهن ان جي ڪلهي تي ۽ ڪڏهن ان جي ڀاڪر ۾ ۽ اهو ٻارڙو جڏهن اٺن يا ڏهن سالن جو هيو تہ هڪڙي ڏينهن رات جو اهو ان ڪمري ۾ ويو جتي محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ خديجہ الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها رهندا هيا. محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها جيڪي ان جي لاءِ پيءُ ۽ ماءُ وانگر هيا. ڏٺو تہ اهي ڪڏهن سجدو ڪن ٿا ڪڏهن ويهي رهن ٿا. ڪڏهن اٿي بيهي رهن ٿا ۽ انهن سڀني حالتن ۾ چپن ۾ ڪجهہ پڙهيٰ بہ رهيا آهن. ٻنهي ان ڏانهن ڪو ڌيان ڪونہ ڏنو. پوءِ جڏهن اهي پنهنجي ڪم مان فارغ ٿيا تہ ٻارڙي حيرت مان پڇيو "توهان اهو ڇا ڪري رهيا هيا." پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جواب ۾ فرمايو:

"اسان نماز پڙهي رهيا هئاسين. مون کي پروردگار رسالت جو منصب عطا ڪيو آهي. مون کي انهي ڪم جي ذميواري ڏني وئي آهي تہ ماڻهن تائين اسلام جو پيغام پهچايان ۽ انهن کي پنهنجي پروردگار جي وحدانيت ۽ پنهنجي رسالت تي ايمان آڻڻ جي دعوت ڏيان. اي علي! مان توکي بہ انهي دين کي قبول ڪرڻ جي دعوت ڏيان ٿو."

علي عليہ السلام توڙي جو اجا ٻار آهن. ننڍڙي ڄمار وارا آهن. توڙي جو محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر ۾ رهن ٿا. توڙي جو انهن جي محبت ۾ غرق آهن ۽ دل و جان سان انهن جي بزرگي جا قائل آهن. مگر علي عليہ السلام پوءِ بہ علي آهي.

اهي بنا سوچڻ سمجهڻ جي ها نٿا چون. اهي پنهنجي عقل جي ذريعي ايمان کي قبول ڪن ٿا. پوءِ اهو ايمان عقل سان انهن جي دل جي گهراين ۾ لهي ٿو انهيءَ ڪري علي عليہ السلام بنا غور وفڪر جي ان دعوت تي هائوڪار (لبيڪ) نٿا چون. اهي پنهنجي ڄمر ۽ عمر جي مناسبت سان هڪڙي سادي ڳالهہ چون ٿا.

"اجازت ڏيوتہ مان توهان جي دعوت جي باري ۾ بابا سائين (ابو طالب رضي الله تعاليٰ عنہ) سان مشورو ڪيان. مان سمجهان ٿو تہ مون کي ڪو فيصلو ڪرڻ کان اڳ انهن کان ضرور صلاح وٺڻ گهرجي."

اهو چئي اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڪمري مان نڪري وڃن ٿا ۽ پنهنجي سمهڻ واري ڪمري ۾ واپس اچي وڃن ٿا. مگر اها دعوت، اهڙي دعوت ڪونهي جيڪا علي عليہ السلام کي انهيءَ باوجود تہ انهي جي ڄمار صرف اٺ يا ڏهہ سال آهي آرام سان سمهڻ ڏئي، اهي سڄي رات انهي باري ۾ غوروفڪر ڪندا رهيا. انهن جي اها سڄي رات انهي فڪر ۽ انديشي ۾ گذري.

ان رات علي عليہ السلام جي دل ۽ دماغ ڪهڙن قسمن جي خيالن جي جاءِ رهيا، ان باري ۾ ڪوئي شخص ڇا ٿو چئي سگهي. ها، جڏهن صبح ٿي تہ نهايت اعتماد سان قدم کڻندا پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ هڪڙي اهڙي لهجي ۾ جنهن ۾ پاراٽي مناس سان گڏ عزم ۽ اعتماد جو حُسن بہ هيو انهن چيو:

"مون گذريل رات توهان جي دعوت جي باري ۾ گهڻو غور ڪيو. مون محسوس ڪيو تہ الله تعاليٰ مون کي پيدا ڪرڻ وقت منهنجي پي کان مشورو ڪونہ ڪيو. تنهن ڪري مون کي بہ پنهنجي رب جو دين قبول ڪرڻ لاءِ پنهنجي پي جي اجازت جي ضرورت ڪونهي، انهيءَ ڪري مان توهان جي دعوت قبول ڪيان ٿو. توهان مون کي اسلام جي باري ۾ تفصيل سان ٻڌايو."

پوءِ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمائيندا رهيا ۽ علي عليہ السلام تصديق ڪندا رهيا ۽ ان تاريخي گهڙي کان پوءِ انهن جي زندگيءَ جي هر گهڙي انهي واعدي جي تصديق، الله جي عبادت، رسول الله جي خدمت ۽ مدد، خلقِ خدا جي ڀلائي ۽ پنهنجي روح جي پاڪائي جي لاءِ وقف رهي. انهن جي زندگي جي هر گهڙي خدمتِ اسلام جي هڪڙي بي مثال نشاني ٿي وئي. انهن ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وچ ۾ هزارين ظاهري ۽ باطني، فڪري، قلبي ۽ روحاني رشتا هيا. محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ علي عليہ السلام جي وچ ۾ جيڪو محبت ۽ تعلق هيو ان کان سيئي ماڻهو واقف

هيا ۽ خود علي عليہ السلام سيني کان وڌيڪ ان حقيقت کان باخبر هيا. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دل جي گهرائي مان مِهر ۽ محبت جا جيڪي ڪرڻا نڪرندا هيا انهن جي روشني ۽ نزاڪت کي علي عليہ السلام پوري طرح محسوس ڪندا هيا. هڪڙي ڏينهن علي عليہ السلام جي دل ان پاڪيزه محبت جي خوشي سان جيڪا رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي انهن سان هئي، سرشار ۽ بيخود ٿي ويا ۽ ان بيخودي جي عالم ۾ انهن گهريو تہ اهي پاڻ زبانِ رسالت مان اهو ٻڌن تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن سان ڪيتري گهڻي محبت رکن ٿا. تنهن ڪري اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ انهن کان سوال ڪيو:

"اسان ٻنهي مان توهان جي نظر ۾ ڪير وڌيڪ پيارو آهي. توهان جي نياڻي فاطمہ الزهرا (سلام الله تعاليٰ عليها) يا مان ان جو مڙس علي (عليہ السلام)."

ظاهر آهي تہ ان سوال پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لاءِ مشڪل پيدا ڪري ڇڏي هئي. انهن لاءِ سوال جو جواب ڇڻ هڪڙي "مشڪل چونڊ" هئي. انهن کي علي عليہ السلام ۽ فاطمہ الزهرا سلام تعاليٰ عليها جي وچ ۾ چونڊ ڪرڻي هئي. انهن جي چپن تي هڪڙي معصوم ۽ مهربان مرڪ ظاهر ٿي ۽ انهن پنهنجي دل جي جذبن جي سموري گهرائي ۽ وسعت کي پنهنجن لفظن ۾ سمائيندي ۽ پنهنجن لفظن مان پاڻ خوش ٿيندي فرمايو:

"فاطمہ مون کي توهان کان وڌيڪ پياري آهي مگر توهان مون کي فاطمہ کان وڌيڪ پيارا آهيو."

هاڻي حسن عليہ السلام ۽ حسين عليہ السلام رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا ڏوهٽا، ان جي محبوب ترين عزيز ۽ ان جي پياري عزيز ترين محبوب جي جگرن جا ٽڪرا، انهن ٻنهي هستين جا آئينہ ۽ انهن جي بزرگي جو عڪس آهن. اهي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي سموري دنيا ۾ سيني کان وڌيڪ پيارا ۽ سيني کان وڌيڪ عزيز آهن.

پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم. تاريخ جن جي عزم ۽ حوصلي، ۽ طاقت ۽ غلبي جي تعريف سان پري پئي آھي، جنھن جي تلوار جي هيبت کان دنيا جي سيني خسروئن ۽ زماني جي سيني قيصرن ۽ ظالم حڪمرانن جون دليون دهلجي ويون تيون ۽ جنهن جي قهر ۽ غضب جي سامهون حق جا دشمن ڏڪندي ۽ ڪنبندي ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ان سموري جلالي شان سان ئي گڏ رحمت و محبت ۽ نوازش و شفقت جو سرچشمو بہ آهن. انهن جو جمالي شان اهو آهي تہ اهي ماڻهن تي حد کان وڌيڪ شفيق ۽ مهربان آهن. ڪنهن جي معمولي محبت بہ انهن جي دل ۾ محبت جي طوفان کي موجزن ڪري ڇڏي ٿي ۽ ڪنهن جي طرفان اخلاص ۽ مروت جي جذبن جو معمولي اظهار انهن جي روح ۾ لطف و عنايت جي اٿاهہ سمنڊ کي متحرڪ ڪري ڇڏي ٿو.

جنگِ حنين ۾ سيني دشمنن گڏجي پاڻ سڳورن تي يلغار ڪئي، سيني تلوارن جو رخ پاڻ سڳورن طرف ڪري ڇڏيو. ڪوشش اها هئي تہ ڪنهن بہ طريقي سان دنيا سندن مقدس وجود کان خالي ٿي وڃي. هر شخص .... سندن قتل پنيان هيو. ايستائين جو آخرڪار اسلام جي دشمنن کي شڪست ٿي. ڇهن هزارن ماڻهن کي قيدي بڻايو ويو. چاليهہ هزار اٺ، بيشمار ردون ٻڪريون ۽ غنيمت جو تمام گهڻو مال هٿ آيو. اوچتو شڪست کاڌل دشمن جي فوج مان هڪڙو شخص اڳتي وڌيو ۽ چوڻ لڳو. "اي محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) انهن قيدين ۾ توهان جي دائي حليمہ سعديہ بہ آهي ۽ توهان جون ٿڃ شريڪ ماسيون بہ آهن."

ان وڌيڪ چيو "اسان جيڪڏهن نعمان بن منذر (عرب جي اوپر واري علائقي جو بادشاهہ) يا ابن ابي شمر (عرب جي اتر واري علائقي جو بادشاهہ) جا ٿڃ شريڪ هجون ٿا تہ هن مصيبت جي وقت اهي اسان سان اهو سلوڪ ڪن ها جيڪو انهن جي حيثيت ۽ عظمت جي شان وٽان هجي ها. پر توهان تہ انهن سيني ماڻهن کان عظيم تر آهيو جن جو ٿڃ شريڪ ٿي سگهجي ٿو ۽ خدمت ڪري سگهجي ٿي."

وري ان کان پوءِ هڪڙي عورت اڳتي وڌي آئي ۽ ان دانهن ڪئي تہ مان توهان جي پيغمبر (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جي ٿڃ شريڪ

پيڻ آهيان. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سوال ڪيو تہ توهان وٽ توهان جي دعوا لاءِ ڪهڙو ثبوت آهي. پوءِ ان رسول اڪرم کي پنهنجن ڪلهن تي سندن ڏندن جا نشان ڏيکاريا ۽ چيو: ”هڪڙي ڏينهن مان توهان کي پنهنجي پٺي تي کڻي وڃي رهي هيس تہ توهان ڪاوڙ مان منهنجي ڪلهي ۾ چڪ هنيو هي انهن ڏندن جو نشان آهي.“

انهن ڳالهين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رحمت ۽ محبت جي جذبن کي اڀاري ڇڏيو. ماضي جون سموريون يادگيريون سندن ذهن ۾ تازيون ٿيڻ لڳيون. ان دور جون يادون جڏهن پاڻ گهڻو ننڍڙا هيا ۽ کين ٿڃ پيارڻ جو ڪم حليمہ سعديہ رضي الله تعاليٰ عنها کي سونپيو ويو هيو. پنهنجي دائي ۽ ان جي نياڻين جي محبت ۽ حليمہ رضي الله تعاليٰ عنها جي قبيلي ۾ پنهنجي زندگي جي شروعاتي ڏينهن جي يادگيري سندن جذبن کي ايترو متاثر ڪيو جو سندن اکيون لڙڪن سان ڀرجي ويون ۽ پاڻ سڳورن فرمايو:

”مان پنهنجو حصو ۽ سيني بنوعبدالمطلب جو حصو هاڻي ئي معاف ڪريان ٿو. توهان صبحاڻي صبح جو نماز مهل اچو ۽ سيني ماڻهن جي سامهون پنهنجو مسئلو پيش ڪيو. ان جي جواب ۾ مان پنهنجي طرفان ۽ اولادِ عبدالمطلب جي طرفان مالِ غنيمت جي حصي جي معافي جو اعلان ڪندس. مون کي اميد آهي تہ ٻيا سيئي ماڻهو بہ منهنجي پيروي ڪندي پنهنجو حصو معاف ڪري ڇڏيندا.“

ٻئي ڏينهن ايئن ئي ٿيو ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اڻکٽ محبت ۽ مهرباني جو مظاهرو ڪندي انهن سيني کي آزاد ڪري ڇڏيو ۽ انهن سيني جو سامان بہ واپس ڪري ڇڏيو. ڪجهہ ماڻهو جيڪي مالي غنيمت مان پنهنجي حصي تان هٿ کڻڻ لاءِ راضي ڪونہ هيا، انهن کي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مستقبل ۾ ان ڪمي جي تلافي ڪرڻ جو واعدو ڏئي مطمئن ڪيو.

پنهنجي خانگي زندگي ۾ ۽ گهر وارن سان حسنِ سلوڪ ۾ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم دل و جان سان مهرباني ۽ محبت جو نمونو هيا. گهر کان ٻاهر اهي لڙائي جي ميدان ۽ سياست وارا مرد هيا، اهي طاقت، همت ۽ غلبي جو مجسمو هيا. ليڪن گهر ۾ اهي هڪڙا

مهربان پيءُ دلربا مڙس هيا. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو گهروارين سان هميشہ نرمي، مهرباني ۽ محبت وارو رويو رهيو. حالانڪ هي اهو دور هيو جڏهن عورت سان سخت گيري معاشري جو مزاج هيو. ماڻهو عورتن کي مارڪٽ ڪرڻ جا عادي هيا. ليڪن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي سموري زندگي ۾ ڪڏهن بہ ڪنهن گهر واري سان اهڙو نامناسب رويو اختيار ڪونہ ڪيو. بس هڪڙو دفعو پاڻ سڳورا پنهنجين گهروارين سان ناراض ٿيا. جيڪو اهو موقعو هيو جڏهن سندن ڪجهہ گهروارين غربت ۽ تنگدستي جي ايتري شڪايت ڪئي جو کين گهڻو ناگوار گذريو ۽ پاڻ سڳورن انهن جي ڪمرن ۾ رهڻ ترڪ ڪري ڇڏيو ۽ هڪڙي اهڙي جاءِ تي جيڪا ڪاٺ ڪباڙ گاهہ ۽ اناج جو گودام هئي، پاڻ سڳورا ڏاڪڻ ذريعي چڙهي ڇت تي هليا ويندا هيا. اتي جيڪو سامان هوندو هيو ان کي هڪ طرف هٽائي فرش صاف ڪري اتي ئي سمهي پوندا هيا. هڪڙي مهيني تائين سندن اهو معمول رهيو. ايستائين جو سندن گهرواريون پنهنجي رويي تي شرمسار ٿيون، انهن پنهنجي غلطي کي تسليم ڪيو ۽ جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن کي فراخدلي واري پيشڪش ڪئي تہ جيڪڏهن اهي دنياوي عيش ۽ آرام جون طلبگار آهن تہ پاڻ انهن کي طلاق ڏيڻ لاءِ تيار آهن ۽ جيڪڏهن اهي ساڻن رهڻ گهرن ٿيون تہ بک ۽ ڏک جي زندگي کي قبول ڪرڻو پوندو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهروارين پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ساٿ ۽ غربت کي دنياوي عيش و آرام تي ترجيح ڏني.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڪڏهن بہ اها ڪوشش ڪونہ ڪئي تہ پاڻ کي ٻين جي سامهون انهن کان مختلف، پراسرار، غيرمعمولي يا عجيب و غريب بڻائي پيش ڪن. بلڪ ان جي برخلاف سندن اها ڪوشش هوندي هئي تہ ماڻهو کين ڪا مختلف شخصيت ۽ پاڻ کان غير ۽ بيگانو نہ سمجهن. بلڪ پاڻ بہ ٻين وانگر ئي ڏسڻ ۾ اچن. نہ صرف اهو تہ پاڻ قرآن شريف جي لفظن ۾ ان ڳالهہ جو اعلان ڪيو تہ "مان توهان جهڙو انسان (بشر) آهيان، مگر اهو تہ مون تي وحي نازل ٿئي ٿي." بلڪ وري وري اهو چيو تہ مون کي علم غيب جي دعوا ڪونهي.

مون کي جيڪا خبر ڏني وڃي ٿي، ان کان علاوه ڪنهن ڳالهہ جي باري ۾ مون کي خبر ڪونهي. مطلب تہ پاڻ سڳورا پنهنجي گفتار، رفتار ۽ عادت ۽ طورطريقي سان هميشہ اها ئي ڪوشش ڪندا هيا تہ ماڻهن جي سامهون پاڻ کي غيرمعمولي ۽ فوق العادات شخصيت ڪري پيش نہ ڪن تہ جيئن ماڻهن جي دلين ۾ سندن باري ۾ خوف يا هيبت پيدا نہ ٿئي.

هڪڙي دفعي جو واقعو آهي تہ هڪڙي ٻيڙي عورت سندن خدمت ۾ آئي تہ جيئن ڪائنن ڪنهن مسئلي جي باري ۾ پڇا ڪري. ان سندن عظمت ۽ جلالت جي باري ۾ جيڪي ڳالهيون ٻڌيون هيون انهن جو ان جي دل تي ڪجهہ اهڙو اثر هيو تہ جڏهن اها حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سامهون آئي تہ هيبت ڪري ڏڪڻ لڳي ۽ پاڻ ڪريمن جي سامهون ڳالهائي ڪونہ پئي سگهي. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم محسوس ڪيو تہ سندن شخصيت جي رعب ان کي گهڻو متاثر ڪيو آهي. تنهن ڪري پاڻ سڳورا ان سان حد کان وڌيڪ نرمي ۽ پاٻوهہ سان پيش آيا. انهن ٻيڙي عورت جي مٿي تي شفقت جو هٿ رکيو ۽ نهايت نرم ۽ لطيف لهجي ۾ فرمايو: "امڙ ڪهڙي ڳالهہ آهي. ڇو ڊڄي رهيا آهيو. مان تہ هڪڙي قريشي عورت جو پٽ آهيان جيڪا ٻڪريون ڏهندي هئي."

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شخصيت جو اهو رخ يعني نرمي، شفقت، ماڻهن سان حسن سلوڪ ۽ محبت ۽ سندن دل جي نرمي بہ حيرت انگيز آهي.

پنهنجي خانگي زندگي ۾ سندن سادگي ۽ مهمان نوازي مثالي هئي. گهر وارين سان سندن رويو انتهائي نرمي ۽ محبت وارو هيو. پنهنجي نياڻي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها سان سندن سلوڪ ماڻهن جي لاءِ باعث حيرت ۽ تعجب هيو. پاڻ سڳورن پنهنجي محبت ۽ شفقت جي اظهار جي لاءِ جيڪي تشبيهون ۽ لفظ استعمال ڪيا انهن ۾ هڪڙي معنيٰ رکيل آهي. عمار ياسر رضي الله تعاليٰ عنہ جي باري ۾ فرمايائون: "عمار منهنجين ٻنهي اکين جي وچ وارو هڏو آهي." حضرت علي عليہ السلام جي باري ۾ ارشاد ٿيو "علي مون مان آهي ۽ مان علي مان آهيان." ۽ پنهنجي جگر جي ٽڪري حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله

تعاليٰ عليها جي باري ۾ سندن ارشاد آهي "فاطمہ منهنجو حصو آهي. منهنجي جسم جو ٽڪڙو آهي."

باقي جيستائين حسن عليہ السلام ۽ حسين عليہ السلام جو تعلق آهي تہ ڪنهن کي معلوم ڪونهي تہ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن سان ڪهڙي طرح محبت جو اظهار ڪندا هيا. رسول الله صلي تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي انهن پٽن سان خاص محبت هئي. خاص طور تي انهيءَ ڪري تہ تقدير کين پٽن کان محروم رکيو هيو. حالانڪ پاڻ سڳورا پٽن سان جيتري محبت ڪندا هيا ۽ جيترو انهن کي عزيز رکندا هيا، ان جو تصور اڄوڪي ترقي يافتہ انسان لاءِ بہ ممڪن ڪونهي. پوءِ بہ سندن دل ۾ نياڻين لاءِ پيار هجڻ هڪڙي فطري ڳالهہ هئي. مگر تقدير کي اهوئي منظور هيو تہ سندن سموري اولاد مان صرف هڪڙي نياڻي ئي زنده رهي ۽ هاڻي ان اڪيلي نياڻي کي الله تعاليٰ بہ پٽ ڏنا هيا. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي پٽن جي شڪل ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي بہ اهڙا پٽ ملي ويا جن سان سندن محبت ايتري شديد ۽ اٽڪٽ هئي جيڪا هميشہ ماڻهن کي حيرت ۽ تعجب ۾ مبتلا ڪري ڇڏيندي هئي.

هڪڙي ڏينهن پاڻ سڳورا فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي گهر تشريف کڻي آيا، اهو سندن روز جو معمول هيو ۽ جڏهن کان حضرات حسنين عليهم السلام جي ولادت ٿي هئي تہ کين جڏهن بہ واندڪائي ملندي هئي تہ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي گهر ضرور رونق افروز ٿيندا هيا. ان ڏينهن ايئن ٿيو تہ پاڻ سڳورا جڏهن پنهنجي نياڻي جي گهر اندر داخل ٿيا تہ ڏٺو تہ علي عليہ السلام ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ٻئي، ننڊ ستا پيا آهن ۽ حسن عليہ السلام بڪ ڪري روئي رهيا آهن، ڇو تہ انهن کي کائڻ پيئڻ لاءِ ڪا شي ڏسڻ ۾ ڪونہ پئي آئي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اهو منظر ڏٺو ۽ اهو پسند ڪونہ ڪيو تہ پنهنجن عزيز ترين ۽ محبوب ترين هستين مان ڪنهن کي جاڳائين. پاڻ سڳورا ٽڪڙا ٽڪڙا مگر پير اگهاڙا ڪري ۽ بنا آواز ڪرڻ جي هلندا اڱڻ ۾ تشريف کڻي ويا جتي

هڪڙي ٻڪري موجود هئي . پاڻ سڳورن ان مان کير ڏهي پنهنجن هٿن سان ٻارڙي کي پياريائون تہ جيئن ٻارڙو ڍو ڪري سڪون سان سمهي پئي.

هڪڙي ڏينهن پاڻ سڳورا فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي در وٽان تڪڙا تڪڙا گذري رهيا هيا، اوچتو سندن ڪنن تي حسين عليہ السلام جي روئڻ جو آواز پيو، پاڻ واپس ٿيا. نياڻي جي گهر ۾ داخل ٿيا ۽ اهڙي حالت هين جو سندن سڄو جسم مبارڪ ڏڪي رهيوهيو. فرمايائون:

”ڇا توهان کي خبر ڪونهي تہ هن جي روئڻ سان مون کي ڪيتري تڪليف ٿيندي آهي.“

اسامہ بن زيد بن حارث رضي الله تعاليٰ عنهم جنهن جو اسان هن کان اڳ ۾ ذڪر ڪري چڪا آهيون، روايت ڪري ٿو تہ مون کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان ڪجهہ ڪم هيو. مان سندن دروازي تي حاضر ٿيس. پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم گهر مان ٻاهر نڪري آيا ۽ مون سان گفتگو ڪيائون، مگر مون محسوس ڪيو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڪپڙن هيٺان ڪا شي لڪل آهي. جنهن ڏانهن پاڻ سڳورا سمورو وقت محبت سان ڏسندا رهيا، مگر مون کي اهو معلوم ڪونہ هيو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نگاهہ ڪرم جو مرڪز جيڪا شي آهي اها حقيقت ۾ ڇا آهي. جڏهن منهنجي ڳالهہ ختم ٿي تہ مون عرض ڪيو تہ اهو ڇا آهي جنهن کي توهان سيني سان لڳائي رکيو آهي.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو چهرو مبارڪ خوشي ۽ محبت مان ٻهڪڻ لڳو. پاڻ سڳورن پنهنجي چادر مبارڪ کي هٽايو تہ مون ڏٺو تہ حسن ۽ حسين عليهم السلام آهن جن کي پاڻ ڪريمن سيني سان لڳائي رکيو آهي.

پاڻ ڪريمن گهريو تہ مون کي ان غير معمولي محبت جي اظهار جو سبب ٻڌائين مگر سندن لاءِ اهو ممڪن ڪونہ هيو تہ پنهنجون نگاهون انهن ٻارڙن تان هٽائي سگهن، تنهن ڪري سندن نگاهون مسلسل انهن ٻارڙن تي ڄميل رهيون ۽ اهڙي حالت ۾ پاڻ خود ڪلامي واري انداز ۾ فرمايائون:

"اهي ٻئي منهنجا پٽ آهن. منهنجي نياڻي جا پٽ."

ان کانپوءِ سندن آواز شدت جذبات سان ڀرجي ويو ۽ پاڻ سڳورن اهڙي لهجي ۾ جنهن کي بيان نٿو ڪري سگهجي، وڌيڪ فرمايو:

"اي الله! مان انهن سان پيار ڪيان ٿو تون بہ انهن کي پيارو رک، ۽ جيڪو انهن سان محبت ڪري تون بہ ان کي دوست رک."

ڪتاب بنات النبي صفحو 171 تي ڊاڪٽر عائشہ بنت الشاطي لکيو آهي تہ جيڪڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي اهو فيصلو ڪرڻ جو اختيار هجي ها تہ ان جي ڪهڙي نياڻي ان جي پاڪ نسل جو سرچشمو بڻجي ۽ ان جي ڪهڙي نياڻي کي اهل بيت جو ٻيءِ هجڻ جو شرف حاصل هجي، تہ اهي بہ انهن ٻنهي هستين جي چونڊ ڪن ها جن جو انتخاب الله تعاليٰ ان مقصد لاءِ ڪيو هيو.

علي عليہ السلام ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي ٻچڙن جي لاءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو وجود مهرباني ۽ محبت سان ڀريل هيو. اهي نانا هيا، اهي ڀي هيا، انهن جي خاندان جا دوست ۽ سرپرست هيا. انهن جا ساٿي ۽ رازدار هيا. ايستائين جو اهي انهن جي ٻاراڻين راندين ۾ انهن جا ساٿي هيا. ٻارڙا پنهنجي ڀي ماءُ کان وڌيڪ انهن سان مانوس ۽ بي تڪلف هيا. هڪڙي ڏينهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم نماز ۾ سجدي کي ايترو ڊگهو ڪيو جو سيئي نمازي حيرت ۽ تعجب جو شڪار ٿيڻ لڳا. انهيءَ ڪري جو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اها عادت هئي تہ پاڻ سڳورا باجماعت نماز ۾ گهٽي دير ڪونہ ڪندا هيا ۽ ان ڳالهہ جو خيال رکندا هيا تہ نمازين مان ڪنهن ڪمزور ۽ ضعيف شخص جي لاءِ ڊگهي نماز تڪليف جو سبب نہ ٿي وڃي. پنهنجي ان عادت ۽ دستور جي برخلاف سندن طرفان سجدي کي ڊگهو ڪرڻ ماڻهن لاءِ حيرت ۽ تعجب جو سبب بڻيو.

ماڻهن کي خيال ٿيو تہ ياتہ ڪو حادثو پيش اچي ويو آهي يا سجدي جي حالت ۾ وحي جو نزول ٿيڻ لڳو آهي. جڏهن نماز ختم ٿي وئي تہ ماڻهن پڇيو تہ سجدي جي غيرمعمولي ڊيگهہ جو ڪهڙو سبب هيو. حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ سجدي جي حالت ۾

حسين (عليہ السلام) منهنجي پٺي تي چڙهي ويٺو هيو. ان جي اها عادت آهي تہ مان جڏهن گهر ۾ نماز پڙهندو آهيان تہ اهو منهنجي پٺي تي چڙهي ويندو آهي. منهنجي دل انهي ڳالهہ تي راضي ڪونہ ٿي تہ مان اهڙي حالت ۾ سجدي مان ڪنڌ ڪڍان جو حسين (عليہ السلام) منهنجي پٺي تان ڪري پون. انهيءَ ڪري مون انتظار ڪيو تہ جيئن اهو پاڻ منهنجي پٺي تان لهي وڃي. انهيءَ ڪري مون کي سجدي کي ايترو ڊگهو ڪرڻو پيو.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هر مرحلي تي انهي ڳالهہ جو بندوبست ڪندا هيا تہ ماڻهو خاص طور تي سندن سيئي اصحابي انهي حقيقت کان واقف ٿي وڃن. بلڪ خود پنهنجن اکين سان ڏسي وٺن تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن ٻنهي ٻارن، حسن ۽ حسين عليهم السلام، انهن جي امڙ سائڻ ۽ انهن جي والد سڳوري کي ڪيترو دوست رکن ٿا. دنيا ۾ ڪوئي انسان ڪنهن ٻئي شخص سان ايتري محبت نٿو ڪري سگهي جيتري محبت پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي انهن هستين سان هئي. اهو ئي سبب آهي تہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پين جي سامهون پنهنجي نياڻي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها سان غيرمعمولي محبت ۽ احترام جو مظاهرو ڪندا هيا. سندس هٿن ۽ چهري کي چمندا هيا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خواهش هئي تہ ماڻهن کي خبر پئجي وڃي تہ کين پنهنجي نياڻيِ، ان جي مڙس ۽ ڏوهٽن سان ڪهڙو دلي ۽ روحاني تعلق آهي. جيڪڏهن ائين نہ هيو تہ پوءِ پاڻ هميشهہ مسجد شريف ۾ ان جي تعريف ۽ ساراهہ ڇو ڪندا هيا. ڇو ممبر تان ان جا فضائل بيان ڪندا هيا. پاڻ سڳورا ڇو وري وري ان خاندان سان پنهنجي روحاني ۽ جذباتي تعلق جو سرعام اظهار ڪندا هيا. ۽ ڇو پاڻ انهن هستين جي تعريف ۽ ساراهہ کان پوءِ انهن لفظن جو اضافو ڪندا هيا تہ جيڪو انهن کي دوست رکي ٿو اي الله! تون بہ ان کي دوست رک. ڇو پاڻ حسن، حسين، فاطمہ ۽ علي عليهم السلام جي باري ۾ فرمائيندا هيا تہ انهن جي خوشي ۾ راضپو منهنجي خوشي ۽ راضپو آهي ۽ منهنجو راضپو الله جو راضپو آهي. ڇا جي لاءِ پاڻ اهو فرمائيندا هيا تہ

جنهن انهن مان ڪنهن هڪ کي يا سيني کي ڏک ۽ تڪليف پهچايا تہ ان اصل ۾ مون کي تڪليف پهچائي ۽ جيڪو مون کي تڪليف پهچائي ٿو اهو الله جي ناراضگي کي سڏي ٿو.

اها ساراهہ اهو محبت جو اظهار اهو دوستي ۽ دشمني جو ذڪر ۽ ان سان گڏ اهو تاڪيد تہ انهن سان دوستي ۽ دشمني الله ۽ الله جي رسول سان دوستي ۽ دشمني جو ماڻ آهي، آخر پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن سيني ڳالهين تي ايترو زور ڇو ڏيندا هيا.

انهن مڙني ڳالهين جو جواب مستقبل ۾ ملي ويندو. ان گهراڻي سان جيڪو وهيو واپريو ان خاندان جي هر فرد جي حياتي جو داستان انهن مڙني سوالن جو جواب آهي.

الله جي راهہ ۾ ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي واسطي ان خاندان مسلسل ۽ غيرمعمولي قربانيون پيش ڪيون. انهن قربانين جو پهريون نشانو ۽ مظهر فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها آهن. پوءِ علي عليہ السلام، پوءِ حسن عليہ السلام ۽ پوءِ حسين عليہ السلام ۽ آخرڪار زينب سلام الله تعاليٰ عليها.

هجرت جي پنجين سال، امام حسين عليہ السلام جي ولادت کان هڪڙو سال پوءِ ان خاندان ۾ هڪڙي نياڻي جي ولادت ٿي. قربانين جي سلسلي ۾ ان خاندان جي لاءِ حسين عليہ السلام کان پوءِ ان نياڻي جي ضرورت اٿتر هئي. انهيءَ ڪري اها حسين عليہ السلام کان پوءِ ان مٿان پيدا ٿي. ان جو نالو زينب سلام الله تعاليٰ عليها آهي ۽ زينب سلام الله تعاليٰ عليها کان بہ سال پوءِ هڪڙي ٻي نياڻي جو اضافو ٿيو. ام ڪلثوم رضي الله تعاليٰ عنها.

زينب ۽ ام ڪلثوم اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نياڻين جا نالا بہ هيا.

حقيقت ۾ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها اهي هستي آهن جيڪي محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لاءِ سڀ ڪجهہ آهن. اهي اڪيليون پنهنجي والد سڳوري جي پوري دنيا آهن.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نياڻي زينب رضي الله تعاليٰ عنها فوت ٿي چڪيون آهن، رقيہ رضي الله تعاليٰ عنها ۽

ام ڪلثوم رضي الله تعاليٰ عنها بہ دنيا ڇڏي چڪيون آهن. هجرت جي اٺين سال الله تعاليٰ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي هڪڙو پٽ عطا ڪيو. ابراهيم، مگر ڄمڻ جي هڪ سال کان پوءِ اهي موت جي هنج ۾ هليا ويا. هاڻي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سموري اولاد مان صرف هڪڙي هستي زنده آهي. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها. هاڻي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سموري دنيا، انهن جي مڙني اميدن، آرزوئن ۽ محبتن جو مرڪز فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ۽ ان جا ٻچڙا آهن. بيشڪ اهي ئي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا اهلبيت آهن.

حسن ۽ حسين عليهم السلام سان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي محبت وڌندي وڃي ٿي. هاڻي اهي ئي بہ ٻارڙا انهن جي زندگي آهن. ڪين جيترو بہ وقت ملي ٿو پاڻ انهن سان ئي گذارين ٿا. جڏهن بہ پاڻ گهر کان ٻاهر وڃن ٿا، جيڏانهن بہ وڃن ٿا، مديني جي گهٽين ۾، جنهن طرف کان بہ گذرن ٿا، ٻنهي مان ڪونہ ڪو ٻارڙو سندن ڪلهي مبارڪ تي سوار هوندو آهي.

هڪڙي ڏينهن پاڻ مسجد شريف ۾ ممبر تي خطبو ارشاد ڪري رهيا هيا. سيئي ماڻهو ڌانهن ڌيان ڏيون ويٺا هيا، اوچتو سندن ڏوهٽا پنهنجي گهر جي دروازي مان ٻاهر اچن ٿا، مسجد ۽ انهن جو گهر ايئن گڏيل آهن جڻ مسجد انهن جي گهر جو اڱڻ آهي. ٻنهي ٻارڙن جي جسم تي ڳاڙها پهراڻ پاتل آهن. ٻارڙا ايترا ننڍڙا آهن جو پير ڄمائي هلي ڪونہ ٿا سگهن، هرهر ٿيڙ کائين ٿا، ۽ ڪري پون ٿا، اوچتو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نظر انهن تي پئي ٿي ۽ پوءِ انهن تي ڄمي وڃي ٿي. انهن لاءِ اهو ممڪن ڪونهي تہ اهي پنهنجين نظرن کي انهن ٻارن تان هٽائي سگهن. پاڻ ڏٺائون تہ ٻارڙن کي هلڻ ۾ گهڻي تڪليف ٿي رهي آهي. ڪڏهن ڪرن ٿا، پوءِ سنڀالي اٿن ٿا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اهو ڏسي بيتاب ٿي وڃن ٿا. خطبي کي اڌ ۾ ڇڏي ڏين ٿا. تڪڙو ممبر تان لهن ٿا، ٻارڙن کي ڪڇ تي کڻن ٿا ۽ پوءِ ممبر تي واپس تشريف کڻي اچن ٿا. پاڻ ڏسي رهيا آهن تہ سيئي ماڻهو حيرت مان ڏانهن ڏسي رهيا آهن ۽ پاڻ سڀورن جي بيتابي ۽ پريشاني

انهن کي سخت تعجب ۾ وجهي ڇڏيو آهي. پاڻ محسوس ڪن ٿا تہ ڇڻ ماٺهو اهو گهرندا هجن تہ پاڻ سڳورا پنهنجي خطبي کي اڌ ۾ ڇڏڻ ۽ ٻارڙن جي لاءِ ايترو پريشاني ۽ بيچيني جو اظهار ڪرڻ واري عمل جي باري ۾ ڪجهہ وضاحت فرمائين. پاڻ سڳورن ان حالت ۾ تہ ٻنهي ٻارڙن کي پنهنجي پرسان پيار ۽ شفقت سان ممبر تي ويهاريو هيو. فرمايو:

"بيشڪ الله سچ چيو آهي تہ توهان جو مال ۽ توهان جي اولاد فتنو (آزمائش) آهن (سورت تغابن آيت 15). منهنجي نظر انهن ٻارڙن تي پئي. مون ڏٺو تہ انهن کي هلڻ ۾ ڏکيائي ٿي رهي آهي. اهي هرهر ڪري پون ٿا. مون کان انهن جي تڪليف برداشت ڪونہ ٿي، انهيءَ ڪري مون خطبي کي اڌ ۾ ڇڏيو ۽ اڳتي وڃي انهن کي پنهنجي ڪڇ تي کنيو."

حسين عليہ السلام سان پاڻ سڳورن جي محبت جو انداز ئي ٻيو هيو. اها محبت پنهنجي شدت ۽ نزاڪت، ٻنهي لحاظ کان حد کان وڌيڪ هئي. پاڻ انهن جي ٻانهن پڪڙيندا هيا، ٻارڙي سان کيڏندا هيا، ان کي آڪاٽيون ٻڌائيندا هيا، ان کي پنهنجي سيني تي ويهاريندا هيا، ان کي چوندا هيا پنهنجو وات کول ۽ پوءِ نهايت محبت ۽ شوق جي عالم ۾ ان جي وات کي چمندا هيا. اها محبت جي اها حد آهي جنهن کي بيان ڪرڻ لفظن ۾ ممڪن ڪونهي. پاڻ سڳورا ٻارڙي جو منهن چمندا وڃن ٿا ۽ جذبات جي شدت کان متاثر لهجي ۾ فرمائيندا وڃن ٿا:

"اي الله! مان ان سان محبت ڪيان ٿو تون بہ ان کي پنهنجو دوست بڻاءِ."

هڪڙي ڏينهن پاڻ سڳورن جي ڪٿي دعوت هئي. پنهنجن ڪجهہ اصحابن سان گڏجي پاڻ دعوت ۾ تشريف کڻي ويا. پنهنجون ٻانهون کوليائون ۽ گهرياٺون تہ پنهنجن ڏوهٽن کي ڪڇ تي کڻن. ٻارڙي ٻارن واري معصوميت جو مظاهرو ڪندي چيو "مان پاڻ توهان ڏانهن ڪونہ ايندس. توهان مون کي پڪڙڻ جي ڪوشش ڪريو." اهو چئي ٻارڙو هيڏي هوڏي ڀڄڻ لڳو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مرڪندا پئي ويا ۽ ٻارڙي جو پيڇو ڪري رهيا هيا. ايستائين جو پاڻ سڳورن ان کي ڪڇ تي کنيو. هڪڙو هٿ ان جي ٻني تي رکياٺون ۽ ٻيو

هڻ ان جي ڪاڏي جي هيٺان. پوءِ شوق ۽ محبت جي جذبي سان حسين عليہ السلام کي چميون ڏيڻ لڳا ۽ فرمايائون:

"حسين مون مان آهي ۽ مان حسين مان آهيان ..... اي الله تون ان کي دوست رک جيڪو حسين کي دوست رکي." رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا اصحابي پاڻ ڪريمن جي ان طرز عمل کي حيرت ۽ تعجب مان ڏسي رهيا هيا. انهن مان هڪڙي ہئي کي مخاطب ٿيندي چيو:

"رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ڏسوتہ پنهنجي ڏوهٽي سان ڪهڙو سلوڪ ڪري رهيا هيا. الله جو قسم منهنجو بہ هڪڙو ڇوڪرو آهي مگر مون اڄ تائين ان کي ايئن پيار ڪونهي ڪيو." پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان شخص جي بي رخي ۽ رُکائي جي اظهار تي ناراض ٿيا ۽ فرمايائون:

"جيڪو رحم نٿو ڪري، ان تي رحم ڪونہ ڪيو ويندو."

ڏينهن رات ايئن گذري رهيا هيا ۽ هر گهڙي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي زندگي ۾ مٺاس ملائي رهي هئي. اهو فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو اهڙو وڻندڙ دور هيو جنهن ماضي جي تلخ يادن ۽ گذريل دور جي مصيبتن ۽ پريشانين جون يادون سندس دل مان وسارائي ڇڏيون هيون.

پوءِ خيبر جي فتح کان بعد يهودين فدڪ جو زرخير علائقو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي هديو ڪيو ۽ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اهو فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي ڏئي ڇڏيو ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جنهن جي گهر ۾ چار ننڍڙا ٻچا هيا، ڪجهہ ڏينهن جي لاءِ محتاجي جي گهيري کان آزاد ٿي ويون.

## مڪي جي فتح

پوءِ مڪي جي فتح وارو واقعو پيش آيو ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي فاتح والد سڳوري ۽ پنهنجي عظيم مڙس، جيڪو اسلام جي لشڪر جو علم بردار هيو سان گڏ مڪي ۾ داخل ٿيون. پاڻ

باطل تي حق جي ان عظيم ترين فتح جو نظارو پنهنجين اکين سان ڏٺائون. اها سرزمين جيڪا سندن جاءِ ولادت هئي، سندن نگاهن جي سامهون هئي ۽ مڪي زندگي جون سيئي وڻندڙ ۽ اڻوڻندڙ يادون هڪ هڪ ٿي تازيون ٿي رهيون هيون. مسجد الحرام ۽ اتي پيش اچڻ وارا اڻوڻندڙ حادثا، پي جو گهر، پنهنجين پيڻن سان گڏ زندگي جا گذاريل ڏينهن. اهي پيڻون جيڪي هاڻي هن دنيا ۾ ڪونہ هيون. اهو گهر جيڪو سندس جمڻ جي جاءِ هيو. شعبِ ابوطالب، قبرابوطالب، قبر خديجہ خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها جيڪا سندس امڙ هئي.....

آهستي آهستي حالتون بدلجن ٿيون. انهن جا والد سڳورا سختي ۽ مصيبت جي گهيري مان نڪري هجرت ڪن ٿا. انهن جي طاقت ۽ عظمت تيزي سان وڌن ٿيون. سمورو عرب جزيرو انهن جي حڪم هيٺ اچي ويجي ٿو. اهو وقت انهن جي بابا سائين جي طاقت، عظمت، فتح، ڪامراني ۽ شادماني جي خوشخبري ٻڌائي رهيو آهي. اهڙي طرح ان جو مڙس علي عليہ السلام طاقت ۽ ڪاميابي جي مجسم علامت آهن. اهي بدر، احد، خندق، خيبر، فتح مڪ ۽ حنين ۽ يمن مطلب تہ هر مهم جا هيرو آهن. انهن جي تلوار باطل تي اهڙيون ڪاريون ضربون لڳايون آهن جو خندق واري هڪڙي ڏينهن جي ضرب قيامت تائين سيني جنن ۽ انسانن جي عبادت کان افضل آهي ۽ انهن جا ٻار جيڪي اهڙي زندگي گذاري رهيا آهن جيڪا مڪمل سختي ۽ ڏک سان ڀريل آهي، واحد متوڪل آهن جيڪي عشق ۽ ايمان جي گلشن جي بهار آهن.

جيڪي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نسل ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي نسل جي بقا ۽ تسلسل جي واحد ضمانت آهن. جيڪي خوشي واري دل آهن. جيڪي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اهلبيت جو مرڪز ۽ محور آهن. جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر جا ڏيئا آهن ۽ جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پاڪيزه نسل جو سرچشمو آهن. ايئن آهي جڻ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي الله تعاليٰ والد سڳوري جي زندگي جي سمورين تلخين ۽ مصيبتن جو

علاج ٻڌائي ڇڏيو آهي. ها، بيشڪ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي پيءُ لاءِ هر طرح جي مسرت، شادماني ۽ فضيلت جو سرچشمو آهن.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي لاءِ سڀ کان وڌيڪ اطمينان ۽ مسرت جو سبب اهو احساس آهي تہ ان جي ٻچڙن سندن بابا سائين جي دل ۽ روح کي مسرت ۽ شادماني جي احساس سان اهڙي طرح ڏاول ڪري ڇڏيو آهي جو اهي ماضي جي مڙني تلخين ۽ محرومين کي وساري ويا آهن. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کان وڌيڪ پنهنجي پيءُ جي ڏک سور جو رازدار ٻيو ڪير آهي. انهن کي خبر آهي تہ انهن جي بابا سائين جي دل پنهنجي معصوم پٽن جي موت جي صدمي سان زخمي ٿيل آهي. انهن جون سيئي نياڻيون، سواءِ هڪ فاطمہ جي، جواني جي ڏينهن ۾ وفات ڪري ويون. توڙي جو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها کان پوءِ تيرهن شاديون ڪيون مگر ڪنهن بہ زال مان اولاد ڪونہ ٿي سگهيو. آخري عمر ۾ ماريہ قبطيہ رضي الله تعاليٰ عنها جي پيٽان ابراهيم پيدا ٿيا، اهي بہ ٽيج پيئڻ واري عمر ۾ الله کي پيارا ٿي ويا. هاڻي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جا ٻچڙا آهن. حسن، حسين، زينب ۽ ام ڪلثوم عليهم السلام، جن جو ديدار رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دل کي خوش ڪري ڇڏي ٿو ۽ جن جو وجود ۽ جن جي محبت پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لاءِ حياتي جي منڍ جو واحد سرچشمو آهي. پاڻ سڳورن جي سموري زندگي ۾ رنج ۽ مصيبت جي تلخي کان سواءِ ٻيو ڪجهہ ڪونهي، مگر قدرت واري اولادِ فاطمہ جي ذريعي سندن زندگي جي تلخ نااميدي کي ماکي ۽ کنڊ جي منڍ سان بدلائي ڇڏيو آهي. هاڻي حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڄمار سٺ سال کان چڙهي وئي آهي ۽ ان ڄمار ۾ کين هميشہ کان وڌيڪ انهن ٻچڙن جي ضرورت آهي.

زندگي گهڻي مهربان ڏسڻ ۾ پئي اچي. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي چهري تي خوشي جا آثار پڌرا آهن. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي گهر جي چوڌاري خوش بختي، افتخار ۽ ڪرامت جو هڪڙو نوراني هالو آهي. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي

والد سڳوري جي ناقابل بيان محبت، پنهنجي مڙس جي بي مثال عظمت ۽ پنهنجن ٻچڙن جي زندگي بخش محبت جي نعمتن ۽ راحتن سان سرشار مطمئن، خوش، پرمسرت ۽ فخر واري زندگي گذاري رهيون آهن. هڪڙي اهڙي زندگي جيڪا هر طرح جي پيچيني ۽ پريشاني کان آجي آهي. جتي هرطرح سان سک آهي، آرام آهي، راحت آهي، مسرت آهي، جتي دل بہ مطمئن آهي ۽ روح بہ خوش آهي.

مگر اها ساري خوشي ۽ خوشحالي، اطيمنان ۽ سڪون جو اهو دور هڪڙي طوفان کان اڳ جو هڪڙو مختصر وقفو آهي. گهڻو جلد انهن جي زندگي طوفان جي لپيٽ ۾ اچي وئي. ڪارو ۽ خوفناڪ طوفان جيڪو انهن جي آکيري کي برباد ۽ انهن جي گهر کي ويران ڪرڻ وارو هيو.

## رحلتِ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي بيماري حملو ڪيو. اهي بستري داخل ٿي ويا!

پوءِ انهن ۾ ايتري طاقت بہ ڪونہ رهي تہ اهي اٿي سگهن!

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جون اکيون ڏسي رهيون هيون تہ ماڻهن جا رخ بدلجي ويا آهن. انهن اکيون ڦيرائي ڇڏيون آهن. مديني جي فضا پاڪيزگي ۽ چڱائي جي بدلي ڪيني ۽ هراس سان ڀرجي رهي آهي. محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شهر ۾ جتي ايمان ۽ خلوص جا گل ٽڙندا هيا، هاڻي سياست جي گرم هوا گهلي رهي آهي. اسلام جي ڀائيچاري وارو عهد ٽٽي رهيو آهي ۽ ان جي جاءِ تي قبائلي دشمنيون وري ڪر کڻي رهيون آهن. هاڻي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو حڪم نٿو مڃيو وڃي. حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم علي عليہ السلام کي سڏرايو. مگر عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها ۽ حفصہ رضي الله تعاليٰ عنها وارن ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ عمر رضي الله تعاليٰ عنہ کي سڏرايو.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ڪالهہ مسجد نبوي ۾ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي نماز پڙهائڻ جو آواز ٻڌو هيو اڄ حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جو آواز ٻڌي رهيون آهن.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ڏسي رهيون آهن تہ اسامہ رضي الله تعاليٰ عنہ وارو لشڪر ترسيو پيو آهي ۽ سندن والد سڳوري جي اصرار ايستائين جو ڪاوڙ ۽ نفرت جي باوجود لشڪر روانو ڪونہ ٿو ٿئي. هر طرف کان لشڪر جي سپهہ سالار جي حيثيت ۾ اسامہ رضي الله تعاليٰ عنہ جي چونڊ ۽ مقرري تي اعتراض جا آواز بلند ٿي رهيا آهن، توڙي جو اها چونڊ ۽ مقرري خود رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڪئي هئي.

اڄ وري خميس جو ڏينهن اچي ويو آهي. مگر هاءِ ڪهڙي خميس! انهن جي والد سڳوري جي اکڙين مان لڙڪن جي برسات وسي رهي آهي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حڪم ڏنو "ڪاغذ ۽ قلم کڻي اچو تہ جيئن مان توهان جي لاءِ هڪڙي سَنَد لکي ڇڏيان تہ توهان مون کان پوءِ گمراهہ تي نہ سگهو." ماڻهوان حڪم کي ڪونہ ٿا مڃين. گوڙ گمسان برپا ڪن ٿا، چون ٿا تہ (معاذ الله) پيغمبر جي گفتگو وڦلڻ (هذيان) آهي. اسان وٽ الله جو ڪتاب (قرآن) آهي، پوءِ اسان کي ڪنهن لکت جي ڪهڙي ضرورت آهي.

هاڻي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۾ ڳالهائڻ جي طاقت بہ ڪونهي رهي. عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها جو گهر بہ ماٺ آهي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو سر مبارڪ علي عليہ السلام جي جهولي ۾ آهي. انهن جا چپ ماٺ آهن مگر انهن جون اکيون پنهنجي نياڻي سان ڳالهائي رهيون آهن.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي والد سڳوري جي ان لاچاري جو تاب سهي نٿيون سگهن. اهي پاڻ سان ڳالهائين ٿيون. اهي منهنجا بابا سائين آهن ۽ مان "ام ابيها" آهيان. اهي مون کي هن شهر جي ناسازگار فضا ۾ اڪيلو ڇڏي ويندا. اهي مون کان پنهنجون نگاهون ڪونہ ٿا هٽائين. هن وقت هميشہ کان گهڻو مون ڏانهن نهاري رهيا آهن. شايد انهن منهنجي چهري تي منهنجي دل جي ڪيفيت کي پڙهي ورتو

آهي. يقينن انهن جي دل منهنجي ڏک جي باهہ ۾ ٻري رهي آهي. مان "فاطمہ" جيڪا انهن جي سيني کان ننڍي مگر سيني کان وڌيڪ پياري ڌي آهيان.

اهي اکين سان اشارو ڪن ٿا. مان پنهنجن ڪنن کي انهن جي چپن جي پرسان ڪيان ٿي، اهي سس پس ڪن ٿا. "اها بيماري، موت جي بيماري آهي. مان دنيا ڇڏي رهيو آهيان." مون پنهنجو مٿو پري ڪري ڇڏيو. بدبختي ۽ مصيبت جا پهاڙ منهنجي مٿان ڪري پيا. منهنجي طاقت جواب ڏيڻ لڳي. مون کي پنهنجي والد جي جدائي جو داغ سهڻو پوندو. اها مصيبت مون کان ڪيئن برداشت ٿيندي، قريب هيو تہ منهنجي دل غم مان پرزا پرزا ٿي وڃي، مگر اها خبر صرف مون کي چو ٻڌائي وئي آهي، حالانڪ مان انهي ڏک واري خبر کي برداشت ڪرڻ جي گهڻ قوت رکان ٿي.

ليڪن منهنجي بابا سائين جون نظرون صرف مون تي ڄميل آهن. اهي صرف مون ڏانهن ڏسي رهيا آهن. اهي نگاهون چئي رهيون آهن تہ انهن جي دل پنهنجي نياڻي جي ڏک ۾ سڙي رهي آهي. اها نياڻي اها آهي جيڪا پنهنجي پيءُ کي گهڻي پياري رهي آهي. جيڪا بالڪپڻ کان پنهنجي پيءُ جي شفقت ۽ محبت جو مرڪز رهي آهي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم وري اشارو ڪن ٿا جو اهي مون کي ڪجهہ چوڻ گهرن ٿا. مان وري انهن جي چپن جي ويجهو ٿي وڃان ٿي. اهي فرمائين ٿا "اي منهنجي ٻچڙي! تون اهو پهريون فرد هونديئن جيڪو منهنجي گهراڻي مان منهنجي پٺيان اچي مون سان ملندو." پاڻ سڳورن وڌيڪ فرمايو: "فاطمہ! ڇا توهان ان ڳالهہ تي راضي ڪونہ آهيو تہ توهان هن امت جي عورتن جون سردار آهيو."

الله اڪبر! ڪهڙي عظيم تسلي آهي ڇا تہ عجيب خوشخبري آهي. اي بابا سائين توهان تي سلام هجي، توهان سمجهي سگهيا ٿي تہ هن وقت فاطمہ کي ڪهڙي تسلي جي ضرورت آهي. اها ڪهڙي خوشخبري آهي جيڪا ان جي غم جي باهہ کي ٿڌو ڪري سگهي ٿي. اهي تسلي جا لفظ اها خوشخبري خود منهنجي مرڻ جي خبر کان علاوه پيو ڇا ٿي سگهيو ٿي. ڏاڍو سٺو منهنجو موت مون کي پنهنجي پيءُ سان

جلد ملائي ڇڏيندو. هاڻي مون تي اهو راز کلي ويو تہ ڇو توهان ان اطلاع جي لاءِ پنهنجي مرڻ جي خبر ٻڌائڻ لاءِ سيني ماڻهن کي ڇڏي منهنجو انتخاب ڪيو.

هاڻي منهنجي طاقت بحال ٿيڻ لڳي آهي تہ مان ان غم کي برداشت ڪري سگهان. آهہ و زاري ڪري سگهان. مان ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جو چيل هڪڙو شعر وري وري چوان ٿي. معنيٰ:

"ان جو چهرو ايترو روشن ۽ سفيد آهي جو ان کان ڪڪر پاڻي طلب ڪندا آهن. اهو يتيمن جو سهارو ۽ بيواهن جي پناهہ گاهہ آهي."

اوچتو منهنجا بابا سائين اکيون کولين ٿا. فاطمہ اهو شعر منهنجي ساراهہ ۾ ابوطالب (رضي الله تعاليٰ عنہ) چيو هيو. مگر هي وقت ان جي پڙهڻ جو ڪونهي. قرآن شريف پڙهہ پٽ. قرآن شريف پڙهہ!

"محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) ان کان سواءِ ڪجهہ ڪونهي بس هڪڙو رسول آهي، ان کان اڳ ٻيا رسول، ٿي گذريا آهن، پوءِ ڇا جيڪڏهن اهي مري وڃن يا قتل ڪيا وڃن تہ توهان ماڻهو پوئين پيرن ڦري ويندا." (آل عمران آيت 144).

پوءِ پاڻ سڳورن فرمايو:

"الله ان قوم تي لعنت ڪري جيڪا پنهنجي پيغمبر جي قبر کي عبادت گاهہ بڻائي."

ان کانپوءِ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پاڻ سان ڳالهائڻ واري انداز ۾ فرمايو: "ڇا ظالم ۽ جابر حڪمرانن جو ٽڪاڻو جهنم ڪونهي." پاڻ سڳورن پنهنجي ڳالهہ جاري رکندي فرمايو:

"آخرت ۾ سٺو گهر انهن ماڻهن لاءِ آهي جيڪي زمين ۾ ظلم ۽ فساد برپا ڪونہ ٿا ڪن. جيڪو بہ جهنم جي عذاب کان بچڻ گهري ٿو اهو ظلم ۽ فساد کان پري رهي."

اهي ماڻهو جن کين لکڻ جو سامان مهيا ڪونہ ڪيو هيو. گهرن ٿا تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم زباني فرمائي ڇڏين تہ انهن ڇا تي لکڻ گهريو.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن طرف ڏک مان ڏسن ٿا ۽ فرمائين ٿا. "مان جيڪا ڳالهہ ڪرڻ وارو هيس اها ان کان گهڻو بهتر آهي جنهن جو توهان مون کان مطالبو ڪري رهيا آهيو."
ماڻهو ڪاغذ سوال ڪري رهيا آهن تہ توهان آخر ڇا ٿا لکڻ گهرو. ان جي وضاحت ڪري ڇڏيو. پاڻ سڳورا ارشاد فرمائين ٿا:
"مان توهان کي ٽن ڳالهين جي وصيت ڪريان ٿو.
پهرين اها تہ مشرڪن کي عرب جزيري مان ڪڍيو وڃي.
ٻي اها تہ قبائلي وفدن جو اهڙي طرح آڌرياءُ ڪيو وڃي جهڙي طرح مان انهن جي آڌرياءُ ڪندو آهيان.
۽ ٽيون ....." ان مرحلي تي پاڻ ماٺ ٿي ويا.
اوچتو سيني جون نظرون علي عليہ السلام ڏانهن کڄي ويون. علي عليہ السلام پنهنجي سوچ ۾ گم ۽ غم جي شدت سبب خاموش هيا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خاموشي ڏسي ٽيندي پئي وئي، انهن جون اکيون هڪڙي طرف هيون ۽ انهن مان مسلسل لڙڪ وهي رهيا هيا. اهي پنهنجي فڪر ۾ گم هيا تہ سيئي ماڻهو اتان هليا ويا.
پنهنجي پيءُ جي ڏک مون کي بيچين ڪري ڇڏيو ۽ مان ڏک جي حالت ۾ دانهون ڪريان ٿي. اي بابا سائين! توهان جي غم مون تي ڏک ۽ پريشاني جا پهاڙ ڪيرائي ڇڏيا آهن. انهن منهنجي ان ڳالهہ جي جواب ۾ هڪڙي اهڙي لهجي ۾ جنهن مان اطمينان ۽ سڪون جهلڪي رهيا هيا، فرمايو: "اڄ کان پوءِ تنهنجي پيءُ لاءِ ڪوئي غم ۽ پريشاني ڪونهي." ان کان پوءِ منهنجي والد سڳوري جا چپ بند ٿي ويا.
اهي چپ مبارڪ جيڪي وحي واري پيغام جي ترجماني ڪندا رهيا، اهي چپ مبارڪ جيڪي پنهنجي نياڻي ۽ ان جي ٻچڙن کي شفقت ۽ محبت جي اظهار طور چمندا رهيا، اهي هاڻي ماٺ ٿي ويا هيا، بند ٿي ويا هيا. انهن گهڻي دير تائين مون ڏانهن ڏٺو ۽ اهي اکڙيون بند ٿي ويون. نڙي مان رت وهڻ لڳو.
انهن جو سر مبارڪ علي عليہ السلام جي سيني تي هيو. علي عليہ السلام تي هڪڙي ڏک سان ڀرپور خاموشي طاري هئي، ائين لڳي رهيو هيو جڻ ڪو لاش چپ ۽ خاموش ويٺو هجي. هر طرف موت واري ماٺ

چانيل هئي. سڄو ماحول سوڳوار هيو. اهي وحشتناڪ گهڙيون آهستي آهستي گذري رهيون هيون. اوچتو رسو ل الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا ٻئي هٿ جيڪي اسامہ رضي الله تعاليٰ عنہ جي مٿي تي دعا جي لاءِ رکيل هيا، انهن جي پاسي ۾ ڪري پيا. چپن مبارڪن ۾ حرڪت آئي ۽ آواز آيو:

الي الرفيق الاعليٰ ۽ ان کان پوءِ سڀ ڪجهہ ختم ٿي ويو.

اتباه يا اتباه (بابا سائين! او بابا سائين!)

احباب ربا دعاه (توهان پنهنجي رب جي دعوت قبول ڪري ورتي)

الي جبرائيل نفاه (توهان جبرائيل جي ٺڪاڻي ڏانهن هليا ويا)

اوچتو ٻاهر هل هنگامي جو آواز بلند ٿيڻ لڳو. شهر ۾ ڏتر، خوف ۽ هراس جي لپيٽ ۾ اچي ويو. مون حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جو آواز ٻڌو. اهو چئي رهيو هيو "رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فوت ڪونہ ٿيا آهن. اهي حضرت عيسيٰ عليہ السلام وانگر آسمان تي هليا ويا آهن ۽ وري موٽي ايندا. جيڪو بہ ايئن چوندو تہ رسول الله فوت ٿي ويا آهن، تہ اهو منافق آهي. مان ان جو ڪنڌ ڪپي ڇڏيندس."

ڪجهہ دير کان پوءِ ماٺ ڇانئجي وئي. مون ڏٺو تہ ٻئي، حضرت ابوبڪر ۽ عمر رضوان الله تعاليٰ عنهم آيا. حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ بابا سائين جي چهري تان چادر هٽائي ڏٺو. رنا ۽ هليا ويا. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ بہ ان سان گڏ هليو ويو.

علي عليہ السلام رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي غسل ۽ ڪفن دفن جي انتظامن ۾ مصروف هيا.

منهنجا مڙس ابوالحسن منهنجي بابا سائين جي پاڪ بدن کي غسل ڏئي رهيا هيا. اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پاڪ جسم تي پاڻي وجهي رهيا هيا، مگر خود ان جي وجود ۾ غم جي باهہ ٻرڪي رهي هئي. ماڻهو پنهنجو پيغمبر وڃائي ويٺا. بي پناهن کان انهن جي پناهہ کسجي وئي. اصحاب پنهنجي مهربان رهبر کان محروم ٿي ويا. مگر منهنجو ۽ علي (عليہ السلام) جو معاملو بلڪل مختلف هيو. اسان کان اسان جو سڀ ڪجهہ کسجي ويو هيو. اوچتو مون کي احساس ٿيو تہ اسان ٻئي هن شهر ۾، هن دنيا ۾ بلڪل اڪيلا رهجي ويا

آهيون. نہ اسان جو ڪو ساٿي آهي، نہ دوست، ۽ نہ غمخوار. ائين لڳي رهيو هيو ڄڻ هڪدم هر شي بدلجي وئي آهي، هر چهرو تبديل ٿي ويو آهي. در ۽ ديوارن مان بہ وحشت وسي رهي هجي ۽ هاڻي صداقت جي جاءِ تي سياست قدم ڄمائي ڇڏيا هيا. ڀائپي واري واعدي (عهدِ مواخات) ذريعي جيڪي ڀائپي وارا رشتا قائم ٿيا هيا، اهي ٽُٽي ويا هيا ۽ انهن جي جاءِ تي جاهليت واري دور جا خانداني قبيلا ۽ قبائلي رشتا وري مضبوط ٿيڻ لڳا. ڀائر هڪ ٻئي کان پري ٿي ويا ۽ ساڳي قبيلي وارا هڪ ٻئي جي ويجهو اچي ويا. هوڏانهن منهنجا والد سڳورا، الله جا رسول موت سان ملاقات ڪري چڪا هيا ۽ ٻئي پاسي شيوخيت ۽ اشرافيت جي مئل بدن ۾ وري ساهہ پئجي ويو هيو.

منهنجي ۽ علي (عليہ السلام) لاءِ اهو حادثو ايترو سنگين، وحشتناڪ ۽ دردناڪ هيو جو اسان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وفات کان علاوه ٻي ڪا ڳالهہ سوچي ئي ڪونہ ٿي سگهياسين. هڪڙي طرف مديني جي فضا سياست جي منصوبہ بندي ۽ تڪرار ۽ ڪشمڪش سان پُر هئي ۽ ٻئي طرف اسان جي لاءِ زندگي هڪڙو مڪمل خلا بڻجي وئي هئي.

ايتري ۾ اسان جا وڏا چاچا عباس (رضي الله تعاليٰ عنہ) آيا. انهن جي چهري تي خوف جا بادل ڇانيل هيا. اهي معنيٰ خيز مگر تشويش سان ڀريل لهجي ۾ علي (عليہ السلام) سان مخاطب ٿيا. "پنهنجو هٿ اڳتي وڌايو. مان توهان جي هٿ تي بيعت ڪريان ٿو تہ جيئن ماڻهو ائين چئي سگهن تہ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي چاچي ان جي سوٽ جي هٿ تي بيعت ڪري ڇڏي. خاندان جا ٻيا ماڻهو بہ توهان جي هٿ تي بيعت ڪندا ۽ جڏهن اهو ڪم انجام تي پهچندو تہ پوءِ ٻين جي لاءِ......"

"نيڪ! چا ٻيا انهي ڳالهہ جي لالچ ڪري رهيا آهن."

"توهان کي سياڻي سڀ ڪجهہ معلوم ٿي ويندو."

علي عليہ السلام خطري جو احساس ڪيو. ليڪن جيئن وڄ جو چمڪو هڪڙي گهڙي لاءِ چمڪندو آهي ۽ وري غائب ٿي ويندو آهي، اهڙي طرح اهو احساس علي عليہ السلام جي دل ۾ هڪڙي گهڙي جي لاءِ

ايريو ۽ پوءِ غائب ٿي ويو. انهن جو باطني وجود تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي غم سان پريل هيو. محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جيڪو مائٽ، پيءُ، سرپرست، اوستاد، پاءُ، دوست، رهبر، رسول، مطلب تہ علي عليہ السلام جي لاءِ ڇا نہ هيو. اهي علي عليہ السلام جي هستي جو سمورو سرمايو هيا. اهي ان جي سموري ايمان ۽ احساس جا مرڪز هيا. علي عليہ السلام جي سڄي دنيا رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ذات هئي. انهن جي لاءِ اهو ممڪن ڪونہ هيو تہ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رحلت کان علاوه ڪنهن ٻي ڳالهہ جي متعلق ڪجهہ سوچي سگهن. مطلب تہ انهن جي لاءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر کان ٻاهر جي دنيا ان وقت وجود ئي ڪرنہ ٿي رکيو. انهن جو سمورو وجود غم جي احساس جي بوجهہ هيٺ دٻيل هيو. اهي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي غسل ڏئي رهيا هيا. اهي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڪم ۾ مصروف هيا ۽ مان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نياڻي علي (عليہ السلام) جي ٻارن يعني خود پنهنجن ٻچڙن ڏانهن ڏسي رهي هيس.

هي حسن عليہ السلام آهي جيڪو ستن سالن جو آهي، حسين جي عمر اڃا ڇهہ سال آهي، زينب پنجن سالن جي آهي ۽ ام ڪلثوم تہ اڃا صرف ٽئين سال ۾ آهي. اهي ٻار منهنجي دل جا ٽڪڙا اڃا ننڍڙي ڄمار جا آهن ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کان پوءِ انهن جي تقدير ۾ ماڻهن جي بغض ۽ دشمني کان علاوه ٻيو ڪجهہ نظر نٿو اچي.

شهر کان ٻاهر سقيفہ جي مقام تي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا مدني دوست، انصار گڏ ٿيا آهن تہ جيئن انصارن جي جماعت مان ڪنهن کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو جانشين مقرر ڪن. انهن کي احساس آهي تہ مڪي وارا مهاجر ان سلسلي ۾ ڪجهہ ٻيو منصوبو ٺاهي رهيا آهن. حضرت ابوبڪر، عمر ۽ عبيده رضوان الله تعاليٰ عنهم سقيفہ پهچن ٿا. اهي انصارن جي سامهون اهو دليل پيش ڪن ٿا تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: "امام قريش مان ٿيندا." انهي دليل سان اهي انصارن کي انهي ڳالهہ تي آماده ڪري وجن ٿا تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم

جو جانشين ان جي مائٽن مان هجڻ گهرجي. مگر ان دليل جو ڪهڙو نتيجو نڪتو. حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ کي سقيفہ ۾ خليفو چونڊيو ويو.

اهو اندازو ڪرڻ ممڪن ئي ڪونهي تہ ان فيصلي سان فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي حساس ۽ خبردار دل تي ڇا گذريو هوندو. دنيا ۾ ڪا نياڻي پنهنجي پيءُ سان جيتري محبت ڪري سگهي ٿي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي پنهنجي والد سڳوري سان محبت ان ڪان تمام گهڻو پرجوش ۽ گهري هئي. ان کي پنهنجي والد سڳوري سان والهانہ محبت هئي. هي اها نياڻي هئي جنهن کي "ام ابيها" (پنهنجي پيءُ جي ماءُ) جو لقب ڏنو ويو هيو. اها رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي غربت ۾ اڪيلائي جي ساٿي، انهن جي رنج و غم ۾ انهن جي لاءِ سڪون ۽ تسلي جو سبب هئي. اها انهن جي جهاد جي ساٿي بہ هئي ۽ انهن جي ڏک جي حصار ۾ بہ انهن جي رفيق ۽ حال محرم هئي. اها پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي آخري اولاد هئي جيڪا پنهنجي پيءُ جي ڪراڙپ واري عمر ۾ پيدا ٿي. اها سيني ڪان ننڍي، سيني کان لاڏلي نياڻي جيڪا رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي آخري ڏينهن ۾ انهن جي واحد اولاد هئي ۽ جيڪا انهن جي رحلت کان پوءِ انهن جي اڪيلي وارث. انهن جي نسل (عترت) جو واحد ذريعو انهن جي خاندان جو اڪيلو سهارو انهن جي نسل جي بقا جي واحد ضمانت آهي. صرف هي ئي اها نياڻي آهي جنهن مان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو نسل هليو. اها اڪيلي معدنِ رسالت ۽ سرچشمہ ۽ ذريت و عترت آهي. هي علي عليہ السلام جي زال آهي. ها، هي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها آهي.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو امڙ جي هنج ۾ ئي آزمائشي زندگي سان واسطو پيو. پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ جي پاڇي ۾ انهن جي زندگي شروع ڪان ئي تڪليفن ۽ مصيبتن جو شڪار رهي. انهيءَ ڪري جو اها هڪڙي اهڙي وقت ۾ ڄائي جڏهن ان جي امڙ جي دولت ۽ ان جي زندگي جو پرسڪون دور ختم ٿي چڪو هيو. انهن جي امڙ ضعيف ۽ ڪمزور ٿي چڪيون هيون. انهن جي ڄمار 65 سال کان مٿي ٿي چڪي

هئي. خوش نصيبي، آسودگي ۽ ڪاميابي جي جاءِ تي غربت، بک، سختي ۽ مصيبت جو راڄ هيو. پنهنجا ۽ پراوا سڀ مخالف هيا.

خديجہ الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها اهي هستي آهن جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جون صرف شريڪِ حيات ڪونہ آهن، بلڪ شريڪِ ڪار بہ آهن. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جون سڀ کان پهريون ۽ سڀ کان وڏيڪ بااعتماد ساٿي هيون. اهي هڪڙي اهڙي عظيم انسان جي ڏک سور جون ساٿي هيون جيڪو پنهنجن ڪلهن تي دنيا جي عظيم ترين رسالت جو بار کنيو پيو هيو. هي اها رسالت آهي جيڪا جهالت جي اونداهين ۾ روشني جي علامت آهي. جيڪا سياري جي ٿڌين راتين ۾ ڏڪندڙ ماڻهن کي ايمان جي حرارت بخشڻ واري آهي. اها اقتصادي غلامي جي زنجيرن ۾ جڪڙيل انسان جي لاءِ آزادي جي خوشخبري آهي. اها هرطرح جي ظلم، جهالت ۽ هر بت پرستي جي خلاف جهاد جو اعلان آهي. اها سيني کان وڏي رسالت ۽ سيني کان آخري نبوت جي منزل آهي ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي امڙ خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها ان عظيم ذميواري ۾ مڪمل طور تي شريڪ آهن. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ دل وجان سان مصروف آهن.

پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي باطن ۾ هڪڙو روحاني انقلاب برپا ٿي چڪو آهي. انهن جو فڪر ۽ احساس مادي سطح کان بلند ۽ زندگي حقيقي ۽ دائمي ڪاميابي ۽ ڀلائي ڏانهن مُڙي وئي آهي. ماده پرستن جي دشمني، انهن جو بغض ۽ دشمني ۽ انهن جي ساڙ جي باھ سموري ماحول کي پنهنجي لپيٽ ۾ وٺي ڇڏيو آهي. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي امڙ محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ جي مسئلن ۽ ان جي انقلابي تحريڪ ۾ مصروف آهن ۽ محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پاڻ پنهنجي انقلابي مشن طرف پوري طرح سان متوجهہ آهن. انهن جو سمورو وقت ۽ سڀ قوتون، پيغام الاهي جي تبليغ ۽ ماڻهن جي ڀلائي جي جدوجهد لاءِ وقف آهن ۽ اهڙي حال ۾ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جيڪا پنهنجي عمر جي ان منزل ۾ آهي جتي ان کي ماءُ جي محبت ۽ پيءُ جي شفقت جي سخت ضرورت آهي،

اهو محسوس ڪن ٿيون تہ ان جا ماءُ پيءُ تہ خود ان جي توجهہ ۽ خدمت جا محتاج آهن. خود ان جي پاراٽي ۽ معصوم محبت جا طلبگار آهن. انهن ڏنو تہ ان جي والدين جي زندگي جو اڪثر حصو رنج ۽ مصيبت جي پاڇي ۾ پروان چڙهي رفاقت ۽ خلوص جي انتهائي بلند ۽ ناقابل شڪست حدن تائين پهچي چڪو آهي. انهن جي امڙ خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها ان جي بابي محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جون اهڙيون رفيقِ حيات هيون جنهن هر امتحان ۽ آزمائش ۾ انهن جو ساٿ ڏنو. ايستائين جو پنهنجي مڙس سان گڏ ان جي زندگي جڙڻ "گڏيل موت" جو نمونو هئي. انهن ٻنهي جو گڏيل گهر انهن جي پيءُ جي بي گهري جو واحد تدارڪ هيو. ان جي امڙ سندس پيءُ جو ان وقت ساٿ ڏنو جڏهن پنهنجا ۽ پراوا سڀئي ان جو ساٿ ڇڏي ويا هيا. انهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان ان وقت خلوص ۽ محبت وارو ورتاءُ ڪيو جڏهن اهي هر شخص جي دشمني ۽ نفرت جو نشانو هيا. جڏهن اهي اڪيلا هيا تہ اها انهن جي ساٿي هئي. اهي انهن جون دوست ۽ غمخوار هيون. انهن جي همت وڌائڻ واريون ۽ ان جا ڏک سور ونڊڻ واريون هيون.

ڇيو ويندو آهي تہ اها محبت جيڪا رنج ۽ مصيبت جي پاڇي ۾ پروان چڙهندي آهي، ان محبت کان گهڻو وڌيڪ گهري ۽ سچي هوندي آهي جيڪا محبت خوشحال ۽ خوشي واري ماحول ۾ پروان چڙهي. ان محبت ۾ روح تازگي جي ان ڪمال واري حد تائين پهچي ويندو آهي جتي دوست جي دوستي، دوست تي ايمان بڻجي ويندي آهي. جتي جيڪڏهن دوست جي لاءِ جان قربان ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿئي تہ انسان ان قرباني کي خوشي سان قبول ڪندو آهي. جتي انسان پنهنجي وجود جي گهراين ۾ دوست سان گڏ ويجهڙائي محسوس ڪندو آهي ۽ ان ئي احساس جي سهاري زندهہ رهندو آهي. دوست بہ پنهنجي دوست جي محبت جو جواب ڏيندو آهي. محبت ۽ عشق دوستي جي خوبي ۽ پاڪيزگي جي بلند ترين سطح آهي. ٻئي هڪڙو جذبو ڪونہ آهن. ظاهر ۾ دوستي ۽ محبت هڪڙي ڳالهہ نظر اچن ٿا، ليڪن انهن جا رخ مختلف آهن. دوستي ٻہ طرفو عمل آهي، ہہ طرفي ايثار ۽ پائيواري جو

رخ آهي. جڏهن تہ عشق تسليم ۽ ايثار جي منزل آهي. محبوب جي رضا ۽ خوشنودي جي لاءِ پنهنجو سڀ ڪجهہ قربان ڪري ڇڏڻ واري منزل آهي. عشق خود پنهنجو سڀ عيوض (اجر) آهي. عاشق محبوب کان ڪوئي انعام ڪوئي عيوضو ڪائي قيمت طلب ڪونہ ڪندو آهي. عشق ۽ دوستي بہ مختلف بلڪ هڪ حد تائين متضاد پهلو رکڻ وارا جذبا آهن.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي پنهنجي پيءُ سان والهانہ محبت هئي ۽ اها محبت ان حد تائين هئي جو جنهن حد تائين دنيا ۾ ڪابہ ڌي پيءُ سان محبت نٿي ڪري سگهي. پنهنجي پيءُ سان ان جي محبت ۽ ان جو تعلق ناقابل شڪست ۽ ان جو خلوص ناقابل بيان حد تائين گهرو هيو ۽ ان تعلق ۽ ويجهڙائي واري احساس ان کي اها همت ۽ قوت عطا ڪئي، جنهن سان انهن پنهنجي زندگي جي سيني تڪليفن ۽ مصيبتن جو مقابلو ڪيو. اهي انهن حالتن سان منهن ڏئي رهيون هيون جن جي وضاحت ۽ تشريح ممڪن ڪونهي. انهن جا عظيم ۽ بلند همت والد سڳورا چئني طرفن کان وير ۽ دشمني جو نشانو هيا. اهي پنهنجي وطن ۾ اجنبي ۽ پنهنجي شهر ۾ اوپرا هيا. اهي پنهنجن ماڻهن جي هجوم ۾ اڪيلا هيا. پنهنجن مٽن مائٽن جي محبت کان محروم هيا. اهي پنهنجن هم زبان ماڻهن جي وچ ۾ هيا مگر ڪير بہ انهن جو هم آواز ڪونہ هيو. اهي جهل ۽ بت پرستي جي چوطرفي حملي جي زد ۾ هيا. وحشي شيخ، ڪميڻا رئيس، دولت جي پڄارين ۽ غلامي جو ڪاروبار ڪرڻ وارن ڪميڻي فطرت وارن ماڻهن سان انهن جي زبردست ڪمشڪش ۽ ٽڪراءَ هيو. پنهنجن ڪلهن تي رسالت جو عظيم بار کنيون اهي هيڪلا ۽ اڪيلا هيا. ڪير بہ انهن جو دوست ۽ همدم ڪونہ هيو. ان ڏکي راهہ ۾، جيڪا غلامي کان آزادي تائين جي واٽ آهي، انهن جو ڪوئي همسفر ڪونہ هيو. مڪي جي اونداهي وادي کان حرا جي پرنور چوٽين تائين اهي اڪيلا هيا. انهن جو روح عوام جي بي حسي، فڪري جمود، جهالت ۽ ڪيني پروري جي سبب ڏکويل ۽ انهن جو جسم دشمنن طرفان پٿراءَ ڪرڻ ۽ اذيتون ڏيڻ جي نتيجي ۾ زخمي هيو. اها قوم جنهن ڏانهن انهن کي رسول ڪري موڪليو ويو هيو

۽ جنهن جي ترقي، خوشحالي ۽ چوٽڪاري لاءِ سيني کان وڌيڪ خواهشمند هيا. اها ئي قوم سيني کان وڌيڪ انهن کي آزار پهچائڻ جي پٺيان ۽ نقصان ڏيڻ لاءِ سندرو ٻڌيون بيٺي هئي ۽ انهن جا پنهنجا مٽ مائٽ جيڪي ٻين جي مقابلي ۾ انهن جي گهڻو ويجها هيا. اهي ئي انهن سيني کان وڌيڪ تڪليف پهچائڻ وارا ۽ سيني کان وڌيڪ اوپرائپ ۽ لاتعلقي جو اظهار ڪرڻ وارا هيا. انهن حالتن ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هڪڙا اهڙا اڪيلا ۽ دردمند شخصيت هيا جنهن جو هڪڙو رخ وحي جو شعلو آهي تہ ٻيو رخ عشق ۽ ايمان جي حرارت. جيڪو هڪڙي طرف پنهنجي قوم جي دشمني ۽ مخلوق طرفان ايذاء ڏيڻ جو شڪار آهي تہ ٻئي طرف اڪيلائي ۽ لاچاري کي منهن ڏئي ٿو. جنهن جي ڪلهن تي ان عظيم امانت جو بوجھہ آهي، جنهن امانت جي بار کي کڻڻ لاءِ آسمان، زمين ۽ جبلن انڪار ڪري ڇڏيو هيو. جنهن جي قلب تي مسلسل اهي الاهي آيتون نازل ٿي رهيون آهن تہ جيڪڏهن انهن کي جبلن تي نازل ڪيو وڃي ها تہ اهي انهن جي هيبت کان پرزا پرزا ٿي وڃن ٿا. اهي انهن سيني تڪليفن ۽ مصيبتن ۾ گهيريل، روزانو ان شوق جي گرمي کان مجبور ٿي، جنهن انهن جي وجود کي ٻرندڙ ۽ متحرڪ ڪري رکيو هيو ماڻهن جي هدايت جي شوق ۾ صبح کان شام تائين شهر جي گهٽين ۽ محلن ۾ بلڪل اڪيلا تبليغ جي ڪم ۾ مصروف نظر اچن ٿا. ڪڏهن صفا جي ٽڪري تي چڙهي غفلت جي ننڊ جو شڪار ماڻهن کي مستقبل جي خطري جو احساس ڏياري سجاڳ ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. ڪڏهن قريشي سردارن جي جماعت خاني (الندوه) جي پرسان مسجدالحرام جي اڱڻ ۾ 365 ٻوڙن، بي شعور ۽ بي جان بتن جي سامهون جن کي ماڻهن پنهنجو معبود بڻائي رکيو هيو. سجاڳي لاءِ صدا ۽ آزادي لاءِ پڪار بلند ڪن ٿا. ماڻهن کي توحيد جي دعوت ڏين ٿا. انهن کي باطل جي غلامي کان آزاد ٿيڻ جو پيغام ٻڌائين ٿا. مگر ڪير بہ انهن جو آواز ڪونہ ٿو ٻڌي، سمورو ڏينهن اهڙي طرح مصروفيت ۽ مشقت ۾ گذري ٿو ايستائين جو ڏينهن لڙڻ لڳندو آهي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ٿڪل، ساٽاٽيل، اهڙي حالت ۾ جو انهن جو جسم زخمن سان چور ۽ انهن جي دل ڏک جي

احساس سان ڀريل هوندي آهي، پنهنجي مقصد ۾ ڪاميابي ماڻڻ کان سواءِ پنهنجي گهر ڏانهن موٽن ٿا. شهر ۾ هر طرف گوڙ گهمسان، گارين ۽ ٺٺول جا آواز انهن جو پيڇو ڪن ٿا، مگر گهر ۾ هر طرف خاموشي ۽ ويراني جو راڄ آهي. ها، ٻه اڪيون جن ۾ ايمان ۽ محبت جون لاٽون ٻرن ٿيون، انهن جي انتظار ۾ دل و جان سان بيقرار آهن.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جيڪي ان وقت گهڻو ننڍڙيون هيون، جيڪا ڪمزور ۽ ڏبري ڇوڪري هئي، انهن مڙني حالتن ۾ پنهنجي والد سڳوري سان گڏ هونديون هيون. شهر جي انهن گهٽين ۽ پاڙن ۾ جيڪي دشمني سان ڀريل هيا، مسجد الحرام ۾ جتي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي گارين، ٺٺول ۽ چٿر جو نشانو بڻايو ويجي ٿو هر جاءِ تي اها پنهنجي پيءُ سان گڏ نظر اچي ٿي. ڪنهن اهڙي پکي وانگر جنهن جو ٻچو آکيري مان ڪري خونخوار ۽ وحشي جانورن جي چنبي ۾ ڦاسي ويو هجي.اهي پنهنجي والد سڳوري جي لاءِ پريشان ۽ بيچين نظر ايندرون هيون. اهي اڪيليون پنهنجي پيءُ جون محافظ هيون. اهي پنهنجي ڪمزور وجود جي سيني قوتن سان پنهنجي پيءُ کي پنهنجي بچاء جي گهيري ۾ وٺڻ جي ڪوشش ڪنديون هيون. اهي پنهنجين ڪمزور ٻانهن کي پنهنجي عظيم مگر اڪيلي پيءُ جي چوڌاري وڪوڙي ڇڏينديون هيون. پنهنجين نازڪ آڱرين سان جيڪي نرمي ۽ محبت جو مجسمو هيون، پنهنجي والد سڳوري جي مٿي ۽ هٿن کي رت کان پاڪ ڪنديون هيون، انهن جي زخمن کي صاف ڪنديون هيون. پنهنجن معصوم ٻولن سان ان بزرگ مرد کي جيڪو ڪلماتِ الاهي جو حامل هيو تسلي ڏينديون هيون ۽ پوءِ ان اڪيلي ۽ ڏکويل عظيم شخصيت کي گهر وٺي اينديون هيون ۽ پنهنجي ڏکويل پيءُ ماءُ، ٻنهي، جي لاءِ سڪون ۽ راحت جو سامان فراهم ڪنديون هيون.

جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طائف جي سفر کان اهڙي حالت ۾ موٽي آيا جو انهن جو سمورو جسم رت سان ڀريل هيو تہ ان وقت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ئي هيون جن گرمجوشي سان انهن جو استقبال ڪيو ۽ پنهنجين ٻاراڻين ڳالهين ۽ معصوم

تسلين جي ذريعي انهن کي دلداري ڏني. انهن سان اهڙي نموني همدردي ۽ محبت جو اظهار ڪيو جو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجن زخمن جي تڪليف وساري نياڻي جي ڳالهين ۽ ان جي محبت سان خوش ٿيڻ لڳا. پوءِ شعبِ ابوطالب جو ٽي سالہ دور، قيد ۽ اڪيلائي ۾ اها نياڻي پنهنجي ڏکويل ۽ ضعيف امڙ ۽ پنهنجي ڏکويل ۽ قاتل پيءُ جي هرطرح سان خدمت ۽ دلجوئي ڪندي رهي. ان آزمائشي دور ۾ بک، پريشاني، سختي ۽ اڪيلائي جي بيشمار مصيبتن کي کلندي برداشت ڪندي رهي. پوءِ جڏهن سندس امڙ سائڻ، خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا چاچا ابو طالب رضي الله تعاليٰ عنہ هن دنيا مان هليا ويا تہ ٻنهي جي وفات زندگي ۾ هڪڙو وحشتناڪ خلا پيدا ڪري ڇڏيو تہ اها فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ئي هئي جن پنهنجي بي مثال محبت سان ان خلا کي پُر ڪيو. هي اهو دور هيو جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هر طرف کان بي يارو مددگار ٿي ويا هيا. نہ شهر ۾ انهن جو ڪو محافظ ۽ ساٿي هيو ۽ نہ گهر ۾ ڪوئي دوست ۽ غمخوار هيو. ان اڪيلائي ۽ لاچاري جي احساس جو علاج فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي محبت، پنهنجي خلوص ۽ پنهنجي ايثار واري جذبي سان ڪيو.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي والد سڳوري سان اهڙي طرح محبت ڪئي جيئن هڪڙي ماءُ پنهنجي ٻار سان محبت ڪندي آهي. انهن پنهنجي پوري وجود، پنهنجي سموري محبت ۽ پنهنجي ايماني جوش، مطلب تہ پنهنجي محبت سان پنهنجي پيءُ جي پدري شفقت جي تسڪين ڪئي ۽ انهن جي رسالت تي ايمان جي ذريعي انهن کي قوت ۽ افتخار جو تحفو ڏنو. پوءِ جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم علي عليہ السلام جي فقروشرف جي ڪري ان کي سندس مڙس ڪري چونڊيو تہ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ان انتخاب کي پوري خوش دلي سان قبول ڪري پنهنجي پيءُ کي اميد ۽ مسرت جو تحفوظ پيش ڪيو. پوءِ حسن، حسين ۽ زينب عليهم السلام جي شڪل ۾ پنهنجي والد سڳوري کي، جن جي دل اولاد جي ڏک کان چُورچُور هئي، جنهن جا ٽي پٽ ٻالڪپڻي ۾ ۽ ٽي نياڻيون جواني ۾

وڇوڙي جو سور ڏئي ويون هيون، انهن جي زندگي جو زور مٿو ۽ عزيز ترين هديو پيش ڪيو. حقيقت اها آهي تہ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي سموري زندگي، ان جي حياتي جي پورو عرصي جي هڪڙي هڪڙي گهڙي پنهنجي پيءُ جي محبت، انهن جي خدمت ۽ خوشنودي جي لاءِ وقف هيا. اها محبت هڪڙي نياڻي جي محبت کان تمام گهڻو مٿي هئي. اهو تعلق رسمي ايمان ۽ عقيدت کان وڌيڪ گهرو ۽ خالص هيو. اها محبت، محبت جي عام سطح کان گهڻو بلند هئي. انهن سونهري ۽ پاڪيزه جذبن جون پاڙون گهڻو گهريون هيون. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي وجود جو تاڃي پيٽو انهن ئي سونهري تارن سان ناهيو هيو ۽ انهن ئي احساسن جي ذريعي پاڻ کي پنهنجي والد سڳوري جي جسم و جان سان ڳنڍي ۽ گڏائي ڇڏيو هيو. انهن جو وجود، انهن جي زندگي ۽ انهن جي سموري معنويت اهو ئي تعلق هيو جيڪو انهن کي پنهنجي والد سڳوري سان هيو ۽ اهو تعلق ايترو گهڻ رخو هيو جنهن جي تشريح ممڪن ڪونهي.

هاڻي موت جي تلوار اوچتو انهن مڙني رشتن کي ڪپي ڇڏيو آهي.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي نازڪ دل ۽ ڪمزور جسم تي انهي غم جو ڌڪ ڪيترو هولناڪ هيو ان جواندازو لڳائڻ مشڪل آهي. انهيءَ ڪري جو هي اها نياڻي آهي جنهن جي زندگي پنهنجي پيءُ جي محبت ۽ ان جي رسالت تي ايمان هيو. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي پيءُ لاءِ ۽ ان جي حوالي سان زنده هيون ۽ هاڻي موت سندس پيءُ کي ان کان کسي ورتو هيو. ڪير ٻڌائي سگهي ٿو تہ ان لاءِ ان جي پيءُ جي رحلت ڪيترو هولناڪ ۽ سنگين سانحو هيو.

اها رڳو اتفاقي ڳالهہ ڪونہ هئي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم موت جي بستري تي صرف ان کي تسلي ڏيڻ ضروري سمجهيو تہ جيئن اها پيءُ جي وڇوڙي جي صدمي کي برداشت ڪري سگهي. وري تسلي بہ ڪهڙي عجيب هئي، اها خود فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي مرڻ جي خبر هئي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن کي اها خوشخبري ڏني هئي تہ اها پيءُ دنيا مان سڀني کان اڳ مر

پنهنجي پيءُ سان وچي ملندي. اها ئي تسلي هئي جنهن ڌي کي پنهنجي پيءُ کان جدا ٿيڻ جي صدمي کي برداشت ڪرڻ جي همت عطا ڪئي.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي لاءِ اهو ڏک جو شديد ترين ڏک هيو جيڪو ڪنهن انسان جي دل تي لڳي سگهي ٿو. قدرت واري ان کي انهي عظيم غم جو منهن ڏيکاريو هيو جنهن کان وڌيڪ ٻيو ڪو غم ممڪن نٿو ٿي سگهي. انهن لاءِ پنهنجي پيءُ جي موت جو ڏک گهڻو وڏو غم هيو. مگر اهي اڃا ان غم کي پوري طرح سنڀالي ڪونہ سگهيون هيون تہ حالتن هڪڙي ٻئي صدمي جو منهن ڏيکاريو. غم جو اهو ٻيو ڏک پهرين غم وانگر شديد نہ سهي مگر اهو زخم شايد پهرين زخم کان گهرو هيو. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها تي نهايت ٿورڙي عرصي ۾ هڪ ٻئي پٺيان غمن جا بہ پهاڙ اچي ٽُٽا هيا. اڃا اها پيءُ جي وڇوڙي جي غم کان نڍال هيون تہ انهن ٻڌو تہ ڪنهن ٻئي شخص کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو جانشين مقرر ڪيو ويو آهي. ان ڳالهہ سان ڪهڙو فرق پوي ٿو تہ ان منصب تي ڪهڙي شخص کي مقرر ڪيو ويو. بهرحال، جيڪو بہ هجي پر علي عليہ السلام ڪونہ هيو.

هاڻي هر ڳالهہ چٽي ٿي وئي هئي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حجتہ الوداع کان واپسي تي مسلمانن جي سيني قافلن کي، انهيءَ کان اڳ جو اهي پنهنجن ماڳن ڏانهن موٽي وڃن، غدير خم جي ماڳ تي گڏ ڪري علي عليہ السلام جي ولايت جو اعلان ڇو ڪيو ۽ انهن سيني کان اقرار ورتو هيو تہ جيئن نبي (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) پاڻ مولا آهن ايئن ئي علي (عليہ السلام) بہ مولا آهن.

ڇو انهي سفر ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهيءَ کان اڳ جو مديني ۾ پهچي وڃن، هڪڙي جابلو لڪ ۾ جتي ٻارهن ماڻهو لڪا وينا هيا، قاتلانہ حملي جو شڪار ٿيڻ کان بچيا. ڇو انهن ماڻهن جيڪي گهات هڻڻ لاءِ لڪا وينا هيا، اها ڪوشش ڪئي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ انهن سان گڏ علي عليہ السلام کي قتل ڪري ڇڏين. اها سازش غدير واري واقعي کان پوءِ سامهون آئي، انهيءَ ڪري ان جو اعلانِ غدير سان يقيني تعلق هيو. انهيءَ ڪري جو غدير واري اهم اعلان کان پوءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ

عليہ وآلہ وسلم کي قتل ڪرڻ جي سازش کي اتفاقي حادثو چئي نظرانداز نٿو ڪري سگهجي بلڪ انهن پنهي ڳالهين ۾ گهڻو قريبي ۽ گهرو تعلق آهي.

وري رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڇو انهن ماڻهن جا نالا راز جي پردي ۾ رهڻ ڏنا. حالانڪ انهن کي قدرت واري ان سازش کان اڳ ۾ ئي اطلاع ڏئي ڇڏيو هيو ۽ انهن لڪل جاين تان انهن ماڻهن کي هٽائڻ جو حڪم ڏنو هيو. مگر انهن پوءِ بہ انهن ماڻهن جا نالا ظاهر ڪونہ ڪيا. حالانڪ اهو ڪو معمولي واقعو ڪونہ هيو. خاص طور تي جڏهن اسان ڏسون ٿا تہ تاريخ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هر ننڍي کان ننڍي واقعي کي تفصيل سان محفوظ ڪيو آهي ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن بہ هر واقعي جي ذري ذري کي تفصيل سان بيان ڪيو آهي تہ پوءِ ان ڳالهہ تي وڏيڪ حيرت ٿئي ٿي تہ آخر ان واقعي جي تفصيلن کي ڇو بيان نہ ڪيو ويو آهي.

پوءِ ايئن ٿيو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي زندگي جي آخري لڙائي، تبوڪ واري لڙائي ۾ پنهنجي ڪراڙپ جي باوجود پاڻ بہ تشريف کڻي ويا ۽ پنهنجي سيني اصحابن کي بہ، جيڪي عمر ۾ بہ وڏا هيا ۽ جن جو فوجي مهمن کان وڌيڪ سياسي معاملن سان تعلق هيو انهي جنگي محاذ تي پاڻ سان گڏ وٺي ويا جتي روم جي طاقتور لشڪر سان مقابلي ۾ موت جو شديد خطرو هيو ليڪن ان موقعي تي علي عليہ السلام سان رعايتي سلوڪ ڪيو ويو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم علي عليہ السلام کي ان جي خواهش جي خلاف مديني ۾ ئي ڇڏي ويا. حالانڪ علي عليہ السلام کي منافق ۽ يهودي طعنا ڏئي رهيا هيا ۽ حالانڪ علي عليہ السلام جنگي جوان ۽ تلوار جا ڌڻي هيا. انهن سيني لڙاين ۾ بيمثال بهادري جا ڪارناما انجام ڏنا هيا. مگر رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم علي عليہ السلام کي مديني ۾ رهائڻ جو فيصلو ڪيو ۽ فرمايو: "مان مديني ۾ توکي پنهنجي ورثي جي حفاظت جي لاءِ ڇڏي رهيو آهيان. ڇا تون انهي ڳالهہ کان خوش ڪونہ آهين تہ توکي مون سان اها ئي نسبت آهي جيڪا

هارون عليہ السلام کي موسيٰ عليہ السلام سان هئي. فرق صرف اهو آهي تہ مون کان پوءِ ڪوبہ نبي ڪونہ ٿيندو."

پوءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي موت واري بيماري جي حالت ۾ بہ روم ڏانهن لشڪر موڪلڻ جو بندوبست ڪيو. اهو بہ رڳو هڪڙي انتقام واري لڙائي لاءِ, نہ ڪي ڪنهن دفاعي جنگ لاءِ جنهن جي فوري ضرورت هوندي آهي.

پوءِ ڇو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حڪم ڏنو تہ ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ عمر رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ ٻيا وڏا اصحابي ۽ سياستدان ان لشڪر سان گڏ وڃن ۽ ڇو پاڻ هڪڙي اهڙي لشڪر جي اڳواڻي ۽ سالاري, جنهن ۾ سيئي وڏا اصحابي شريڪ هيا, هڪڙي ارڙهن سالن جي نوجوان اسامہ رضي الله تعاليٰ عنہ جي حوالي ڪئي ۽ جڏهن ماڻهن سندن انهي چونڊ تي اسامہ رضي الله تعاليٰ عنہ جي ننڍي عمر جي سبب اعتراض ڪيو تہ پاڻ ڪريمن سخت ناپسندگي ۽ ناراضگي جو اظهار ڪيو ۽ شدت سان ان ڳالھ جي لاءِ تاڪيد ڪيو تہ مسلمانن جي اڳواڻي ۽ سالاري جي لاءِ عمر ۽ سالن جي نہ پر اهليت ۽ لياقت کي ڏنو ويندو آهي.

وري رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي بيماري جي شدت جي باوجود اسامہ رضي الله تعاليٰ عنہ واري لشڪر جي رواني ٿيڻ لاءِ ڇو ايترو گھڻو فڪرمند هيا جو پاڻ وري وري ان جي لاءِ حڪم تي ڏنو ۽ لشڪر جي جلد رواني ٿيڻ لاءِ زور پريو. ايستائين جو جڏهن سندن حڪم جي باوجود لشڪر روانو نہ ٿيو تہ پاڻ حڪم کي نہ مڃڻ وارن تي ملامت ڪيائون. آخر رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ايتري شدت سان ڇوٿي گھريو تہ اسامہ رضي الله تعاليٰ عنہ وارو لشڪر روم جي طرف روانو ٿي وڃي ۽ سيئي وڏا اصحابي ۽ شيخ ان لشڪر سان گڏ هليا وڃن, مگر علي عليہ السلام رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان مديني ۾ گڏ رهن. ڇو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجين آخري گھڙين ۾ ڪاغذ ۽ قلم جي گُهر ڪئي ۽ فرمايو تہ مان توهان جي لاءِ اهڙي سَنَد لکي ڏيان تہ جيئن توهان ڪڏهن بہ گمراهہ نہ ٿي سگھو ۽ ڇو ماڻهن اهو گھريو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ

عليہ وآلہ وسلم ڪجهہ بہ نہ لکن. ايستائين جو اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سامهون بحث ۽ تڪرار ۽ هل هنگامو ڪرڻ لڳا. جنهن تي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڌڪوئجي ويا ۽ انهن کي پنهنجي حڪم نہ مڃيو وڃڻ ڪري توهين محسوس ٿي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جون گهر واريون پردي پٺيان آهہ و زاري ڪري رهيون هيون تہ آخر رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جڏهن ڪاغذ ۽ قلم گهرن ٿا تہ وصيت لکن تہ پوءِ اها ڪهڙي مصيبت آهي تہ انهن کي وصيت لکڻ کان منع ڪئي وڃي ٿي. اهي ماڻهو جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي آڏو هل هنگامو ڪري رهيا هيا انهن کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر وارين جو روئڻ ۽ مشورو پسند ڪونہ اچي سگهيو ۽ انهن امهات المومنين جي روئڻ تي اعتراض ڪيو. مگر رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن اصحابن کان سخت ڌڪوئجي ويا. پاڻ ڪريمن انهن کي يارانِ يوسف سان پيٽيو ۽ انهن کي چيو تہ اهي عورتون توهان کان گهڻو بهتر آهن ۽ ان کان پوءِ پاڻ حڪم ڏنائون تہ اهي ماڻهو سندن اکين کان پري ٿي وڃن.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي آخري وقت ۾ فرمايو تہ مان توهان کي ٽن ڳالهين جي وصيت ڪريان ٿو مگر حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن مان صرف ٻن ڳالهين جو ذڪر ڪيو ۽ ٽين ڳالهہ جي باري ۾ خاموشي اختيار ڪيائون. ڇو؟

جنهن وقت حضرت بلال رضي الله تعاليٰ عنہ آذان چئي ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۾ ايتري طاقت ڪونہ هئي تہ اهي بستري تان اٿي نماز جي امامت لاءِ وڃي سگهن ها. ان وقت انهن علي عليہ السلام کي گهرايو. مگر اوچتو پنهنجين نياڻين جي اطلاع تي ٻئي بزرگ اصحابي (حضرت ابوبڪر ۽ عمر رضي الله تعاليٰ عنهم) اچي ويا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن کي ڏنو ۽ بغير ڪجهہ چوڻ جي انهن کي ٽاري ڇڏيو.

ڇو....؟ ڇو....؟ ......؟

ڇو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جيڪي مشڪل ترين حالات ۾ سخت ترين جنگي مهمن جي موقعن تي بہ هميشہ مطمئن ۽ پراميد نظر ايندا هيا، دشمن جي طاقت ۽ رعب ڪين ڪڏهن بہ هراسان ڪونہ ڪري سگهندا هيا، مگر پنهنجي عمر جي آخري ڏينهن ۾ جيڪو سندن اقتدار ۽ طاقت جي عروج وارو دور هيو پاڻ پريشان ۽ فڪرمند نظر ايندا هيا.

ڇو؟ جنهن رات سندن مٿان مرض الموت جي حملي جي شروعات تي پاڻ اڌ رات جو اڪيلائي ۾ پنهنجي خدمتگار ابو مُويهہ رضي الله تعليٰ عنہ سان گڏجي قبرستان تشريف کڻي ويا ۽ دير تائين قبرن سان سس پس ڪندا رهيا ۽ حسرت ناڪ لهجي ۾ مئلن سان هيئن مخاطب ٿيا:

"الله توهان کي خوش رکي، توهان جو حال هن قوم کان بهتر آهي."

پوءِ ڇو جيئن جيئن سندن آخري وقت ويجهو ايندو ويو تہ پاڻ وري وري فرمائي رهيا هيا تہ فتنا اونداهي رات جي لشڪر وانگر ڪاهيندا پيا اچن.

ها! هاڻي سيني سوالن جا جواب پڌرا ٿي ويا آهن. اونداهي رات جي فتنن ۽ شرارتن جو آغاز ٿي چڪو هيو. علي عليہ السلام رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڪفن دفن ۾ مصروف رهيا ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن علي عليہ السلام جي حق کي دفن ڪري ڇڏيو.

اصحابن جو ٽولو هاڻي سقيفہ کان مسجد ڏانهن موٽي آيو آهي تہ جيئن نئون مقرر ٿيل خليفو ماڻهن کي پنهنجي چونڊ کان آگاهہ ڪري. هوڏانهن علي عليہ السلام رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اداس ۽ خالي گهر کان فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي گهر ڏانهن موٽي آيا آهن. اهو انهن جي ماٺ ۽ گوشہ نشيني جي 25 سالن واري اونداهي ۽ دردناڪ دور جو آغاز هيو ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي ڪمزور جان تي ڏکن ۽ سورن جي انهن بي رحم ۽ هڪ ٻئي پٺيان لڳندڙ ڏکن کي برداشت ڪري رهيون آهن.

انهن جو والد سڳورو جيڪو انهن جي زندگي جو سيني کان وڏو سهارو هيو، جيڪي ان جا محبوب ترين عزيز هيا، هاڻي هن دنيا ۾ ڪونہ

رهيا هيا ۽ علي عليہ السلام جيڪي انهن جي زندگي جا ساٿي هجڻ سان گڏوگڏ سوٽاڻ، ان جا دوست، ان جا عزيز ۽ ان جي ڏک سور جا محرم آهن، گهر ۾ ويهي رهيا آهن. اهي پاڻ غمگين ۽ ٿُتل نظر اچي رهيا آهن. اهي بلڪل اڪيلا رهجي ويا آهن. تمام جلد هر شخص ان کان اڪيون ڦيرائي ڇڏيون. ايئن لڳي رهيو هيو ڄڻ مدينو انهن کي سڃاڻي ئي ڪونہ ٿو.

# باب چوٿون

## اسلام ـ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رحلت کان پوءِ

اسلام اهو دين آهي جنهن جي لاءِ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي ٻالڪپڻ کان ئي جهاد ۾ مصروف آهن. پنهنجي ننڍڙي عمر ۽ ڪمزوري جي باوجود پنهنجي والد سڳوري سان وِڪ ۾وِک ملائي ان ڏکي راهہ ۾ سرگرم سفر آهن. ان راهہ ۾ جهاد ڪرڻ وارن اولين مجاهدن جي صف ۾ شامل ٿي سختيون ۽ مصيبتون برداشت ڪنديون رهيون. بک. قيد ۽ گهيرو ۽ هرطرح جي پريشاني جو مقابلو ڪنديون رهيون. ايستائين جو ان جو سمورو ٻالڪپڻو ۽ جواني ان ڪشمڪش ۽ آزمائش جي نظر ٿي ويا. انهن جي سموري زندگي ان جدوجهد ۾ گذري تہ اسلام جو وڻ ميوا ڏيڻ لڳي. انهن پنهنجن قدمن سان ان راهہ کي هموار ڪيو جنهن تي اسلام جا اولين مجاهد ۽ مهاجر سرگرم سفر ٿيا. انهن پنهنجي پوري ايمان، احساس ۽ سگهہ کي ان مقصد جي لاءِ وقف ڪري ڇڏيو تہ ان جي والد جو پيغامِ رسالت پنهنجا قدم ڄمائي سگهي ۽ سچائي، حق پرستي، آزادي، عدل، تقوا، مساوات ۽ ڀائيچاري جا اقدار پاڙون پختيون ڪري سگهن تہ جيئن اهي ماڻهو جيڪي جهالت ۽ غفلت جو شڪار هيا. جن جي دلين ۾ جهل ۽ ظلم جي بيماري جون پاڙون گهٽيون گهريون هيون، اهي ڏاهپ، سمجهہ، ڄاڻ، علم وعدالت ۽ پاڪيزگي جي راهہ تي هلي سگهن. اهي ان رستي تي هلي سگهن جنهن رستي جي تعليم امي رسول ڏئي رهيا هيا. اهو رستو جيڪو سنتِ نبوي چورائيندو آهي. يعني علم، ڄاڻ، انصاف، ڀائيچارو ۽ مساوات جو رستو.

مگر اڄ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي لاءِ هر شي ٽُٽي ٽڪرا ٽڪرا ٿي وئي هئي. ان جون سموريون ڪوششون، قرباني ۽ جدوجهد بي نتيجي نظر اچڻ لڳا هيا. هر ديوار، هر مورچو هر منارو

جنهن کي انهن وڏي محنت ۽ تڪليف سان ناهيو هيو ٽُٽي زمين تي ڪري رهيو هيو.

سقيفه ۾ اسلام جي تقدير جو فيصلو ڪيو ويو هيو. حالانڪ ان وقت اتي علي عليه السلام، سلمان، ابوذر، عمار، مقداد رضوان الله تعاليٰ عنهم ۽ انهن جا ٻيا ڪيترائي ساٿي موجود ڪونه هيا. هاڻي اهي سيئي فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي گهر جي چوڌاري گڏ ٿي ويا هيا. اهي سيئي ڏک ۽ ڪاوڙ ۾ گرفتار هيا. آخر اهي ماڻهو علي عليه السلام سان وفادار ڇو آهن؟ نه انهن جو تعلق اوس ۽ خزرج قبيلن جي سردارن سان آهي جن کي مديني ۾ مان ۽ مرتبو حاصل هجي، نه انهن جو تعلق قريش جي رئيسن سان آهي جيڪي پنهنجي خانداني وڏائي،نسلي برتري ۽ قبائلي امتياز جي ڪري خلافتِ رسول جا اميدوار ٿي سگهن ۽ عوام ۽ خواص انهن جي خلافت تي اجماع ڪري سگهن. نه هي اهي ماڻهو آهن جيڪي خانداني ۽ طبقاتي بنياد تي ماڻهن جي وچ ۾ ڪو درجو حاصل ڪري ٿا سگهن. خوني رشتو يا سرمايو ڪا سياسي مصلحت يا گروهي مفاد. مطلب ته ڪنهن به لحاظ کان انهن کي ڪا طاقت يا حيثيت حاصل ڪونهي. پوءِ اهي ماڻهو ڪير آهن، اهي سلمان رضي الله تعاليٰ عنه وانگر غريب به آهن ۽ پرديسي به آهن. سلمان رضي الله تعاليٰ عنه ايران کان آيو هيو ۽ ابوذر رضي الله تعاليٰ عنه خانه بدوش هيو ۽ عمار رضي الله تعاليٰ عنه هيو جنهن جي امڙ آفريڪي ٻانهي هئي ۽ پيءُ يمني بدوي هيو. هي اهي ماڻهو آهن جيڪي ميثم تمار رضي الله تعاليٰ عنه وانگر معاشري جي ڏتڙيل ۽ غريب طبقي سان تعلق رکندا آهن. اهي اٻوجهه ۽ بي سهارا ماڻهو آهن ۽ اهي ئي ماڻهو علي عليه السلام سان وفادار آهن ۽ انهن جي وفاداري جو محرڪ ڪو ذاتي نفعو يا سياسي مصلحت ڪونهي.

هي اهي ماڻهو آهن جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي نظر ۾ عزيز ۽ محبوب هيا. مگر هاڻي جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم دنيا مان تشريف کڻي ويا ته جاهليت واري دور جا اقدار ٻيهر موٽي آيا. هاڻي اهي ماڻهو وري گهٽ درجي ۽ گهٽ حيثيت وارا ٿي ويا.

## علي عليہ السلام واحد سهارو

هاڻي انهن جي لاءِ علي عليہ السلام کان سواءِ ڪو ٻيو سهارو ۽ پناهہ ڪونهي ۽ علي عليہ السلام هاڻي پاڻ مديني ۾ بي سهارا ٿي ويا آهن. عهدِ رسالت کان اڳ وارا پراڻا اقدار وري زنده ٿي ويا آهن. انهن قدرن (اقدار) جي ماڻ ۾ هاڻي علي عليہ السلام جي ڪيفيت اها آهي تہ اهي جوان آهن، انهن جي عمر 30 سالن کان ڪجهہ وڌيڪ آهي. ٻيا وڏا اصحابي ڪراڙا آهن جڏهن تہ علي (عليہ السلام) نوجوان آهن. انهن جو ڪو گروهہ ڪونهي. اهي سياسي ۽ قبائلي گروهہ بندي کان بي نياز آهن. انهن جون خوبيون ۽ خصوصيتون تقوا، علم و دانش، شجاعت، استقامت، عزم، بلند فڪري ۽ ميدان ۽ محفل جا مور هجڻ بي نظير قدر آهن ۽ انهن جو سمورو سرمايو اهي مخالف ۽ دشمن آهن جيڪي انهن کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان دوستي ۽ وفاداري جي سبب مليا آهن. انهن جي تلوار جهاد جي ميدان ۾ انهن گهڻن ماڻهن جو رت وهايو آهي جن جا وارث رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي طاقت جي آڏو آڻ مڃي ۽ ڪنڌ جهڪائي هاڻي اسلام جي دائري ۾ داخل ٿي ويا آهن، مگر انهن جي دلين مان پراڻا ساڙ ۽ بغض ڪونہ نڪتا آهن.

علي عليہ السلام جا شخصي ڪمال ۽ فضيلتون ان حد تائين هيا جتي انسان دوستن لاءِ ريس جو سبب ٿي ويندو آهي ۽ ماڻهو چاڻي واڻي يا اڻ ڄاڻائي ۾ ان سان حسد ڪرڻ لڳندا آهن. علي عليہ السلام جي شجاعت ۽ فداڪاري ان کي دشمنن جي ڪڏهن ختم نہ ٿيڻ واري دشمني جو نشانو بڻائي ڇڏيو هيو ۽ اهي ٻئي ڳالهيون يعني دوستن جي ريس ۽ دشمنن جي دشمني ۽ ساڙ ان جي خلاف هڪ ئي وقت ڪم ڪري رهيا هيا. اهي ٻئي ڳالهيون علي عليہ السلام جي حيثيت کي گهٽائڻ ۽ ان جي بي حرمتي ڪرڻ ۽ ان تي الزام هڻڻ جي لاءِ هڪ ٻئي سان ملي ويون. نتيجو اهو نڪتو تہ علي عليہ السلام پنهنجي حيثيت کان محروم ٿي مديني ۾ اڪيلا رهجي ويا.

جڏهن ڪو انسان پنهنجي وقت جي سطح کان ايترو بلند ٿي ويندو آهي جو ٻيا ان جي عظمت ۽ انفراديت جو مقابلو ڪري نہ

سگهندا آهن تہ پوءِ اهو انسان اڪيلو ٿي ويندو آهي. ان جي ٿوس، معتبر، سهڻي ۽ غني وجود جي سامهون پيا، جن جو وجود ڪچو بيڪار بدصورت ۽ خالي هوندو آهي، خودبخود حقير نظر اچڻ لڳندا آهن. توڙي جو اهو عظيم انسان ڪيتري ئي نوڙت ۽ انڪساري کان ڪم وٺي، مگر ان جي عظمت ۽ انفراديت بين جي لاءِ حسد ۽ دشمني جو سبب ٿي ويندي آهي. دشمن ۽ دوست ڄاڻي واڻي يا اڻ ڄاڻائي ۾ ان جي شخصيت کان انڪار ڪرڻ، ان جي عظمت کي پائمال ڪرڻ يا ان کي ان جي جائز حق کان محروم ڪرڻ جي سازش لاءِ پاڻ ۾ ملي ويندا آهن. انهن جو مفاد هڪ ٻئي سان ڳنڍجي ويندو آهي. صورت اها ٿيندي آهي تہ دوست جيڪي هم فڪر ۽ ساٿي بہ هجن، ان جي وجود جي عظمت جي سامهون پاڻ کي حقير ۽ تڇ محسوس ڪندا آهن. پنهنجي گهٽتائي جو اهو احساس انهن کي حسد ۽ رنج ۾ مبتلا ڪري ڇڏيندو آهي. پوءِ اهي اها ڪوشش ڪندا آهن تہ ان جي فضيلت کان انڪار ڪن يا ان جي فضيلت کي بگاڙين، ان جي بي قدري ۽ گهٽتائي ڪن تہ جيئن ان کي پنهنجي درجي تي آڻين. انهن جي حقير ۽ بيڪار وجود ۽ ان جي عظيم ۽ باوقار وجود جي وچ ۾ جيڪو فرق ۽ فاصلو آهي ۽ جنهن جي ڪري اهي احساس ڪمتري ۽ خالي پڻي جي غم جو شڪار رهندا آهن، اهي ان فڪر ۾ رهندا آهن تہ ان فاصلي کي ڪيئن گهٽ ڪن. انهن ۾ ايتري اهليت ڪونهي هوندي تہ اهي پاڻ کي ان جي سطح تائين مٿي کڻي سگهن، انهيءَ ڪري اهي ان کي ايترو هيٺ آڻڻ گهرندا آهن تہ اهو خود انهن جي ڪريل سطح تائين هيٺ اچي وڃي. دوستن جي اها بي قدري واري مهم دشمنن جي لاءِ راهہ هموار ڪري ڇڏيندي آهي ۽ دوست ۽ دشمن جو مفاد گڏجي ويندو آهي. يعني، ان عظيم شخص جي بي قدري ۽ عظمت گهٽائڻ. آهستي آهستي دوست دشمنن جا آلہ ڪار بڻجي ويندا آهن ۽ ان ظلم ۾ دشمن سان گڏ شريڪ ٿي ويندا آهن.

اهي ئي اهي حالتون هيون جيڪي علي عليہ السلام جي حيثيت کي گهٽائڻ جو سبب ٿيون. اهو ئي سبب آهي تہ اسان ڏسون ٿا تہ بنواميہ جيڪي مهاجرن ۽ انصارن، ٻنهي جا دشمن هيا ۽ جيڪي علي عليہ السلام ۽ عمر رضي الله تعاليٰ عنہ، ٻنهي سان بغض رکندا هيا، آخرڪار انهن حضرت علي عليہ السلام کي بي حرمتي ۽ ملامت جو هدف بڻائي

ڇڏيو. اهي هرطرف اهو چرچو ڪرڻ لڳا تہ علي "ابوتراب" آهن. اهي نماز ڪونہ پڙهندا آهن. ڪاتب وحي، جامع قرآن، پيغمبر جا مائٽ ۽ سوٽ صرف بنواميہ آهن. ابوسفيان جي نياڻي ام المومنين آهي. رسول الله جي نظر ۾ ابوسفيان جي گهر جي حرمت خانہ ڪعبہ وانگر آهي. فتح مڪہ جي موقعي تي پاڻ سڳورن ان گهر کي امن جي جاءِ ۽ پناهہ جو هنڌ قرار ڏنو هيو. اها ڪهڙي خبر آهي تہ علي (عليہ السلام) کي مسجد جي محراب ۾ شهيد ڪيو ويو. علي (عليہ السلام) مسجد ۾ ڇا ڪري رهيو هو ان جو محراب سان ڪهڙو تعلق هيو ڇا علي عليہ السلام نماز پڙهندو هيو؟

هر شخص کي خبر آهي تہ علي عليہ السلام کي بدنام ڪرڻ جي انهي مهم جو محرڪ اهو ڪينو ۽ عداوت هئي جيڪا بدر ۽ خندق جي لڙاين ۾ علي عليہ السلام جي تلوار جي ڪاري زخمن جي رد عمل جي حيثيت رکي ٿي.

مگر اهي ماڻهو جيڪي بدر ۽ خندق وارين لڙاين ۾ بنواميہ جي خلاف علي عليہ السلام سان گڏ هيا ۽ بنواميہ جي خلاف وڙهي رهيا هيا، هاڻي بنواميہ جا هم آواز ٿي ويا. آخر ڇو؟ تاريخ ٻڌائي ٿي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا اهي ڪراڙا اصحابي، جيڪي اڄ علي عليہ السلام جي بي حرمتي ۽ بي قدري جي مهم ۾ بنواميہ جا هم آواز ٿي ويا آهن، اهي جنگ خندق ۾ دشمن جي للڪار (مبارز) جي جواب ۾ ڪنڌ جهڪايون خاموش ويٺا هيا. جڏهن تہ علي عليہ السلام جيڪي ان وقت صرف 27 سالن جا جوان هيا، دشمن تي اهڙي ڪاري ضرب لڳائي جو دشمن ڀاڙيو ٿي ويو ۽ اسلامي لشڪر مان تڪبير جون صدائون بلند ٿيون. خندق ۾ علي عليہ السلام جي ضرب جي تعريف ڪندي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو "خندق جي ڏينهن علي (عليہ السلام) جي هڪڙي ضرب سيني جن و انس جي عبادت کان افضل آهي." اهي ماڻهو جيڪي ان وقت ان ضرب کي ڏسي وجد ۾ اچي ويا هيا، جن جي دلين مان تڪبير جون صدائون نڪتيون هيون، جن کي ان ضرب ذلت ۽ خواري کان بچائي عزت ۽ فخر عطا ڪيو هيو. خوف جي بدلي فتح جي خوشخبري ٻڌائي هئي، اهي ئي ماڻهو اڄ علي عليہ السلام جي بي قدري ڪري رهيا آهن، ڇو؟ سبب اهو

آهي تہ انهن جي دلين ۾ حسد جو هڪڙو ٻج جڙ پڪڙيندو رهيو. آهستي آهستي اهو ٻج هڪڙي قداور وڻ ۾ تبديل ٿي ويو جنهن جي بار انهن جي سموري شعور ۽ احساس کي پنهنجي ڀاڪي ۾ وٺي ڇڏيو ۽ ان جون پاڙون انهن جي گوشت مان گذري انهن جي هڏن ۾ کپي ويون.

خيبر ۾ ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جهنڊو کڻي ويا ۽ ناڪام ۽ نامراد موٽي آيا. اهڙي طرح عمر رضي الله تعاليٰ عنہ بہ قلعي کي فتح ڪرڻ ۾ ڪامياب ڪونہ ٿي سگهيو ۽ شڪست کائي موٽي آيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو "صبحاڻي مان جهنڊو اهڙي شخص کي ڏيندس جيڪو الله ۽ ان جي رسول کي دوست رکي ٿو ۽ الله ۽ ان جو رسول بہ ان کي دوست رکن ٿا."

ٻئي ڏينهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جهنڊو علي عليہ السلام کي عطا ڪيو ۽ انهن پنهنجي حيرت انگيز بهادري جا اهي جوهر ڏيکاريا جو هڪڙي ڪان پوءِ ٻيو قلعو فتح ٿيندو ويو. اهي هڪڙي قلعي کي فتح ڪندا هيا ۽ مالهو مال ۽ سامان گڏ ڪرڻ ۾ لڳي ويندا هيا ۽ علي عليہ السلام اڳتي وڌي ٻئي قلعي تي حملو ڪندا هيا.

بدر ۽ احد جي لڙاين ۾ اهي بزرگ اصحابي جيڪي ڄمار ۽ اجتماعي حيثيت جي اعتبار کان پاڻ کي برتر سمجهندا هيا, ميدان مان ڀڄي ويا يا خوف ۽ مايوسي جي حالت ۾ ڪنڌ پاسي تي ٿي ويا, مگر علي عليہ السلام ويڙهہ جي ميدان ۾ وچ ۾ هوا وانگر جهاد ۾ سرگرم رهيا ۽ پريشاني ۽ شڪست جي عالم ۾ بہ انهن پنهنجي جرئت ۽ استقامت سان فتح جي راهہ هموار ڪئي. جنگ حنين ۾ جڏهن وڏا, معتبر ۽ مان شان وارا اصحابي حنين جي سوڙهي لنگهہ مان ايئن هراسجي ڀڄي رهيا هيا جو ابوسفيان خوشي جي حالت ۾ طنز ڪري رهيو هيو تہ اهي ايئن ڀڄي رهيا آهن جو ڳاڙهي سمنڊ کان اڳ ۾ ڪٿي ساهي بہ ڪونہ کڻندا. انهي پريشاني, افراتفري ۽ ڇڙوڇڙ ٿيڻ واري حالت ۾ علي عليہ السلام هڪڙي مضبوط جبل وانگر ان لڪَ جي منهن وٽ ڄمي بيٺا.

علي عليہ السلام جي اُلا وسائيندڙ تلوار دشمنن کي ڪپي انهن جي وارثن جي دشمني خريد ڪئي, مگر ان سان گڏ انهن جي بهادري جا ڪارناما ان سان گڏجي وڌندڙ ۽ دشمن سان مقابلو ڪندڙ ساٿين جي حسد ۽ ساڙ جو نشانو ٿي ويا.

اها ئي اها صورتحال آهي جتي دوست ۽ دشمن هڪڙي محاذ تي گڏيل نظر اچن ٿا. يعني علي عليہ السلام جي شخصيت، فضيلت ۽ همت ۽ ڪمال کي گهٽائڻ جي سازش ۾ دوست ۽ دشمن ٻئي شريڪ آهن. ٻنهي کي هڪ ٻئي جي ضرورت آهي، ٻئي گڏجي علي عليہ السلام جي بي قدري ڪرڻ گهرن ٿا. علي عليہ السلام جي غيرمعمولي عظمت انهن جي دلين ۾ جيڪا احساس ڪمتري پيدا ڪري ٿي اهي ان احساس جو علاج علي عليہ السلام جي بي قدري ۽ گهٽتائي ڪرڻ سان ڪرڻ گهرن ٿا. مگر ڪهڙي طريقي سان ...؟ ان جي هڪڙي صورت تہ اها آهي تہ اهي علي عليہ السلام جي فضيلتن کان اکيون ڦيري بند ڪري ڇڏين ٿا. ان جي فضائل کي بيان ڪونہ ٿا ڪن. جيڪڏهن انهن جي ڏوهي فطرت اجا وڌيڪ ڪري پوي ٿي تہ اهي انهن فضائل کي توڙي مروڙي بيان ڪن ٿا، انهن ۾ گهٽ وڌائي ڪن ٿا، انهن جي معنيٰ ۽ مطلب تبديل ڪن ٿا، اهي علي عليہ السلام تي تهمتون هڻن ٿا ۽ جيڪڏهن طبيعت ايتري گهٽو نٽي ڪري تہ اهي علي عليہ السلام جي خوبين ۽ ان جي فضيلتن جي باري ۾ ماٺ اختيار ڪن ٿا ۽ ڪوشش ڪن ٿا تہ ان جي شخصيت مان ڪٿي ڪو ڪمزور پهلو ڪيدي سگهن ۽ پوءِ پنهنجي بيان جو پورو زور لڳائي ان پهلو کي ايترو وڌائي بيان ڪن جو مٿي جو ڍير نظر اچڻ لڳي. يا جيڪڏهن طبيعت ۾ انصاف، اهو بہ حضرت ابوبڪر ۽ عمر رضوان الله تعاليٰ عنهم جي حد تائين هجي تہ پوءِ علي عليہ السلام جي حق جو اعتراف تہ ڪن ٿا مگر پوءِ بہ ان کي ان جي حق کان محروم ڪرڻ کان ڪونہ ٿا ڪيٻائين ۽ ان حق تلفي جو جواز وري مصلحت کي قرار ڏين ٿا.

علي عليہ السلام؟ ها! مگر اهو اجا نوجوان آهي، اجا ان کي انتظار ڪرڻ ڏيو.

علي (عليہ السلام)؟ ها! مگر اهي تہ تلوار جا ڌڻي، متقي ۽ عالم آهن، انهن کي پلا سياست سان ڪهڙو واسطو. اهي بيشڪ بهادر آهن مگر جنگي حڪمت عملي کان واقف ڪونهن.

علي (عليہ السلام)؟ها! مگر انهن جي طبيعت ۾ ڪل پوڳ وارا لاڙا گهٽا آهن.

علي (عليہ السلام)؟ ها! مگر اسلام جو فوري مفاد ان جي حاڪم ٿيڻ جي خلاف آهي. ان جا دشمن تمام گهڻا آهن. انهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان گڏجي جنگين ۾ وڏن قبيلن ۽ وڏن خاندانن جي معتبر ماڻهن کي قتل ڪيو آهي، ماڻهن جي دلين ۾ اهو ساڙ اڃا تازو آهي، انهيءَ ڪري ان کي خليفو مقرر ڪرڻ اسلام جي مصلحت جي خلاف آهي.

علي (عليہ السلام)؟ ها! مگر اهي پاڻ کي گهڻو پڏائيندا آهن (هتي احساس ڪمتري ڪُلي ڪري ڳالهائي رهي آهي).

علي (عليہ السلام)؟ ها! جيڪڏهن ان کي خلافت جي واڳ سونپي وڃي تہ اهو ان اقتدار جي اُٺ کي سڌي رستي تي هلائيندو مگر ڇا ڪجي تہ ان کي خلافت جي ڪمن جو حرص آهي.

نتيجو اهو نڪتو تہ علي عليہ السلام کي ان جي حق کان محروم ڪرڻ ۾ بنواميہ جو بہ هٿ هيو ۽ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جو بہ هٿ هيو. انهن ڳالهين جي باوجود تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دور جي جنگين ۾ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ بنواميہ جو دشمن ۽ حضرت علي عليہ السلام جو ساٿي هيو ۽ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي ڪاميابي لاءِ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ بنواميہ وارن، ٻنهي، گڏجي راهہ هموار ڪئي.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها انهن سيني معاملن کي چڱي طرح سمجهن ٿيون. اهي ڳالهيون ان جي نظر کان لڪل ڪونهن. اهي اهڙيون گهريلو عورتون ڪونہ آهن جنهن کي ڪنهن ڳالهہ جي خبر ئي نہ هجي. اهي اڻ ڄاڻ ۽ بي خبر عورت ڪونہ آهن. اهي ٻئي کي للڪارڻ (مبارزه آرائي) جي راهہ تي هلڻ جو سليقو ڄڻجي وڃن ٿيون. انهن ۾ حق ٻڌائڻ ۽ ان جي اظهار جو حوصلو آهي. انهن جو بالڪل اسلام جي انقلابي تحريڪ جي هنج ۾ گذريو ۽ انهن جي جواني اسلامي سياست جي معاملن جي وچ ۾ گذري، اهي هڪڙيون مثالي مسلمان عورت آهن. اهي هڪڙيون اهڙي عورت آهن جن جي نظر ۾ اخلاقي پارسائي جو مطلب اجتماعي ذميواري کان ڇٽل هجڻ ڪونهي.

صورتحال اها آهي تہ اڃا رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي دفن ڪئي گهڻي دير ڪونہ گذري آهي تہ فاطمہ الزهرا سلام الله

تعاليٰ عليها جي گهر ۾ علي عليہ السلام آهن ۽ ان جي چوڌاري بنوهاشم جا ڪجھ ماڻهو ۽ ڪجھ اهي اصحابي آهن جيڪي علي عليہ السلام سان وفادار آهن. انهن ماڻهن سقيفہ واري ڪارروائي کي مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو آهي، اهي تازو مقرر ٿيل خليفي جي بيعت ڪرڻ لاءِ تيار ڪونهن. مسجد نبوي ۾ نئين مقرر ٿيل خليفي پنهنجي چونڊ جو اعلان ڪري ماڻهن کان بيعت جو مطالبو ڪيو. ماڻهن جي اڪثريت ان جي هٿ تي بيعت ڪري ڇڏي باقي رهيل ماڻهن کي بہ بيعت جي لاءِ گهرايو پيو وڃي. انهي سلسلي ۾ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ گهڻو وڌيڪ سرگرم نظر اچي رهيا آهن. ان سياسي مهم جو سربراھ اهوئي آهي ۽ اهو سرتوڙ ڪوشش ڪري رهيو آهي تہ جلد کان جلد گهڻن ماڻهن کان بيعت ڪرائي وڃي تہ جيئن نئين خليفي جي لاءِ رستو سڌو ۽ صاف ٿي وڃي.

خزرج قبيلي جو رئيس سعد بن عباده رضي الله تعاليٰ عنہ جيڪو بااثر شخصيت آهي ۽ جيڪو سقيفہ ۾ انصارن جي طرفان خلافت جو اميدوار هيو حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جي مقرري کي قبول نٿو ڪري ۽ احتجاج طور مديني مان لڏي شام ڏانهن وڃي ٿو اوچتو خبر اچي ٿي تہ ان کي رستي ۾ هڪڙي اڻ ڏٺل تير هلاڪ ڪري ڇڏيو. ماڻهو چون ٿا تہ سعد رضي الله تعاليٰ عنہ کي جنن هلاڪ ڪيو. اها ڳالھ اهڙي يقين سان چئي وڃي ٿي جو ماڻهو ان جن جو نالو بہ هٿ ڪري وٺن ٿا ۽ ان جي شان ۾ فصيح ۽ بليغ قصيدا چيا وڃن ٿا.

ٻين قبيلن جو رد عمل ڪهڙو هوندو. توڙي جو ان ڳالھ جو امڪان آهي تہ اهي حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جي خلافت کي قبول نہ ڪن، اهو ايجا واضح ڪونهي ٿيو. ليڪن خطري جو اصل مرڪز ۽ هنڌ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو گهر آهي. ها، ان ڏينهن کان اڄ تائين تاريخ جي هر دور ۾ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو گهر حڪومت لاءِ خطري جي نشاني رهيو آهي.

هاڻي مديني ۾ تاريخ ٽن اهم نقطن جي چوڌاري ڦري رهي آهي. مسجد، فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو گهر ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو گهر، جتي هاڻي موت واري ماٺ طاري آهي. تعجب جي ڳالھ اها آهي تہ اهي ٽئي نقطا (جايون) گڏوگڏ آهن، انهن

جي ديوار سان ديوار مليل آهي. ها، انهن ٽنهي جي وچ ۾ ديوار کان وڌيڪ فاصلو ڪونهي.

عمر رضي الله تعاليٰ عنہ نئين حڪومت جي خلاف ان اڪيلي مقابلي واري جاءِ کان گهڻو ناراض آهن. ان حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جي خلافت کي مضبوط ڪرڻ لاءِ وڏي جدوجهد ڪئي آهي، رستي جي سوين رڪاوٽن کي هٽايو آهي، هاڻي ان لاءِ اها ڳالهہ برداشت ڪرڻ کان ٻاهر آهي تہ اهي ماڻهو جيڪي خليفي جي بيعت ڪرڻ کان انڪار ڪري رهيا آهن، اهي ان گهر ۾ گڏ ٿي حڪومت جي خلاف محاذ قائم ڪن. اهو گهر جيڪو مسجد سان، جيڪا حڪومت جي پارليامينٽ جو مرڪز آهي، بلڪل گڏوگڏ آهي. ان گهر ۾ اهي ماڻهو آهن جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا عزيز ترين ۽ مخلص ترين اصحابي آهن.

ان وقت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي ڪيفيت هڪڙي اهڙي زخمي پکي وانگر آهي جنهن جو روح ٻن سنگين حادثن سان زخمي ٿيل آهي، يعني رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رحلت ۽ علي عليہ السلام جي شڪست. اهي غم جي ٻوجهہ کان ساٿيون پنهنجي ڪنڌ کي جهڪايون، ماضي جي تصور ۾ گم آهن. انهن کي وري وري اهو خيال اچي رهيو آهي تہ انهن جي والد سڳوري کي "سياڻي جي فڪر" پريشان ڪري رکيو هيو. اهي انهي باري ۾ گهڻو فڪرمند هيا تہ انهن کان پوءِ "عدالت ۽ رهبري جي مذهب" جي تاريخ ڪهڙو رخ اختيار ڪندي، ماضي جون تلخ ۽ وڻندڙ يادون ان جي دل مٿان هجوم ڪري رهيون آهن ۽ انهن جو روح هڪڙي اهڙي پکي وانگر آهي جيڪو پڃري مان آزادي لاءِ تڙپندو هجي. اهي پنهنجي والد سڳوري جي يادن سان گڏوگڏ گذريل اُفقن ۾ اڏري رهيون آهن، اهي پنهنجي ان سنگين مصيبت جو ماضي جي خوشگوار يادن جي ذريعي وقتي ۽ ٿورو علاج تلاش ڪرڻ ۾ مصروف آهن. اوچتو سندن گهر جي ٻاهران گوڙ گهمسان ۽ هنگامو برپا ٿئي ٿو ۽ ان هُل هنگامي ۾ انهن کي عمر بن خطاب جو ڪُهرو آواز ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. اهو آواز هوريان هوريان انهن جي دروازي جي ويجهو ٿيندو پيو وڃي. "مان ان گهر کي ان ۾ اندر ماڻهن سوڌو باهہ ڏئي ساڙي ڇڏيندس."

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها اهو جملو بلڪل چٽي طرح ٻڌو. هاڻي اهو آواز اچا گهڻو ويجهي کان اچي رهيو هيو. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي گهر جو دروازو مسجد ۾ کلي ٿو اتي ماڻهو حيرت مان چئي رهيا آهن.

"ڇا انهيءَ جي باوجود تہ فاطمہ الزهرا (سلام الله تعاليٰ عليها) بہ ان گهر ۾ موجود آهن (تون ان کي باهہ ڏيندين)."

عمر رضي الله تعاليٰ عنہ قطعي ۽ ڪُتو جواب ڏئي ٿو. "ها."

ايتري ۾ عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جو غلام باهہ کڻي اچي ٿو. هاڻي باهہ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي گهر جي دروازي تي آهي. ماڻهو هل هنگامو ڪري رهيا آهن. ان هُل ۾ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جو ٻيڪا ڏيندڙ آواز ٻڌڻ ۾ اچي ٿو.

"علي (عليہ السلام)، ٻاهر نڪري اچ."

باهہ جي ساڙڻ ڪري گهر جو دروازو سڙي رهيو آهي. سوراخن مان شعلن جون ڳاڙهيون زبانون گهر جي اندر داخل ٿي رهيون آهن ۽ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جو آواز هر گهڙي وڌيڪ ٻيڪي وارو ۽ خوفناڪ ٿيندو پيو وڃي.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جيڪي گهر اندر دروازي جي پرسان بيٺيون هيون. انهي صورتحال کي ڏسي رهيون آهن. اوچتو انهن جي دل مان آهہ جي صدا بلند ٿئي ٿي. ان درد ڀري دانهن ۾ دنيا جا سڀ ڏک ۽ سور سميٽيل آهن.

"اي بابا سائين! اي الله جا رسول!! توهان کان پوءِ خطاب جي پٽ ۽ ابوقحافہ جي پٽ اسان تي ڪهڙا ڪهڙا ظلم ڪونہ ڪيا آهن."

حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جا ساٿي اها دانهن ٻڌي ڪجهہ قدم پوئتي هٽي وڃن ٿا. اها درد ڀريل صدا، اها دانهن ۽ احتجاج الله جي محبوب جي نياڻي جو آواز آهي. ڪجهہ ماڻهو ان دانهن ۽ فرياد کي ٻڌي پاڻ کي روئڻ ۽ سڏڪا ڀرڻ کان روڪي نٿا سگهن. انهن جي روئڻ جو آواز وڌڻ لڳو. ڪجهہ ماڻهو گهبراهٽ جي عالم ۾ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر تي نظرون ڄمايون بيٺا هيا.

هاڻي اها حالت آهي تہ ڇڻ ماڻهن جا هٿ ۽ پير شل ٿي ويا هجن. ماڻهو شرم مان ڪنڌ جهڪائي آهستي آهستي پوئتي هٽي ويا. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ هاڻي اڪيلو رهجي ويو. اهو ڪجھ دير تائين دروازي جي پرسان بيٺو رهيو ان وقت ان کي ڪجھ سمجھ ۾ ڪونہ اچي رهيو هيو تہ اهو ڇا ڪري. ايئن ڪجھ دير تائين اڪيلو بيٺو رهڻ کان پوءِ اهو حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ ڏانهن موٽي ويو. هاڻي سيئي ماڻهو حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جي چوڌاري گڏ آهن. ان جي سامهون نهايت افسوس ۽ ڏک واري لهجي ۾ ان واقعي جو اکين سان ڏٺل احوال بيان ڪري رهيا آهن.

ابوقحافہ جو پٽ ۽ خطاب جو پٽ پيهر فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي گهر ڏانهن اچن ٿا پر ان وقتَ انهن جي چهري جو نمونو مختلف آهي. اهي خاموش ۽ سنجيده ڏسڻ ۾ اچن ٿا. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي ڪُهرائي جي مقابلي ۾ حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ نرمي سان ڪم وٺڻ جو عادي آهي.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جنهن کي ڏک ۽ سور سهڻ جي عادت آهي، جيڪا جدوجهد ۽ ڪشمڪش جي ماحول ۾ پلجي وڏي ٿي آهي، ان جي لاءِ توڙي جو اهو سانحو انهن جي زندگي جو گهڻو سنگين سانحو آهي ۽ ان وقت اهي پنهنجو پاڻ کي هميشہ کان وڌيڪ ڪمزور ۽ هيڻو محسوس ڪن ٿيون. مگر ان جي اها ئي ڪوشش آهي تہ ان جي ثابت قدمي ۾ لوڏو نہ اچڻ گهرجي ۽ ان سنگين حادثي جي باري ۾ اهي ڪنڌ نہ جهڪائين. اهي اڪيليون پنهنجي گهر جي دروازي پرسان بيٺيون آهن، ڄڻ ان گهر جي نگهباني ۽ دفاع ڪري رهيون آهن. ڄڻ اهي گُهرن ٿيون تہ علي (عليہ السلام) کي، جيڪو ان وقت گهڻو اڪيلو ۽ بيوس آهي، پنهنجي حمايت ۽ حفاظت سان سهارو ڏين.

ٻئي بزرگ گهر ۾ اندر داخل ٿيڻ جي اجازت گهرن ٿا. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها اجازت نٿيون ڏين. علي عليہ السلام جنهن جي صبر جو اندازو ڪرڻ ممڪن ڪونهي، فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي سفارش ڪن ٿا تہ ٻنهي کي اندر اچڻ جي اجازت ڏيو. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها علي عليہ السلام سان انڪار ڪري ڪونہ ٿيون سگهن، اهي زبان سان ڪجھ ڪونہ ٿيون چون پر انهن جي ماٺ

انهن جي ڏک ۽ ڪاوڙ جي آئينہ دار آهي. علي عليہ السلام انهن ٻنهي کي گهر اندر سڏ ڪن ٿا. ٻئي اندر اچن ٿا. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي سلام ڪن ٿا. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ڪاوڙ مان پنهنجو منهن ٻئي پاسي ڦيرائي ڇڏين ٿيون ۽ انهن جي سلام جو جواب ڪونہ ٿيون ڏين. اهي دروازي کان هٽي گهر جي اندر ڪمري ۾ هليون وڃن ٿيون. هاڻي انهن ۽ ٻنهي اصحابن جي وچ ۾ ديوار حائل آهي. حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ کي احساس ٿئي ٿو تہ فاطمہ الزهرا (سلام الله تعاليٰ عليها) جي ڪاوڙ ۽ ناراضگي حد کان چڙهي وئي آهي. ان جي سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ اهو ڇا چوي، گفتگو ڪيئن شروع ڪري.

ٻنهي بزرگن تي شرم ۽ ماٺ جي حالت طاري آهي. ان مرحلي تي انهن لاءِ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها سان گفتگو ڪرڻ وڏو مشڪل مسئلو آهي. انهن ٻنهي وٽ صرف علي عليہ السلام وڃنا آهن، جڻ اهي ئي اڪيلا انهن جا ميزبان هجن. مگر اهي بہ خاموش آهن ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ڪهر ۽ غضب جي حالت ۾ ديوار جي پٺيان ويٺيون آهن. انهن پنهنجي ۽ انهن ٻنهي بزرگن جي وچ ۾ ديوار کي پردو بڻائي ڇڏيو آهي تہ جيئن اهي هڪ ٻئي کي ڏسي نہ سگهن. اها ديوار هڪڙو اهڙو بند آهي جنهن کي نہ ان وقت ٽپي سگهيا ۽ نہ ان کان پوءِ اڄ تائين ڪو ٽوڙي سگهيو آهي.

ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ ڪوشش ڪئي تہ اهو پاڻ کي سنڀالي ۽ پنهنجي سگهہ گڏ ڪري گفتگو جو آغاز ڪري. وقت هوريان هوريان گذري رهيو آهي. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي گهر ۾ مڪمل ماٺ ڇانيل آهي. هڪڙي اهڙي ماٺ جنهن ۾ گهٽيون ٿي ڳالهيون لڪل هيون. ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جي چهري تي وڏي ڏک جا آثار ۽ ان جي لهجي ۾ جذبات جي لرزش هئي. ان نهايت نرمي ۽ فضيلت سان گفتگو جو آغاز هيئن ڪيو:

"اي الله جي رسول جي پياري نياڻي! الله جو قسم مون کي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا مٽ مائٽ پنهنجن مٽن مائٽن کان وڌيڪ عزيز آهن. مان توهان کي پنهنجي ڌي عائشہ (رضي الله تعاليٰ عنها) کان وڌيڪ پيارو سمجهان ٿو. جنهن ڏينهن توهان جي والد جو انتقال ٿيو منهنجي دلي تمنا هئي تہ انهن جي بدلي مون کي موت اچي تہ

جيئن مان انهن کان پوءِ هن دنيا ۾ نہ رهان ها. توهان کي اندازو آهي تہ مان توهان جي حيثيت کي سڃاڻان ٿو توهان جي عزت ۽ شرف جو اعتراف ڪيان ٿو ۽ جيڪڏهن مون توهان کي پيغمبر جي ميراث کان محروم ڪيو آهي تہ اهو انهيءَ سبب تہ مون رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌو آهي تہ انهن فرمايو "اسان نبين جي جماعت ميراث ڪونہ ڇڏيندا آهيون، اسان جو جيڪو ڪجهہ مال ملڪيت آهي، اهو صدقو آهي."

ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ اهو چئي خاموش ٿي ويو عمر رضي الله تعاليٰ عنہ بہ ماٺ هيو. ٻئي انتظار ۾ هيا تہ انهي نرم ۽ تعريف ڪرڻ واري گفتگو فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي ڏکويل دل تي ڪهڙو اثر ڪيو آهي. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها اهي ڳالهيون ٻڌي هڪڙي گهڙي لاءِ بہ ٻڏتر ۾ ڪونہ آيون. انهن صاف ۽ چٽي لهجي ۾ گفتگو شروع ڪئي، جڻ اهي هاڻي ڏک ۽ ڪاوڙ جو اظهار ڪونہ ڪري رهيون هيون بلڪ دليل ڏئي رهيون هيون:

"جيڪڏهن مان توهان جي سامهون الله جي رسول (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جو قول نقل ڪريان تہ ڇا توهان ان کي مڃيندا ۽ ان تي عمل ڪندا."

ٻنهي هڪ آواز ٿي چيو. "ها، (ڇو نہ)."

سائنڻ فرمايو: "مان توهان کي الله جو قسم ڏئي پڇان ٿي تہ ڇا توهان ٻنهي الله جي رسول (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جي اها حديث ڪونهي ٻڌي جنهن ۾ انهن فرمايو:

'فاطمہ جي خوشنودي منهنجي خوشنودي آهي ۽ فاطمہ جي ناراضگي منهنجي ناراضگي آهي، جيڪو منهنجي نياڻي فاطمہ کي پيارو رکي ٿو اهو مون کي پيارو سمجهي ٿو جيڪو فاطمہ کي خوش ڪري ٿو اهو مون کي خوش ڪري ٿو ۽ جيڪو فاطمہ کي ناراض ڪري ٿو اهو مون کي ناراض ڪري ٿو.'"

ٻنهي جواب ڏنو تہ بيشڪ اسان الله جي رسول (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) کان اهو قول ٻڌو آهي. ان تي سائنڻ پاڻ بنا هٻڪ ۽ بنا ڊپ جي فرمايائون!

"مان الله تعاليٰ ۽ ان جي ملائڪن کي شاهد بڻائي چوان ٿي تہ توهان ٻنهي مون کي هرگز خوش ڪونهي ڪيو بلڪ توهان مون کي ناراض ۽ ناخوش ڪيو آهي ۽ مان جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان ملاقات ڪنديس تہ انهن سان توهان ٻنهي جي شڪايت ڪندس."

ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ اهو ٻڌي روئڻ لڳو. ان محسوس ڪيو تہ هاڻي ان ۾ نہ ڪجهہ چوڻ جي همت آهي ۽ نہ فاطمہ الزهرا (سلام الله تعاليٰ عليها) ڪجهہ وڌيڪ ٻڌڻ لاءِ تيار آهن. تنهن ڪري اهو اتان اٿي ويو ۽ عمر رضي الله تعاليٰ عنہ بہ ان جي پٺيان هليو ويو. اهي اتان مسجد شريف ۾ آيا. ماڻهن ڏٺو تہ اهي پريشان، روئڻهارڪا، فڪرمند ۽ ٻڏتر ۾ آهن.

مگر حڪومت جي ڪارندن انهن کي سمجهايو تہ ان وقت انهن جو خلافت کان پاسي رهڻ اسلام جي مصلحت جي خلاف آهي. اهي بہ ماڻهن جي ان دليل سان قائل ٿي ويا. انهن جي خيال ۾ انهن طرفان حڪومت کي پنهنجي هٿ ۾ وٺڻ اسلام جي مدد ۽ سنت کي جاري ڪرڻ لاءِ ضروري هيو ۽ ان کان پوءِ انهن سڀ کان پهريون حڪم جاري ڪيو. اهو حڪم هي هيو تہ فدڪ کي سرڪار جي حق ۾ ضبط ڪيو وڃي ٿو.

اهڙي طرح علي عليہ السلام کي مالي ۽ ذاتي حيثيت کان مفلوج ڪيو ويو. هاڻي ان جو انحصار ان وضيفي تي هيو جيڪو انهن کي بيت المال جي سرڪاري اداري مان ملي ٿي سگهيو. ان خالي هٿ ۽ مسڪيني جي عالم ۾ علي عليہ السلام کي ان جي حال تي ڇڏيو ويو. اهي ڪجهہ ماڻهو جيڪي ان سان وفاداري جو دم ڀري رهيا هيا، ڪنهن دٻاءِ ڪري يا پنهنجي مرضي سان ڇڙوڇڙ ٿي ويا. هاڻي اڪيلي علي عليہ السلام جو بيعت نہ ڪرڻ حڪومت جي نظر ۾ ڪنهن خطري جو سبب ڪونہ هيو. ان کان سواءِ اقتدار جي ڌڻين کي انهي ڳالهہ جو بہ يقين هيو تہ جيستائين فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها زنده آهن علي عليہ السلام کي بيعت لاءِ مجبور ڪرڻ ممڪن ڪونهي. انهيءَ ڪري جو فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي دل ۾ هڪڙي اهڙي حڪومت جي لاءِ جنهن جو بنياد حق تي ڪونہ هيو ڪنهن بہ قسم جو نرم گوشو ڪونہ هيو. اهي جيستائين زندهہ رهيون ان حڪومت جون مخالف

رهيون ۽ ان کان شديد ناراضگيءِ ڪاوڙ جو اظهار ڪنديون رهيون. ان ڪاوڙ ۽ ناپسنديدگي ۾ مرڻ گهڙي تائين ڪنهن هڪڙي مهل بہ ڪمي واقع ڪونہ ٿي سگهي.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم رحلت فرمائي چڪا آهن. علي عليہ السلام گهر ۾ ويهي رهيا. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي ملڪيت (فدڪ) جيڪو انهن جو ۽ ان جي مڙس ۽ ٻچن جو واحد سهارو هيو کسجي ويو. حڪومت ابوبڪر ۽ عمر رضي الله تعاليٰ عنهم جي هٿ ۾ هلي وئي ۽ اسلام ۽ عوام جي تقدير سياست جي حوالي ٿي وئي. عبدالرحمان بن عوف، عثمان بن عفان، خالد بن وليد ۽ سعد بن وقاص جهڙا ماڻهو خلافت جا اصلي ڪارندا ٿي ويا ۽ علي عليہ السلام گهر ۾ ويهي قرآن شريف کي جمع ڪرڻ ۽ سهيڙڻ ۾ مصروف ٿي ويا. اهي اسلام جي مستقبل لاءِ فڪرمند هيا. بلال رضي الله تعاليٰ عنہ مدينو ڇڏي شام ۾ اڪيلائي پسند ٿي هميشہ لاءِ خاموش ٿي ويو ۽ سلمان فارسي رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي معنيٰ ڀريل ۽ افسوس واري لهجي ۾ پنهنجي دلي جذبات جو اظهار ڪري خاموش ٿي ويو. ان انهن ماڻهن کي جيڪي سقيفہ جي ڪارروائي ۾ شريڪ هيا، چيو تہ توهان اهو ڇا ڪيو جيڪو توهان کي ڪرڻو ئي ڪونہ هيو ۽ توهان اهو ڪونہ ڪيو جيڪو توهان کي ڪرڻو هيو. ان کان پوءِ اهو ڏکويل ۽ مايوس شخص ايران ڏانهن موٽي ويو ۽ مدائن ۾ انتقال ڪيائين. ابوذر رضي الله تعاليٰ عنہ جيڪو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو دلبر دوست ۽ هڏڏوکي هيو ۽ عمار رضي الله تعاليٰ عنہ جيڪو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي گهڻو پيارو هيو خاموش ۽ هڪ پاسي ٿي ويا.

## مگر فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها

مگر فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها همت ڪونہ هاري، انهن تي غم ۽ پريشاني جا ڪيترائي پهاڙ ڪريا پر انهن جي ثابت قدمي کي لوڏو ڪونہ آيو. انهن خلافت ۽ خليفي جي خلاف پنهنجي جدوجهد جاري رکي. فدڪ کي واپس وٺڻ جي لاءِ ڀرپور ڪوشش ڪئي ۽ ان ڪوشش ۾ حڪومت تي سخت تنقيدي حملا ڪيا. انهن ڪوشش

ڪئي تہ سيني ماڻهن تي اها ڳالهہ پڌري ٿي وڃي تہ حڪومت فدڪ کسي انهن کان سياسي مخالفت جو انتقام ورتو آهي ۽ ايئن علي عليہ السلام کي اقتصادي طور نقصان پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

فدڪ ننڍڙي زرخيز ايراضي هئي. پر جيڪڏهن گهڻي وڏي ايراضي جو ٽڪرو هجي ها. تہ بہ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي لاءِ ڪنهن زميني ايراضي جي اها اهميت هرگز ڪونہ ٿي ٿي سگهي تہ اهي ان جي لاءِ للڪار (مبارزه) ڪن. جدوجهد ۽ ڪشمڪش جي راهہ اختيار ڪن. ليڪن فدڪ جو کسجڻ حڪومت جي ظلم ۽ زيادتي جي علامت هئي. اهي فدڪ جي مسئلي جي حوالي سان حڪومت جي پاليسين کي واڪو ڪرڻ گهري رهيون هيون. انهن اهو واضح ڪرڻ گهريو ٿي تہ حڪومت پنهنجي مصلحت جي قربان گاهہ تي حق کي ڪيئن قربان ڪري رهي آهي، ماڻهو ڪيئن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان ڪوڙي حديث منسوب ڪرڻ کان بہ ڊپ ڪونہ ٿا ڪن ۽ انهن جي قول کي لفظي ۽ معنوي طور تي ڪيئن بگاڙي ٿا ڇڏين. انهن جي خواهش هئي تہ ماڻهن کي خبرپئجي وڃي تہ حڪومت جيڪا سنتِ رسول کي پنهنجو مول متو ٻڌائي ٿي، خود رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خاندان کي ڪيئن ظلم ۽ ستم جو نشانو بڻائي رهي آهي. اسلام جي قانون ۾ هر پيءُ جو ورثو ان جي اولاد کي ملي ٿو. اهي ماڻهو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ ان جي اولاد کي ان عام حق کان بہ محروم ڪرڻ گهرن ٿا ڇڻ انهن جو چوڻ آهي تہ پيغمبر اولاد تہ ڇڏي سگهي ٿو پر اولاد جي لاءِ ورثو نٿو ڇڏي سگهي.

فدڪ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي نظر ۾ اقتصادي مسئلو ڪونہ هيو جنهن جي وسيلي ان حڪومت طرفان حق غصب ڪرڻ واري رويي کي بي نقاب ڪرڻ گهريو ٿي. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ان مسئلي ۾ جو ايتري جدوجهد ڪئي ان جو مقصد صرف مالي فائدو ڪونہ هيو جيئن ان جي دشمنن ۽ نادان دوستن جو خيال آهي.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها حالتن جي آڏو آڙ ڪونہ ميڙي. توڙي جو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وفات جي ساهہ ڪيندڙ صدمي ان جي وجود کي ڏک جي باهہ سان پري ڇڏيو هيو ۽ ان کان پوءِ هڪ ٻئي پٺيان ٿيل واقعن جي ڏکن ان کي زخمي ۽ ٽٽل

ڪري ڇڏيو هيو. توڙي جو سيئي مهاجر ۽ انصار سواءِ آڱرين تي ڳڻڻ جيترن ڪجهہ ماڻهن جي، نئين حڪومت کي قبول ڪري چڪا هيا ۽ سين خليفي جي بيعت ڪري سقيفہ جي ڪارروائي جي تائيد ڪري چڪا هيا. مگر فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها همت ڪونہ هاري

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي ان ڳالهہ جي تمام گهٽ اميد هئي تہ حالتن جي رخ کي بدلائي سگهجي ٿو. انهن کي خبر هئي تہ علي عليہ السلام کي سندس حق کان محروم ڪيو ويو آهي. سياست جا بازيگر گهڻن ڏينهن کان پنهنجي لاءِ زمين هموار ڪري رهيا هيا ۽ انهن سقيفہ ۾ خليفي جو اعلان ڪري راند ڪٽي ورتي هئي. نئين حڪومت ۽ ان جا ڪارندا ماحول تي مڪمل طور قابض ۽ حاوي ٿي چڪا هيا. ماڻهن نئين حڪومت کي قبول ڪري ورتو هيو. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها انهن سڀني ڳالهين کي سمجهيو ٿي، ليڪن ماڻهن جي خاموشي ۽ بي تعلقي جي باوجود، حالات جي سموري سنگيني ۽ ناسازگاري جي باوجود، اهي هي سمجهي رهيون هيون تہ انهن تي حق جي راهہ ۾ جدوجهد ۽ للڪار ڪرڻ (مبارزه) جي جيڪا ذميواري آهي، ان کان اهي ڇٽي نٿيون سگهن. اهي پنهنجي ذميواري کي نظرانداز نٿيون ڪري سگهن، انهيءَ ڪري جو اهي "فاطمہ" هيون. انهن تي باطل خلاف جدوجهد جي ذميواري هئي. توڙي جو انهن کي جدوجهد ۾ ڪاميابي جي اميد گهٽي گهٽ هئي پر باطل جي خلاف جهاد ڪرڻ انهن جو فرض هيو. انهن جي ذميواري هئي تہ اهي باطل نظام جي خلاف جهاد ڪن. انهيءَ ڪري جو جيڪڏهن اهي انهي نظام کي شڪست نٿي ڏئي سگهيون تہ گهٽ ۾ گهٽ ان جي اصليت کي تہ بي نقاب ڪري سگهيون ٿي. اهي جيڪڏهن باطل کي مِٽائي نٿي سگهيون تہ ان کي خوار تہ ڪري سگهيون ٿي. جيڪڏهن انهن لاءِ حق حاصل ڪرڻ ممڪن ڪونہ هيو تہ حق جي حمايت ۾ ڳالهہ ڪرڻ تہ ممڪن هيو. انهن پنهنجي ذميواري کي پورو ڪيو. باطل جي خلاف حق جي تصديق ڪئي تہ جيئن حق جي دعوا زنده رهي، تہ جيئن اچڻ وارن زمانن ۾ ماڻهو سمجهي سگهن تہ جيڪو ٿيو اهو ناحق ۽ ظلم هيو ۽ حالتن باطل کي ڪامياب ۽ ڪامران بڻائي ڇڏيو. جڏهن تہ شڪست ۽ محرومي، حق، عدل ۽ آزادي انهن جي حصي ۾ آيا. اهو ئي سبب آهي تہ مديني جي

فضا تاريخ جي ان عجيب منظر کي ڏسي رهي آهي تہ مسجد نبوي جي ڪناري ۾ رات جي اونداهين ماحول ۾ هڪڙو مرد پنهنجي شريڪِ حيات کي جيڪا ئنهن کان چوٿين تائين ماتمي ڪاري لباس ۾ آهي سواري تي سوار ڪري ٿو ۽ پوءِ ٻئي مديني جي گهٽين ۾ گشت ڪن ٿا.

انهن مان جيڪو شخص پيادل آهي اهو علي عليہ السلام آهي ۽ جيڪا عورت سواري تي سوار آهي اها رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پياري ۽ مجاهد نياڻي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها آهي. ٻئي هر رات اهڙي طرح پنهنجي گهر مان ٻاهر نڪري انصارن جي محلن ۾ وڃن ٿا. انصار ڪجهہ قدر مخلص ۽ غيرجانبدار آهن جڏهن تہ مهاجر جن جي اڪثريت قريش سان تعلق رکي ٿي هڪ ٻئي جا ساٿاري آهن. انهن جو هڪڙو پراڻو سياسي نظام آهي جيڪو انهن جي اجتماعي يڪجائي جو ضامن آهي. هاڻي جڏهن خليفو انهن مان مقرر ٿي ويو آهي ۽ ان بندوبست ۾ قبائلي اثر رسوخ جو گهڻو عمل دخل آهي، انهي ڪري سڄو قبيلو پاڻ کي حڪومت ۾ ڀائيوار ۽ شريڪ سمجهي ٿو. انصارن جي صورت انهن کان مختلف آهي. سعد بن عباده رضي الله تعاليٰ عنہ انصارن جي طرفان خلافت جا اميدوار هيا مگر ان کي مدينو ڇڏڻ لاءِ مجبور ٿيڻو پيو ۽ جڏهن اهو شام ڏانهن وڃي رهيو هيو تہ رستي ۾ ان کي هلاڪ ڪيو ويو ۽ ان جي قتل کي جنن جي ڪارروائي چيو ويو. انصارن ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جي انهي دليل کي قبول ڪري ورتو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اها خواهش هئي تہ خليفو قريش مان ٿيڻ گهرجي. انهن جي خاندان مان هجي ۽ انهن جي ويجهڙن ماڻهن مان هجي. اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي قول ۽ خاندانِ رسالت جي حرمت کي نظر ۾ رکي خلافت جي ڳالهہ تان هٿ کڻي ويا ۽ حڪومت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جي حوالي ڪري ڇڏيو، انهيءَ ڪري جو ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جو تعلق رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي قبيلي سان هيو ۽ اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر واري جا پيءُ هيا ۽ اهو بہ ان حقيقت جي باوجود ڪيائون تہ انصارن جي اڪثريت هئي ۽ اهي مديني جا اصل رهواسي هيا.

هاڻي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ذاتي طور تي انهن وٽ وڃن ٿيون. اهي هر رات جو علي عليہ السلام سان گڏجي انهن جي جماعت کي خطاب ڪن ٿيون. انهن کي علي عليہ السلام جي هڪڙي هڪڙي فضيلت ياد ڏيارين ٿيون. انهن کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هڪڙي هڪڙي خواهش ٻڌائين ٿيون. اها پنهنجي عظيم انساني شخصيت، پنهنجي روحاني معنويت، سياسي آگاهي، اسلام ۽ ان جي تقاضائن کان پنهنجي گهري واقفيت ۽ پنهنجي منطق ۽ دليل جي قوت کي ڪم ۾ آڻي انهن تي علي عليہ السلام جي حق کي ثابت ڪري ٿي. علي عليہ السلام کي ڇڏي ڪري جيڪا چونڊ ڪئي وئي آهي ان جي ناحق هجڻ جي تصديق ڪري ٿي. ماڻهن کي جيڪو فريب ڏنو ويو آهي ان کي وائکو ڪري ٿي ۽ جلد بازي ۾ ڪيل سياسي ڪارروائي ۽ ان جي طرف کان غفلت جي نتيجي ۾ آئنده اسلام ۽ مسلمان امت کي جيڪي خطرا پيش اچڻا آهن انهن کان خبردار ڪري ٿي.

تاريخ جي جيترن بہ راوين هن واقعي کي نقل ڪيو آهي انهن مان ڪنهن بہ ڪٿي اهو ڪونهي لکيو تہ ڪنهن شخص ڪنهن بہ موقعي تي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي ڳالهہ سان ٿر جيترو بہ اختلاف ڪيو هجي. سڀني ماڻهن ان جي دليلن کي جيئن جو تيئن تسليم ڪيو ٿي. علي عليہ السلام جي حق ۾ ان جي فضيلت ۽ شرف جو اقرار ڪيو ٿي. ليڪن، جڏهن فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها انهن کان مطالبو ڪندي هئي تہ علي عليہ السلام جي حق کي واپس ڏيارڻ لاءِ مدد ڪن تہ اهي سڀئي معذرت ڪندا هيا تہ اي الله جي رسول جي نياڻي اسان ابوبڪر (رضي الله تعاليٰ عنہ) جي هٿ تي بيعت ڪري ڇڏي آهي. هاڻي اهو معاملو ختم ٿي چڪو آهي. جيڪڏهن توهان جو مڙس ۽ سوٽاڻ علي عليہ السلام اسان سان پهريان رابطو ڪري پنهنجي خلافت جي حق جو مطالبو ڪن ها تہ اسان انهن جي مقابلي ۾ ڪنهن ٻئي کي هرگز ترجيح نہ ڏيون ها.

انصارن جي اها گفتگو ٻڌي علي عليہ السلام تعجب ۾ اچي ويندا هيا ۽ احتجاج واري لهجي ۾ چوندا هيا، مان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي انهن جي گهر ۾ ڇڏي انهن جي ڪفن دفن تان هٿ ڪڍي ٻاهر اچان ها ۽ حڪومت جي جهيڙن ۾ ڦاسان ها؟

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها محسوس ڪنديون هيون تہ ان موقعي تي بہ هميشہ وانگر علي عليہ السلام رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان عشق ۽ وفاداري جي ڪري پنهنجي حق کان محروم ٿي ويا. اهي چونديون هيون:

"ابوالحسن اهوئي ڪيو جيڪو انهن کي ڪرڻ گهربو هيو ۽ انهن اهڙو ڪو ڪم ڪونهي ڪيو جيڪو انهن جي شان وٽان نہ هجي. ٻين ان سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو. ان جو حساب وٺڻ وارو الله آهي. اهو ئي انهن جو محاسبو ڪندو."

## فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي احساس محرومي

هاڻي هر ڳالهہ جڻ تہ ختم ٿي وئي. هر ڳالهہ پنهنجي انجام تي پهچي وئي.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي هاڻي موت جو انتظار آهي، اهي پاڻ کي ايترو اڪيلو محسوس ڪري رهيون آهن جنهن جو تصور بہ ممڪن ڪونهي. اهي چهرا جيڪي سالن تائين انهن جي والد سڳوري جا فدائي ۽ جانثار هيا ۽ اهي ماڻهو جيڪي هرجاءِ ۽ هرموقعي تي انهن سان گڏ نظر ايندا هيا، هاڻي بلڪل بدلجي ويا آهن. اهي سڀئي چهرا سخت اوپرا لڳي رهيا آهن. هاڻي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا اصحابي بلڪل بدليل آهن. مدينو هاڻي "شهرِ پيغمبر" ڪونہ رهيو آهي. ان "شهرِ ايمان" جي فضا کي حڪومت ۽ سياست پنهنجي پڪڙ ۾ وٺي ڇڏيو آهي. اسلام جيڪو انقلاب برپا ڪيو هيو عرب بدويت جي قالب ۾ احساس و ايثار حق پرستي ۽ خشوع و خضوع جو جيڪو روح ڦوڪيو هيو انساني عزت ۽ شرافت جو جيڪو معيار قائم ڪيو هيو جهاد، ايمان ۽ تقوا جو جيڪو فلسفہ حيات تسليم ڪرايو هيو هاڻي ان جي جاءِ تي پراڻو نظام وري موٽي رهيو آهي. پراڻيون روايتون، قبائلي، نسلي ۽ خوني تعصب گهر ڪٽي رهيا آهن. قبائلي برتري، شخصي خود پرستي، سياسي گروهہ بندي ۽ مصلحت شناسي جو راڄ آهي. ماڻهو گندين مصلحتن ۽ حقير مفادن جي ڪوڙڪي ۾ وري ڦاسي ويا آهن. مسلسل اهڙيون ڳالهيون ڪيون وڃن

ٿيون جن سان اسلام جي انقلابي باهہ ٿڌي ٿي وڃي، ماڻهن ۾ ذميواري ۽ جوابداري جو احساس ختم ٿي وڃي، جدوجهد ۽ ترقي جو جذبو جهڪو ٿي وڃي، مطلب تہ اسلام جو اهو نور جيڪو روح کي روشن ڪري ٿو وسامي وڃي، ان جي پيغام جي معنويت بگڙجي وڃي ۽ اسلام جيڪو فڪر ۽ عمل جي لاءِ هڪڙي مسلسل انقلابي تحريڪ آهي، حڪومت جي بيٺل نظام جي هم معنيٰ سمجهيو وڃڻ لڳي.

## علي عليہ السلام جي گوشہ نشيني

علي عليہ السلام فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي گهر ۾ گوشہ نشين ٿي ويا آهن. انهن جا وفادار دوست جيڪي خانداني ۽ طبقاتي اعتبار کان گهٽ حيثيت وارا هيا، مگر رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اکين ۽ دل ۾ انهن جي وڏي حيثيت هئي ۽ جن پنهنجي شخصيت ۽ حيثيت پنهنجي ايمان، اخلاق، آگاهي ۽ حق جي راهہ ۾ جدوجهد جي حوالي سان ٺاهي هئي، هاڻي سياستڪارن جي نظر ۾ بي وقعت ٿي ويا آهن. انهن جي برخلاف موقع شناس ۽ مصلحت پسند ماڻهن کي پنهنجي حيثيت ۽ اهميت بڻائڻ جو هر موقعو ملي ويو آهي.

هاڻي فضا حڪومت ۽ سياست جي غوغاءِ سان ايترو ڀريل آهي جو ان هل هنگامي ۾ ماڻهن جي لاءِ محبت ۽ اخلاص جي نرم ۽ نازڪ آواز کي ٻڌڻ ممڪن ڪونهي.

ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جي شخصيت، عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي هيبت، خالد جي تلوار ۽ عمرو بن عاص جي چالاڪي مديني جي فضائن ۾ اهڙيون ديوارون بيهاري ڇڏيون آهن جو عوام ۽ خواص ان گهيري ۾ قيد ٿي ويا آهن. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو گهر گهيري کان ٻاهر آهي ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو آواز انهن ديوارن کي ٽوڙي گهيري جي اندر پهچي نٿو سگهي.

## سنگين صورتحال

مديني ۾ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جا دشمن، انهن دشمنن جي مقابلي ۾ جن سان مڪي ۾ منهن ڏيڻو پوندو هيو، گهڻو وڏيڪ طاقتور نظر اچن ٿا. انهن جي والد سڳوري اڪيلي سر مڪي ۾ پوري

شهر جي مخالفت سان مقابلو ڪيو ۽ ان وقت رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو جيڪڏهن ڪو حامي ۽ محافظ هيو تہ اهو انهن جي ننڍڙي ۽ ڪمزور نياڻي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها هيون. ليڪن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مسجد الحرام ۾ جتي 360 بيجان بت رکيل هيا. اهي پٿر جا بت جن کي عرب پنهنجو شفيع ۽ معبود سمجهندا هيا. ۽ قريش جي مرڪز طاقت دارالندوه جي سامهون، مطلب تہ هر موقعي تي بغير ڪنهن انديشي جي وڏي واڪي اعلان ڪندا هيا تہ مان الله جي مدد سان انهن سيني بتن کي شڪست ڏيندس. اهي گمراهہ عربن کي بي زبان ۽ بي شعور پٿرن سان شبيهہ ڏيندا هيا. اهي انهن جي ابن ڏاڏن جي روايت کي جهالت ۽ غفلت چوندا هيا ۽ انهن جي مڙني بتن کي بيڪار شيون ۽ اجايون ڳالهيون چوندا هيا. مڪي ۾ سندن جاهہ و جلال جو عالم اهو هيو تہ انهن جي لهجي ۾ ڪنهن بہ قسم جي هبڪ يا مايوسي ڪونہ هوندي هئي، بلڪ اهي قطعي ۽ واضح ۽ ڪري لهجي ۾ قوم کي للڪار (مبارزه) ڪندا هيا. ان جي برخلاف مديني ۾ پنهنجي زندگي جي آخري ڏينهن ۾ جيڪي انهن جي اوج، قدرت ۽ طاقت جي عروج جو زمانو هيو انهن جي ڳالهہ ڪونہ مڃي وئي. اسامہ رضي الله تعاليٰ عنہ جي لشڪر جي باري ۾ انهن جي حڪم جي تعميل ڪونہ ڪئي وئي، انهيءَ جي باوجود تہ ان باري ۾ انهن چٽا حڪم صادر ڪيا هيا. ليڪن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تاڪيد ۽ وري وري چوڻ جي باوجود. نفرت جي اظهار باوجود. بيماري جي حالت ۾ انهن جي مڙني ڪوشش ۽ خواهشن جي باوجود اسامہ رضي الله تعاليٰ عنہ جي لشڪر حرڪت ڪونہ ڪئي. انهن جنهن لشڪر کي پيش قدمي ڪرڻ جو حڪم ڏنو هيو اهو مديني جي ٻاهران جزف جي مقام تي پڙلاءَ ڪيون پيو هيو ۽ ماڻهو هڪڙو قدم بہ اڳتي وڌڻ لاءِ تيار ڪونہ هيا.

هاڻي ڇا چئجي، حقيقت اها آهي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خود پنهنجي گهر ۾ پنهنجن ويجهن اصحابن کي هڪڙي سَنَد لکي ڏيڻ گهري ٿي مگر اهي اهابہ لکي ڪونہ سگهيا. ڪجهہ وصيت ڪرڻ گهريائون ٿي مگر اهي وصيت ڪري ڪونہ سگهيا ۽ جيڪو ڪجهہ چيو اهو تبديلي ۽ توجيهہ کان محفوظ رهي ڪونہ سگهيو.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو مڙس علي عليہ السلام جيڪو تلوار جو ڌڻي ۽ جرئت وارو هيو. جيڪو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سيني لڙاين جو هيرو هيو علي عليہ السلام جنهن شجاعت ۽ جرئت جا اهي ڪارناما انجام ڏنا جو تاريخ کي ڏندين آڱريون اچي ويون آهن. خندق واري لڙائي ۾ سيني دشمن قبيلن متحد ٿي مديني تي حملو ڪرڻ جو منصوبو ٺاهيو هيو. ان موقعي تي سيئي مخالف قوتون (مشرڪ، يهودي، اهل ڪتاب ۽ ڪافر. هڪ خدا کي مڃڻ وارا ۽ بت پرست) اسلام جي مخالفت ۾ هڪ ٿي ويون هيون. عربن ۽ يهودين پنهنجين مڙني طاقتن کي گڏ ڪري ڇڏيو هيو تہ اسلام جي نوعمر تحريڪ کي ڪچلي ڇڏين ۽ انقلابِ رسالت جي مرڪز يعني مديني کي تخت وتاراج ڪري ڇڏين. انهن جي دعوا هئي تہ اهي مديني جي مٽي بہ کوٽي ڪيدي کڻي ويندا. اهڙي موقعي تي علي عليہ السلام جيڪو ان وقت 27 سالن جو جوان هيو پنهنجي ڪاري ضرب سان جنگ جو نقشو بدلائي ڇڏيو هيو. جنگ احد ۾ جڏهن ڪافر قريش جبل جي چوٽي وارن محافظن کي قتل ڪري مسلمانن تي هلان ڪئي، جڏهن مسلمانن جو لشڪر ڇڙوڇڙ ۽ پريشان ٿي چڪو هيو. جڏهن ماڻهو جنگ جي ميدان مان پٺي رهيا هيا، جڏهن وڏا وڏا اصحابي ميدان ڇڏي ويا، جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اڪيلا ۽ بي سهارا رهجي ويا هيا ۽ دشمن انهن کي زخمي ڪري ڇڏيو هيو. جڏهن دشمن هرطرف کان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي هلان ڪري رهيا هيا ۽ ڪير بہ انهن جي حفاظت ڪرڻ وارو ڪونہ هيو. اهڙي عالم ۾ صرف علي عليہ السلام ئي هيا جيڪي پنهنجي جان تي کيڏي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هرطرف کان حفاظت ڪري رهيا هيا. اهي هڪڙي طوفان وانگر ڪڏهن پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي چوڌاري نظر ٿي آيا تہ ڪڏهن جنگ جي ميدان ۾ بهادري جا ڪارناما ڏيکاريندي ۽ دشمن جي انهن دستن کي جيڪي شهيدن جي لاشن کي لتاڙيندا پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مٿان هلان ڪري رهيا هيا، پوئتي ڌڪي ٿي ڇڏيو ۽ وري پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڏانهن موٽي ٿي آيا. انهن جي حفاظت ٿي ڪيائون ۽ وري ڪنهن طوفان وانگر جنگ جي ميدان

۾ اڳتي وڌي ويا ٿي. پجڻ وارن کي روڪيائون ٿي، ميدان ڇڏڻ وارن کي سڏيائون ٿي، دل هاري ويٺل مجاهدن کي آٿت ڏئي انهن جي همت وڌايائون ٿي ۽ وري ان سان گڏ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڏانهن واپس اچي ويا ٿي ۽ انهن کي دشمن جي حملن کان بچايائون ٿي.
اهي علي عليہ السلام ئي هيا جنهن جي فداڪاري پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي محفوظ رکيو ۽ انهن جي شجاعت ۽ بهادري جي نتيجي ۾ مسلمانن جو لشڪر جيڪو ڇڙوڇڙ، پريشان ۽ دل هاري ويٺو هيو وري گڏ ٿيو ۽ قريش جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مرڻ جي ڪوڙي خبر سان خوش ۽ سرها، شهيدن جي لاشن جي نظاري تي ٻهڪي رهيا هيا ۽ حمزه رضي الله تعاليٰ عنہ جي قتل سان بدمست ٿي پنهنجي فتح جو جشن ملهائي رهيا هيا. آخرڪار ميدان ڇڏڻ تي مجبور ٿيا هيا ۽ اهو علي عليہ السلام ئي هيو جنهن حنين ۾ شڪست کي فتح ۾ بدلايو ۽ اهو علي عليہ السلام ئي هيو جنهن جي هٿان خيبر فتح ٿيو.
علي عليہ السلام اهڙو بهادر مڙس ماڻهو جنهن جي تلوار جنگ جي ميدان ۾ دشمن جي سرن کي ايئن ڪپيندي هئي جيئن ڏاتو پڪل فصل کي لڻندو آهي، جنهن جي خونخوار تلوار سان جنگ جو ميدان موت ۽ رت جو تلاءُ ٿي ويندو آهي، جنهن جي گهوڙي جي اڳيان دشمنن جي لاشن جا ڍير جمع ٿي ويندا آهن، هاڻي ماٺ ۽ غمگين آهن. اها ڪهڙي ڳالهہ آهي جو انهن ماٺ ۽ گوشہ نشيني اختيار ڪري ڇڏي آهي. علي عليہ السلام جنهن جي چهري تي ڪنهن ڪڏهن بہ خوف جو هلڪ پاڇو بہ نہ ڏٺو هاڻي مايوس نظر اچن ٿا. جڻ انهن جي سوچ اونداهين افقن جو مشاهدو ڪري رهي آهي، جڻ اهي خوفناڪ ۽ مايوس مستقبل جي فڪر ۾ غلطان (ٻڏل) هجن.
فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها سوچين ٿيون تہ انهن جي مڙس جي وچ وانگر چمڪندڙ تلوار هاڻي چو ماٺ آهي. هي اها ئي تلوار آهي جيڪا علي عليہ السلام جڏهن بہ جهاد تان واپس ايندا هيا تہ اها تلوار دشمنن جي رت سان رنگيل هوندي هئي ۽ جڏهن علي عليہ السلام گهر ۾ داخل ٿيندا هيا تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تلوار سان گڏ پنهنجي رت سان ڀريل تلوار انهن جي حوالي ڪري نهايت فخر

۽ رمز واري لهجي ۾ انهن کي فرمائش ڪندا هيا تہ ان تلوار کي ڌوئي صاف ڪريو. مگر رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دور جي ڏهہ سالہ مجاهداڻن ڪارنامن جي باوجود هاڻي آخر ڇا ٿي ويو آهي جو علي عليہ السلام اهڙا خاموش ۽ غمگين آهن. اهڙي طرح ڪنداڻا ٿي ويا آهن. ايستائين جو جڏهن ماڻهن انهن جي گهر تي يلغار ڪئي تہ بہ اهي پنهنجي خاموشي جي حصار مان ڪونہ نڪتا. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ڏسي رهيون آهن تہ هاڻي هڪڙي اهڙي ڪشمڪش ۽ للڪار (مبارزت) جو آغاز ٿي چڪو آهي جنهن ۾ خود پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم عاجز ۽ ڪمزور هيا ۽ جنهن ۾ علي عليہ السلام جيڪي تلوار جا ڌڻي ۽ علم وارا آهن ۽ جنهن جي هيبت ڪان جنگ جو ميدان ڏڪندو هيو مجبور ۽ شڪست ڪاڌل نظر اچن ٿا. انهي صورتحال ۾ اڪيلي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ڇا ڪري.

هميشہ داخلي محاذ تي ڪشمڪش خارجي دشمن سان جنگ ڪرڻ جي مقابلي ۾ وڌيڪ ڏکي ۽ ڪٺن هوندي آهي. هاڻي جنهن جنگ جو آغاز ٿيو آهي، ان ۾ سامهون مقابلو ڪندڙ ابولهب، ابوجهل، ابوسفيان، هند، عتبہ، اميہ بن خلف ۽ عڪرمہ ڪونهن. انهن پليت چهرن کي سڀ ماڻهو سڃاڻندا هيا. انهن جو ايمان، اسلام ۽ انساني قدرن سان ڪوئي تعلق ڪونہ هيو. اهي رڳو پنهنجي دولت ۽ طاقت جي لاءِ جنگ ڪري رهيا هيا. انهن جي محاذ آرائي جو مقصد پنهنجن معاشي ۽ سماجي مفادن جو تحفظ هيو اهي پنهنجي معيشت، تجارت ۽ طبقاتي نظام جي حفاظت جي لاءِ اسلام جي خلاف وڙهي رهيا هيا. انهن سان جنگ رجعت پسندي، غلامي ۽ آزادي جو انقلاب، عزت ۽ ذلت، ۽ چڱائي ۽ مٺائي واري جنگ هئي. يا ايئن چئي سگهجي ٿو تہ ان جنگ ۾ هڪ طرف انسانيت جا دشمن هيا جيڪي جهل ۽ اونداهي جا رکوالا هيا ۽ ٻئي طرف انسانيت نواز ۽ علم و آگهي جي جهنڊي جا علمبردار هيا.

مگر هاڻي صورتحال مختلف آهي. هڪڙي طرف علي عليہ السلام ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها آهن جن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مڪي زندگي ۾ انهن جي جدوجهد ۾ حصو ورتو. جن مدني زندگي دوران بدر، احد، خيبر ۽ حنين جي لڙائي ۾ شرڪت ڪئي، پلا ٻئي طرف ڪير آهن؟ ٻئي طرف ابوبڪر رضي الله

تعاليٰ عنہ آهي جيڪو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي سيني کان پهريان ايمان آڻڻ وارو آهي، يارِ غار آهي، جيڪو هجرت جي موقعي تي انهن جي سفر ۾ گڏ آهي، جيڪو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر واري ۽ ام المومنين عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها جو والد آهي. هي اهو آهي جنهن پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي بيوسي ۽ غربت جي دور ۾ انهن جو ساٿ ڏنو. پنهنجو سمورو مال ملڪيت اسلام جي راهہ ۾ خرچ ڪري ڇڏيو ايستائين جو ان ڪي مديني ۾ غربت جي ڪري يهودين وٽ ڪم ڪرڻ تي مجبور ٿيڻو پيو. هي اها هستي آهن جنهن ڪي ماڻهو ٽيهن سالن تائين، اعلانِ نبوت (بعثت) کان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رحلت تائين سموري عرصي ۾ هر موقعي تي ۽ هر جاءِ تي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان گڏ ڏسندا رهيا.

ٻيو عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جيڪو مسلمان ٿيڻ وارو چاليهون فرد آهي جنهن ارقم بن ابي ارقم جي گهر حاضر ٿي اسلام قبول ڪيو. ان جي ۽ حمزه عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي اسلام قبول ڪرڻ سان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا اهي پهريان ساٿي جيڪي پاڻ ڪي ڪمزور ۽ هيٺو محسوس ڪري رهيا هيا. سگهارو ۽ طاقتور محسوس ڪرڻ لڳا ۽ ان ڏينهن کان ان پنهنجين سمورين قوتن ڪي اسلام ڪي ڦهلائڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏيو. ايستائين جو ان جو شمار رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ويجهن اصحابن ۽ معزز ترين مهاجرن ۾ ٿيڻ لڳو. اهو ام المومنين حفصہ رضي الله تعاليٰ عنها جو والد هيو ۽ ماڻهن جي نظرن ۾ ان جي حيثيت اها هئي تہ ان جو شمار وڏن اصحابن ۽ بزرگ ماڻهن ۾ ڪيو ويندو هيو. ڀلا انهن ٻنهي سان ٻيا ڪهڙا ماڻهو هيا؟

ابو عبيده رضي الله تعاليٰ عنہ جيڪو مهاجرن ۽ سابقين مان هيو ۽ عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ هيو جنهن ڪي مهاجر "ٻن هجرتن" (ذوالهجرتين) وارو ۽ "ذوالنورين" سڏيندا هيا. اهو وڏي حيثيت وارو ۽ دولتمند شخص هيو. جنهن جو تعلق قريش جي ٻن معزز گهراڻن (پيءُ جي طرف کان خاندانِ اميہ ۽ امڙ جي طرف کان خاندانِ هاشم) سان هيو. انهن پنهنجي وڏي دولت سان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي غريب ۽

محتاج ساٿين جي گهڻي مدد ڪئي ۽ پنهنجي دولت کي خير جي ڪمن ۾ خرچ ڪندو رهيو. ماڻهو ان کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پراڻن اصحابن ۾ شمار ڪندا هيا. ان کي اولين مهاجرن ۾ ڳڻيندا هيا ۽ ان کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو قريبي دوست ۽ انهن جو مائٽ سمجهندا هيا.

انهن سان گڏ خالد بن وليد بہ آهي جنهن اسلام جي دشمنن سان جهاد ۾ وڏا زبردست ڪارناما انجام ڏنا آهن. موتہ واري جنگ ۾ جتي رت جي راند گرم هئي، ان رومين جي خلاف اهڙي زبردست لڙائي ڪئي جو ان جي هٿ ۾ نَوَ تلوارون ڀڄي پيون. وري عمرو بن عاص آهي جنهن جو ڳاڻاٽو عربن جي چئن وڏن عقلمند ماڻهن ۾ ٿيندو هيو. اهو گهڻا ڏينهن اڳ اسلام جي دائري ۾ داخل ٿي چڪو هيو ۽ اترين علائقن ۾ رومين جي حڪومت خلاف اسلام جي طاقت جو مظاهرو ڪندو رهيو ۽ سعد بن ابي وقاص آهي جيڪو مسلمانن ۾ پهريون تيرانداز هيو. جنهن دشمنن تي تير هلائي مسلمانن کي دفاعي جنگ سان گڏوگڏ دشمنن تي حملي ڪرڻ جون تدبيرون سيکاريون، جنهن احد واري لڙائي ۾ تيراندازي جا جوهر ڏيکاريندي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ان مرحلي تي حفاظت ڪئي جڏهن اهي سخت خطري ۾ گهيرجي ويا هيا ۽ ان جي ڪوششن جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم گهڻي تعريف ڪئي هئي ۽ اهڙا پيا بہ ڪيترائي ماڻهو آهن. انهن ماڻهن کي سيني طاقتور مهاجرن ۽ انصارن ۽ سيني مسلمان سردارن ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهڻو ويجهن دوستن ۽ ساٿين جي حمايت ۽ تائيد حاصل آهي.

ڀلا انهن جو طور طريقو ۽ عمل ڪهڙا آهن؟ بت پرستي ۽ شرڪ ڪونهي. اهي قبائلي ۽ معاشي مفاد جو بہ جهنڊو بلند ڪونہ ٿا ڪن. بلڪ انهن جي هٿ ۾ توحيد جو عَلم آهي، انهن جو نعرو اسلام جي برتري آهي. اهي قرآن کي گڏ ڪرڻ ۽ ترتيب ڏيڻ جا دعويدار آهن. اهي دولت جي مقابلي ۾ تقوا کي فضيلت ڏين ٿا. انهن جو نعرو خدمتِ خلق، رضاءِ الاهي جو حصول، شرعي حڪمن ۽ حدن جي حفاظت ۽ جاري ڪرڻ آهن. ٻين لفظن ۾ الله جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ

وسلم جي سنت جيارڻ جا دعويدار آهن ۽ سڀ کان وڏيڪ انهن جو نعرو مسلمانن جي وحدت ۽ اتحاد آهي.

ان سموري حڪمت عملي ۾ حق کي پائمال ڪرڻ گهڻو سولو ۽ آسان آهي. علي عليہ السلام جو حق ڪيئن پائمال ڪيو ويو. نهايت آساني سان، وڏي هوشياري سان، اسلام جي مفاد ۽ امت جي مفاد جي نالي تي ان حق کي قربان ڪيو ويو. دليل اهو ڏنو ويو تہ داخلي طور تي علي (عليہ السلام) جا دشمن گهڻا آهن، ان کي حاڪم بڻائڻ سان اهي مخالف اٿي پوندا تہ امت ۾ ڏڦيڙ پئجي ويندو. جڏهن امت اندروني طور تي ڇڙوڇڙ هوندي تہ ٻاهريون خطرو بہ شديد ٿي ويندو. خلاصو اهو تہ اها ڳالهہ عملي مصلحت جي خلاف آهي. علي (عليہ السلام) جوان آهي، اڃا صرف ٽيهن سالن کان ڪجهہ وڌيڪ عمر اٿس، ان جي طبيعت ۾ اهڙي سختي آهي جيڪا ماڻهن جي اڪثريت کي پسند ڪونهي ۽ ماڻهو ان سان بغض رکن ٿا. اڪثر ناليوارن قبيلن جا سربراهہ ان کان خوش ڪونهن. گهڻائي اثر رسوخ وارا ماڻهو ۽ طاقتور ٽولا ان جا مخالف آهن، ان جو حاڪم ٿيڻ پنهنجي مفاد جي خلاف سمجهن ٿا. علي (عليہ السلام) جي لاءِ خلافت اڃا وقت کان اڳ جي ڳالهہ آهي. ان جو حاڪم ٿيڻ "مصلحت"جي خلاف آهي.

ها، "مصلحت" ئي اها تلوار آهي جنهن سان هميشہ "حقيقت" جي جسم کي رتو رت ڪيو ويو آهي. مصلحت اها تلوار آهي جنهن سان هميشہ حقيقت کي ڪُنو ويو ۽ ان قرباني کي شريعت جي نالي تي انجام ڏنو ويو آهي. اهو ڪوس، شرعي ڪوس آهي، قبلي رُخ، الله جي نالي تي آهي. ان جو گوشت حلال آهي، انهيءَ ڪري جو اها قرباني پاڪ ۽ صاف آهي.

وري ڏسو تہ اهو ڪم ڪيترو آساني سان انجام ڏنو وڃي ٿو. ان ۾ ڪا دانهن ڪوڪ بہ ڪونہ ٿي ٿئي، ڪير انهي راز کي سمجهي ئي نٿو سگهي، جيڪي ستل آهن اهي سجاڳ ڪونہ ٿا ٿين، احتجاج جي دانهن ئي بلند نٿا ڪري سگهن. ڪنهن جي لاءِ اهو موقعو ئي ڪونہ هوندو آهي تہ اهو عوام الناس کي حقيقت کان آگاهہ ڪري سگهي. انهن حقيقتن کي پڌرو ڪري انهن تان پردو هٽائي سگهي، جن کي مصلحت جي تلوار سان لڳاتار لڳل ڏک اهڙي طرح خاموشي سان

قربان ڪري ڇڏيندا آهن جو ماڻهو انهن حقيقتن کي وساري ڇڏيندا آهن. ايستائين جو مصلحت پرستي جي اسلحي سان هٿياربند ماڻهو ڪنهن بہ نموني سان ڪنهن کي اهو موقعو ئي ڪونہ ڏيندا آهن تہ اهو ڪو اعتراض يا احتجاج بہ ڪري سگهي. ڪنهن طريقي سان مصلحت جي مقابلي ۾ حقيقت جو دفاع ڪري سگهي، يا گهٽ ۾ گهٽ حقيقت جي نشاندهي ئي سگهي.

انهيءَ باوجود تہ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها هر طريقي سان وس آهر ڪوشش ڪئي، دانهن ۽ آهہ و زاري جي ذريعي، احتجاج ۽ دليل جي ذريعي مگر انهن جي هر دانهن رڻ پٽ ۾ واڪو ڪرڻ ثابت ٿي، انهيءَ ڪري جو جڏهن فريب ۽ مڪر تقوا جو لباس پائي ڇڏيندو آهي تہ تاريخ پنهنجي هولناڪ حادثي جي ور چڙهي ويندي آهي.

اهو ئي اهو هولناڪ حادثو آهي جيڪو علي عليہ السلام ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ۽ انهن جي سيني پٽن ۽ ان جي نسل جي قربانين سان پريل آهي. انهن سيني عظيم ماڻهن جي قربانين جو خاموش ۽ غمگين داستان آهي. اهو تاريخ جو سيني کان وڏو ۽ سنگين الميو آهي.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها محسوس ڪري ورتو تہ ان المناڪ حادثي جو آغاز ٿي چڪو آهي ۽ هاڻي قرباني ڏيڻ کان سواءِ ٻي ڪابہ ڳالهہ ممڪن ڪونهي. اوچتو سموري عمر جي جدوجهد جي ٿڪاوٽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي پنهنجي قابو ۾ آڻي ڇڏيو. اهي سموريون تڪليفون، مصيبتون، اهي سموريون سختيون جيڪي اها سموري حياتي برداشت ڪنديون رهيون هيون، هاڻي پوري شدت سان محسوس ٿيڻ لڳيون.

ٿڪاوٽ، هيڻائي ۽ تڪليف جي ان احساس سان گڏ انهن کي اهو بہ يقين ٿي ويو تہ هاڻي هر ڳالهہ هٿ مان نڪري چڪي آهي. اهي سمجهي ويون تہ جنهن سنگين ۽ المناڪ حادثي کي روڪڻ کان پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مجبور رهيا ۽ جنهن جي سامهون علي عليہ السلام بيوس نظر اچي رهيا آهن، ان حادثي کي روڪڻ ان جي طاقت ۽ وس کان ٻاهر آهي.

انهن جي نگاهن جي سامهون هر افق اونداهي سان ڀريل هئي، هر طرف ڪاري رات ڇانيل هئي، جنهن جي خبر سندن والد سڳوري آخري ڏينهن ۾ ڀڌائي هئي ۽ ان ڪاري رات ۾ فتنن جي يلغار هڪ ٻئي پٺيان مسلسل وڌي رهي هئي. مستقبل ڪهڙو رنگ اختيار ڪندو؟ ان جي والد سڳوري جي سخت محنت جي ثمرن جو سياست ۽ مصلحت جي ان مخالف هوا ۾ ڪهڙو حشر ٿيندو؟ هن نئين ڄاول امت جو مستقبل ڇا ٿيندو. عوام الناس جن جي تقدير هميشہ سياست، خانداني ۽ طبقاتي مفادن ۽ تضادن جو شڪار رهي، آئنده انهن جي قسمت ڪهڙن ماڻهن جي هٿ هوندي؟ سرداري ۽ قوميت جو تصور وري گر ڪڻڻ لڳو آهي. "وصيت" جي جاءِ تي "بيعت" جو اصول اپنايو ويو آهي. آخر ايئن ڇو ٿيو تہ اوس ۽ خزرج جي قبيلن جي راءِ جيڪا انهن پنهنجن سردارن جي حق ۾ ڏني ۽ قريش جي راءِ جيڪا انهن جي وڏن (شيوخ ـ شيخين) جي حق ۾ هئي، پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي راءِ ۽ انهن جي وصيت تي فوقيت واري قرار ڏني وئي. انهن ماڻهن جيڪي سقيفہ ۾ گڏ ٿيا هيا پهريان سعد رضي الله تعاليٰ عنہ جي چونڊ ڪئي ۽ پوءِ جڏهن ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجا دليل ڏنا تہ سيني ان تي راضپو ڏيکاريو. اهي علم ۽ ڄاڻ ۾ ايترا گهڻو اڳتي اچي ويا آهن جو انهن کي امت جي سياسي مستقبل جي لاءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڪنهن هدايت ۽ رهنمائي جي ضرورت ڪونهي ۽ اهي سيئي ماڻهو مدينت الرسول جا رهواسي آهن. اهي ان جا ساٿي آهن، انهن پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان گڏ پنهنجيون زندگيون گذاريون آهن. جنگين ۾ حصو ورتو آهي. انهن اسلام جي تعليم خود پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کان ورتي آهي. اهي ڪي معمولي ماڻهو ڪونہ آهن. هي ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ آهي. مستقبل ۾ جڏهن اسلام مديني مان ٻاهر پکڙجي ويندو جڏهن اهو موجوده نسل گذاري ويندو تہ ان وقت "بيعت" جو اهو مسئلو ڪهڙا گل ڪنڊڙائيندو ڪير چونڊ ڪندو. ڪنهن کي چونڊيندو؟

جڏهن هاڻي ئي اهو حال آهي تہ انهن مهاجرن ۽ انصارن، جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا مخلص فدائي ۽ جانثار هيا،

انهن ماڻهن جو تعلق اسلام جي اولين نسل سان آهي ۽ جيڪي ايمان آڻڻ وارن ۾ اڳرائي وارا (سابق الايمان) آهن. علي عليہ السلام کي پنهنجين مصلحتن جي قربان گاهہ تي بليدان ڪري ڇڏيو ۽ ان کي گهر ۾ ڪنبائتو ٿي ۽ اڪيلائي جي زندگي گذارڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو تہ پوءِ اهو سياڻي جو نسل جيڪو ايمان ۽ تقوا ۽ جهاد جي ماحول ۾ پليل ڪونہ هوندو. انهن (علي و فاطمہ عليهم السلام) جي اولاد سان ڪهڙو سلوڪ ڪندو. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها اندازو ڪري سگهيون ٿي تہ مستقبل جي سياست حسن، حسين ۽ زينب عليهم السلام سان ڪهڙو سلوڪ ڪندي. انهن کي ان ڳالهہ جو يقين هيو تہ انهن جي ٻچن جو مستقبل ڪشمڪش، جدوجهد ۽ قرباني کان علاوه ٻيو ڪجهہ نٿو ٿي سگهي.

علي عليہ السلام جو گهر ۾ ڪنبائتو ٿي رهڻ هڪڙي تاريخ جو نقطہ آغاز آهي. هڪڙي اهڙي تاريخ جو جيڪا هولناڪ ۽ رت سان ڀريل آهي. بيعتِ سقيفہ کان جنهن جو آغاز بي ضرر طريقي سان ٿيو پنهنجي پنيان نهايت خونريز بيعتن جو دروازو کولي ڇڏيو ۽ فدڪ جي ملڪيت جو غصب ٿيڻ مستقبل جي نهايت سنگين غاصباڻين ۽ ظالماڻين ڪاررواين جو پيش خيمو ثابت ٿيو.

سياڻي، نهايت هولناڪ ۽ سنگين ۽ رت سان ڀريل آهي ۽ ان کان پوءِ ۽ ان کان پوءِ .... قتل و غارتگري ۽ ظلمن جو هڪڙو سلسلو آهي جيڪو پکڙجندو ويندو ۽ مستقبل جون حڪومتون اسلام جي لاءِ گهڻي وڏي مصيبت ۽ انسانذات جي لاءِ سنگين ترين حادثو ٿي وينديون.

پر هاڻي ڇا ڪري سگهجي ٿو؟ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها هر ممڪن ڪوشش ڪئي تہ بنياد جي پهرين سِر ٽيڏي نہ رکي وڃي، مگر اهي پنهنجي ڪوشش ۾ ڪامياب ڪونہ ٿي سگهيون. ايئن ٿي لڳو جڻ مدينت الرسول انهن جي دانهن ڪوڪ ۽ صدا ڏانهن ڏيان ڏرڻ کان ڪن بند ڪري ڇڏيا هجن. جڻ ماڻهن جي سيني ۾ دل جي جاءِ تي پٿر رکيل هجن جيڪي علي عليہ السلام جي ماٺ کان تر جيترو بہ متاثر نہ ٿي سگهن. حالانڪ علي عليہ السلام جي خاموشي هر دل تي جيڪا زندهہ آهي، جيڪا علي عليہ السلام کي سمجهي ٿي، جيڪا هن

زماني کي سچائي تي، هڪڙي اهڙي وچ وانگر ڪري تي جنهن سان احساس پري پوي ٿو.

افسوس تہ خودغرضي بہ ڪيتري سخت ۽ بي رحم شي آهي. خاص طور تي جڏهن اها مصلحت سان هٿياربند هجي. جڏهن اها پنهنجي مفاد جي توجيهہ عقيدي جي ذريعي ڪري سگهي. هي اها منزل هوندي آهي جڏهن وڏا وڏا اصحابي حق کي ڪُهڻ لاءِ تيار ٿي ويندا آهن.

حق بہ ڪنهن جو؟

علي عليہ السلام جو حق.

باقي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جيڪي هڪڙي عمر تائين پنهنجي والد سڳوري جي رسالت جي بار کي کڻڻ ۾ شريڪ رهيون، جيڪي جاهليت کي للڪارڻ (مبارزه) ۽ ڪشمڪش ۾ مصروف رهيون، جن جي زندگي مسلسل سختي، مصيبت، خطري، غربت ۽ تنگدستي ۽ جدوجهد جو نمونو رهي، هاڻي سموري عمر جي جدوجهد ۽ مصيبت جي بار کان ٿڪل آهن. ان سان گڏ اهي پنهنجي والد جي موت جي ساهہ ڪيندڙ صدمي سان بيحال آهن. اهي پنهنجي ابي جون عزادار آهن، جنهن جي زندگي سان ان جي زندگي وابستہ هئي. اهي علي عليہ السلام جي ان ناقابل برداشت مصيبت کي ڏسي رهيون آهن تہ علي عليہ السلام هڪڙي مدت تائين دشمن سان جهاد ۾ مصروف رهڻ کان پوءِ هاڻي ڪنڌائتو ٿي رهڻ تي مجبور ٿي ويا آهن. انهن کي دشمن نہ پر دوستن ڪنڌائتو ٿي رهڻ تي مجبور ڪيو آهي. اهي ان حڪومت جي قربان گاهہ تي قربان ڪيا ويا آهن جيڪا حڪومت خود انهن جي ايماني قوت، جهاد ۽ خلوص جي جذبي ۽ ان جي تلوار جي طاقت جو ثمر هئي. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ٿڪل، ڏکويل ۽ پريشان انهن سيني حادثن ۾ گهيريل آهن. انهن پنهنجي وس آهر گهڻي ڪوشش ڪئي پر ڪامياب ڪونہ ٿي سگهيون. ان ناڪامي انهن کي بلڪل دل ٽُٽل ۽ نااميد ڪري ڇڏيو. انهن جي همت جواب ڏئي وئي. هاڻي نہ صرف اهو تہ وڏيڪ جدوجهد جي همت ڪونهي بلڪ جن حالتن کي منهن ڏئي رهيون آهن، انهن حالتن ۾ سندن غم ۽ پريشاني کي سهارو ملڻ مشڪل محسہ

رهيوآهي. نہ صرف گهر کان ٻاهر جي فضا ناقابل برداشت آهي، بلڪ خود گهر جي اندر جي خاموشي ۽ اداسي ڪري بہ دل رت جا ڳوڙها هاري رهي آهي ۽ سڀ کان وڌيڪ پنهنجي گهر سان لڳو لڳ گهر يعني رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر جي هولناڪ ماٺ واري دل ڏاريندڙ صدا انهن جي روح کي گهائل ڪري رهي آهي.

هاڻي اها دري بہ بند ٿي چڪي آهي جيڪا انهن جي گهر جي دريءَ جي سامهون کلندي هئي ۽ جنهن دريءَ مان روزانو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو روشن ۽ مرڪندڙ چهرو ظاهر ٿيندو هيو ۽ ان مرڪ سان فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي مٽي واري گهر ۾ مِهر مزي ۽ اميد جي زندگي بخش لهر ڊوڙي ويندي هئي. هاڻي اها دري ماٺ ۽ اداس آهي ۽ موت اميد ۽ مسرت جي ان موسم کي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي لاءِ هميشہ بند ڪري ڇڏيو آهي. سياست جي تقاضا موجب فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي گهر جي دري بہ بند ڪئي وئي. هاڻي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي گهر جي اڪيلائي ۾ قيد آهن. انهن سان گڏ علي عليہ السلام آهن جيڪي هڪڙي چمي بيٺل جبل وانگر مايوس ۽ خاموش ويٺا آهن. هي اهڙي ماٺ آهي جنهن اُلا ڇڏيندڙ ٻرندڙ جبل کي پنهنجي گهيري ۾ قيد ڪري ڇڏيو آهي ۽ انهن ٻنهي کان علاوه ان گهر ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا ڏوهٽا آهن جن جي معصوم ۽ ڏکويل چهرن تي انهن جي مستقبل جو هولناڪ داستان چٽي نموني سان پڙهي سگهجي ٿو.

هاڻي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي لاءِ زنده رهڻ هڪڙي اهڙي مصيبت آهي جنهن کي برداشت ڪرڻ جي سگهہ اها پاڻ ۾ ڪونہ ٿي ڏسي. زندگي هڪڙو اهڙو سنگين بوجهہ بڻجي وئي آهي جو ان جي بار کي کڻڻ کان فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جا ڪمزور ۽ ساڻا ٿيل ڪلها معذور نظر اچن ٿا. وقت ڳرو ۽ آهستي آهستي قدم رکندو گذري رهيو آهي. اهي پنهنجي زخمي دل تي وقت جي قدمن جو بار محسوس ڪري رهيون آهن. هر گهڙيءَ هر مهل انهن جي لاءِ هڪڙو ناقابل برداشت بوجهہ آهي. هاڻي هن دنيا ۾ ان جي تسلي جو سهارو ڪيو تہ انهن جي والد سڳوري جي تربت مبارڪ آهي ۽ جان بخشي

جي اها خوشخبري جيڪا رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هنن لفظن ۾ ٻڌائي هئي تہ "فاطمہ منهنجي خاندان مان توهان اها پهرين هستي آهيو جيڪا مون سان اچي ملندي"

ليڪن ڪڏهن؟ اها گهڙي جنهن جي انتظار بيقرار ڪري ڇڏيو آهي، آخر ڪڏهن ايندي

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو ڏکويل روح ڪنهن اهڙي زخمي پکي وانگر جنهن جا کنڀ ڪُسڙيل ٿي ويا آهن، ڏک ۽ تڪليف جي ٿن ڪُنڊن جي وچ ۾ بيتاب ۽ قيد آهي يعني انهن جي مڙس جو خاموش ۽ غمگين چهرو ان جي ٻارڙن جون مايوسي واريون شڪليون ۽ انهن جي والد جي ٿڌي ۽ خاموش قبر.

جڏهن بہ انهن جي دل تي غم جو غبار وڌي ٿو جڏهن بہ گهٽي روئڻ جي ڪري سندس ساهہ ٻوساتجي ٿو تہ انهن کي پنهنجي پيءُ جي محبت ۽ ان جي تسلين جي شديد ضرورت محسوس ٿئي ٿي. تنهن ڪري پنهنجي بيچيني جو علاج ڪرڻ جي لاءِ اهي بابي جي قبر جو رخ ڪن ٿيون. پنهنجون اهي اکيون جيڪي لڳاتار روئي روئي زخمي ٿي ويون آهن ابي جي قبر تي ٽڪائي ڇڏين ٿيون، ايتري تائين جو انهن تي غم جي اهڙي ڪيفيت طاري ٿي وڃي ٿي جڻ انهن کي هاڻي هاڻي پنهنجي ابي جي وفات جي خبر ملي آهي. روئڻ جي شدت انهن کي بيحال ڪري ڇڏي ٿي، پوءِ اها پنهنجا ڏڪندڙ هٿ پنهنجي بابي جي تربت تي رکي ڇڏي ٿي. انهن خالي ۽ بي سهارا هٿن کي پيءُ جي تربت جي مٽي سان ڀري ڪوشش ڪري ٿي تہ ان جون نگاهون لڙڪن جي پردي کي چيري ان مٽي کي ڏسي سگهن. پوءِ اهي پنهنجن هٿن کي پنهنجي چهري جي ويجهو ڪن ٿيون ۽ محبت جي ان شديد احساس سان جيڪا انهن کي پنهنجي ابي سان هئي، بابي جي قبر جي مٽي کي سنگهي ٿي. ان مٽي جي خوشبو سان ان جي بيقراري کي عارضي طور قرار ملي وڃي ٿو پوءِ اها اهڙي آواز ۾ جيڪو روئڻ جي شدت سان ڀريل آهي، آهستي آهستي چون ٿيون:

”جنهن تربتِ احمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہٖ وسلم) جي مٽي کي سنگهيو هاڻي ان کي قيامت تائين ٻي خوشبو کي سنگهڻ جي ڀلا ڪهڙي ضرورت آهي.

توهان کان پوءِ مون تي اهڙيون مصيبتون آيون تہ جيڪڏهن اهي روشن ڏينهن تي پون ها تہ اهو ڪاري رات ۾ تبديل ٿي وڃي ها.“

آهستي آهستي انهن تي ماٺ ڇانئجي وڃي ٿي. تربتِ احمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مٽي انهن جي آڱرين جي وٿين مان آهستي آهستي ڪرندي وڃي ٿي، مگر انهن کي غم جي احساس اهڙو ساڻو ڪري ڇڏيو آهي جو اهي ان مٽي کي پنهنجن هٿن مان ترڪڻ کان روڪي ڪونہ ٿيون سگهن. اهي هڪڙي اهڙي انسان وانگر جيڪو تڪليف ۾ وڪوڙجي قابو ٿي ويو هجي، ان مٽي کي ڏسنديون رهن ٿيون. ماٺ ۽ بي حِس، بنا ڪِلڻ ۽ بنا روئڻ جي، ڄڻ انهن جو روح خاڪي جسم مان پرواز ڪري ويو هجي. ڄڻ اهي ڪنهن ٻئي جهان ۾ پهچي ويون هجن.

انهن پنهنجا سمورا ڏک ۽ تڪليفون پنهنجي بابي جي وڇوڙي جي غم ۾ ضم ڪري ڇڏيا هيا. انهن جي لاءِ هر ڏينهن ڄڻ ابي جي وفات جو پهريون ڏينهن هيو. انهن جي بيقراري ۾ هر ڏينهن اضافو ٿي رهيو هيو. انهن جون آهون ۽ دانهون هر ڏينهن ڪجهہ وڌيڪ دردناڪ ٿي ويون ٿي. انصارن جون عورتون انهن وٽ اينديون هيون ۽ انهن سان گڏجي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وفات تي روئنديون هيون. اهڙي حالت ۾ جڏهن آهن ۽ دانهن سان ان جي دل بيحال ۽ اکيون ڳاڙهيون هونديون هيون، اها ان ظلم ۽ زيادتي جي شڪايت ڪندي هئي جنهن جو نشانو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو گهراڻو بڻيو هيو ۽ اهو حق ياد ڏياريندي هيون جنهن کي پائمال ڪيو ويو هيو.

انهن جو غم هاڻي انهن منزلن کان گذري چڪو هيو تہ جتي ڪنهن جي تسلي انهن جي ڪم اچي سگهي ها يا ڪوئي انهن جو ڏک ونڊائي ها.

رات ڏينهن ايئن گذرندا رهيا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا اصحابي حڪومت جي ڪاروبار فتحن ۽ مالِ غنيمت جي بکيڙن ۾ ڦاسي ويا. علي عليہ السلام اڪيلائي واري ڪُنڊ ۾ خاموش ۽ ماٺ ٿي ويا ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها موت جي خيال ۾ غلطان ان چوٽڪاري واري گهڙي جو بيچيني سان انتظار ڪنديون رهيون، جنهن جي خوشخبري انهن کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ٻڌائي هئي.

# باب پنجون

## رحلتِ فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها

هر گذرندڙ ڏينهن سان گڏ موت جي لاءِ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي بيقراري وڌندي پئي وئي. هر ڏينهن ان اميد ۾ ڪٽيو ٿي تہ شايد موت حياتي جي تند کي ٽوڙي وجهي ۽ نياڻي جنهن جو روح تڪليف ۽ شڪايت سان ڀريل آهي، پنهنجي ابي جي مهربان پاڇي ۾ پهچي آرام ۽ سڪون حاصل ڪري سگهي.

مگر وقت گهڻو آهستي آهستي گذري رهيو آهي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جيڪا موت جي خوشخبري ٻڌائي هئي ان کي اڄ 95 ڏينهن ٿي ويا، مگر اڃا تائين موت جو سڏ ڪونہ آيو.

ڇو؟

اڄ سومر جو ڏينهن آهي. جمادي الثاني جي ٽين تاريخ، هجرت جو يارهون سال، ان سال رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم رحلت فرمائي.

اوچتو هڪدم انهن پنهنجن ٻارڙن کي پيار ڪيو ستن سالن جو حسن عليہ السلام، ڇهن سالن جو حسين عليہ السلام، پنجن سالن جي زينب سلام الله تعاليٰ عليها ۽ ام ڪلثوم رضي الله تعاليٰ عنها اڃا صرف ٽن سالن جون آهن. اهو چئن ٻارڙن جي امڙ جو آخري ۽ الوداعي پاڪ ۽ پيار هيو.

۽ هي علي عليہ السلام کان موڪلائڻ جي گهڙي آهي.
ڪيتري سنگين ۽ مشڪل گهڙي!
اڃا علي عليہ السلام کي هن دنيا ۾ ٽي رهڻو آهي. وڏيڪ ٽيهہ سال.

ام رافع رضي الله تعاليٰ عنها کي طلب ڪيائون. اها رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي آخري رسمن ۾ خدمتگار جا فرض انجام ڏئي چڪي آهي. ان کي فرمايائون:

"اي الله جي ٻانهي! توهان مون تي پاڻي وجهو تہ جيئن مان غسل ڪري سگهان." گهڻي تڪليف سان ۽ وڏي احتياط سان غسل ڪيائون ۽ پوءِ نئون لباس پاتائون. حالانڪ، رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رحلت کان پوءِ ڪين ماتمي نشاني طور لاڳيتو ڪارو لباس پاتل هوندو هيو. ليڪن اڄ ڪاري لباس کي هٽائي پاڻ نئون لباس پاتو اٿن. لباس جي اها تبديلي ڄڻ ان ڳالهہ جي نشاني آهي تہ هاڻي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي غم ۽ ماتم جو دور ختم ٿي رهيو آهي ۽ اڄ نياڻي پنهنجي بابي سان ملاقات جي لاءِ انهن جي خدمت ۾ وڃي رهي آهي.

منهنجو بسترو ڪمري جي وچ ۾ لڳايو.

آرام ۽ سڪون سان پاڻ بستري تي سمهي پيون. منهن قبلي ڏانهن ڪري ڇڏيائون، هاڻي صرف موت جو انتظار آهي.

وقت گهڙي گهڙي ٿي گذري رهيو آهي....

اوچتو گهر مان روح راڙي جو آواز بلند ٿئي ٿو.

موت جي ٿڌن هٿن انهن جي پنبڙين کي بند ڪري ڇڏيو آهي. ليڪن بند ڇپرن جي پٺيان انهن جون روشن اکيون کليل آهن ۽ اهي پنهنجي پياري بابي جي چهري جو ديدار ڪري رهيون آهن، اهو چهرو مبارڪ جيڪو پنهنجي نياڻي جو انتظار ڪري رهيو هيو. غم ۽ تڪليف جي جيڪا شمع علي عليہ السلام جي گهر ۾ روشن هئي، هاڻي خاموش ٿي وئي. افسوس تہ علي عليہ السلام هاڻي اڪيلا رهجي ويا!

پنهنجن معصوم ٻارڙن سان گڏ.

علي عليہ السلام کي وصيت ڪئي هئائون تہ دفن رات جي وقت ڪيو وڃي. قبر جو نشان ڪنهن کي بہ نہ ٻڌايو وڃي ۽ انهن ٻنهي شيخين (حضرت ابوبڪر رضہ ۽ عمر رضہ) کي جنازي ۾ شريڪ ٿيڻ نہ ڏنو وڃي.

۽ علي عليہ السلام ايئن ئي ڪيو....

مگر ڪنهن کي بہ معلوم ڪونهي تہ ڪهڙي طرح؟

اجا تائين اهو ڪير بہ ڪونہ ٿو ڄاڻي تہ انهن کي ڪٿي دفن ڪيو ويو. انهن جي پنهنجي گهر ۾ يا بقيع ۾؟

جيڪڏهن بقيع ۾ تہ ڪهڙي پاسي؟ ... اڄ تائين ڪنهن کي بہ خبر ڪونهي.

انهن جي دفن ٿيڻ جي جاءِ اڄ تائين معلوم ڪونهي. انهيءَ ڪري جو انهن ايئن ئي چاهيو هيو. انهن جي اها ئي خواهش هئي تہ انهن جي دفن ٿيڻ جي جاءِ نامعلوم رهي. انهن جي قبر جو نشان ڳجهو رهي. هر دور ۾ هر شخص جي لاءِ، تہ جيئن هر دور ۾ هر شخص پاڻ کان اهو سوال ڪري تہ آخر قبر جي نشان کي ڳجهو رکڻ جي ضرورت ڇو محسوس ٿي؟ آخر ايئن ڇو ٿيو.

ها، اسان کي جيڪو ڪجهہ معلوم آهي اهو علي عليہ السلام جو ڏک ۽ غم آهي. ان رات فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي قبر تي مديني کي رات جي اونداهي پنهنجي ڪاري ياڪر ۾ وٺي ڇڏيو آهي. سڀئي مسلمان غفلت جي ننڊ ستا پيا آهن. رات جو پراسرار سناٽو علي عليہ السلام جي پنهنجو پاڻ سان ڳالهائڻ (خود ڪلامي) ڏانهن ڌيان ڏريون پيو آهي ۽ علي عليہ السلام هاڻي بلڪل اڪيلا آهن. هر طرف اڪيلا آهن. مديني جو شهر رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کان خالي هيو ۽ هاڻي گهر فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کان خالي ٿي ويو. علي عليہ السلام شهر ۾ تہ اڪيلا هيا ئي هاڻي گهر ۾ بہ اڪيلا رهجي ويا. اهي هڪڙي غم جي پهاڙ وانگر فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليهاجي قبر تي ويٺا آهن. اڪيلا ماٺ ۽ سوڳوار ڪيتريون گهڙيون گذري ويون.

رات خاموش ۽ غمگين. رات علي عليہ السلام جي خود ڪلامي ڏانهن ڪن لڳايون پئي آهي. بقيع جو خوشنصيب ماحول ۽ مديني جي بيوفا ۽ بدبخت فضا مڪمل طور تي ماٺ آهي. سڄاڳ قبرون ۽ ستل گهر علي عليہ السلام جو آواز ٻڌي رهيا آهن.

اڌ رات واري هير علي عليہ السلام جي هيانءُ ڏاريندڙ آهہ کي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي قبر کان رسول الله صلي الله تعاليٰ

عليہ وآلہ وسلم جي گهر ڏانهن ڪٺي وڃي رهي آهي. اهي مشڪل ۽ تڪليف سان هي جملا چئي رهيا آهن.

"اي الله جا رسول (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم)! توهان منهنجي طرفان ۽ توهان جي پاڙي ۾ پهچڻ واري ۽ توهان سان گهڻو جلدي اچي گڏ ٿيڻ واري توهان جي نياڻي طرفان سلام قبول ڪريو.

يا رسول الله (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم)! توهان جي پياري نياڻي جي وفات سبب منهنجو صبر جواب ڏئي رهيو آهي، منهنجي طاقت ڪمزوري ۾ بدلجي رهي آهي، ليڪن جنهن طرح مون توهان جي وڇوڙي جو عظيم صدمو ۽ توهان جي وفات جي ساهہ ڪيندڙ مصيبت تي صبر ڪيو اهڙي طرح مون کي هن موقعي تي بہ صبر کان ڪم وٺڻو پوندو.

مون پنهنجن هٿن سان توهان کي قبر ۾ لاٿو ۽ توهان جي پاڪ روح اهڙي حالت ۾ پرواز ڪيو جو توهان جومٿو مبارڪ منهنجي پاڪر ۽ سيني جي وچ ۾ ٽي هيو. انا لله وانااليہ راجعون.

فاطمہ (سلام الله تعاليٰ عليها) هڪڙي امانت هئي جيڪا واپس ورتي وئي ۽ گهہ رکيل شي ڇڏائي وئي آهي، ليڪن هاڻي منهنجو ڏک ۽ غم دائمي آهن. هاڻي منهنجون راتيون جاڳندي گذرنديون، ايستائين جو جهانن جو پالڻهار منهنجي لاءِ بہ اهو گهر چونڊي جنهن ۾ توهان رهو ٿا.

هاڻي توهان جي نياڻي توهان کي سڀ ڳالهيون ٻڌائيندي تہ توهان جي امت ڪيئن ٻڌي ڪري ان تي مصيبت جا پهاڙ ٽوڙيا. توهان ان کان سچي وارتا پڇي وٺو. هڪڙي هڪڙي ڳالهہ معلوم ڪيو. اها توهان کي پنهنجين مڙني مصيبتن کان باخبر ڪندي اهي سيئي مصيبتون ان تي گذري ويون. حالانڪ، اڃا توهان جي وفات کي ڪو گهڻو عرصو ڪونہ گذريو آهي ۽ نہ زمانو توهان جي ياد کان خالي ٿيو آهي.

توهان تي ۽ توهان جي پياري نياڻي تي منهنجو سلام هجي، اهڙي الوداع ڪرڻ واري جو سلام جيڪونہ ڪاوڙ ۾ آهي ۽ نہ اداس آهي."

علي عليہ السلام ڪجهہ دير جي لاءِ ماٺ ٿي ويٺا ٿا. ايئن آهي جڻ سموري عمر جي ڏکن ۽ سورن گڏجي ان جي دل تي يلغار ڪري

ڇڏي هجي، جڏهن هر ان لفظ سان گڏ جيڪو ان جي دل جي گهرائي مان نڪري رهيو هيو ان جي وجود جو هڪڙو حصو ڳرندو پيو وڃي.

حيران ۽ پريشان اهي پنهنجي جاءِ تي ويٺا آهن، سمجهه ۾ ڪونہ ٿو اچي تہ ڇا ڪن؟

اتي ئي ترسن، هليا وڃن؟ ڀلا فاطمہ (سلام الله تعاليٰ عليها) کي اڪيلو ڪيئن ڇڏين؟ ڪهڙي دل سان گهر ڏانهن اڪيلا واپس وڃن؟ شهر ڪنهن اهڙي ڀوت وانگر جيڪو رات جي اونداهي ۾ حملو ڪرڻ لاءِ لڪو ويٺو هجي، انهن جي انتظار ۾ آهي. هر طرف سازش، فتنن، خيانت وارن ڪمن ۽ بي شرمي جا پاڇا ڦري پري رهيا آهن.

ليڪن علي عليہ السلام جي لاءِ اتي ترسي پوڻ بہ ممڪن ڪونهي. ان جا ٻارڙا، مسلم عوام، حقيقت ۽ ٻچاٽي جي عظيم ذميواري انهن جي نظرن جي سامهون آهي. اهي عظيم ذميواريون انهن کان علاوه هاڻي ٻيو ڪير کڻي سگهي ٿو؟

غم ۽ تڪليف جي شدت ان جي سگهاري روح کي ڪمزور ڪري ڇڏيو آهي، اهي ڪو فيصلو ڪري ڪونہ ٿا سگهن. عجيب ڪشمڪش جي حالت آهي، هليو وڃي...؟ اتي ترسي، ويٺو هجي ....؟

علي عليہ السلام محسوس ڪري رهيا آهن تہ جڏهن اهي ٻنهي ڳالهين کان بيوس آهن. جڏهن انهن جي طاقت ۽ سگهہ موڪلائي وئي هجي. فيصلي جي قوت جواب ڏئي وئي هجي، پوءِ جڏهن فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها سان پنهنجي ڪيفيت جي وضاحت ڪندي پاڻ فرمايائون:

”هاڻي جيڪڏهن مان هتان هليو وڃان تہ ان جو اهو سبب ڪونهي تہ ان ويڇڙائي کان دل ڀرجي وئي آهي ۽ جيڪڏهن اتي ترسيو ويٺو رهان تہ ان جو اهو مطلب ڪونهي تہ ان واعدي ۾ شڪ آهي جيڪو الله تعاليٰ صبر ڪرڻ وارن سان ڪيو آهي.“

پوءِ اهي ذڪيائي سان اٿي بيٺا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر ڏانهن منهن ڪري اڪيلا ۽ اداس بيٺا رهيا. هي تڪليف ۽ اڪيلائي جي اها ڪيفيت آهي جنهن جو تصور ڪرڻ بہ مشڪل آهي. جڏهن علي عليہ السلام پنهنجي ماٺ ذريعي اهو چئي رهيا

هجن تہ اي الله جارسول (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم)، توهان اها قيمتي امانت جيڪا منهنجي حوالي ڪئي هئي اڄ مون اها توهان کي واپس ڪري ڇڏي آهي. هاڻي توهان ان جو احوال خود ان کان پڇجو ان کان پڇجو اصرار ڪري پڇجو تہ جيئن اها توهان کي هڪڙي هڪڙي ڳالھہ ٻڌائي ڇڏي. توهان کان پوءِ ان سان جيڪو ڪجھہ وهيو واپريو آهي، انهن مڙني ڳالهين کان توهان کي واقف ڪري ڇڏي.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ان شان سان زندهہ رهيون ۽ ان ڍنگ سان انهن جي زندگي پڄاڻي تي پهتي. پنهنجي وفات کان پوءِ انهن تاريخ ۾ هڪڙي نئين زندگيءَ جي شروعات ڪئي. انهن سيني ماڻهن جي چهرن تي جيڪي تاريخ ۾ ڪانئن بعد ظلم ۽ ستم جو نشانو بڻايا ويندا رهيا، سندس مظلوميت جو عڪس جهلڪي ٿو. اهي سيئي مظلوم ۽ محروم جن جا حق غصب ڪيا ويا آهن، جن کي مڪر ۽ فريب پنهنجي مفاد خاطر قربان ڪيو آهي، سندن نالي کي پنهنجي ڇوٽڪاري ۽ بقا جي علامت سمجهن ٿا.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي ياد! انهن سيني انسانن جي، چاهي اهي مرد هجن يا عورت، جذبہ عشق و ايمان ۽ جهاد جي حيرت انگيز شوق جي صورت ۾ پروان چڙهندي رهي آهي، جيڪي اسلام جي ڏکهي تاريخ جي هر دور ۾ آزادي ۽ عدالت جي جنگ وڙهندا رهيا آهن. ظالم ۽ جابر حڪمرانن جي حڪومتن جا ظلم ۽ ستم ان ياد کي مٽائي ڪونہ سگهيا آهن. بلڪ ان ظلم ان ياد کي مٽائڻ جي جيتري ڪوشش ڪئي ان جي شوق جو اثر اڃا گهڻو وڌندو ويو. ايستائين جو اهو نالو هر زخمي دل جي پڪار ٿي ويو. اهو ئي سبب آهي تہ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو نالو ملتِ اسلامي جي تاريخ جي هر موڙ تي محروم ۽ مظلوم انسانن جي لاءِ الهام و آزادي، حق پرستي و عدالت طلبي جو سرچشمو ٿي ويو ۽ سندس شخصيت ظلم و ستم، ڏاڍ ۽ تشدد ۽ طبقي واريت جي خلاف جهاد جي علامت سمجهي وئي.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي شخصيت جي باري ۾ گفتگو ڪرڻ انتهائي ڏکيو ڪم آهي. اهي هڪڙي "عورت" هيون. اسلام جنهن مثالي عورت جو تصور پيش ڪيو آهي، ان تصور جي

جيئري جاڳندي تصوير هيون. اها پاڪيزه تصوير خود رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجن انسانيت سينگاريندڙ هٿن سان ٺاهي هئي. جيئن سون کي باهہ ۾ گرم ڪري ڪُندن بڻايو ويندو آهي، اهڙي طرح رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کين سختي، غربت ۽ جدوجهد جي لاٽ ۾ تپائي نکاريو. سندن تعليم و تربيت تي وڏي گهري ۽ ڪڙي نظر رکي ۽ کين حيرت انگيز انساني خوبين جو مظهر بڻائي ڇڏيو.

اهي هر حوالي سان هڪڙي مثالي عورت هيون. عورتپڻي جي مڙني گنڀير صورتن جي لاءِ هڪڙو مثالي نمونو.

پنهنجي بابي جو حوالي سان.... هڪڙي مثالي نياڻي.

پنهنجي مڙس جي حوالي سان.... هڪڙي مثالي زال.

پنهنجن ٻارڙن جي حوالي سان.... هڪڙي مثالي امڙ.

وقت ۽ سماجي ماحول جي تناظر ۾ اهي هڪڙي للڪاريندڙ (مبارز) ۽ ذميوار انسان جو نمونو هيون. انهن پنهنجي سيرت سان معاشري ۾ عورت جي ذميوارين ۽ انهن جي عملي دائري جي نشاندهي ڪئي.

اهي بذاتِ خود هڪ امام آهن. هڪڙو مثالي نمونو آهن. هڪڙي آئيڊيل ٽائيپ (Ideal Type) آهن. انهن جو "اسوه" عورتن جي لاءِ هڪڙو قابل تقليد نمونو آهي. هر ان عورت جي لاءِ جيڪا آزادانہ طور تي پنهنجي شخصيت جي تعمير ڪرڻ جي خواهش رکندي هجي، هڪڙي نگهبان "شاهد" آهن.

انهن جو حيرت انگيز ٻالڪپڻو انهن جي جدوجهد ۽ ڪمشڪش سان ڀريل زندگي، ٻنهي، داخلي ۽ خارجي، محاذن تي انهن جو مسلسل جهاد. پنهنجي ابي جي گهر، پنهنجي مڙس جي گهر ۽ پنهنجي معاشري ۾ انهن جو ڪردار، انهن جو فڪر، انهن جو عمل، مطلب تہ انهن جي جامع ۽ مثالي شخصيت ان سوال جو مڪمل جواب آهي تہ هڪڙي عورت کي ڪهڙو هجڻ گهرجي.

سمجهہ ۾ ڪونہ ٿو اچي تہ مان ڇا چوان. گهڻو ڪجهہ چئي ويس مگر اڃا چوڻ جي لاءِ گهڻوڪجهہ باقي آهي.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي شخصيت جو هر پهلو روشن آهي، هر جلوو اکيون کيريون ڪندڙ آهي، ليڪن انهن جي مقدس شخصيت جي بيشمار اکيون کيريون ڪندڙ جلون مان مون کي جيڪا ڳالهہ سيني کان گهڻو حيرت انگيز معلوم ٿئي ٿي، اها هي آهي تہ اهي علي عليہ السلام جهڙي عظيم شخصيت جون همسفر، هم قدم ۽ هم پرواز آهن. اها ڪمالِ انسانيت جي شاهراه تي انهن سان گڏ وِک سان وِک ملائي هلندي نظر اچي ٿي، اها انساني ارتقا جي بلند افقن تي علي عليہ السلام جي هم پرواز آهي.

علي عليہ السلام سان انهن جو تعلق رڳو هڪڙي زال جي تعلق کان گهڻو وڌيڪ بامعنيٰ هيو. علي عليہ السلام انهن جي وفات کان پوءِ ٻين عورتن سان شادي ڪئي مگر ڪابہ عورت ان جي خال کي پري ڪونہ سگهي. علي عليہ السلام جي نظرن ۾ انهن جي حيثيت هڪڙي اهڙي دوست، هڏڏوکي ۽ رازدار جي هئي جيڪا انهن جي بلند مقصدن ۾ انهن سان هڪجيتري هجي. اها انهن جي ڏکن ۽ تڪليفن جي ساٿي، انهن جي همدم ۽ همراز انهن جي شريڪِ ڪار انهن جي اڪيلائين جي دلبر ۽ انهن جي فڪرونظر جي بلندي ۾ انهن جي همدم ۽ دمساز هئي.

انهيءَ سبب ڪري علي عليہ السلام انهن کي پنهنجين ٻين زالن کان مختلف سطح تي ڏٺو ۽ اهو ئي رويو انهن جي اولاد سان بہ رکيو.

فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کان پوءِ علي عليہ السلام ٻين عورتن سان شاديون ڪيون ۽ انهن مان اولاد بہ ٿي، مگر علي عليہ السلام هميشہ پنهنجي ان اولاد کي جن جي امڙ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها هيون، پنهنجي ٻي اولاد کان ممتاز حيثيت ڏني. ٻين زالن مان ڄاول اولاد "بنو علي" يا "علوي" سڏيا ويا جڏهن تہ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها مان ڄاول اولاد "بنو فاطمہ يا "فاطمي" سڏيا ويا.

ڇا اها تعجب واري ڳالهہ ڪونهي تہ علي عليہ السلام جهڙي عظيم پيءُ جي مقابلي ۾ ٻارن کي ماءُ جي نسبت سان سڃاتو ويجي.

اسان اهو بہ ڏسون ٿا تہ خود رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نظرن ۾ انهن جي حيثيت ٻين نياڻين کان بلڪل جدا هئي.

پاڻ سڳورن پنهنجين سيني نياڻين ۾ رڳو فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي تعليم و تربيت تي خصوصي توجهہ فرمايو انهن تي سخت ۽ ڪڙي نظر رکي. رڳو انهن کي ئي پنهنجين اميدن جو مرڪز بڻايو. انهن کي ٻالڪپڻي واري عمر ۾ اسلام جي عظيم پيغام کان واقف ڪرايو.

منهنجو عقل حيران آهي تہ اهڙي شخصيت جي باري ۾ ڇا چوان، ڪهڙي حوالي سان ڳالهايان؟

منهنجي خواهش هئي تہ مان فرانس جي ان مانواري خطيب جي تقليد ڪريان جنهن هڪڙي موقعي تي ”لوئي“ جي حضور ۾ حضرت مريم رضي الله تعاليٰ عنها جي باري ۾ گفتگو ڪندي چيو.

سترهن سَوَ سالن کان مسلسل دنياجا سيئي اديب ۽ شاعر حضرت مريم رضہ جي باري ۾ عقيدت جو اظهار ۽ واکاڻ ڪري رهيا آهن.

سترهن سَوَ سال گذري ويا تہ لاڳيتو مشرق ۽ مغرب جا سيئي فلاسافر ۽ مفڪر حضرت مريم رضي الله تعاليٰ عنها جون فضيلتون (فضائل) بيان ڪري رهيا آهن.

سترهن سَوَ سالن کان مسلسل سيئي فنڪار مصور، مجسمہ ساز حضرت مريم رضي الله تعاليٰ عنها جي شخصيت ۽ سيرت جي تصوير ڪشي جي حوالي سان هنري معجزا تخليق ڪندا رهيا آهن.

ليڪن ڏگهين صدين تي پکڙيل فڪر ۽ فن جون اهي مڙئي ڪوششون ۽ سيئي هنري معجزا حضرت مريم رضي الله تعاليٰ عنها جي تعريف ۾ چيل هن مختصر جملي جو مقابلو نٿا ڪري سگهن تہ:-

”مريم رضي الله تعاليٰ عنها عيسي عليہ السلام جي امڙ آهن.“

مون (علي شريعتي)گهريو تہ مان بہ ان حوالي کان حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي تعريف ۾ ڪو جملو چوان. مگر منهنجي ڳالهائڻ جي همت سخت عاجز ۽ بيوس آهي.

مون گهريو تہ چوان: فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها جهڙي بزرگ عورت جي نياڻي آهي. مون ڏٺو تہ اها فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جي مڪمل تعريف ڪونهي.

مون گهريو تہ چوان: فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نياڻي آهي. مگر ڏنو تہ اها بہ فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جي مڪمل تعريف ڪونهي.

مون سوچيو تہ چوان: فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها حضرت علي عليہ السلام جي همسفر ۽ هڪ ئي خاندان واري آهي. مگر ڏٺو تہ اها بہ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي مڪمل تعريف ڪونهي.

مون سوچيو تہ چوان: فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها حضرات حسنين عليهم السلام جي امڙ آهن. مگر ڏٺو تہ اها بہ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي مڪمل تصوير ڪونهي.

مون سوچيو تہ چوان: فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها جي امڙ آهن. مگر ڏٺو تہ اها بہ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي مڪمل تصوير ڪونهي.

ها...! فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها اهو سڀ ڪجهہ آهن مگر اهو ئي سڀ ڪجهہ فاطمہ ڪونهي.

فاطمہ فاطمہ آهي. ها!... فاطمہ فاطمہ آهي.

فاطمہ فاطمہ آهي.

سنڌيڪار جا ايندڙ ڪتاب
============

# انساني ضمير جو آواز
(امام علي عليہ السلام)

..............

محسنِ انسانيت صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم

## سنڌيڪار جا اڳ ڇپيل ڪتاب

1. ستارن ۾ لکيل. سوڪي جي ڪهاڻي.
(رٽن ان دَ اسٽارس. دَ اسٽوري آف سوڪي.)

2. ڪربلا جي بهادر عورت
(حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها)

3. سيرت حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام

4. حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم
جو آفاقي پيغام

5. رڻ سڄوئي رت ڦڙا
(ميدانِ ڪربلا)

6. هاشمين جو چنڊ
(غازي علمدار عباس عليہ السلام)

7. اسلام جي تاريخ
(دي اسپرٽ آف اسلام)

8. شانِ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم

8. پير ڪامل
صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم

9. خدا جي تاريخ
(اَ هسٽري آف گاڊ)

10. ايمان اميد ۽ محبت

11. فُتوح الغيب




ڊاڪٽر علي شريعتي جي جنازي کي
حضرت زينب ڪبريٰ سلام الله تعاليٰ عليها
جي حرم مطهر ۾ گهمايو پيو وڃي.



گهوڙن ۾ گهوٽن جيئن ٽورا ڏينهڙا
ڪڏهن منجهه ڪوٽن ڪڏهن راهي رڻ جا